# سپنن جو سرجڻهار

حوصلي، جدوجهد ۽ اميدن جو داستان جنهن ۾
تعليم زندگين ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو، هڪ غريب ماڻهو جي
جهالت خلاف ويڙهه جي ڪٿا



ڊاڪٽر شير شاهه سيد

حمير اشتياق

ترجمو : اسلم خواجا

ڪتاب: سپنن جو سرجڻهار

ليکڪ: ڊاڪٽر شير شاه سيد / حمير اشتياق

ترجمو: اسلم خواجا

سال: سيپٽمبر 2014

ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ سيٽنگ: الطاف پيرزاده
سوڪ ڪميونيڪيشن، ڪراچي

ڇپيندڙ: فضلي سنز، ڪراچي



B-155، بلاک 5، گلشن اقبال، کراچی
scheherzade@altavista.com

Scanned with CamScanner

# انتساب

انهن ماٽهن جي نالي، جيڪي پنهنجي
ٻارن جي زندگي سنوارڻ لاءِ سپنا ٽا
ڏسنءِ انهن جي سايبان لاءِ پتوڙين ٽا.

## فهرست

# سنڌي ايڊيشن لاءِ ٻه اکر

امان عطيا ظفر جا انيڪ مريض ۽ سندن ڪٽنب ڀاتي سنڌي ڳالهائيندڙ آهن، ڇاڪاڻ جو هوءَ مليرَ جي انهن علائقن ۾ ڪم ڪندي رهي جتي سنڌي ۽ بلوچي ڳالهائيندڙ ڄاڻيڪو آهن. جڏهن انگريزي ڪتاب Vision جي آرٽس ڪائونسل ڪراچيءَ ۾ رونمائي ٿي ته امان جي انيڪ مريضن ۽ منهنجي تمام گھڻن سنڌي دوستن رابطو ڪري چيو ته جيتوڻيڪ هنن ڪتاب ته پڙهي ورتو آهي پر جيڪر انجو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿئي ته ڏاڍو ڀلو ڪم ٿي ويندو.

پنهنجي دوست اسلم خواجا کي درخواست ڪيم ته هو ان ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏئي، جيڪو ماضيءَ ۾ ٻه منهنجي ٻين ڪتابن کي سنڌيءَ جو روپ ڏئي چڪو آهي.

هيڏانهن ڪتاب جو سنڌي ترجمو شروع ٿيو ۽ هوڏانهن ڪجھ عرصي کانپوءِ امان جيڪا بيمار ته نه هئي پر الزاهيمر جي شڪار هئي. اوچتو ڪنهن وائرل انفيڪشن جو شڪار ٿي پئي. وائرل انفيڪشن ته پنهنجي وقت سر ختم ٿي ويو پر انجي پيچيدگيون وڌي ويون هڪ ڏينهن شام پنجين وڳي هوءَ اسان سڀني کي ڇڏي هلي وئي.

اِهو ناهي ته ڪو اسانکي پتو نه هو. ته اهڙو ڏينهن به ايندو پر ٻار ته اِهوئي چاهيندا آهن ته سندن والدين سدائين جيئرا رهن. ڪن پل لاءِ ته انهيءَ اسان سمورن کي مفلوج ڪري ڇڏيو.

ٿوري دير جي صلاح مشوري کانپوءِ فيصلو ڪيوسين ته امان کي ڪوهي ڳوٺ وومين اسپتال ۾ دفن ڪجي ڇاڪاڻ جو سندس خواهش اِهائي هئي ته سندس قبر ملير ۾ هجي ۽ اسين سڀئي اهو سمجهون ٿا ته ڪوهي ڳوٺ وومين اسپتال امان ۽ بابا ٻنهيءَ جو سپنو هئي. انکان وڌيڪ چڱي ڳالهه ڪهڙي ٿيندي جو هوءَ پاڻ اُن اداري ۾ ئي هجي جتي سندس مريضن جو علاج ٿئي ٿو ۽ ٿيندو رهندو.

آءُ ۽ عرفان انهيءَ فيصلي کان ترت پوءِ ڪوهي ڳوٺ هليا وياسين ته جيئن قبر کوٽائڻ جو انتظام ڪري سگهجي ۽ سومهڻيءَ واريءَ نماز کانپوءِ تدفين ٿي سگهي. شام ستين وڳي جڏهن گورکن قبر کوٽي رهيا هئا ته هڪ عورت کي هنگامي حالت ۾ اسپتال آندو ويو ۽ مونکي هنگامي طور تي سندس آپريشن ڪرڻي پئي. ڪيس ڏيءُ جائي هئي.

آپريشن کانپوءِ ٻاهر آيس ته تازو ڄاول نينگري پنهنجي نانيءَ جي هنج ۾ هئي. ڪيس واڌايون ڏئي پڇيومانس ته نالو ڇا رکيو اٿو؟.

اُن مائي بلوچي لهجي ۾ وراڻيو ته ”هنجو نالو عطيا آهي ۽ هوءَ ڊاڪٽر بڻبي“. امان جي مرتئي تي من ۾ جيڪا نراسائي هئي سا اوچتو ئي اوچتو ڄڻ فضا ۾ الوپ ٿي وئي ۽ منهنجا نيڻ ٻرجي آيا. ان بابت سوچيندو سندس واسطي تيار ڪيل قبر ڏانهن لڙهي ويس.

سومهڻيءَ واري نماز کانپوءِ امان جو جنازو سلطان مسجد کان ڪوهي ڳوٺ پهتو جتي ڳوٺ واسين، امان جي مريضن جي ٻارن ۽

مٺن مائٽن، شبير نواز صفوي، داد محمد، شاهجهان، مولابخش ۽ ٻين انيڪ دوستن يارن ٻيهر جنازي واري نماز پڙهي ۽ هڪ وڻ هيٺان امان کي دفن ڪري پنهنجي مفلسيءَ واري حالت ۾ گهر موٽي آياسين.

هيءَ امان ۽ بابا جي جيون ڪهاڻي آهي، سندن حوصلي ۽ جذبي جي ڪٿا. هيءَ علم حاصل ڪرڻ جي پتوڙ جو داستان آهي ۽ هڪ اڻٿڪ جدوجهد جي تاريخ آهي. گڏوگڏ اهو سبق آهي ته علم پرائڻ جو جذبو هجي ته هر ناممڪن به ممڪن ٿي وڃي ٿو ۽ علم انسان جو ڀاڳ بدلايو ڇڏي.

پڪ اٿم ته هيءَ ڪتاب پڙهندڙن کي پسند ايندو، جيڪو اسلم خواجا انتهائي اورچائپ سان ترجمو ڪيو آهي.

ڊاڪٽر شير شاهه سيد

## مجتا

(ڪتاب جي انگريزي ايڊيشن جو پيش لفظ)

تشدد، دهشتگردي ۽ بنياد پرستي اسانجي زندگين جو حصو بڻجي ويل آهن. گڏوگڏ پاڪستان جو سرشتو انهن پاڪستانين جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻيل آهي جن ۾ محنت ڪرڻ جو حوصلو آهي، جيڪي ڏور تائين ڏسي سگهن ٿا ۽ زندگيون بدلائي سگهن ٿا. اهڙا ماڻهو جن پنهنجي حوصلي سان حياتيون بدلايون آهن ۽ اڻ نهڪندڙ حالتن ۾ جدوجهد ڪندا ٿا رهن، تن جا داستان گذريل ڪيترن ئي سالن کان ڪهاڻين جي صورت ۾ لکندو پيو اچان. درجن کن ڪتابن جي ڇپائيءَ کانپوءِ هڪ دوست چيو ته تون پاڻ هڪ اهڙي ڪهاڻيءَ جو ڪردار آهين جيڪا بيان ڪرڻ جي ضرورت آهي. سندس خيال هو ته اها ڪهاڻي منهنجي لکيل ٻين ڪهاڻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ سگهاري ۽ اثرائتي هوندي. جڏهن انهيءَ ڪهاڻيءَ بابت سوچڻ شروع ڪيم ته محسوس ٿيو ته هو صحيح ٿو چوي. ڪهاڻيءَ ۾ سڀ ڪجهه حقيقي آهي ۽ اها ڪنهن به خود ساخته ڪهاڻيءَ کان وڌيڪ دلچسپ آهي، ڪهاڻي بيان ڪرڻ لاءِ ڪنهن مسالي جي به گهرج ناهي. ضرورت فقط ان ڳالهه جي آهي ته ان ڪهاڻيءَ کي لکجي. هيءُ ڪتاب انهيءَ ڪهاڻيءَ تي ئي ٻڌل آهي.

پنهنجي والدين جا ٿورا مڃڻ ٿو چاهيان جن جي ڪري ئي هيءَ ڪهاڻي ٻڌائڻ ممڪن ٿي سگهيو آهي، ڇاڪاڻ جو هو ئي هن ڪهاڻيءَ جا اصل ڪردار آهن. انڪانسواءِ آءُ پنهنجي ڀائرن ۽ ڀينرن، پنهنجي ياجائين ۽ پيٽوين سان گڏوگڏ اوڏن ۽ ڏورانهن متن مائٽن جو پڻ

ڪتاب مڪمل ڪرڻ ۾ هٿ ونڊايو. هو سمورا ٿورائتو آهيان جن هيءُ ڪتاب مڪمل ڪرڻ ۾ هٿ ونڊايو. هو سمورا پڻ هن ڪهاڻيءَ جا ڪردار آهن.

جتي هيءُ منهنجي والدين ۽ ڪٽنب جي ڪهاڻي آهي، اُتيئي اها منهنجي ناڪامين جو پڻ داستان آهي. پاڪستان جي صحت واري سرشتي، طبي تعليم ۽ صحت واري شعبي ۾ ڏني ويندڙ تربيت جو نقص پريو طريقو پڻ هن ڪهاڻيءَ جو حصو آهي، انڪري آءٌ انهن ماڻهن جو بہ دل جي اٿاهہ گهراين سان ٿورائتو آهيان جن پنهنجي مجبورين تحت منهنجي رستي ۾ اچڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پنهنجي جائز ۽ ناجائز مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ شدت سان منهجي مخالفت ڪئي، جيڪڏهن اهي ماڻهو نہ هجن ها تہ شايد آءٌ جدوجهد جو دڳ اختيار نہ ڪريان ها ۽ شايد پنهنجي والدين جي سڌ پوري ڪري نہ سگهان ها. انهن ماڻهن جي مخالفت مونکي حوصلو ۽ همت ڏني ۽ آءٌ اهو ڪجهہ ڪري سگهيس جيڪي منهنجي والدين چاهيو ٿي.

آءٌ عرفان احمد خان جو ٿورائتو آهيان جنهن مسودي جوهڪ ڪان وڏيڪ پيرا تنقيدي جائزو ورتو ۽ اَملهہ رٿون ڏنائين. ڊاڪٽر آصف اسلم، عبدالسلام سلامي، ڊاڪٽر ادريس ايڌي ۽ ناصر حسين شاهہ ڪجهہ مخصوص حصن جو اڀياس ڪري ڪي ڪمزوريون وائڪيون ڪيون. طارق رحمان فضليءَ ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

ٿورائتو آهيان پنهنجي والد جي دوست سيد اقبال احمد ايڊووڪيٽ ۽ قسيم الدين فيروزيءَ جو جن مونسان سهڪار ڪيو. اقبال احمد صاحب سرجان هالٽن جو ڪتاب "هارٽ آف انڊيا" فراهم ڪيو جيڪو 1940ع ۾ شائع ٿيو هو. ان ڪتاب جي مدد سان مونکي بهار جي تاريخ سمجهڻ ۾ مدد ملي. قسيم الدين صاحب بابا جي پٽنا ۾ گذاريل شروعاتي زندگيءَ بابت ڄاڻ ڏني. سيد حسين عالم بابا سان

ليارِيءَ ۾ اسڪول ڪولڻ ڪانپوءِ شروعاتي وقت گذاريو ۽ ان دور ۾ بابا جي حالتن بابت ڄاڻ ڏنائين، سندن به ٿورائتو آهيان.

سخت سياري جي هڪ رات چاچا علي اصغر لانگ آئرلينڊ ڪان نيويارڪ واري جي ايف ڪينيڊي ايئرپورٽ تي مونسان ملڻ آيو ۽ بابا ۽ اسانجي ڪٽنب جو ڪجهه اڻلڀ تصويرون منهنجي حوالي ڪيائين. سندن املهه پيار ۽ بابا سان سندس دلي هڳاءُ جو ٿورو لاهڻ جواهل ناهيان. چاچا سيد ابو البر رضويءَ ڪٽنبي مامرن بابت انتهائي حساس ۽ من ڦسائيندڙ ڪهاڻيون ٻڌائي مهنجي ڄاڻ ۾ اضافو ڪيو. سندن مهرباني، جو انهيءَ ڄاڻ ڪانسواءِ هي ڪتاب مڪمل نه هجي ها. ڀڻي سيده خورشيد جمال فاطما جيڪا هاڻ لانگ آءِ لينڊ ۾ تي رهي، بابا جي شروعاتي زندگيءَ جو داستان جنهن اُڪير سان ٻڌايو اُنجو اثر سموري ڪهاڻيءَ ۾ محسوس ڪري سگهجي ٿو، سندن ٿورائتو آهيان. سندس ٻارن اياز، رياض، نياز ۽ مننهنجي نندي چاچي سيد ابو طالب ۽ چاچي نشاط پڻ هن داستان ۾ رنگ ڀرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. انهن سمورن جا ٿورا مڃڻ انتهائي ضروري ٿيندو.

منهنجي سئوٽ زيبا ۽ سندس مڙس جاويد اقبال ديسنا ڳوٺ جي تصوير مهيا ڪئي ۽ هن ڪتاب جي ڇپائي ۾ هر ممڪن سهڪار ڪندا رهيا، سندن حوصلي وڏائڻ ۽ محبتن جا ٿورا. سيد ڪمال حسن، منظر حسن، بدر الحسن، اقبال، افضال، جاويد رضوي ۽ سندن والده ڀڻي حسنا خاتون جو انتهائي ٿورائتو آهيان جن پنهنجي يادن جا خزانا منهنجي سامهون کولي ڇڏيا. سيد صدر الحسن رضوي ۽ ڊاڪٽر توصيف الرب سهلڻ ۾ اسان سان گڏ رهيا، ۽ امان جي پڙهائي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائون هنن ٻنهي جا ٿورا جن اُن دور جي ڪيترن ئي ڳالهين کان مونکي واقف ڪيو.

امريڪا ۾ رهندڙ ڊاڪٽر سهيل مقبول جي يادگيرين جي

سهاري هن ڪتاب ۾ بيان ڪيل ٻين ڪهاڻين ۾ حقيقت جو رنگ ڀريو ويو آهي، سهيل مقبول ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۽ ڪراچيءَ ۾ گذاريل وقت جي يادن جو هلندڙ ڦرندڙ انسائيڪلوپيڊيا آهي. اُميد ٿو ڪريان تہ هو انهيءَ انسائيڪلو پيڊيا جي ڪجهہ حصن کي لکت جو روپ ڏئي انهن لکين ماڻهن تائين پهچائيندو جيڪي ڪراچيءَ جي من موهيندڙ ماضيءَ جي شاهدن ۾ شامل آهن.

خاص طور تي ڀاءُ دين محمد درگاهي،ڀاءُ شبير ڪوڪر ۽ سندن ڪٽنبن جي سمورن ڀاتين جو ٿورائتو آهيان جن اجازت ڏني تہ سندن ڪٽنب جي ڪهاڻي بيان ڪريان، سندن همت، روشن خيالي ۽ محبتن جو قرض چڪتو نٿو ڪري سگهان، بس رڳو ايتري وينتي اٿم تہ هو اهو قرض معاف ڪري ڇڏين. ڊاڪٽر عارفا پٽو جا ٿورا، جنهن پنهنجي ذاتي زندگيءَ جي هڪ اهم حصي کي هن ڪتاب جو حصو بنائڻ جي اجازت ڏني. ان سان گڏوگڏ پنهنجي ڪٽنب، مٽن مائٽن ۽ دوستن جو پڻ ٿورائتو آهيان جن جون ڪهاڻيون هن ڪتاب ۾ شامل آهن، ڪوشش جي باوجود ڪجهہ بزرگن ۽ احبابن کان اجازت حاصل ڪرڻ ممڪن نہ ٿي سگهيو پر اُميد اٿم تہ هو انهيءَ ڪوتاهيءَ کي درگذر ڪندا.

پنهنجي سمورن ڀائٽن، ڀائٽين، ڀاڻيجن ۽ ڀاڻيجين جا ٿورا جن ڪتاب جو مسودو پڙهيو، خاص طور تي صبا سيد ۽ نبيل ظفر جا ٿورا جن ڪيترائي مشورا ڏئي هن ڪتاب کي دلچسپ بنائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. اميد اٿم تہ هو انهيءَ ڳالهہ تي من ماندو نہ ڪندا تہ ڪجهہ واقعن جي ڏس ۾ سندن راءِ سان سهمت نہ ٿيو آهيان، داستان ٻڌائيندڙ طور ضروري سمجهيم تہ انهن واقعن جو شامل رهڻ ضروري آهي.

آخر ۾ پنهنجي جيون ساٿي طيبا فاطما ۽ سڪيلڌي ڌيءُ زاريا

عطيا شاهه جا ٿورا جن هر مرحلي سان ڏنو ۽ ڪتاب جي ڇپائي کي ممڪن بڻايو.

حمير اشتياق اُهو دوست آهي جنهن مونکي اهو احساس ڏياريو ته آءُ هڪ وڏيڪ ڪهاڻي بيان ڪري سگهان ٿو. سندس ٿورا مڃڻ ضروري آهي جو هن ڪتاب جي انگريزي ايڊيشن جي ڇپائي سندس سهڪار کانسواءِ ممڪن نه هئي.

ڊاڪٽرشيرشاهه سيد
ڪراچي
Email: shershahsyed@hotmail.com

## سپنن جي داستان جي ڪهاڻي

(ڪتاب جي انگريزي ڇاپي جو تعارف)

ابو ظفر ۽ عطيه خاتون جي ڪهاڻين کي پرين جون ڪهاڻيون چئي سگهجي ٿو، بس رڳو ايترو ئي چئي سگهجي ٿو ته منجهائن پري ڪوبه ناهي. هيءَ هڪ انسان جي سپنن جي ڪهاڻي آهي جنهن کي فقط وڏا سپنا ڏسڻ جي عادت آهي. هيءَ ڪهاڻي اُن انسان جي انهيءَ صلاحيت جي به ڪهاڻي آهي ته پنهنجي سپنن جي ساپيان ڪيئن ٿي ماٺي سگهجي. مونکي هن ڪهاڻيءَ جو پتو شير شاهه ذريعي ٿيو جيڪو هن ڪهاڻيءَ جو ڪردار هئڻ سان گڏوگڏ پنهنجي ذات ۾ هڪ منفرد ۽ انيڪ رنگ رتول رکندڙ شخصيت جو مالڪ پڻ آهي. طب جي دنيا کان وٺي سنگيت کيتر تائين ۽ سياست جي ميدان کان وٺي ادبي ويهڪن ۽ سرگرمين تائين متحرڪ رهندڙ شخص. سندس ڪم ڪرڻ جي انداز کي ديوانگي ئي سڏي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ديوانگيءَ جو ڪو مادي روپ ٿي سگهي ٿو ته اهو شير شاهه ئي آهي. مٽي جي وارن کان گهٽي حد تائين محروم شخص، جنهن جي اکين تي ٿلهن شيشن وارو چشمو چڙهيل هوندو آهي، جيڪو سوٽي پتلون تي پٽاپٽي قميص پهري هر وقت متحرڪ رهي ٿو. پر ڪجهه عرصي کانپوءِ اندازو ٿيم ته شيرشاهه جي انهيءَ ديوانگيءَ ۾ به هڪ خاص قسم جو ضابطو آهي. پروڙي سگهجي ٿو ته هو هر وقت پنهنجي آڱوٺي پويان ڪجهه نه ڪجهه لکندو ٿو رهي. اهو سندس نو ٽبڪ ۽ روزنامچو آهي، جنهن تي هو تارا ٽاهي پنهنجي روز مره وارن ڪمن کي سهيڙي ٿو ۽ ان موجب ڪم ڪندو ٿو رهي. اها ڳالهه بلڪل درست آهي ته شير شاهه اڄ ڏينهن تائين ڪنهن کي به اهو

موقعو نہ ڏنو آهي جو چئي سگهجي تہ هو طئي ڪيل پروگرام پٺاندر وقت تي نہ پهتو. سندس آگوٺو شايد سڄي دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ استعمال ٿيندڙ آگوٺو آهي.

هيءَ رڳو شير شاھ جي بيان ڪيل ڪهاڻي ناهي. اها ڪٽنب جي مختلف ذريعن وٽان مون تائين پهتي، جڏهن سندس ڀائرن ۽ ڀينرن ٽيپو سلطان، سراج الدولہ، چاند بيبي سلطانہ جي نالن کي سمجهڻ جي ڪوشش پئي ڪيم. اهي تاريخي نالا آهن جن جو ننڍي کنڊجي تاريخ ۾ اهم ۽ انوکو ڪردار رهيو آهي. ڪجھ سال اڳ جڏهن شير شاھ پنهنجون لکيل ڪهاڻيون مونکي ڏنيون تہ سمجهيو هئم تہ هن پنهنجي ڪٽنب جو ڪهاڻيون لکيون هونديون جيڪي قبول نہ ڪري سگهجندڙ حقيقتن تي ٻڌل هونديون پر مايوسي ٿيم جو انهن ڪهاڻين جو شير شاھ سان تعلق نہ هو. سندس ڪيترائي ڪتاب پڙهڻ ڪانپوءِ سندس جنهن هڪ ڪتاب مونکي پاڻ ڏانهن ڇڪيو، سو هو جنهن ۾ شاهين ظفر پنهنجي والد بابت هڪ مضمون لکيو هو، ايترو خوبصورت خاڪو مون ورلي ئي پڙهيو هوندو. ان موقعي تي شير شاھ کان پڇيو هئم تہ هو پنهنجي ڪٽنب جي عجيب و غريب ڪهاڻي ڇو نہ ٿو لکي. سندس چوڻ هو تہ هن ان بابت ڪڏهن سوچيو ئي ناهي. اچرج تہ لڳم پر اهو بہ احساس ٿيم تہ ان ڪٽنب جو هر فرد پنهنجي بابت گهٽ کان گهٽ ٿو ڳالهائي، شايد اهوئي سبب هو جو هن انهي ڪهاڻيءَ بابت ڪڏهن سوچيو ئي نہ هو.

هيءَ ڪهاڻي ابو ظفر ۽ عطيہ خاتون جي حياتيءَ جي داستان جو بيان آهي جيڪو ڪنهن بہ افساني، ناول يا ناٽڪ کان گهٽ دلچسپ ناهي. ظاهري طور تي عام انسان، جن پنهنجي زندگيءَ ۾ آيل ڪيترن ئي ماڻهن جي حياتين تي اثر انداز ٿي سندن دنيائي بدلائي ڇڏي. پڪ ائم تہ سندن ڪهاڻي انهن سمورن ماڻهن لاءِ مثالي بڻبي

جيڪي جدوجهد جي واٽ جا پانڌيئڙا آهن يا ان تي هلڻ جي ڪوشش پيا ڪن. هيءَ ڪهاڻي بيان ڪرڻ جو اصل مقصد ئي اهو آهي.

هن ڪتاب جي شريڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ هن ڇٽن جا ٿورا مڃڻ ٿو چاهيان، هڪ سراج الدوله جو، جيڪو دوله پاءَ سڏبو آهي، ڪيس وڏو داستان گو ليکيان ٿو. جيڪڏهن هو ڪجهه صديون اڳ پيدا ٿئي ها ته پڪ اٿم ته سندس ڳاڻيٽو به دهليءَ جي داستان گو مرزا باقر عليءَ جهڙن ماڻهن ۾ ٿئي ٿا. ڪيس ڪتنب ۾ ۽ انجي اوسي پاسي پيش آيل واقعا نه رڳو ياد آهن پر اهي بيان ڪرڻ جو وٽس هڪ مخصوص انداز پڻ آهي. جيڪڏهن هُن اهي قصا نه ٻڌايا هجن ها ته هوند هيءُ ڪتاب انتهائي خشڪ ۽ سادو هجي ها، ٻيو، ڊاڪٽر سيد طلحه شاهه اقبال جو ٿورائتو آهيان جنهن ڇپجڻ کان اڳ ڪتاب دلچسپيءَ سان پڙهيو ۽ پنهنجي ايماندار راءِ ونديائين جنهن سان ڪتاب جي سونهن ۾ واڌ آئي، جيتوڻيڪ اندازو اٿم ته منهنجي حمائتي هئڻ ناتي هُن منهنجي ڪيترين ئي غلطين کي درگذر پڻ ڪيو آهي.

حمير اشتياق

## سرو

گنگا جي شڪل هر هر منهنجي نظرن آڏو ڦري ٿي آئي، سيس نوايل، سنهڙي سپڪلڙي، پُرپانگ ٿيل گنگا.

اِهو 1994ع جي اونهاري جو صبح هو، گهر ۾ پوسٽ سان پريل آءُ سول اسپتال ڪراچيءَ جي گائني وارڊ نمبر 3 ۾ پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو هئس. ٻين سرڪاري اسپتالن وانگر هن اسپتال ۾ به هوا ۽ روشنيءَ جو اڻپورو انتظام هو جنهن ڪري گرميءَ جي شدت ۾ اجائين واڌ ٿي آئي پر اُن مهل آءُ گرمي کان وڌيڪ سنڌ جي ڏورانهن ضلعي ٿر مان آيل ڇوڪري گنگا بابت ويچاري پريشان هئس. ڪيس آپريشن ٿيٽر ۾ ٽيبل تي ليٽايو ويو هو ته متان سندس مرض جو درمان ٿي سگهي. هوءَ هڪ اهڙي بيماري جو شڪار هئي جنهن ۾ پاڪستان جي مختلف علائقن ۾ هزارين عورتون وڪوڙيل هيون.

هوءَ پندرهن ورهن جي مس هئي ۽ ڪيس فسٽيولاجي بيماري هئي. انهيءَ بيماري سبب سندس لنگهڻ ڪاٽيل هڏين جي پنجري جسم مان پيشاب جي بدبو پئي آئي. ڪجهه مهينا اڳ ويم ڪانپوءِ نه هن مناسب خوراڪ کاڌي هئي ۽ نه وري پنهنجي پيشاب کي روڪي سگهي هئي. سندس ماءُ علاج واسطي ڪيس ڪراچي ڪٺائي آئي هئي سندس مڙس اهو چئي ڪيس ڇڏي ڏنو هو ته هو ڪنهن اهڙي عورت سان گڏ نٿو رهي سگهي جنهن جي جسم مان مستقل طور تي پيشاب جي بدبو ايندي هجي.

آپريشن لاءِ وڃڻ کان اڳ هٿ ڌوئيندي، منهنجي ذهن ۾ گنگا جي ماءُ جا لفظ گونجي رهيا هئا ته "ويم دوران ته عورتون مرنديون رهنديون آهن، منهنجي ڌيءُ ابتري ته اياڳي نڪتي جو مرڻ بدران هن

بيماري جو شڪار ٿي پئي. انڪان تہ چڱو ٿئي ها جو مري وڃي ها".
1990ع ۾ جڏهن ولائت مان پنهنجي تعليم مڪمل ڪري ڏيهہ وريو
هئس تہ اندازو هئم تہ پاڪستان ۾ عورتن جون سماجي حالتون خراب
آهن، معاشري ۾ سندن ڪو قدر ناهي ۽ انيڪ عورتون حمل ۽ ويم
دوران موت جو ڪاچ بڻجيو ٿيون پون. پر اهو پتو نہ هئم تہ حالتون
ايتريون خراب آهن جو مائرون پنهنجي ڌيئرن جي موت جو دعائون
گهرنديون هونديون. گنگا ۽ سندس ماءُ سان ملڻ ڪانپوءِ گنگا جي
حالت ڏسي بيحسي، ظلم ۽ ناانصافيءَ تي ٻڌل نظام جو صحيح
ادراڪ ٿيڻ لڳم.

ملڪ ۾ سادن ٽن ڪروڙن ڪان وڌيڪ عورتون چمار جي ان
حصي ۾ آهن، جنهن ۾ هو ماءُ بڻجي سگهن ٿيون. پاڪستان ۾ هر
ويهن منٽن دوران هڪ عورت حمل ۽ ويم جي پيچيدگيءَ وگهي موت
جو ڪاچ ٿي بڻجي. جيڪي مرڻ ڪان بچيو وڃن تن مان چار لکن ڪان
وڌيڪ مختلف قسم جي اهڙين پيچيدگين جو شڪار ٿيون بڻجن
جنهن سبب سندن زندگي جيئري جهنم بڻجيو وڃي. فسٽيولا بہ هڪ
اهڙي ئي پيچيدگي آهي جنهن جي ٿيڻ ڪانپوءِ عورتون مرڻ جي دعا
گهرنديون آهن. گنگا بہ انهن عورتن مان هڪ هئي جنهن جي ماءُ
سندس بچي وڃڻ تي افسوس ڪري رهي هئي.

فسٽيولا اهڙي بيماري آهي جنهن ڪان سولائي سان بچي
سگهجي ٿو. فسٽيولا اُن وقت ٿيندو آهي جڏهن ويم دوران ٻار جو
مٿو ڦاسي پوي ۽ هو اُن مٿل حالت ۾ چمندو آهي ۽ سندس مٿو ڦسي
ننديو ٿي ويندو آهي. مٿي جي لاڳيتو ڦاٿل هئڻ سبب پيشاب جي
ڳوٿريءَ تي انتهائي دٻاءُ پوندو آهي ۽ مٿاني ۾ سوراخ ٿي پوندو آهي
۽ انهيءَ سوراخ مان لاڳيتو پيشاب وهندو رهندو آهي. ڪجهہ ڪيسن
۾ پيشاب جي ڳوٿريءَ سان گڏوگڏ ڪاڪوس جي جاءِ تي پڻ سوراخ

ٿي پوندو آهي، جنهنڪري ڪاڪوس پڻ خارج ٿيندو رهندو آهي. حمل ۽ ويم جي پيچيدگين ۾ فسٽيولا سڀ کان وڏيڪ پيڙا ڀري پيچيدگي آهي. فسٽيولاجي شڪار عورتن کي جسماني خرابيءَ سان گڏوگڏ نفسياتي هاڃو پڻ رسي ٿو. هو معاشري ۾ قبول نٿيون ڪيون وڃن ڇاڪاڻ جو سندن جسم مان هر وقت بدبو ٿي ڦٽي ۽ پيرن جي اعصابي نظام جي زخمي ٿيڻ سبب سندن هلڻ ڦرڻ جي صلاحيت پڻ گهٽ ٿي ويندي آهي. گنگا اهڙن ڪيترن ئي مسئلن جو شڪار هئي سندس ماءُ جي ڳوڙهن بس نٿي ڪئي. هوءَ مونکي اهڙي اُميد ڀريل نظرن سان ڏسي رهي هئي جو آپريشن ناڪام ٿيڻ جي ڊپ سونکي پريشان ڪري ڇڏيو هو. پر اُن ڏينهن گنگا جي روپ ۾ هڪ ڀوائتي حقيقت منهنجي سامهون موجود هئي. اهڙن مريضن بابت هيل تائين مون رڳو پڙهيو يا ٻڌو هو.

آپريشن جي ٻئي ڏينهن جڏهن گنگا سان وارڊ ۾ مليس ته هو جسماني، نفسياتي ۽ جذباتي طور تي ڪجهه بهتر هئي پر اڃان سندس مُک تي مرڪ نه آئي هئي. ڪيترن ئي مهينن کان ان مرض جو شڪار رهڻ سبب ڪيس پنهنجي مرض کان نجات جي ڪا اميد نه هئي. سندس نيڻ ويران هئا ۽ سندس چهري تي ساڳي مايوسي ڇانيل هئي جيڪا پهرين ڏينهن ڏٺي هئم. نيٺ ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سندس چهري تي مرڪ نظر آئي. اها اهڙي مرڪ هئي جيڪا پنهنجي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڏٺي هئم، انهيءَ مرڪ منهنجي پيشيوراڻي زندگيءَ جو هڪ نئون رستو مقرر ڪري ڇڏيو. زندگي ايئن بدلجي ويندي، سو ڪڏهن سوچيو به نه هئم.

سيڪنڊري اسڪول جي شروعاتي سالن ۾ سوچيندو هئس ته صحافي ٿيندس، ڪتاب لکندس ۽ اخبارن ۾ ڪم ڪندس، پر مونکي ميڊيڪل جي تعليم حاصل ڪرڻي پئي. ڊاڪٽر بڻجڻ کانپوءِ سوچيو

هئم تہ ريڊيولاجيءَ ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪريان پر اُن دور جي سياسي حالتن ڪري ملڪ ڇڏڻو پيم. ايئرپورٽ وڃڻ کان اڳ پنهنجي ڏاڙهي صاف ڪيم ۽ ڪينيا جي راڄڌاني نيروبي پهچي ويس جتي آغا خان اسپتال جي سرجريءَ واري شعبي ۾ هائوس آفيسر طور منهنجو تقرر ٿيو هو. هتي قسمت مونکي عورتن جي بيمارين ۾ دلچسپي وٺڻ تي مجبور ڪيو. آئرلينڊ ۽ برطانيا ۾ پنهنجي تعليم ۽ تربيت ڪانپوءِ آبسٽيٽرڪس ۽ گائناڪولاجي ۾ سند حاصل ڪيم تہ سوچيو هئم تہ سُنڊيپٽي جي مرض جو ماهر بڻجان. سُنڊيپٽي جي علاج جي ڏس ۾ نين سرگرمين جي شروعات ٿي چڪي هئي. انيڪ عورتون ۽ مرد سُنڊيپٽي جي اهڙين بيمارين جو شڪار هوندا آهن جن جو علاج ممڪن آهي. پاڪستان ۾ ان جي شديد گنجائش ۽ ضرورت هئي تہ سُنڊيپٽي جي علاج جو هڪ مرڪز شروع ڪجي پر گنگا جي مُرڪ منهنجي زندگيءَ جو رخ ۽ رستو مڪمل طور تي بدلائي ڇڏيو. عورتن جي اُن بيماريءَ ۾ دلچسپي وٺڻ لڳس جيڪا سُنڊيپٽي سبب نہ پر ڦر جهلڻ سبب ٿي رهي هئي. اهڙي بيماري، جيڪا صرف انهن عورتن کي لڳندي آهي جيڪي حمل ۽ ويم جي فطري عمل مان گذري رهيون هونديون آهن.

گنگا جي مُرڪ ۽ سندس ماءُ تي ڪڙندڙ اطمينان جي سج مونکي ننڍپڻ جي اُن واقعي جي ياد ڏياري جنهن جا مرڪزي ڪردار زرخاتون ۽ سندس ماءُ هيون. منهنجي ماءُ ڊاڪٽرياڻي آهي. ننڍپڻ ۾ اسين ملير ۾ رهندا هئاسين. 1960 ۽ 1970 جي ڏهاڪن دوران اُتان جي ننڍن ننڍن ڳوٺن جي رهواسين لاءِ امان ئي اڪيلي ڊاڪٽر هئي. اها عام ڳالهہ هئي تہ ويم ۾ ڪنهن مدد لاءِ اسانجي گهر ڪوبہ ڪيڏي مهل بہ هليو ايندو هو. چڱي طرح ياد اٿم تہ امان بہ اهڙي حالت ۾ مريضن جي مدد لاءِ هر وقت تيار هوندي هئي. اهڙن اڪثر موقعن تي آءٌ ئي امان جي دوائن ۽ اوزارن جو بيگ کڻي ساڻس گڏ ويندو هئس.

زرخاتون پنهنجي ننڍي ڄمار ۾ ئي ويم جي عمل مان گذري

رهي هئي. اُن ڏينهن جيڪڏهن امان سندس گهر نہ وڃي ها تہ شايد هوءِ ڪنهن خطرناڪ پيچيدگيءَ جو شڪار بڻجي وڃي ها. تنهن ڏينهن امان جي موجودگيءَ سبب زرخاتون هڪ جيئري ڌيءُ جي ماءُ بڻجي وئي. اُن ڏينهن زرخاتون جي مُک تي آيل مرڪ مان پتو لڳم تہ ڪنهن سٺي ڊاڪٽر هئڻ جو مطلب ڇا آهي ۽ سندس ڪري زندگين ۾ ڪيتريون مُرڪون ۽ سرهائيون اينديون آهن ۽ اهڙا ڊاڪٽر سماج ۾ ڪهڙي حيثيت رکندا آهن. انجو احساس تہ تڏهن ئي هئم پر ان سرهائي جو ڀرپور وجدان ۽ انکي سمجهڻ ۾ ڪجهہ وڌيڪ عرصو لڳم. ياد اٿم تہ واپسيءَ تي امان کان پڇيو هئم تہ هوءَ ٿڪجي پئي هوندي، ڇاڪاڻ جو اڪثر سندس راتين جي ننڊ ان قسم جي ڪمن سبب خراب ٿيندي رهندي هئي.

”تو اُن عورت جي چهري تي آيل سرهائيءَ مرڪ ڏٺي هئي؟“ امان وراڻيو هو، ”اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ ان قسم جي مرڪ ۽ سرهائي ڏسڻ کانپوءِ ڪو ٿڪجي پوي؟“.

سچي ڳالهہ اِها آهي تہ اوڏي مهل امان جي ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي هئم پر تنهن ڏينهن گنگا جي ڀڪندڙ مُک، مُرڪ سان سينگاريل چپن ۽ جرڪندڙ نيڻن منهنجي سوال جو مڪمل جواب ڏنو هو. تنهن ڏينهن کانپوءِ مونکي پنهنجي واٽ بدلائڻ تي ڪڏهن بہ رنج نہ ٿيو آهي. مون اُهوئي ڪجهہ ڪيو آهي جيڪو امان سڄي حياتي ڪندي رهي. ڀين جي مُک تي مرڪون آڻڻ جو عمل. ڀين جي هنج خوشين سان ڀرڻ، مرڪن ۽ خوشين آڻڻ واري انهيءَ جنون پويان بابا جو انتهائي اهم ڪردار رهيو آهي. هيءَ ڪهاڻي امان ۽ بابا جي آهي، اسان سمورن ڀائرن ۽ ڀينرن جي آهي ۽ انهن سمورن ماڻهن جي آهي جيڪي امان ۽ بابا جي زندگين ۾ آيا ۽ علم جي نعمت سان مالا مال ٿي زندگين ۾ سرهائيون پکيڙڻ واري عمل جو حصو بڻجي ويا. هيءَ منهنجي زندگيءَ جي انتهائي اهم ڪهاڻي آهي جيڪا سيني کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو.

## 1 _ تاريخي روائتن سان سلهاڙيل زندگي

1857ع جي جنگ آزاديءَ ۾، جنهن کي بيٺڪيتي طاقتن بغاوت جو نالو ڏنو، بهار جي هڪ فرد سيد محمد اسماعيل (عرف مير پوجا) کي انگريز قابض فوج خلاف جدوجهد جي ڏوهه هيٺ ڦاسيءَ جو ڦاهو نصيب ٿيو. انهيءَ آزاديءَ واري جنگ ۾ جيڪي ماڻهو موت جو کاڄ بڻيا سي شايد انهن ماڻهن کان بهتر رهيا، جن خلاف تيزيءَ سان پاڙون پختيون ڪندڙ برطانوي حڪومت ظلمن ذريعي رڻ ٻاري ڇڏيو. انهن باغين جي ٻارن ٻچن ۽ مٽن مائٽن سان جيڪو ورتاءُ رکيو ويو تنهن جو مقصد انڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو ته مقامي آباديءَ کي اهو باور ڪرائجي ته برطانوي بادشاهت خلاف بغاوت جو انجام فقط بربادي آهي. مير پوجا کي آزاديءَ جي جنگ وڙهڻ جي ڏوهه هيٺ ڏکڻي هڻ هٽان ڪانپوءِ غدارن جي مخبريءَ ذريعي گرفتار ڪيو ويو ۽ کيس قيد ۾ سخت اذيت ۽ تشدد جو نشانو بڻايو ويو. بعد ۾ کيس پٽنا شهر جي چوڪ تي ڦاسيءَ جي ڦاهي تي ٽنگيو ويو.

مير پوجا جي جائيداد ۽ زمينون سرڪار ضبط ڪيون. انگريز فوج پوئتي بچيل ڪٽنب کي پنهنجي گهران بي دخل ڪري ڇڏيو. ڪٽنب جا مختلف فرد بهار جي جهنگن ۽ ڳوٺن ۾ پناهه جي ڳولا ۾ ڀٽڪندا رهيا. اُن زماني ۾ اڪثر ماڻهن جي ڪوشش اها ئي هئي ته باغين جي ڪٽنبن جو ساٿ ڏيڻ واري ڏوهه کان پاڻ بچائين. ان ڏوهه جي ڳري سزا ٿي ملي. مير پوجا جو ڪٽنب مختلف علائقن ۾ لڪ ڇپ سان رهڻ کان پوءِ ڪيترين ئي نسلن جي ڀٽڪڻ جي پيڙا سهي نيٺ وياڻو ۽ سڪسورا ڳوٺن ۾ ٽانڪيو ٿيو. سگهو ئي ڪين پٽنا ۽ بهار شريف پرسان هڪ ڳوٺ ديسنا ۾ پناهه ملي. ديسنا ئي اهو ڳوٺ هو

جتان منهنجي ابن ڏاڏن پنهنجي زندگي جي نئين سر شروعات ڪئي.
اُهو دور انتهائي ڏکيو هو پر ان هوندي بہ ڪٽنب جا ڀاتي آزاديءَ واري جنگ ۾ مير ڀوجاجي جي ڪردار تي نہ لڇي هئا ۽ نئي ورِي ڪڏهن انکي ڏکار جو نشانو ڪيائيون. مير ڀوجا آزاديءَ واري جنگ ۾ پنهنجي زندگي ارپيندڙ هڪ اهڙي شخصيت هو جنهن جو ذڪر سدائين احترام سان ڪيو ٿي ويو. بهار جي تاريخ سياسي سرگرمين، انقلابي جنگين، تعليمي تحريڪن ۽ آزاديءَ جي جدوجهد سان ٽمٽار آهي، گڏوگڏ بهار ۾ مذهبي رواداري ۽ مختلف مذهبن وچ ۾ پر امن طور تي گڏجي رهڻ جي روائت پڻ عملي شڪل ۾ موجود رهي آهي. صدين کان بهار ۾ تعليم ۽ سياسي سجاڳي اتر ورهايل هندستان جي ٻين علائقن کان وڌيڪ رهيون آهن خاص طور تي بهار جي اشرافيا ۾ اهو تناسب وڌيڪ رهيو آهي. مير ڀوجا ۽ سندس ڪٽنب جي ڀاتين جي جدوجهد ۽ سندن ٻارن جي ذهني ساخت کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ بهار جي تاريخ جو مختصر جائزو وٺجي.

بهار جي تاريخ ۽ سيتا اوتري ئي آڳاٽي آهي جيتري خود سيتا ۽ تمدن جي تاريخ. اوڀر پاسي بنگال ۽ اولهہ پاسي اتر پرديش جي وچ ۾ بهار جو علائقو آهي جيڪو هندستاني تاريخ ۾ مرڪزي اهميت وارو رهيو آهي. صدين تائين هيءُ صوبو هندستان جي مختلف شاهي گهراڻن جي راڄڌاني رهيو، جن سيتا ۽ تمدن، شعر ۽ ادب ۽ ٻين فنن جي سرپرستي ٿي ڪئي. لفظ "بهار" سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ "ويهارا" جي بگڙيل شڪل آهي جنهن جو مطلب آهي "عبادت گاهن جي سرزمين". اڄ بہ بهار ۾ مذهبي ۽ عبادت گاهن جون عمارتون هندو، ٻڌ، جين، مسلم ۽ سک مذهبن جي تاريخ جو مظهر آهن. ڏند ڪٿائي داستانن ۾ بهار کي انتهائي اهميت حاصل آهي. انجو سبب اهو آهي تہ هندومت جي مذهبي صحيفي رامائڻ جي ليکڪ مهارشي

والميڪيءَ جو تعلق والميڪي نگر سان هو جيڪو بهار جي اولهه ۾ موجود ننڍڙي ڳوٺڙي چمارن ۾ آهي.

1500 قبل مسيح جي دور ۾ بهار جي مختلف علائقن ۾ ڪيتريون ئي ننڍڙيون ننڍڙيون سلطنتون قائم هيون. گنگا جي ڏاکڻي پاسي ”وديهه“ نالي سلطنت قائم هئي جتي رامائڻ جي مرڪزي ڪردار سيتا جي والد جي حڪومت هئي جيڪا رام ديوتا جي زال هئي. لڳ ڀڳ ساڳي دور ۾ ميگهدجي سلطنت جي راڄڌاني راجا گريها هئي جنهن جو هاڻوڪو نالو راجگير آهي جيڪو پٽنا شهر کان اترئين پاسي پنجاهه ميلن جي فاصلي تي آهي. اوڀر بهار ۾ انگا جي سلطنت هئي جنهن جي راڄڌاني ڪامپا هئي جنهن جو جديد نالو ڀاڳلپور آهي. ست سئو قبل مسيح ۾، اتر بهار ۾ هڪ نئين سلطنت جو بنياد وڌو ويو جنهن جي راڄڌاني ويس هالي هئي. ساڳي دور ۾ ويس هاليءَ ويدها سلطنتن جو انضمام ٿيو ۽ نئين سلطنت جو نالو وريجا رکيو ويو جنهن کي عالمي تاريخ ۾ پهرين باضابطا رياست ليکيو ٿو وڃي.

لڳ ڀڳ هڪ سئو سالن ڪانپوءِ ميگهد سلطنت ۾ گوتم ٻڌ جو ظهور ٿيو. پپر جي وڻ هيٺان گوتم کي گيان مليو. مٿس زندگيءَ جي حقيقت وائکي ٿي ۽ ڪيس گوتم ٻڌ يعني ”حقيقت پروڙيندڙ“ ليکيو ويو. گوتم ٻڌ جي زندگيءَ جا اهم ترين واقعا يعني نرواڻ کان آخري تقرير تائين، سمورا بهار ۾ ئي پيش آيا. نالنده، جنهن کي دنيا جي پهرين يونيورسٽيءَ جو درجو حاصل آهي، بهار ۾ ئي هئي. چيو ٿو وڃي ته انهيءَ درسگاهه ۾ نوي لکن کان وڌيڪ ڪتاب هئا ۽ هزارن جي تعداد ۾ پڙهائيندڙ هئا جڏهن ته علم پرائڻ واسطي ڏورانهن علائقن کان شاگرد هتي ايندا هئا. اهو به چيو ٿو وڃي ته خود گوتم ٻڌ پڻ هن تعليمي اداري سان هڪ استاد طور لاڳاپيل هو. اهوئي سبب آهي جو ٻڌگيا کي اڄ به ٻڌمت ۾ سڀ کان اهم شهر جي حيثيت

حاصل آهي جتي سڄي دنيا مان هر سال هزارين زائرين پيڻا واسطي ايندا آهن.

بهار جي ويس هاليءَ ۾ ئي مهاوير جو جنم ٿيو جيڪو جين مت جو باني بڻيو، ڪيس راجگير پرسان نرواڻ حاصل ٿيو. دنيا ۾ پهرين منظم حڪومت جو بنياد رکندڙ شهنشاھ اشوڪ جي راڄڌاني پاٽلي پتر هئي جنهن کي اڄ پٽنا سڏيو ٿو وڃي. اشوڪ جي حڪومت جا ڪنڊر اڄ به سڄي نندي ڪند ۾ جتي ڪٿي ملن ٿا. بهار جي آڳاٽي سلطنتن ميگهد ۽ لڇاوس ۾ اهڙا حاڪم پيدا ٿيا جن جي ناهيل اصولن تي اڄ جي جديد مملڪتن جا رياستي ۽ معاشي ڍانچا جوڙيا ويا آهن. ميگهار ۾ گپتا حاڪمن اهڙين حڪومتن جا بنياد رکيا جن ذريعي سائنس، معاشيات ۽ سياست جي بنيادي اصولن جي شروعات ٿي.بهارجي آڳاٽي تاريخ هندو مت، ٻڌ مت ۽ جين مت جي ڪردارن تي ٻڌل آهي جڏهن ته انڪانپوءِ مسلمانن جو ڪردار ٿو سامهون اچي. محمد بن بختيار خلجي، محمود غوريءَ جو هڪ سپهه سالار هو، جنهن ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ بهار فتح ڪيو، ترڪ حاڪمن بهار جي سموري علائقي کي فتح ڪري انتي "ويهار" جو نالو رکي ڇڏيو. اتر بهار، جيڪو ڪرناٽڪ سلطنت جو حصو هو، اتي غياث الدين تغلق 1329ع ۾ قبضو ڪيو ۽ اتر ۽ ڏکڻ بهار کي ملائي هڪ ڪيو. بهارتي مغلن جي حڪومت سترهين صديءَ تائين دهليءَ کان ٿيندي رهي جيڪا پنهنجي طور تي هڪ غير معمولي سلطنت هئي.

شير شاھ سوريءَ بهار مان ئي پنهنجي سياسي ۽ سپاهياڻي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. هتيئي هُن هڪ منظم حڪومت قائم ڪئي، زمين جي ورهاست بابت انقلابي قانون جوڙيائين ۽ زرعي سرشتي تي ٽئڪس بابت نوان اُپاءَ ورتائين. سورهين صديءَ ۾ شير شاھ سوريءَ پنهنجي ڇهن سالن واري راڄ دوران سهسرام کان

پنجاب تائين حڪومت ڪئي ۽ جرنيلي سڙڪ ٺهرايائين، جيڪا پشاور کان ڪلڪتي تائين ٿي وڃي. اهو رستو ننڍي کنڊ جي ڊگهن رستن مان هڪ آهي. شير شاھ سوريءَ جو ڪٿنب ڊگهي عرصي تائين هندستان تي راڄ نہ ڪري سگهيو ۽ سندس حادثاتي موت ڪانپوءِ سندس اولاد اقتدار جي حفاظت نہ ڪري سگهيو. همايون بادشاھ پيهر ايران مان اچي دهليءَ جي تخت تي براجمان ٿيو. همايون ڪانپوءِ اڪبر بادشاھ بهار کي باضابطا ۽ مڪمل طور تي پنهنجي سلطنت جو حصو بڻايو. هندستان تي مغلن جي گرفت ڪمزور ٿي تہ بنگال جي نوابن بهارتي پنهنجي عملداري قائم ڪري ورتي.

سترهين صديءَ دوران بهار ۾ سک مت جو اثر رسوخ وڌيو. ان دور ۾ سکن جو ڏهون ۽ آخري گرو گوبند سنگهہ پٽنا جي من موهيندڙ ماڳ هاٽوڪي پٽنا صاحب ۾ ڄائو. پٽنا صاحب ۾ گرو گوبند سنگهہ جي ياد ۾ هڪ سهڻو گوردوار اڏايو ويو آهي جيڪو سکن جي مقدس ترين ماڳن مان هڪ آهي. مسلمان صوفين بهار ۾ مذهبي رواداري ۽ ميل جول کي هٿي ڏيڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. حضرت شرف الدين ميناري مڪتوبات سعديءَ جو ليکڪ آهي ۽ شهاب الدين پير جگجوت، جيڪو پٽناجي ٻاهران اچي ٽانيڪو ٿيو هو، اهو شروعاتي صوفي درويش هو جنهن بهار ۾ پيار، امن ۽ آشتي ۽ سهپ جو پيغام پکيڙيو. ان پيغام جو مقصد اسلام ۽ هندو مت وچ ۾ مفاهمت پئدا ڪرڻ هو. انهن تحريڪن جا اهڃاڻ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ اسلامي تعليم ۽ هندستاني سيپتا تي اسلامي اثرن جي صورت ۾ نظر ٿا اچن.

## هڪ منفرد حقيقت

هڪ دلچسپ حقيقت اها آهي تہ بهار ۾ مذهبي سهپ ۽

روادارِيءَ هوندي به عيسائي مشنري پنهنجو مذهب پکيڙڻ ۾ گهڻو سوڀارا نه ٿيا. هڪ زماني ۾ بهار ڪي عيسائيت جو قبرستان ليکيو ويو جتي حاڪمن جي دلچسپيءَ جي باوجود عيسائيت پاڙون جهلي نه سگهي. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ 1765 ۾ بڪسر واري جنگ ۾ فتح حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ بهار تي قبضو ڪيو هو. اها حڪومت 1947ع تائين جاري رهي. ايتري ڊگهي حڪمرانيءَ هوندي به اڄ تائين بهار ۾ عيسائين جي آبادي هڪ سيڪڙو ڪان به گهٽ آهي.

برطانوي حاڪم بهار تي پنهنجا قدم انتهائي ڏکيائي ۽ سست رفتاريءَ سان کپائي سگهيا هئا. بهار جا اڀرندا علائقا ٻيلن تي مشتمل آهن ۽ اتي صدين ڪان مقامي سردارن جي حاڪميت پئي رهي آهي. انگريزن کي اڌ صديءَ ڪان وڌيڪ عرصي تائين انهن مقامي ويڙهاڪن سان مهاڏو اٽڪائڻو پيو ۽ مختلف بغاوتن کي منهن ڏيندا رهيا. اها بغاوت جيڪا 1820 ڪان 1827 تائين جاري رهي ۽ منڍ ويڙهه جيڪا 32-1831 ۾ هلي، دوران انگريزن کي ڳرو نقصان سهڻو پيو.

وهابي تحريڪ جيتوڻيڪ هئي ته هڪ مذهبي تحريڪ پر ان اوڻهويهين صديءَ دوران بهار ۾ آزاديءَ واري ويڙهاند تي گهرو اثر وڌو. سيد احمد ان تحريڪ جو سربراهه هو، جنهن بهار ۾ پنهنجي حامين کي لکيل انيڪ خطن ۾ ڄاڻايو ته ان تحريڪ جو مقصد پرڏيهي قوتن ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ آهي.

بهار جي انهن حالتن کي آڏو رکندي اسانکي 1857ع واري جنگ آزاديءَ جي واقعن کي ڏسڻو پوندو. اها لڙائي اصل ۾ ٽيپو سلطان جي انگريزن خلاف ميسور ۾ لڙائي ۽ سراج الدوله جي بنگال ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي وڌندڙ مداخلت خلاف مزاحمت جو ئي تسلسل هئي جيڪا آزاديءَ جي جنگ ۾ تبديل ٿي وئي. تاريخ جي انهن واقعن هزارين انسانن کي ان ڳالهه تي قائل ڪيو ته هو انگريز

راڄ خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪن. مير پوڄا آزاديءَ جي انهن ئي متوالن مان هڪ هو. ڪيس ان جو ڪو ڊپ نه هو ته مستقبل ڪهڙا رنگ ڏيکاريندو. هُن ته فقط پنهنجي ڌرتيءَ جي آزاديءَ جا سپنا ٿي ڏٺا.

هندستان ۾ جتي ڪٿي ٿيندڙ مختلف نوعيت جي پُرتشدد واقعن دوران به بهار ۾ ڪنهن حد تائين جيئو ۽ جيئڻ ڏيو واري فضا قائم هئي. هندستان ۾ هڪ سئو کان وڌيڪ ننڍيون وڏيون رياستون قائم هيون جڏهن ته ملڪ جي لڳ ڀڳ اڌ ايراضيءَ تي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي حڪومت هئي.

انهيءَ حڪومت جو بنيادي مقصد واپار ذريعي مال ڪمائڻ هو. هندستان کان برطانيا جي ڪارخانن لاءِ ڪپهه ٽي ويو جڏهن ته هتان جي ڪچي مال مان ٺهيل سامان هندستان ۾ ٽي وڪرو ڪيو ويو. اُن وقت برطانياجو ڏهه سيڪڙو روانگي واپار هندستان مان ٿيندو هو. واپار کي محفوظ بنائڻ واسطي ايسٽ انڊيا ڪمپني برطانوي فوج جو خرچ ڪٽي رهي هئي. هندستان ۾ گهڻي ڀاڱي رياستون ڪٺ پتلي حڪومتون هيون جيڪي ڪمپنيءَ جي مدد سان پنهنجو اقتدار بچايو پئي آيون. جيڪڏهن ڪنهن رياست جو حاڪم بغاوت جو سوچيندو به هو ته اها بغاوت مقامي سپاهين جي مدد سان چٿي ٿي وئي. اڄ اها ڳالهه شايد اچرج جوڳي لڳي ته ڪمپنيءَ جي ٽي لک جنگجوسپاهين مان نوي سيڪڙو مقامي ماڻهو هئا. ڪمپنيءَ جي حڪومت، هندستانين جي مدد سان ئي هندستان تي راڄ ڪري رهي هئي.

ريلوي لائين ۽ ٽيليگراف جهڙين سهولتن اچڻ سان هندستاني برطانوي حڪومت جي دهمان ۾ اچي ويا. ماڻهن ۾ اها ڳالهه عام هئي ته انگريز حڪومت هندستان ۾ عيسائيت پکيڙڻ چاهي ٿي. 1857ع جي جنگ آزاديءَ جي شروعات انهن نين بندوقن جي اچڻ سان ٿي جن جا

ڪارتوس ڏندن سان ڇلڻا ٿي پيا. هندو ۽ مسلمان سپاهين اهي ڪارتوس استعمال ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ڇاڪاڻ جو انهن ۾ سوئر ۽ ڍڳيءَ جي چربي استعمال ڪرڻ جو امڪان هو. ڍڳي هندن لاءِ مقدس هئي جڏهن ته سوئر مسلمانن لاءِ حرام. ميرٺ ۾ هندو سپاهي منگل پانڊي گولي هڻي پنهنجي آفيسر کي ماري وڌو جيڪو کيس تڪراري ڪارتوس استعمال ڪرڻ تي مجبور ڪري رهيو هو. ان واقعي کان ترت پوءِ بغاوت جي باهه ميرٺ ڇانوڻيءَ کان مغلن جي راڄڌاني دهلي ۽ اتان ڪانپور، لکنو ۽ پٽنا تائين پکڙجي وئي جيڪو دهليءَ کان ڇهه سئو ميلن جي فاصلي تي هو. ان بغاوت جو محرڪ مذهبي ضرور هو پر انجي پويان سياسي، ثقافتي، سماجي ۽ ڪاروباري مفاد هئا. وڏا وڏا جاگيردار انگريزن کان تنگ هئا جن زمين بابت ڪجهه سڌارن جو اعلان ڪيو هو. سندن خيال هو ته بغاوت جي آڌارتي هو پنهنجي جاگيرن تي ٻيهر پنهنجي حاڪميت قائم ڪري وٺندا. ٻئي پاسي اهي وڏا مغل شهزادا ۽ نواب هئا جيڪي لڪ ڇپ ۾ باغين خلاف ڪم ڪري رهيا هئا ته جيئن سندن اهي عياشيون ختم نه ٿين جيڪي برطانوي حڪومت سبب قائم دائم هيون. گڏوگڏ اها به حقيقت آهي ته باغين آخري مغل بادشاهه بهادر شاهه ظفر کي پنهنجو اڳواڻ بنائڻ جي ڪوشش ڪئي جو کين اها اميد هئي ته هو کين برطانوي والار کان ڇوٽڪارو ڏياريندو.

دهليءَ کان ڏور، بهار ۾ مختلف انقلابي ۽ باغي طاقتون لاڳيتو انگريز حڪومت سان مهاڏو اٽڪائي رهيون هيون. آهستي آهستي بهار کي آزاديءَ واري ويڙهاند ۾ هڪ اهم حيثيت ملي وئي هئي. اصل ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي وڌندڙ طاقت خلاف بهار هڪ قسم جي للڪار بڻجي ويو هو. بهار ۾ آزاديءَ جي جدوجهد جا سورما

جگديش پور جو ڪنور سنگهه ۽ سندس ڀاءُ امر سنگهه هئا. انهن مجاهدن جي جنگ ڪامياب نه ٿي سگهي ۽ آزاديءَ جا هيءُ پروانا ڪامياب نه ٿي سگهيا ڇاڪاڻ جو هندستان اڃان تائين مختلف قسم جي سوچن ۽ روائتن ۾ ورهايل هو. اها ورهاست ٻوليءَ جي بنياد تي ٻڻ هئي. هڪ ڀاڱي تي هندستاني هندي ڳالهائيندڙ هئا جڏهن ته آباديءَ جو ڇهون حصو بنگالي ڳالهائيندڙ هو. حيدرآباد دکن جي سگهاري رياست بغاوت جي خلاف هئي جڏهن ته ٻين به ڪيترين ئي رياستن پنهنجي مفادن لاءِ حيدرآباد جي پيروي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو. اهو به مشاهدي ۾ آيو ته سک سپاهين کي انگريزن نوڪريون ڏئي پنهنجي پاسي ڪري ورتو هو.

اهڙين حالتن ۾ اها ڳالهه حيرت جوڳي نه هئي ته آزاديءَ جي جنگ اصل ۾ برطانوي راڄ کي وڌيڪ سگهارو ڪيو. برطانوي راڻي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو خاتمو آڻي هندستان کي پنهنجي سلطنت جو حصو بڻائي وائسراءِ ذريعي حڪومت ڪرڻ شروع ڪئي. راڻي وڪٽوريا پنهنجي شاهي فرمان ۾ اعلان ڪيو ته هندستان جي پرڏيهي پاليسيءَ جي ذميواري برطانيا تي هوندي جڏهن ته برطانيا رياستن جي اندرين مامرن ۾ دخل اندازي نه ڪندو انجي عيوض رياستن کي راڻيءَ سان وفاداري نڀائڻي پوندي. هندستان جي شهرين کي برطانوي شهرين وارا حق حاصل هوندا ۽ هو پنهنجا اندروني مامرا پنهنجي سر هلائڻ لاءِ با اختيار هوندا.

## ديسنا ۽ اڳتي

ظاهري طور تي مامرا ٺانيڪو ٺيڪ شروع ٿيا. پر اُتل پٿل واري

انهيءَ عرصي دوران پيش ايندڙ واقعن برطانوي حاڪمن ۽ رعيت وچ ۾ هڪٻئي تي بداعتماديءَ واري فضا پيدا ڪري ڇڏي هئي. ڏهر سان پريل پرسڪون دور جاري هو، جنهن جو هڪ شڪار مير پوجا پڻ هو. جيڪو ڪجهه عرصو ته مفرور رهيو پر آخرڪار پڪڙجي پيو ۽ پٽنا ۾ قيد ڪيو ويو. سندس ڦاسي ڪانپوءِ سندس ڪٽنب پاتين ڪي برطانوي راڄ خلاف سندس ويڙهاند جي قيمت چڪائڻي پئي. اها قيمت هنن ايتري خاموشيءَ سان چڪتي ڪئي جو ان عرصي دوران ڪٽنب هڪ ڪان ٻئي ماڳ تائين پٽڪندو رهيو. سيد سلطان بخش، سيد پيغمبر بخش ۽ سيد مير محمد رمضان عليءَ سان لاڳاپيل دورن ڪي اورانگهيندي منهنجي پڙ ڏاڏي مير بشارت تي ٽا اچون جيڪو پٽنا کان لڏي پهرين وائيو ۽ پوءِ سسڪو راءِ آخرڪار ديسنا ۾ اچي ٽانيڪو ٿيو، جيڪو تن ڏينهن ۾ پنج هزار ماڻهن جي آباديءَ وارو شهر هو. ديسنا اڳتي هلي سيد سليمان ندويءَ جهڙي عالم جي پيدائش واري ماڳ ۽ شهرين طرفان هزارين ڪتاب گڏ ڪري قائم ڪيل ديسنا لائبرري ڪري ڏينهان ڏيهه مشهور ٿيڻو هو. ورهاڱي مهل انهيءَ لائبرريءَ جا سمورا ڪتاب پٽنا جي خدابخش لائبرريءَ کي عطيو ڪيا ويا، جنهن ۾ اڄ ڏينهن تائين ديسنا ڪنڊ موجود آهي.

مير بشارت وڏي ڄمار تائين اولاد کان محروم رهيو، جنهن ڪري سندس زال مٿس ٻي شاديءَ لاءِ زور پريو. پنهنجي پهاڄ ڳوليندي سندس نظر يد پيغمبر بخش جي ڌيءُ شريفان بيبيءَ تي پئي، جيڪا مير پوجا جي پوٽي هئي. هن مامري ۾ پڻ مذهبي رواداريءَ جو ورتاءُ سامهون آيو جڏهن مير بشارت باس باسي ته پٽ ڄمڻ جي صورت ۾ هڪ مسجد اڏرائيندو جڏهن ته ڌيءُ ڄمڻ جي صورت ۾ هو امام بارگاهه ٺهرائيندو.

اتفاق سان ڪيس ڏيءُ ۽ پٽ ٻئي ڄاوا سو ٻنهي فرقن جون عبادت گاهون ٺهرايائين، جيڪي اڃان تائين ديسنا ۾ موجود آهن. پٽ جو نالو سيد ابو طاهر رکيائين جيڪو اسانجو ڏاڏو هو، جڏهن ته پنهنجي گهر جو نالو "طاهرستان" رکيائين. اهو گهر هاڻ بند پيو آهي ڇاڪاڻ جو اسانجي ڪٽنب کي ديسنا مان نڪتي جُڳ گذري چڪا آهن.

اهو ابو طاهر هو جيڪو ٻن نسلن جي وٿيءَ ڪانپوءِ ڪٽنب کي ٻيهر پٽنا وٺي آيو، جيتوڻيڪ ڪيس مير پوڄا سان پنهنجو تعلق لڪائڻ لاءِ پنهنجي "مير" واري نڪر تان هٿ ڪڍڻو پيو. هُن 1917 ۾ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪئي ۽ ڪيس سب ڊپٽي مئجسٽريٽ جي تربيت لاءِ چونڊيو ويو پر ٽن مهينن اندر ڪيس فارغ ڪيو ويو ڇاڪاڻ جو انگريز سرڪار نٿي چاهيو ته سندن باغيءَ جي پونئيرن مان ڪوبه سرڪاري نوڪرين ۾ نه اچي. حڪمرانيءَ جو اهو ئي طريقو هو جنهن ذريعي انگريزن هندستان تي پنهنجو تسلط ڄمايو ۽ ڊگهي عرصي تائين راڄ ڪيو.

حالتن ڪان تنگ هوندي به ابو طاهر قانون جي تعليم پرائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ وڪالت جي تعليم مڪمل ڪري پٽنا ۾ وڪيل طور ڪم شروع ڪيائين. اها هڪ دلچسپ حقيقت آهي ته تن ڏينهن ۾ جڏهن ڪنهن پاڪستان بابت سوچيو ئي نه هو، هُن پٽنا جي علائقي لنگر ٽوليءَ ۾ گهر ٺهرائي انتي "پاڪستان" نالو رکيو. اڳتي هلي ان گهر جو نالو طاهرستان ڪيو ويو جنهن جي به معنيٰ ساڳي پاڪستان واري ئي آهي. اهو نالو ديسنا جي اُن گهر جو به هو جيڪو اسانجي پڙ ڏاڏي ٺهرايو هو.

منهنجي ڏاڏي ابو طاهر ٽي شاديون ڪيون پر سندس ٽئي زالون هڪبئي پويان معمولي بيمارين جو وڳهي اجل جو شڪار

ٻڌجي ويون. ڪاش اُن وقت اينٽي بايوٽڪ ۽ سلهه خلاف دوائون هجن ها ته هوند منهنجي ڏاڏي ڪي پنهنجي زالن ڪان وڇوڙي جي پيڙا نه سهڻي پوي ها. سندس پهرين زال جو نالو بيبي ميمونا هو جڏهن ته ٻي بيبي شمسا هئي. طاهرستان ۾ ڇهن ٻارن، ڇئن پٽن ۽ ٻن ڌيئرن جي پالنا ٿي. هڪ عجيب حقيقت اها آهي ته لنگر ٽوليءَ وارو اهو گهر انهيءَ جيل ڪان ڪو گهڻو پري نه هو جنهن ۾ مير يوجا ڪي پهرين قيد ۾ رکيو ۽ پوءِ ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويو. اهو جيل اڳتي هلي نفسياتي مرضن جي اسپتال بڻيو. پوءِ انهيءَ عمارت ۾ پٽنا ڪاليجئٽ اسڪول جي نالي سان هڪ تعليمي ادارو کوليوُ ويو. هڪ زماني ۾ انهيءَ اسڪول جو ڳاڻيٽو بهترين ادارن ۾ ٿيندو هو جتي حڪومت طرفان بهترين استاد مقرر ڪيا ويندا هئا. انهيءَ اسڪول ۾ داخلا انتهائي ذڪيائي سان ۽ فقط اهليت جي بنياد تي ئي ملندي هئي. جڏهن ته سڄي صوبي جا ذهين ترين شاگرد تي تعليم پرائڻ ايندا هئا.

انهيءَ تاريخي جيل پرسان ئي هڪ ميدان هو جنهن کي "فقيرباڙا" سڏيو ويندو هو. چيو ٿو وڃي ته 1857ع جي جنگ آزاديءَ ڪانپوءِ انهي ميدان ۾ آزاديءَ جي سورمن کي ڦاهي چاڙهيوويو هو ۽ اُتيئي کين گمنام قبرن ۾ دفن ڪيو ويو هو. انهيءَ ميدان جي اوسي پاسي کيڏندي جوان ٿيندي منهنجي پيءُ کي ان ڳالهه جو احساس ٿيو هوندو ته انهن ئي قبرن مان ڪنهن هڪ ۾ مير يوجا پڻ دفن آهي. ڪنن ۾ لورين وانگر پڌائي ويندڙ ڪهاڻين ۽ قبرستان جي اوسي پاسي گهمندي بابا انهن شهيدن، آزاديءَ واري ويڙهه ۾ وطن تان سر گهوريندڙن بابت پڪ سان تمام گهڻو ڪجهه سوچيندو رهندو هوندو. اُتي هلندي ڦرندي هُن پنهنجي تصور ۾ کين انگريزن سان وڙهندي ڏٺو هوندو. انهن قبرن وچان لنگهندي سندس من ۾ هڪ ودروهي جنم وٺي رهيو هوندو.

## سياست جي شروعات

بابا جي وڏي ٿيڻ دوران پڻ هندستان هڪ نئين طوفان مان گذري رهيو هو. هندستاني هڪ ڀيرو ٻيهر بيٺڪيتي حاڪمن خلاف ميدان ۾ نڪري آيا هئا. بهار هميشہ کان قومي سياست جي لڙيءَ ۾ شامل رهيو هو. انڊين نيشنل ڪانگريس ۽ هندستان جي آزاديءَ واري تحريڪ ۾ بهار پهرين ڏينهن کان اهم ڪردار نڀائيندو رهيو هو. قومي آزاديءَ جي انيڪ اهم اڳواڻن جو تعلق بهار سان ئي هو. ڊاڪٽر راجندر پرشاد، جنهن آزاديءَ واري جنڱ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ آزاد هندستان جو پهريون صدر بڻيو، پٽنا جي اتر ۾ ناران ضلعي ۾ ڄائو هو. جي پرڪاش نرائڻ جو تعلق پڻ بهار سان هو. انڪانسواءِ هڪ اهم حقيقت اها آهي تہ ڪانگريسي اڳواڻ موهن داس ڪرم چند گانڌي بهار کي پنهنجو ٻيو گهر سڏيندو هو. مهاتما گانڌيءَ 1917ع ۾ شروع ٿيندڙ آزاديءَ واري جدوجهد جي شروعات بهار جي چمپارن ضلعي مان ڪئي هئي. انهيءَ مهم جو سڄي هندستان ۾ زبردست آڌرڀاءُ ڪيو ويو ۽ اصل ۾ اهائي مهم هئي جيڪا هندستان جي آزاديءَ واري جدوجهد جو شروعاتي قدم بڻي. بابا بہ انهن انيڪ بهار واسين مان هڪ هو جيڪي گانڌيءَ جي شخصيت کان متاثر ٿيا هئا. بابا گانڌي ۽ ڪانگريس جي "هندستان خالي ڪريو" تحريڪ ۾ اهڙي ريت شامل ٿيو جو پنهنجي پڙهائي اڌ ۾ ڇڏي ڪانگريس ۾ شامل ٿي ويو. هُن پنهنجي نندي ڄمار ئي اعلي ڪانگريسي قيادت سان خطن پتن جو سلسلو شروع ڪري ڇڏيو هو. 1940ع جي ڌاڪي تائين هڪ شاگرد ۽ ڪانگريسي ميمبر طور هو مستقل گانڌي جي، جواهر لعل نهرو، ابو الڪلام آزاد ۽ ٻين مرڪزي اڳواڻن سان رابطي

۾ هو. ايئن ٿي لڳو تہ بغاوت جو اُهو پنيٽ جيڪو سندس ڪٽنب ۾ اُجهامي ويو هو سو ٻيهر دُکڻ لڳو هو، ميرپوجا بابت ٻڌل ڪهاڻيون ۽ مستقبل ۾ نظر ايندڙ آزادي ڪيس بيچين ڪري رهي هئي. ميرپوجا انگريزن خلاف هٿياربند جدوجهد ڪئي جڏهن تہ بابا سياسي واٽ ورتي هئي، ان هوندي بہ ڪٽنب جي ڀاتين جي من ۾ اهو ڊپ هو تہ ڪٿي سندس انجام بہ ميرپوجا جهڙوئي نہ ٿئي. هڪ پاسي ڪٽنب جا ڀاتي ان قسم جي خيالن تي پاڻ ۾ ڳالهہ ٻولهہ ۽ بحث مباحثو ڪري رهيا هئا تہ ٻئي پاسي بابا جي اندر جو باغي مير پوجا وانگر انگريزن ۽ سندسن حڪومت خلاف انتهائي ڏڪار سان سندن خلاف جدوجهد ۾ رڌل هو. انهيءَ سوچ سندس زندگيءَ جي اڳتي واري واٽ جو تعين ڪري ڇڏيو هو. هو ڪٽنب جي ٻين ڀاتين جي ابتڙ انتهائي فخر سان پنهنجو پاڻکي مير پوجا جي نسل مان سڏيندو هو. هو تہ مير پوجا وانگر آزاديءَ جي راهہ ۾ پنهنجي زندگي قربان ڪرڻ لاءِ پڻ تيار هو.

## 2 ـ سياست جي ميدان ۾

سيد ابو ظفر محمد مجيد عسڪري مئي 1920ع ۾ ڄائو. ٻيچين طبعيت واري سندس شخصيت جا ڪيترائي پاسا هئا، هُن پنهنجي سڄي حياتي .... ٻالڪپڻي کان پوڙهائپ تائين ..... پنهنجو پاڻ کي ڪنهن نه ڪنهن مشغلي ۾ مصروف رکيو. ايئن ٿو لڳي ته جڏهن وٽس ڪرڻ لاءِ ڪجهه به نه هوندو هو ته پنهنجي ئي نالي تي ڪانءَ ڪا مشق پيو ڪندو هو. شروعات ۾ پنهنجي نالي مان لفظ عسڪري ڪديائين. بهار ۾ اهو هڪ عام رواج آهي ته ڏگهن نالن مان ڪجهه نالا ڪڍي انهن جي جاءِ تي ٻيا شامل ڪيا ويندا آهن. ٿورڙي عرصي ڪانپوءِ هن مجيد جو استعمال پڻ بند ڪري ڇڏيو. اڳتي هلي مشاهدي ۾ آيو ته هو فقط سيد ابو ظفر ٿي ويو. جڏهن سياست ۾ حصو وٺڻ لڳو ته مولانا ابو الڪلام آزاد جي شخصيت کان ايترو متاثر ٿيو جو ”آزاد“ لفظ کي پنهنجي نالي جو حصو بڻائي سيد ابو ظفر آزاد بڻجي ويو. نه ڄاڻ ڪهڙن واقعن جي اثر تحت ڪجهه عرصي لاءِ ديسنوي پڻ سندس نالي جو حصو رهيو جنهن اهو ٿي ظاهر ڪيو ته سندس تعلق ديسنا ڳوٺ سان آهي. پنهنجي ڄمڻ واري ماڳ کي پنهنجي نالي جو حصو بنائڻ اڄ ڏينهن تائين ننڍي کنڊ جي روائت آهي. جڏهن پٽنا جي سياست ۾ ڇڳي ناماچاري حاصل ڪيائين ته پنهنجو پاڻکي آزاد بن طاهر سڏرائڻ لڳو. سندس مسلم ليگي مخالف کيس ”چيترا پتر پويتر“ سڏيندا هئا جيڪو سندس نالي جو هندي ترجمو هو. اهو آخري نالو ئي سندس سڃاڻپ بڻجي ويو ۽ باقي سموري حياتي پنهنجو پاڻکي آزاد بن طاهر ئي سڏرايائين. سندس دوست کيس آزاد صاحب سڏيندا هئا جڏهن ته ٻار کيس ابا.

منهنجو خيال آهي ته سندس بيچين ڪيفيت شايد ٻالڪپڻ جي حالتن ۽ تجربن جو نتيجو هئي. ڪيس پتو هو ته سندس تعلق هڪ اهڙي زميندار گهراڻي سان آهي جنهن کي انگريزن بيدخل ڪري سندن جاگير ۽ اثاثن تي قبضو ڪري ورتو آهي. انڪان به وڌيڪ ڪيس ان ڳالهه جو ادراڪ هو ته خراب ترين حالتن هوندي به جڏهن سندس ڏاڏي مير بشارت پيهر زندگيءَ جي جدوجهد ۾ پتوڙيندي پنهنجي ڪٽنب کي پيهر پنهنجي پيرن تي آڻي بيهاريو هو ۽ هو پنهنجو پاڻ کي محفوظ سمجهڻ لڳا هئا ته ان وقت ئي مير بشارت گذاري ويو. سندس مرتئي کان ترت پوءِ ڪجهه مٽن مائٽن انگريز اهلڪارن سان گڏجي سندس جائيداد تي قبضو ڪري ورتو هو. اها جائيداد سندس پنهنجي هئي يا وري ڪجهه شريفن بيبيءَ سان شاديءَ ڪانپوءِ ملي هئس. مٽن مائٽن سادي سودي ۽ اٻوجهيل شريفن بيبيءَ کان ڪاغذن تي صحيحون ڪرائي جاگير تي قبضو ڪري ڪيس ان تان بي دخل ڪري ڇڏيو هو. بابا جو والد ۽ منهنجو ڏاڏو سيد ابو طاهر عسڪري تڏهن فقط ڇهن سالن جو مس هو. سندس هڪ مائٽ سيد محمد يوسف جيڪو ننهو مختيار پائي سڏبو هو، ڇهن سالن جي ابو طاهر عسڪريءَ کان پاڻ سان گڏ پٽنا وٺي آيو ته جيئن هو تعليم پرائي سگهي. هو سرڪاري ملازم هو ۽ سکيو ستابو ٿي ليکيو ويو. تنهن زماني ۾ اها عام ڳالهه هئي ته مالدار ماڻهو غريب شاگردن جي تعليم ۽ تربيت جي ذميواريءَ سان گڏ سندن رهائش ۽ کاڌي پيتي جو پڻ انتظام ڪندا هئا. ابوطاهر انهيءَ سهولت جو فائدو پرايو ۽ ننهو پائي وٽ رهندي ڪلڪتي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري ورتائين. مئٽرڪ ڪانپوءِ هن هڪ انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخلا ورتي پر سگهوئي اها ڇڏي بي اي ڪرڻ لڳو. جنهن ڪانپوءِ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ مان ايل ايل بي ڪيائين. شروعات ۾ ابو طاهر استاد

طور پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي ۽ پروناندو اينگلو سنسڪرت اسڪول ۾ پڙهائڻ لڳو. جتان هُن پاڻ به تعليم پرائي هئي. ان اسڪول سان ڪيس ايتري اُڪير هئي جو پنهنجي سمورن ٻارن کي پڻ انهيءَ اسڪول ۾ داخل ڪرايائين.

پٽنا جي ڪورٽن ۾ وڪيل طور ڪم ڪندي سگهو ئي پنهنجي قابليت ۽ ايمانداريءَ سبب ناميارو ٿي ويو. سندس ايمانداريءَ جا مثال ٿي ڏنا ويا. هُن اصول طئي ڪيو هو ته ڪوبه اهڙو ڪيس نه کڻندو جنهن ۾ پنهنجي اصيل جي بي گناهي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهائڻو پويس يا حقيقتن سان هٿ چراند ڪرڻي پوي. ان دور ۾ عدالتي ڪاروائين جو هڪ طريقو اهو به هو ته ڪورٽ ڪجهه معاملا نبيرڻ واسطي وڪيلن مان ڪمشنر مقرر ڪندي هئي، خاص طور تي زمينن جي تڪرارن ۾ اهي ڪمشنر سر زمين جو معائنو ڪري ڪورٽ کي رپورٽ پيش ڪندا هئا. اڪثر جج ابو طاهر کي ان ڪم لاءِ مقرر ڪندا هئا، جيڪو عمل ظاهر ٿو ڪري ته پنهنجي وڪالت جي شروعات ۾ ئي هو ايمانداريءَ سبب خاص حيثيت ماڻي چڪو هو. پنهنجي پيشيوراڻي زندگيءَ جي شروعات ۾ هُن بيرسٽر محمد حسين ۽ سر عبدالعزيز جهڙن ناميارن وڪيلن جي نائب طور ڪم ڪيو. بيرسٽر محمد حسين اڳتي هلي بهار حڪومت ۾ وزير پڻ ٿيو. سر عبدالعزيز هڪ برک مسلم ليگي اڳواڻ هو جيڪو قائداعظم محمد علي جناح جي پٽنا واري دوري دوران سندس ميزبان بڻيو. ابو طاهر کي سياست سان ڪا گهڻي دلچسپي نه هئي پر هڪ ڀيري پنهنجي سنگي ساٿين جي زور ڀرڻ تي هو پٽنا ڊسٽرڪٽ بورڊ جي چونڊن ۾ بيٺو. هيءُ اهو دور هو جڏهن هندو ۽ مسلمان مذهب جي آڌار تي ووٽ ڏيڻ لڳا هئا پر ابو طاهر جي چونڊن ۾ ڪيس سيني ووٽ ڏنا ۽ هو پٽنا جي هڪ وڏي زميندار سيٺ نيني لعل کان چونڊن

۾ ڪٽي ويو. انهيءَ سوپ جو سبب سندس شرافت ۽ ايمانداري هئي.
اُن وقت هندستان ۾ سياسي اُٿل پٿل هئي ۽ ابو طاهر جي پيشيوراڻي زندگي ترقيءَ ڏانهن گامزن هئي. پر سندس ذاتي زندگي ڏکن ۽ پيڙائن سان ڀريل هئي. سندس پهرين زال ٻن ٻارن يعني مهنجي والد ۽ ڦڦي سنجيده خاتون کي جنم ڏئي گذاري وئي. ٻن ننڍڙن ٻارن جي ڪري ابو طاهر ٻي شادي ڪئي ته جيئن ٻارن جي پالنا ٿي سگهي پر شاديءَ جي ڪجهه مهينن اندر ئي اها ٻي زال پڻ ڪنهن بيماريءَ جو شڪار بڻجي گذاري وئي. دوستن ۽ مٽن مائٽن جي زور ڀرڻ تي 1928ع ۾ هُن ٽين شادي ڪئي ۽ ٿورڙن ئي سالن ۾ ڪٽنب ۾ سيد ابوذر رئيس، خورشيد جمال، فاطما، سيد ابو البر محمد رضي ۽ سيد ابو طالب محمد ظاهر جو اضافو ٿيو. ڏاڏي جي زندگيءَ ۾ ڪنيز فاطما جو اچڻ هڪ طرح جي رحمت ثابت ٿيو. هُن نه رڳو گهر جو انتظام سنڀاليو پر ٻارن ۽ ٻين ڪٽنب ڀاتين جي زندگيءَ ۾ پڻ اهم ڪردار ادا ڪيائين. ابو طاهر جي زندگيءَ جو اهو حصو انتهائي شاندار رهيو.

## آزاد منش انسان

ابو طاهر جي زندگيءَ ۾ ڪنيز فاطمه جو اچڻ سندس لاءِ سڪون ۽ عافيت جو سبب هو، پر بابا لاءِ هڪ قسم جي بيچيني وارو بڻجي ويو. پنهنجي ڄمار جي اُن حصي ۾ هو گهر جي بدلجندڙ صورت ڏسي ڪجهه پريشان ٿي ويو پر ڪٽنب سان اها سرد جنگ سگهو ئي ختم ٿي وئي جڏهن محسوس ڪيائين ته بدلجندڙ حالتون سندس خلاف نه پر گهر لاءِ بهتر ثابت ٿي رهيون آهن. ڪنيز فاطمه سان سندس لڳ لاڳاپو انتهائي پلو ٿي ويو. هُن پنهنجي ماٽيلي ماءُ جو انتهائي احترام ٿي ڪيو جڏهن ته ڪنيز فاطما ڪيس پنهنجائپ

ڏيڻ ۾ وسان نہ گھٽايو. ڪتنب ۾ ان ڏس ۾ جيڪي قصا آهن تن مان پتو ٿو لڳي تہ ناتن جي انهن لاهين چاڙهين سبب بابا آزاد منش انسان بڻجي ويو. شايد سندس نالي جو پڻ اثر هو جو اها آزاد منش طبعيت سڄي زندگي سندس ساٿي رهي.

بابا جيترو گھڻو سياست ۾ حصو ٿي ورتو، اوترو ئي سندس والد ۽ اسانجو ڏاڏو هُن لاءِ پريشان ٿي ٿيو. ڊاڪٽر راجندر پرشاد جيڪو اڳتي هلي هندستان جو صدر بڻيو ڏاڏا جو دوست هو، چاڪاڻ جو ٻنهي هڪ ئي هنڌ وڪالت ٿي ڪئي. راجندر پرشاد جي پٽ سان بابا جي سنگت هئي. هڪ ڏينهن جڏهن ڏاڏا بابا کي سندس سياست تي ڏڙڪا ڏئي رهيو هو تہ راجندر پرشاد جي پٽ اچي اسانجو دروازو ڪڙڪايو ۽ پڇا ڪئي تہ ”آزاد گھر ۾ آهي؟“ بابا جي دوست جي انهيءَ معصوم پڇاڻي تي ڏاڏا ڪاوڙ وچان وراڻي ڏني، ”نہ! هتي فقط غلام تا رهن. هل هتان“. پوءِ ڪاوڙ وچاڻ هُن بابا کان گانڌي ٽوپيءَ جي گھر ڪئي جيڪا ڪيس پاتل هئي. بابا جي ٽوپي ڏيڻ تي ڏاڏا انکي ڦاڙڻ جي ڪوشش ڪئي پر ٿلهو ڪپڙو هئڻ سبب ان ۾ ناڪام ٿيڻ تي ڦينچي گھرائي انکي ڪترائي ڇڏيائين. اهو سڄو وقت بابا ڪنڌ نوائي پنهنجي پيرن کي تڪيندو رهيو ۽ ان موقعي تي موجود گواهہ (سيد ابو البر رضوي) موجب هُن ٻڙڪ بہ نہ ٻولي. انتهائي فرمانبرداريءَ سان پنهنجي والد جا ڏڙڪا ٻڌندو رهيو پر ٻي گانڌي ٽوپي خريد ڪرڻ ۾ ويرم ئي نہ لڳيس. سياست جو نشو اهڙو ئي ٿيندو آهي.

لڳي ايئن ٿو تہ بابا کي سياست ڪانسواءِ زندگيءَ ۾ نت نوان تجربا ڪرڻ جو بہ شوق هو ۽ اهو پڻ محسوس ٿو ٿئي تہ هو جلد کان جلد معاشي خود مختيار ٿيڻ جي پتوڙ ۾ هو. هُن پٽنا شهر ۾ ديسنا لانڊري جي نالي سان ڌوٻيءَ جو هڪ دڪان کوليو. پوءِ واپار ڏانهن

مائل ٿيو ۽ ٻڌي جو سامان ننڍين دڪانن تي وڪرو ڪرڻ لڳو. انڪانپوءِ ڏٺو ويو تہ هُن بدڪون پاليون ۽ انهن جي بيضن جو ڪم ڪرڻ لڳو. واپار مان حاصل ٿيل آمدني مان زمين خريد ڪري اُنتي بدڪن جي فارمنگ شروع ڪيائين. اهو ڪم گهٽو عرصو هلائي نہ سگهيو ڇاڪاڻ جو وٽس فارمنگ لاءِ گهربل وقت نہ هو.

ڪتنب ۾ اهاڳالھ مشهور آهي تہ هُن هڪ گهريلو ملازم طنزا کي چيو تہ هو سندس بدڪن جي سار سنڀال لهي ۽ انهن کي روزانو فارم کان ٻاهر وٺي وڃي ۽ شام جو واپس موٽائي اچي. طنزا انهيءَ حڪم کي پنهنجي توهين ليکيندي انڪار ڪيو ۽ چيو تہ ڏٻي يا ٻڪري چارائڻ تہ هُن لاءِ ممڪن آهي پر هو بدڪن کي پسار ڪرائڻ جي توهين برداشت نٿو ڪري سگهي. ان وراڻي ڪانپوءِ بدڪن جي فارم وارو منصوبو ختم ٿي ويو.

اهو ٻين مهاڀاري لڙائيءَ جو دور هو جنهن دوران ڪاڌي پيتي جي شين جهڙوڪ دال، چانور، ڪڻڪ ۽ کنڊ جهڙن اسمن جي کوٽ ٿيڻ لڳيءَ حڪومت راشن وارو سرشتو لاڳو ڪيو. بابا جي ڄمار تن ڏينهن ۾ اوڻويھ سال کن هئي ۽ هو مقامي سياست ۾ پڻ سرگرم هو، سو ڪيس پٽنا فوڊ ڪميٽيءَ جو ميمبربڻايو ويو جنهن جي ذميواري هئي تہ ذخيري اندوزي ۽ بليڪ مارڪيٽنگ ڪندڙ دڪاندارن تي نظرڪي. پنهنجي ڪاروباري تجربي جي آڌار تي هُن پاڻ بہ راشن جي دڪان جو لائسنس حاصل ڪيو ۽ گهر جي هڪ ڪمري ۾ راشن جو دڪان کوليائين. ان دڪان جو مقصد پئسا ڪمائڻ نہ پر سياسي خدمت ڪرڻ هو، جنهن ذريعي مقامي ماڻهن کي فائدو رسائڻ ٿي چاهيائين، جيڪي تن ڏينهن ۾ انتهائي ڏکين حالتن مان گذري رهيا هئا.

بابا جي آزاد خيال طبعيت جو اندازو ان ڳالھ مان بہ لڳائي

سگهجي ٿو تہ هو ديسنا ڳوٺ جو پهريون شخص هو جنهن ريڊيو خريد ڪيو. ڳوٺ جي سادن سودن رهواسين کي انجو پتو ئي نہ هو تہ اها مشين ڪهڙي ريت ڪم ٿي ڪري. ڳوٺ جي بزرگن يڪرائپ سان طئي ڪري ڇڏيو هو تہ اها غير اسلامي شئي آهي ۽ انجو استعمال ڪفر آهي پر انجو استعمال اوڏي مهل درست ليکيو ويو جڏهن ڪين جمعي ڏينهن ريڊيو تان نشر ٿيندڙ قرآن جي تلاوت ٻڌرائي وئي.

ماڻهن کي ان ڳالهہ تي شديد اچرج هو تہ ريڊيو ذريعي ڪلڪتي، لکنو، دهلي ۽ بمبئي ۾ ويٺل ماڻهن جون ڳالهيون ٿي ٻڌڻ ۾ آيون. اها سمورا ريڊيو اسٽيشن برطانوي سرڪار جي انتظام هيٺ هئا. ريڊيو، انڊين براڊ ڪاسٽنگ ڪارپوريشن (IBC) جا سگنل تہ وصول ڪيا ٿي پر سگهوئي حڪومت کي احساس ٿي ويو تہ اُها ٻين ملڪن جي نشريات روڪڻ کان قاصر آهي ۽ ماڻهن لاءِ اهو ممڪن بڻجي ويو آهي تہ هو جرمني ۽ جاپان جي ريڊيو اسٽيشنن تان خبرون ۽ ٻيا پروگرام ٻڌي سگهن. حڪومت نٿي چاهيو تہ ماڻهو جرمني ۽ جاپان مان نشر ٿيندڙ برطانيا مخالف پروگرام ٻڌن. انڪري ريڊيو لائسنس جاري ڪرڻ جا سخت قانون ٺاهيا ويا ۽ ان ريت عام ماڻهن لاءِ ريڊيو خريد ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو هو.

ريڊيو لائسنس حاصل ڪرڻ لاءِ شخصي طور تي اعليٰ عملدار سان ملڻو ٿي پيو. بابا ريڊيو لائسنس پنهنجي ماءُ ڪنيز فاطما جي نالي تي حاصل ڪرڻ ٿي چاهيو جيڪا اُن وقت ديسنا ۾ هئي ۽ عورت هئڻ ڪري سندس انٽرويو جي ضرورت نہ هئي. بابا پهرين تہ اهو فيصلو ڪيو تہ هو پاڻ اعليٰ عملدار سان ملندو پر انٽرويو کان هڪ ڏينهن اڳ ڪيس خيال آيو تہ سندس ڪانگريسي لباس يعني کاديءَ جي ڪپڙن سبب ڪوبہ سرڪاري عملدار کيس لائسنس جاري نہ ڪندو تنهنڪري هُن پنهنجي ويجهي دوست رفيق النبيءَ کي راضي

ڪري ورتو ته سندس بدران هو ڪنيز فاطما لاءِ ريڊيو لائسنس حاصل ڪري.

رفيق النبيءَ جو پيءُ حبيب النبي پوليس آفيسر هو، ڪائنس اهو سادو سوال ڪيو ويو ته ڪنيز فاطمه ريڊيو تي ڇا ٻڌندي، جنهن تي رفيق وراڻيو ته هوءَ انگريزي ۽ ٻين ٻولين کان اڻواقف آهي سو ريڊيو تي رڳو هندستاني سنگيت ئي ٻڌندي. اها حقيقت آهي ته ڪنيز فاطما کي هندستاني سنگيت سان انتهائي دلچسپي هئي ۽ اُن زماني ۾ وٽس هڪ هارمونيم هو جيڪو گهر اندر وڄائيندي پڻ هئي. ڪيس ريڊيو لائسنس جاري ڪيو ويو. بابا جي وقت سر سوچيندڙ دماغ ڪيس سمجهايو هو ته لائسنس حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيس ڇا ڪرڻ گهرجي. بابا جي اها خصلت هئي ته هو ضرورت پوڻ تي بر وقت فيصلا ڪري وٺندو هو. سندس سموري حياتي ان قسم جي هنگامي فيصلن سان ڀريل آهي.

ريڊيو لائسنس جا مامرا طئي ٿيڻ ڪانپوءِ، ديسنا ۾ ريڊيو لڳائڻ جو ڪم شروع ٿيو. ريڊيو جي ٽيڪنالوجي نئين نئين هئي ۽ ريڊيو لڳائيندڙ ڪاريگر انکي هلائڻ جو طريقو پڻ ٻڌائيندو هو. بابا ريڊيو ۽ هڪ ڪاريگر سان گڏ ديسنا پهتو، جتي اوسي پاسي جي عمارتن کان وڏا ٻه بانس کوڙيا ويا هئا. ٻئي بانس ڪليل تار ذريعي ڳنڍيا ويا. ٻنهي بانسن سان ڳنڍيل اها تار ڪاپر جي هڪ ٻي تار سان ڳنڍي وئي ۽ اها هيٺ ريڊيو سان ڳنڍي وئي. ريڊئي کي بارشن جي ڏينهن ۾ بجليءَ جي ڪرنٽ کان محفوظ رکڻ واسطي ان سان هڪ وڌيڪ تار ڳنڍي زمين ۾ پوري وئي. هاڻ ريڊيو محفوظ ۽ فعال ٿِجي چڪو هو پر ان کي هلائڻ لاءِ بيٽري جي ضرورت هئي ڇاڪاڻ جو ديسنا ۾ اڃان تائين بجلي نه آئي هئي. ريڊئي لاءِ هر هر بيٽري خريد ڪرڻ هڪ مهانگو سودو هو تنهنڪري بابا هڪ نئون طريقو ڳولهي ڪڍيو. ريڊئي جي

بيٽري ڪمزور ٿيڻ تي بابا اها پٽنا گهرائي حبيب النبيءَ جي ڪار ۾ هٽائيندو هو. ڪجهه ميل گاڏي هلڻ تي ئي اها بيٽري ايتري روان ٿي ويندي هئي جو ٻيهر ريڊيو ۾ لڳائڻ لائق بڻجي ويندي هئي. بابا جي انهن ڪمن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته جڏهن ڪجهه ڪرڻ جو فيصلو ڪري وٺندو هو ته پوءِ ڪيس انهيءَ هوڏ تان هٽائڻ ممڪن نه هو ۽ پنهنجو ڪم ڪڍڻ لاءِ هو ڪو نه ڪو رستو ڳولهي ڪڍندو هو.

رات جي سانت ۾ بابا جي پسنديده ريڊيو اسٽيشن آزاد هند ريڊيو هوندي هئي جيڪا انگريزن جي باغي هندستاني سپاهين شروع ڪئي هئي. چيو ٿي ويو ته انهن باغين کي جاپاني حڪومت جي حمائت حاصل هئي جيڪا اُن وقت برطانيا سان جنگ ۾ رڌل هئي. هندستان ۾ آزاد هند ريڊيو ٻڌڻ ڏوهه هو ۽ اهو ڏوهه بابا هر هر ڪرڻ لاءِ تيار هو. بابا ۽ سندس دوستن کي هر اُهو ڪم پسند هو جيڪو پرڏيهي حاڪمن جي خلاف هو. هو سباش چندر بوس جو حمائتي هو جنهنکي نيتاجي سڏيو ٿي ويو. هن جاپان جي سهڪار سان آزاد هند فوج جو بنياد رکيو هو جنهن جو مقصد برطانوي فوج سان لڙائي ڪري هندستان کي آزاد ڪرائڻ هو. ٻين مهاياري لڙائي دوران ڪيترائي هندستاني فوجي برطانوي فوج جو ساٿ ڇڏي آزاد هند فوج ۾ شامل ٿي ويا هئا. انهن مان ئي سڀ کان وڌيڪ مشهور ڪرنل ولهن هڪ سک، ڪرنل سهگل هڪ هندو جڏهن ته جنرل شاهنواز هڪ مسلمان هئا جن برطانوي فوج ۾ شامل رهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. تن ڏينهن ۾ هندستان جي هر گهٽي هر گام ۾ هيءُ نعرو عام هو.

"ولهن، سهگل، شاهنواز،
انقلاب زنده باد".

ٻين مها ياري لڙائيءَ جي پڄاڻي تي برطانوي حڪومت آزاديءَ

جي انهن ٽنهي سورمن تي دهليءَ جي لال قلعي ۾ ڪيس هلايو
جواهر لعل نهرو پهريون ڀيرو وڪلين جي پوشاڪ پهري سندن
پيروي ڪئي. محمد علي جناح وڪيل طور پاڻ تہ پيش نہ ٿيو پر
پنهنجي طرفان هڪ وڪيل ضرور موڪليو هئائين. ڏکهي ڪاروائي
ڪانپوءِ ٽنهي کي قيد مان آزادي ملي. ساڻن گڏ حڪومت کي ٻيا
سپاهي پڻ آزاد ڪرڻا پيا جن ۾ ڪرنل برهان الدين ۽ ڪيپٽن
عبدالرشيد پڻ شامل هئا. اهو سڄو عرصو ريڊيو بابا جو ساٿي رهيو.
اڳتي هلي هُن پٽنا ۾ ريڊيو جو هڪ دڪان کوليو، جنهن تي "ريڊيو
هائوس" نالو رکيائين. اهو شهر ۾ ريڊيو جو ٽيون دڪان هو. انکان
اڳ داس اينڊ ڪمپني ۽ پٽنا ميوزيڪل اسٽور جي نالي سا ريڊيو جا
ٻہ دڪان کلي چڪا هئا. اُن وقت بابا کي ان ڳالهہ جو قطعي پتو نہ هو
تہ اڳتي سندس زندگيءَ ۾ ڇا ٿيڻ وارو آهي پر اسانکي اها ڄاڻ آهي
تہ اها سندس حياتيءَ جي آخري ڪاروباري سرگرمي هئي.

## بابا جي زندگيءَ ۾ امان جي آمد

ٻين انيڪ ڪمن سان گڏوگڏ بابا بنارس هندو يونيورسٽيءَ مان
انٽر جو امتحان بہ پاس ڪري ورتو هو، گڏوگڏ هڪ فلم جو
اسڪرپٽ پڻ لکيو هئائين جيڪو هڪ پروڊيوسر خريد پڻ ڪري
ورتو هو. اهو ڪنهن کي بہ پتو ناهي تہ انهيءَ اسڪرپٽ تي ڪا فلم
ٺهي يا نہ. سماجي زندگيءَ ۾ هو پنهنجي آزاد خياليءَ جو پرچار ڪندو
رهندو هو ۽ اڪثر سماجي انصاف بابت پنهنجي عمل ۾ ڪنهن
ڪمزوري يا ڪنجوسيءَ جو مظاهرو نہ ڪندو هو. سندس ان قسم جي
ڪمن مان اڪثر اشرافيا ۽ ڪٽنب جا بزرگ توائي بہ ٿي ويندا هئا پر
بابا پنهنجي سوچ ۽ عمل تي ڪڏهن بہ لڇي نہ ٿيو مثال جي طور تي
رمضان جي مهيني دوران ديسنا جي مسجد ۾ افطار ٻن هنڌن تي

لڳائي ويندي هئي. هڪ پاسي ڳوٺ جا زميندار، رئيس ۽ معتبر ويهندا هئا تہ ٻئي پاسي غريبن ۽ ڪمتر ماڻهن جي افطاريءَ جو بندوبست هوندو هو. گهرن کان پڻ افطاري ٻن حصن ۾ ايندي هئي. هڪ ڏينهن بابا افطاريءَ جو انتظام سنڀاليو ۽ افطاريءَ جو آيل سمورو سامان هڪ ئي جاءِ تي رکيائين تہ جيئن سمورا ماڻهو گڏجي افطاري ڪن. سندس انهيءَ حرڪت تي زميندار، رئيس ۽ معتبر ڪاوڙجي افطاري ڪرڻ ڪانسواءِ ئي مسجد مان اُٿي هليا ويا. اهو ڪيئن ممڪن هو تہ هو ڪورين ۽ ٻين گهٽ ذات وارن مسلمانن سان گڏجي افطاري ڪن. بابا کي اسانجي ڏاڏي ڏڙڪا ڏنا تہ هو نظام خلاف بغاوت تي سندرو ٻڌي رهيو آهي ۽ سندس حرڪتون ديسنا ۾ ڏقير جو سبب بڻجي رهيون آهن.

تعليم، مختلف واپاري سرگرميون، ڪانگريسي سياست، سماجي رد عمل ۽ پنهنجي والد سان سرد جنگ دوران بابا جي پالنا ٿيندي رهي. ڇمار جي ان مرحلي تي سندس پنهنجي والد سان سياست جي مامري تي پڻ ڏند چڪ ٿيڻ لڳي. تن ڏينهن جي هڪ دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ اسانجي ڏاڏي جو گهر متضاد نظرين جي پوئلڳن جو ٺڪاڻو بڻيل هو.

ڏاڏو ابو طاهر مسلم ليگ جو حمائتي هو، بابا ڪانگريس جو سرگرم ڪارڪن، چاچي ابو البر رضوي ۽ ڦڦي خورشيد فاطمہ کي پڙهائيندڙ استاد جيڪو گهر ۾ ئي رهندو هو، جو تعلق جمعيت العلماهند سان هو. ڏاڏي جو منشي جيڪو پڻ گهڻو ٽڪو وقت گهر ۾ گذاريندو هو، سو علامہ مشرقيءَجي خاڪسار تحريڪ جو باضابطا ميمبرهو. ان ڳالهہ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ٻين مها ڀاري لڙائيءَ ۽ آزاديءَ واري تحريڪ جي هڻ هٽان ۾ ان گهر اندر ڪهڙي قسم جو سياسي بحث مباحثو ٿيندو هوندو. ڏاڏو پنهنجي پٽ جي

سياسي سرگرمين کان وڌيڪ سندس تعليم ۾ گهڻ دلچسپيءَ تي پريشان هو. بابا جو خيال هو تہ جهڙي ريت تعليم جي اهميت آهي ساڳي ريت سياست پڻ زندگيءَ جو مڪمل حصو آهي. ڏاڏي چاهيو ٿي تہ سندس پٽ ڊاڪٽر ٿئي ۽ سندس داخلا در ڀنگا ميڊيڪل اسڪول جي ايل ايس ايم ايف پروگرام ۾ پڻ ڪرايائين. لائسنس آف اسٽيٽ ميڊيڪل فيڪلٽي (LSMF) جي چئن سالن واري پروگرام ۾ داخلا مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ملندي هئي. بابا ڪي ميڊيڪل جي تعليم سان ڪا خاص دلچسپي تہ نہ هئي پر پنهنجي والد جي زور ڀرڻ تي ان ۾ داخلا ورتائين. اجان سندس پڙهائي شروع مس ٿي هئي جو مهاتما گانڌيءَ هندستان کي ڀين مهاياري لڙائي ۾ شامل ڪرڻ واري انگريزن جي فيصلي خلاف "هندستان خالي ڪريو" مهم شروع ڪئي. بابا گانڌيءَ جي سڏ تي رستن تي ٿيندڙ مظاهرن ۾ شريڪ ٿي ويو ۽ ڪيترائي ڀيرا گرفتار پڻ ٿيو، ايستائين جو هڪ ڀيرو تہ ڪيس غير حاضريءَ سبب ميڊيڪل اسڪول مان نيڪالي پڻ ڏني وئي. ڪٽنب جي ڀاتين کي انهيءَ اطلاع جو گهڻن ڏينهن کان اوسيئڙو هو ۽ کين ان تي ڪا اچرج نہ لڳي پر اسانجو ڏاڏو پريشان ٿي ويو. هڪ پاسي اسانجو ڏاڏو پنهنجي پٽ جي تعليم ۾ دلچسپي نہ هئڻ تي پريشان هو تہ ٻئي پاسي بابا هڪ اهڙي عجيب و غريب حرڪت ڪئي جنهن جي ڪنهن کي بہ ڪا توقع نہ هئي.

هڪ ڏينهن ڪانگريسي جلسي تان گهر پئي موٽيو جو ڏٺائين تہ سندس گهر جي ڀرسان پاڙي جا ٻار هڪ ڇوڪر کي گهٽيءَ ۾ تنگ ڪري رهيا هئا. ٻارن کي انتي ڏڙڪا ڏيندي ڀڇا ڪيائين تہ اهو ٻار ڪير هو. خبر پيس تہ سيد سلطان اختر نالي اهو ٻار سيد ابو طاهر جي وڏي ڀيڻ جو پوٽو آهي جنهن جا ماءُ ۽ پيءُ ٻئي گذاري ويا آهن. ڪيس ڪٽنبي سنگن جو ڪو گهڻو پتو تہ نہ هو پر جيئن ئي ڪيس انهيءَ

ويجهي سنگ سياپي جو پتو لڳو ته پاڙي جي ڀارن کي چتاءُ ڏنائين ته هاڻ جيڪڏهن ڪنهن به سلطان کي تنگ ڪيو ته هو ڪين سيڪت ڏيندو. اهو چوندي ئي سلطان اختر کي پاڻ سان گڏ گهر وٺي آيو ۽ اعلان ڪيائين ته اڄ کان هن ٻار جي سموري ذميواري سندس هوندي.

ان ريت هو سيد سلطان اختر ظفر ٻنهي بابا جي زندگيءَ ۾ آيو ۽ اسانجو وڏو ادو بڻيو. بابا سڄي حياتي سيد سلطان ظفر سان انتهائي پيار ڪيو ۽ هُن به انجي ڀرپور موٽ ڏني. هو سدائين بابا جي وڏي پٽ جيان رهيو. جيتوڻيڪ هو ڄمار ۾ اسانجي چاچي ابو البر جيڏو هو ۽ اسڪول ۾ پڻ ساڻس گڏ ساڳي ڪلاس ۾ پڙهندو هو پر بابا جو ساڻس هڪ خاص قسم جو سنگ هو جنهن کي سمجهڻ سولو ناهي. هو ڇاونجاهه ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو. بابا ڪيترائي مهينا صدمي ۾ رهيو. جيتوڻيڪ ظاهري طور تي ته ان نقصان کي سهي وِيو هو پر اڪثر سندس ذڪر ڪندي هنجون هاريندو هو. ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ پڇتاءُ جو پڻ اظهار ڪندو هو ته هُن سگريٽ ڇڪڻ تي مٿس سختي نه ڪئي ۽ هو سگريٽ وگهي ئي گذاري ويو.

اڳتي جو داستان ٻڌائڻ کان اڳ واپس انهيءَ دور ۾ ٿو موٽان. ڪٽنب جي بزرگن سوچڻ شروع ڪيو ته ظفر آزادڪي ٺيڪ ڪرڻ جو انڪانسواءِ ڪو ڏڳ ناهي ته سندس شادي ڪرائي ڇڏجي. ميڊيڪل اسڪول مان ته سندس داخلا ختم ٿي وئي هئي پر هُن پٽنا هوميوپيٿڪ ڪاليج مان ڊاڪٽريءَ جي سند حاصل ڪري ورتي هئي جيڪا ڪڏهن به استعمال نه ڪيائين. سندس حياتي لاڳيتو اٿل پٿل جو شڪار هئي، هو مستقل طور تي ڪانگريسي جلسن ۽ جلوسن لاءِ مسافريءَ ۾ ٿي رهيو ۽ ٻاويهن سالن جي ڄمار تائين رسڻ کان اڳيئي هڪ ٻار جي ذميواري ڪنئي هئائين. ڪنهن آزاد منش انسان کي قابو ۾ آڻڻ لاءِ شاديءَ کان بهتر ڪو ٻيو ڏڳ نه هو. ننڍي کنڊ ۾ اڄ به عام

رستي کان هٽي زندگي گذاريندڙن کي سٺو ڪرڻ لاءِ شاديءَ جو
نسخو ئي استعمال ڪيو ويندو آهي.

شاديءَ جو فيصلو پنهنجي جاءِ تي، پر ڪيس ان لاءِ راضي ڪرڻ
سولو نه رهيو هوندو. بابا جڏهن ڏاڏا کي شاديءَ تان ڪٽو جواب ڏئي
ڇڏيو ته ڪٽنب جي ڀين مٽن مائٽن ڪيس سمجهائڻ شروع ڪيو. بابا
هر ڪنهن کي انڪار ڪندو رهيو ۽ آخر ڪار اهو چيائين ته هو ان
ڏس ۾ مولانا ابو الڪلام آزاد سان صلاح ڪندو. بابا پنهنجي هيرو
مولانا آزاد کي ڪٽنب طرفان پوندڙ انهي دٻاءَ بابت هڪ خط لکيو.
مولانا آزاد کيس مشورو ڏنو ته هو ڪٽنبي فيصلن جو احترام ڪندي
شادي ڪري ڇاڪاڻ جو اها به سياست وانگر زندگيءَ جو هڪ جز آهي
۽ زندگي گذارڻ جو فن اهوئي آهي ته انهن سمورن جزن ۾ توازن
آڻجي. بابا جي لاءِ اهو ناممڪن هو ته مولانا آزاد جي مشوري تي عمل
نه ڪري سو ڪٽنبي فيصلي آڏو سيس نمائي ڇڏيائين.

اجان ڪٽنب وارا بابا طرفان رضامنديءَ تي ٻهڪي ئي رهيا هئا
جو هُن شادي جي ڏس ۾ عجيب و غريب شرط پيش ڪري سڀني کي
نه رڳو حيران پر پريشان پڻ ڪري ڇڏيو. سندس شرطن ۾ شامل هو ته
سندس ڪنوار ڳولهڻ لاءِ روائتي طريقن کان پاسو ڪيو ويندو. شاديءَ
۾ ڪو جشن نه ٿيندو، ڪا دعوت نه ٿيندي، ڏاج ۾ ڪا شئي قبول نه
ڪندو، ٻنهي ڪٽنبن وچ ۾ سوڪڙين پاڪڙين جي ڏيتي ليتي نه ٿيندي
۽ شادي واري ڪاج تي ڪو خرچ پکو نه ڪيو ويندو. گڏوگڏ اهو به
اعلان ڪيائين ته ڇاڪاڻ جو هو شادي بزرگن جي فرمائش تي پيو
ڪري سو سندس ڪنوار به هوئي ڳولهين ۽ ٺورو ڪندي ان جي ڳولا
لاءِ چوويهن ڪلاڪن جو وقت به ڏنائين پر گڏوگڏ اهو چتاءُ به ڏنائين
ته جيڪڏهن چوويهن ڪلاڪن ۾ سندس لاءِ ڪنوار نه ڳولهي وئي ته
پوءِ هو شاديءَ واري فيصلي تان هٿ ڪڍي ويندو. انهيءَ ڪانپوءِ هڪ

هيو اهڙو شرط وڌائين جيڪو ڪٽنب جي بزرگن لاءِ شايد ڏماڪي کان گهٽ نه هوندو. سندس چوڻ هو ته سندس ۽ ڪنوار جي گهر ڀاتين کي ان ڳالهه تي پڻ سهمت ٿيڻو پوندو ته شاديءَ جي سموري ڪاچ تي ڏيڍ رپئي کان وڌيڪ خرچ نه ڪيو ويندو.

ان قسم جي شرطن ۽ اعلانن مان واضع ٿو ٿئي ته بابا شاديءَ لاءِ راضي نه هو ۽ سندس مقصد فقط اهو ظاهر ڪرڻ هو ته هن مولانا آزاد جي صلاح تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر گڏوگڏ اهڙي صورتحال پڻ پيدا ڪري ڇڏي هئائين جو شاديءَ جو فيصلو پاڻ مرادو منسوخ ٿي وڃي، جو اهو کهڙي ريت ممڪن هو ته ديسنا جهڙي ننڍڙي ڳوٺڙي ۾ چوويهن ڪلاڪن اندر ڪا ڇوڪري ڳولهجي، سا به ٻاويهن سالن جي اهڙي نوجوان لاءِ، جيڪو برادريءَ ۾ پسند نٿو ڪيو وڃي. جيڪو نه رڳو جيل وڃي چڪو هو پر بدتميزيءَ جي انتها ڪندي رئيسن ۽ شريفن کي غريبن سان گڏ ويهاري افطاري ڪرائڻ جي پڻ ڪوشش ڪري چڪو هو. اسانجي ڳوٺ جا زميندار به اسلام ۽ انساني حقن بابت اڄوڪي سنڌ جي وڏيرن ۽ جاگيردارن کان ڪو گهڻو مختلف نه هئا جيڪي زباني ڊاڙون ته وڏيون هڻندا آهن پر حقيقي زندگيءَ ۾ انهن سمورن اصولن کي ٽڏي ڇڏيندا آهن. اهڙي مٽي جي ڦريل، گستاخ ۽ بي ادب نوجوان لاءِ ڪنوار ڳولهڻ، جنهن اصل ۾ شادي ڪرڻ ئي نٿي چاهي، ڪو سولو ڪم نه هو. اها به حقيقت هئي ته جيڪڏهن ڪو ڪٽنب شاديءَ لاءِ راضي به ٿي وڃي ها پر اهي شرط ڪيئن مڃي ها.

ڪٽنب جا بزرگ ٻن ڳالهين تي سهمت هئا. هڪ اها ته جيڪڏنهن انهيءَ موقعي مان فائدو نه ورتو ويو ۽ شادي نه ڪرائي وئي ته هيءَ آزاد منش همراهه ٻيهر ڪين هٿ ئي نه ايندو. ٻي ڳالهه اها هئي ته جيڪڏهن شادي ٿي وئي ته پوءِ ابو ظفرآزاد انکي مڪمل طور

تي نڀائيندو. وقت ۽ شرطن تحت ڇوڪريءَ جي ڳولا شروع ٿي وئي. ان مهر جي شروعات ۾ ئي پاڙي جو هڪ اهڙو گهر ڦلهوريو ويو جنهن جي هڪ رهواسڻ تيرهن سالن جي ڄمار واري سيده عطيا خاتون هئي.

سيده عطيا خاتون جي ماءُ جو نالو صادقا خاتون هو جنهن جو تعلق پسگردائي واري هڪ ڳوٺ پهاڙيا سان هو جتان پرڻجي هوءَ ديسنا آئي هئي. گهر ۾ عطيه خاتون کانسواءِ سندس ڀينرون نصرت ۽ تسنيم ۽ ڀاءُ سيد مشير احمد پڻ هئا. عطيا يعني اسانجي ماءُ جو والد سيد علي نذير ٽي سال اڳ ٽائيفائيڊ وگهي گذاري ويو هو. سندس ڏاڏو سيد لياقت حسين ديني عالم ۽ حڪيم هو جنهن جي راڄ ڀاڳ ۾ وڏي مڃتا هئي. سيد نذير عليءَ جي مرتئي ڪانپوءِ صادقا خاتون ڇئن يتيم ٻارن سان ڏکيا ڏينهن گهاري رهي هئي. سيد نذير علي سرڪاري ملازم هو ۽ تمام گهڻو روشن خيال ليکيو ويندو هو. سندس چوڻ هو تہ هو پنهنجي ٽنهي نياڻين کي پڙهائيندو ۽ پٽ کي تعليم لاءِ انگليڊ اماڻيندو پر زندگيءَ ساڻس وفا نہ ڪئي. سندس مرتئي ڪانپوءِ مٽ مائٽ پڻ هٿ ڪڍي ويا هئا ۽ حقيقت اها هئي تہ جتي عطيا خاتون جو سنگ سندس والد ڪرايو هو اُهو ڪٽنب پڻ تعلقات ختم ڪري چڪو هو. ڪوبہ معتبر گهراڻو انهيءَ يتيم ڇوڪريءَ سان سنگ ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو. زندگيءَ جي انهن سمورين پيڙا ڀري حقيقتن کان معصوم عطيا خاتون پڻ واقف هئي.

امان جو ننڍپڻ انتهائي پريشانين ۾ گذريو هو. هوءَ ذهن ورهين جي ڄمار ۾ يتيم ٿي وئي هئي ۽ هڪ اهڙي ماءُ سان گڏ ٿي رهي جنهن کي مٽن مائٽن جي مهڻن جو نشانو ٿي بڻجڻو پيو. ڪيس مٽن مائٽن جا بہ طعنا ٿي هڏڻا ٿي پيا. جيڪي سندس تازو ڇاول پيڻ کي منحوس سڏي رهيا هئا. جنهن پيدا ٿيندي ئي پنهنجي پيءُ کي

ڳڙڪائي ڇڏيو هو. ڪيس چوويهه ڪلاڪ اهڙي ماءُ سان ٿي نياڻيءُ پيو جيڪا ڏڪويل هوندي رب سان شڪايتون ڪندي ٿي رهي ته اهو ڪجهه هُن سان ئي ڇو پيو ٿئي. اسانجي ناني پڻ هڪ اهڙي وڏوا جي اڪيلي ڌيءُ هئي جيڪا پنهنجي مڙس جي انتهائي ننڍي ڄمار واري ٻي زال هئي ۽ شاديءَ جي ڪجهه سالن ڪانپوءِ ئي ڌيءُ ڄڻڻ جي ڪجهه عرصو لنگهڻ ڪانپوءِ بيوهه ٿي وئي هئي. سندس ماءُ انتهائي حوصلي سان حالتن جو مقابلو ڪندي پنهنجي ماٽيلي پٽن سان گڏجي پنهنجي مڙس جي زمينن جي حفاظت ڪئي ۽ ڪٽنب ڪي سنڀاليو هو. هوءَ هڪ انتهائي بهادر ۽ قڙت عورت هئي جيڪا شڪائتون ڪرڻ بدران حالتن سان مهاڏو اٽڪائڻ لاءِ تيار هئي. منهنجي نانيءَ کي سندس ماءُ انتهائي ناز نخرن سان سانديو هو. منجهس پنهنجي ماءُ جهڙي همت نه هئي. منهنجي پڙ ناني اڪثر اناج ۽ ٻيو سامان ڪٽي جبل ڪان اچي ديسنا ۾ پنهنجي ڌيءُ وٽ رهندي هئي. امان جو پنهنجي نانيءَ سان هڪ خاص قسم جو لڳاءُ هو. ايئن ٿو لڳي ته حالتن جي ڪنورتا، ماءُ جو ڏڪويل هئڻ ۽ نانيءَ جي بهادر شخصيت جي اثرن امان کي وقت کان اڳي ڏاهو ڪري ڇڏيو هو. منجهس حالتن کي سمجهڻ جي صلاحيت پئدا ٿي وئي هئي ۽ هوءَ پنهنجي ماءُ بدران نانيءَ جي پوئواري ڪرڻ جي تياري ڪري رهي هئي. سندس پنهنجي نانيءَ سان اهو تعلق ڪجهه اهڙو رهيو هو جو ڪيترائي ڏهاڪا گذرڻ ڪانپوءِ پوڙهائپ ۾ سندس ماءُ ۽ ناني ٻئي ساٿس گڏ رهيون ۽ سندس ئي گهر ۾ گذاري ويون.

ديسنا هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو جتي اهو ممڪن ئي نه هو ته بابا جي رکيل شرطن ڪانپوءِ ڪو سندس سنگ قبولي ها ڇاڪاڻ جو شادي مراديءَ جو موقعو ئي ان لاءِ هوندو آهي جو ماڻهو خوشيون ڪن. روائتن پٽاندڙ مختلف رسمون ٿين ۽ پنهنجي شان ۽ شوڪت جو

مظاهرو ڪجي. امان جي ڪٽنب جي مالي حالت اهڙي نہ هئي جو ڪنهن قسم جي شان ۽ شوڪت جو نماءُ ٿئي. بابا جي ڪٽنب جي بزرگن کي ان ڳالهہ جو اندازو هو تہ اهوئي هڪ اهڙو گهراڻو آهي جتي بابا جو سنگ پنهجي غربت سبب شرطن سوڌو قبوليو ويندو ۽ ٿيو بہ ائين ئي جو بابا جي سمورن شرطن سوڌو سنگ قبوليو ويو. بابا پڻ پنهنجو وعدو نڀايو ۽ شاديءَ لاءِ تيار ٿي ويو. 1943ع ۾ هڪ سانجهيءَ ڏاري بابا جي ڄڃ سيده عطيا خاتون جي گهر پهتي ۽ بنا ڪنهن دعوت ۽ طعام جي، پرڻائي ڪيس بابا جي گهر آندو ويو. نڪاح ڪانپوءِ مهمانن جي مزماني ڪارڪن سان ڪئي وئي.

ظفر آزاد جي شادي ٿي وئي پر سندس زندگيءَ جا معمول انهيءَ سان ذرو بہ تبديل نہ ٿيا، سندس زندگي اڳي وانگر ئي رهي شادي جي ٻئي ڏينهن ئي ڪانگريسي اڳواڻن سان ملڻ واسطي بمبئي روانو ٿي ويو. بس فرق رڳو ايترو هو جو هن پيري ساڻس گڏ عطيا خاتون پڻ هئي جيڪا هاڻ عطيہ ظفر ٿي چڪي هئي. امان جي زندگيءَ ۾ اهو انقلاب رات وچ ۾ آيو هو. هو انتهائي ننڍڙي ڄمار ۾ ئي پرڻجي هڪ ننڍڙي ڳوٺ مان نڪري بمبئي جهڙي وڏي شهر پهچي وئي جتي سندس مڙس ڪانگريس جي تڏهوڪن اهم اڳواڻن گانڌي، ابو الڪلام آزاد ۽ نهرو سان لهہ وچڙ ۾ هو. اهڙين حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪيس پڪ سان هڪ خاص قسم جي همت ۽ حوصلي جي ضرورت پئي هوندي. امان نہ رڳو انهيءَ للڪار جو مقابلو ڪيو پر ايندڙ زندگيءَ ۾ پڻ ان قسم جي انيڪ للڪارن کي سدائين حوصلي سان منهن ڏيندي رهي. بابا جنهن انداز ۾ پنهنجي وهان جي مزاحمت ڪئي هئي ۽ انجي راهہ ڪوٺي ڪئي هئائين، سو انجي لازمي نتيجي طور امان جهڙي ڪا غريب ڇوڪري ئي سندس زندگيءَ ۾ اچڻي هئي. شايد اهو سندس زندگيءَ جو بهترين واقعو هو. هڪ آزاد منش

انسان کي هڪ اهڙي زال ملي هئي جنهن سندس هر فيصلو مڃيو ٿي. سندس بيچين زندگيءَ ۾ اما ن جي ڪري هڪ قسم جو سڪون اچي ويو هو. شاديءَ مهل بابا جي زندگيءَ جي پهرين ترجيح سياست هئي ۽ سياست ۾ هو ڪانگريس سان هو جيڪا هندستان جي آزاديءَ واري جدوجهد ۾ رڌل هئي جڏهن ته مسلم ليگ هندستان جو ورهاڱو ٿي چاهيو، جنهن جو هو مخالف هو.

## سياسي زندگيءَ جي پڄاڻي

ان دور جي اڻ ورهايل هندستان ۾ ڪنهن به مسلمان جي ڪانگريس لاءِ حمائت غير معمولي ڳالهه هئي. تمام ٿورڙا مسلمان ئي ڪانگريس جا باضابطا ميمبر هئا. اهو ئي سبب هو جو بابا مولانا ابو الڪلام آزاد جي انتهائي ويجهو ٿي ويو هو. مولانا آزاد هڪ ناميارو صحافي هو. برطانوي حڪومت خلاف لکيل سندس مضمون سخت ۽ حقيقتن سان ڀرپور هوندا هئا جنهن ڪري حڪومت ڪيس ڪلڪتي ڏانهن نيڪالي ڏئي ڇڏي هئي. ان هوندي به هُن ڪنهن ڊپ ڊاءَ کانسواءِ انگريز مخالف مضمونن ۽ جدوجهد جو سلسلو جاري رکيو. هو مسلم ليگ ۽ انهن مسلمانن خلاف پڻ لکي رهيو هو جيڪي هندستان جو ورهاڱو ڪري پاڪستان ناهڻ جا حمائتي هئا. سندس انهيءَ مهم ڪيترن ئي مسلمانن کي مڃرائي ڇڏيو هو. انڪري ڪانگريس ۾ شامل مسلمانن کي ليگي مسلمانن جي شديد مخالفت جو منهن ڏسڻو ٿي پيو. بابا پڻ اڪثر پنهنجي سياسي سوچ ڌارا ۽ ڪانگريس سان وابستگيءَ سبب تنقيد ۽ اڻنگي ورتاءَ جو نشانو ٿي بڻيو.

هڪ ڏينهن ديسنا اسٽوڊنٽس فيڊريشن شهر ۾ هڪ جلسو

ڪوٺايو جنهن ۾ بهار شريف ڪان خاص طور تي دعوت ڏئي مهدي وڪيل کي خاص مهمان طور گهرايو ويو هو. پنهنجي تقرير دوران موقعي جو فائدو وٺندي هُن پنهنجي سياسي پارٽي مسلم ليگ جي ساراهه شروع ڪري ڏني. اُن زماني جي سياسي صورتحال جو شايد اهو تقاضو هو ته مسلمانن جي ڳوٺ ۾ مسلم ليگ بابت پڻ ٿوري گهڻي ڳالهه ٻولهه ڪئي وڃي پر بابا کي سندس تقرير پسند نه آئي ۽ اٿي بيهي چيائينس ته هو مهرباني ڪري جلسي جي ايجنڊا مطابق ڳالهائي نه ڪي مسلم ليگ جي حق ۾ تقرير ڪري. هڪ اهڙي جلسي ۾ جنهن ۾ مسلم ليگين جي واضح اڪثريت هئي سندس تنقيد ڪي ڪنهن به برداشت نه ڪيو ۽ کيس ڌڪا ڏئي پنڊال کان ٻاهر ڪڍيو ۽ چيو ويو ته ظفر آزاد کي موت جي سزا ڏني وڃي ڇاڪاڻ جو تن ڏينهن ۾ اها ڳالهه عام هئي ته مسلم ليگ تي تنقيد جو مطلب اسلام تي تنقيد آهي ۽ بابا معافي نه ملڻ جهڙو ڏوهه ڪيو هو.

بابا جي لاءِ ان قسم جا واقعا معمول جي ڳالهه هئا. هو ڪانگريس جو حمائتي ۽ سرگرم ڪارڪن هو. هڪ ڀيري سندس متعلق افواهه پکيڙيو ويو ته هو گانڌيءَ جي هٿ تي هندو ٿي ويو آهي. جهڙي قسم جو سندس رويو هوندو هو، انجي بنياد تي ڪٽنب جي ڪجهه ڀاتين يقين به ڪري ورتو ته هو پڪ سان هندو ٿي ويو آهي پر ڪنهن به همت نه ساري جو بابا کان سندس مذهب بابت ڪو سوال ڪري. ڦڦي خورشيد فاطما جيڪا اڄڪلهه لانگ آءِ لينڊ نيويارڪ ۾ ٿي رهي، ٻڌايو ته سندس ذهن ۾ هڪ ڳالهه آئي ته هاڻ جڏهن ادو گهر ايندو ته هوءَ سندس اڳيان گوشت جو ٻوڙ رکندي ۽ جيڪڏهن گوشت نه کاڌائين ته پوءِ پڪ سمجهبو ته هن اسلام ڇڏي هندومت قبوليو آهي ڪٽنب جي ڀاتين کي اوڏي مهل اطمينان ٿيو جڏهن کين خبر پئي ته پنهنجي سياسي دوري تان واپسيءَ تي هُن نه رڳو خورشيد ڦڦيءَ جو

تيار ڪريل گوشت جو ھوڙ ڪاڏو پر ڏجي، جي گوشت مان لهيل بهاري ڪباب پڻ ڪاٽي ورتائين ۽ هو اجان تائين مسلمان آهي تن ڏينهن جي هندستان ۾ جنهن نوعيت جي مذهبي سياست جي شروعات ٿي افسوس جو انجو پاڇولو اجان تائين پاڪستان جي سياست تي واسيل آهي.

اوستائين هندستان ۽ باقي دنيا ۾ ڪيترين ئي تبديلين جي شروعات ٿي چڪي هئي. مئي 1945ع ۾ جرمن فوجن هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ ٻين مهاڀاري لڙائي جي پڄاڻي ٽيڻ واري هئي جيتوڻيڪ جاپاني فوجون اجان لڙائي ۾ رڌل هيون. جاپانين ٽي مهينا پوء اوڏي مهل هٿيار ڦٽا ڪيا جڏهن امريڪي جنگي جهازن انساني تاريخ جي ڀيانڪ ايجاد يعني ايٽم بم ڪيرائي ٻن جاپاني شهرن هيرو شيما ۽ ناگا ساڪيءَ کي مليا ميٽ ڪري ڇڏيو. هزارين شهري عورتون، مرد ۽ ٻار اجل جو شڪار بڻيا، لکين اپاهج ٿي ويا جڏهن ته عمارتون ۽ ٻيون ملڪيتون مڪمل طور تي تباهه ٿي ويون. جاپانين کي جنگبنديءَ جو اعلان ڪرڻو پيو ۽ ان ريت ٻين مهاڀاري لڙائي جي باضابطا پڄاڻي ٿي. جنگ جي پڄاڻيءَ وارن ڏينهن ۾ ڏاڏا جي ڪٽنب ۾ ان ڳالهه تي سرهائي هئي ته ظفر آزاد پيءُ بڻجي ويو آهي. ان موقعي تي ڪجهه بزرگن ٻار جو نالو مغل بادشاهه همايون پويان رکڻ جي صلاح ڏني پر بابا سندن صلاح جو ڇتر اڏائيندي چيو هو ته همايون ڪانئر ۽ ڀڳوڙو بادشاهه هو جيڪو ڀڄي وڃي ايران ڪان نڪتو هو. هندستان جو حاڪم ٽيڻ ۾ سندس صلاحيت ڪان وڌيڪ ڀاڳ جو زور هو. هُن پنهنجي پٽ جو نالو ٽيپو سلطان رکيو جيڪو انگريزن سان وڙهندي مارجي ويو هو. ان دور جي سياسي ۽ سماجي حالتن جو ان ڳالهه مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ڪيترن ئي مٽن مائٽن ٽيپو سلطان جي ڇٺيءَ واري ڪاڄ ۾ شرڪت ڪان معذرت ڪئي، ايستائين جو ڪن ته

ٻار جو نالو ئي بدلائڻ جو مشورو ڏنو. بابا ڪنهن جي به پرواهه نه ڪئي ۽ پنهنجي پٽ جو نالو ٽيپو سلطان ئي رکيائين. ادو ٽيپو هندستان جي آزاديءَ کان اڳ ڄائو هو ۽ تنهن وقت ڪنهن کي گمان به نه هو ته سگهوئي هندستان آزاد ٿيڻ وارو آهي ۽ ان آزاديءَ جي نتيجي ۾ رتو ڇاڻ ٿيندي. 1946ع ۾ بابا بهار مسلم ليگ جي سربراهه جعفر امام کان چونڊن ۾ هارائي ويو پر هو پٽنا ميونسپلٽيءَ جي چونڊن ۾ کٽي ويو، جنهن ڪانپوءِ کيس پٽنا سٽي ميونسپلٽيءَ جو نائب ميئر چونڊيو ويو. پٽنا ميونسپلٽيءَ جو ميمبر ٿيڻ ڪانپوءِ بابا کي احساس ٿيو ته سياست ۾ ڪيتري بدعنواني ۽ ڪرپشن آهي. اهي ٻئي صنعتون سياست ۽ حڪومت جو لازمي جُز ٿينديون آهن جن کان هو مڪمل طور تي اڻڄاڻ هو. کيس ڪافي مايوسي ٿي هئي. ساڳين ڏينهن ۾ سندس دوست ۽ سياسي ساٿي پروفيسر عبدالباريءَ جو قتل ٿي ويو. عبدالباري به ڪانگريس جو سرگرم ميمبر هو ۽ پنهنجي ديانتداري ۽ گانڌيءَ جي ويجهو هئڻ سبب عام ماڻهن ۾ "باري جي" سڏبو هو. هو ڪانگريس جو سنجيدو ۽ انتهائي مخلص ڪارڪن هو جنهن مقامي معاملن کي ايمانداري ۽ شفاف انداز ۾ رکڻ لاءِ ٿي پتوڙيو. گانڌيءَ جي پٽنا ۾ اچڻ تي هو صبح سويري ميونسپلٽيءَ جي معاملن ۽ اُتي ٿيندڙ بدعنوانين بابت حقيقتن تي ٻڌل کي دستاويزي ثبوت کڻي گانڌيءَ جيءَ وٽ وڃي رهيو هو. اوير پٽنا وٽ، جيڪو پٽنا صاحب جي نالي سان مشهور آهي، ڪجهه ماڻهن سندس گاڏي روڪي گوليون هڻي کيس ماري وڌو. حملو ڪندڙ ڪو نشان ڇڏڻ ڪانسواءِ ڀڄي نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. سندس قاتل گرفتار ٿي نه سگهيا. بس رڳو ايترو ٿيو جو هندستان جي آزاديءَ ڪانپوءِ پٽنا شهر جو هڪ وڏو رستو ڪانگريس حڪومت باري جيءَ جي نالي سان منسوب ڪيو. بابا جي ڪاغذن ۾ پروفيسر باريءَ جي بيواهه جا ڪجهه خط موجود آهن

جن مان پتو ٿو لڳي ته اهو ڪٽنب اڳتي هلي ڪيترين ئي ڏکيائين جو شڪار رهيو ۽ بابا ساڻن تعلق ڪڏهن به نه ٽوڙيو هو.

بابا اڄان باري جيءَ جي صدمي جو شڪار هو جو بهار پنهنجو هزارين سال پراڻو مذهبي رواداريءَ وارو اصول وساري ڇڏيو ۽ بهار ۾ هندو، مسلمان فساد شروع ٿي ويا. فسادن جي شروعات ڪلڪتي کان ٿي، جنهن ڪانپوءِ اهو سلسلو نواکلي، بهار، يوپي، پنجاب ۽ ڏهوڪي اتر اولهه سرحدي صوبي (هاڻوڪي خيبر پختونخواه) تائين پکڙجي ويو. نواکليءَ ۾ مسلمانن هندن جي قتلام ۾ وسان نه گهٽايو جنهن جا خوفناڪ داستان هندستان جي هر علائقي تائين پهچي ويا يا پهچايا ويا. بهار ۾ به انهن جي رد عمل ۾ مسلمانن خلاف شديد فساد ٿيا. انيڪ مسلمان اجل جو نشانو بڻيا. انهن ڏينهن ۾ اين اسٽيفن ۽ سرجن داس جهڙن ليکڪن مئلن جو تمام وڏو ڳاڻيٽو ٻڌايو. برطانوي دارالعلوم ۾ پيش ڪيل رپورٽ موجب 5000 مسلمان مارجي ويا، جڏهن ته اسٽيمين اخبار اهو انگ ساڍن ستن هزارن کان ڏهه هزار ٻڌايو. ڪانگريس جو مڃڻ هو ته ٻه هزار مسلمانن جون زندگيون ڇٽ ٿيون جڏهن ته مسلم ليگ جي دعويٰ هئي ته ٽيهه هزار مسلمانن کي شهيد ڪيو ويو. سرڪاري انگن اکرن موجب 445 مسلمان مارجي ويا.

سڄي هندستان ۾ حالتون خراب هيون ۽ هر هنڌ بدامنيءَ جو راڄ هو، حڪومت پنهنجي شهرين جي حفاظت ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي نظر آئي. ايئن ٿي لڳو ته ڄڻ گڏيل هندستان جو سپنو پورا پورا ٿي چڪو آهي. شايد انهيءَ سپني کي ساڀيان کان روڪڻ لاءِ ئي 1946ع ۾ 30 آڪٽوبر کان 7 نومبر تائين هندو مسلمان فساد ڪرايا ويا.

انهن حالتن ۾ بابا ڊپٽي ميئر جي حيثيت ۾ وڌ کان وڌ انساني جانيون بچائڻ جي ڪوشش ڪئي. هُن هين سائين سان گڏجي متاثر ٽيلن لاءِ ڪئمپ هنيا پر مٿس اها حقيقت پڻ واضع ٿيڻ لڳي ته متاثر

ٽيلن جو وڏيڪ تعداد مسلمانن جو آهي. انهيءَ حقيقت سندس من ۾ واسو ڪيل اصولن تي سوال ئي اٿاريا. هندستان جي ورهاڱي جي ڪجهه مهينن ڪانپوءِ بابا اوچتوفيصلو ڪيو تہ هو بدعنواني ۽ ڏڪار جي سياست سان گڏ نٿو هلي سگهي ۽ فيصلو ڪيائين تہ ڪيس پاڪستان لاءِ وڃڻ گهرجي. سندس ويجهي دوست جگ جيون رام انتهائي ڪوشش ڪئي تہ هو پنهنجو فيصلو بدلائي، پٽنا ميونسپلٽيءَ ۾ ڪم ڪندو رهي، سياست کان پاسيرو نہ ٿئي ۽ پاڪستان نہ وڃي پر بابا جو طريقو اهو پئي رهندو آيو تہ پنهنجي ڪيل فيصلي کان هٽڻو ناهي. اهو حالتن ۽ تقدير جو هڪ عجيب مذاق آهي تہ مهنجي ڏاڏي جيڪو ڪٽر مسلم ليگي هو، فيصلو ڪيو تہ هو هندستان ۾ ئي رهندو جڏهن تہ ڪانگريس جي ميمبرمنهنجي والد پاڪستان اچڻ کي ترجيح ڏني.

## 3_ ڪوماٽيل باک

لياريءَ ۾ آتما رام پريتم داس روڊ جي اوسي پاسي هندستان کان ايندڙ مسلمانن جون وسنديون قائم ٿي رهيون هيون. جنهن بي ڍنگي ۽ غير منظم طريقي سان ڪراچي ۾ وسعت آئي آهي ۽ نيون نيون وسنديون ٺهي ويون آهن ۽ شهر پکڙجندو ويو آهي نتيجي طور لياري شهر جو هڪ خطرناڪ علائقو بڻجي ويو آهي. 1947 ۾ لياريءَ جو اهو علائقو شهر جي مرڪز سان ڳنڍيل هو. بابا هندستان مان اچي لياريءَ ۾ ئي ٽانيڪو ٿيو هو ۽ ان علائقي ۾ هڪ اسڪول کولي پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي هئائين. سياست ڇڏڻ کانپوءِ تعليم سندس زندگيءَ جو مرڪزي نڪتو بڻجي وئي. پاڪستان اچڻ کانپوءِ هُن هڪ بنيادي فيصلو اهو ڪيو هو ته هاڻ سياست ۾ ڪڏهن به حصو نه وٺندو. سياست جي لاهين چاڙهين جو ڪيس تجربو ٿي چڪو هو. ڪانگريس جي ميمبر ۽ پٽنا ميونسپليٽي جي ڊپٽي ميئر طور هن اهو ڏسي ۽ سمجهي ورتو هو ته سياست ۾ مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ اڪثر مصلحت ۽ چاپلوسي ڪرڻي ٿي پوي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڏوهاري سرگرمين ۾ پڻ حصو ٿو وٺڻو پوي، جيڪو سندس سڀاءَ جي خلاف هو.

هُن بهار جي فرقيوارانه ۽ مذهبي فسادن مان پڻ سبق پرايو هو ۽ هاڻ سياسي سپنا ڏسڻ ڇڏي ڏنو هئائين. پر هو اهڙو ماڻهو نه هو جيڪو پنهنجي مايوسين تي هنجون هاري زندگي گذاري. هو هڪ حقيقت پسند انسان هو ۽ ڪيس اندازو هو ته نئون قائم ٿيل پاڪستان اهو ڪجهه حاصل نه ڪري سگهندو جنهن جو وعدو ڪيو ويو آهي. ڪيس اها اُميد ضرور هئي ته پاڪستان ۾ حياتيون محفوظ رهنديون.

هو عملي انسان هو انڪري ڪيس سگهوئي احساس ٿي ويو ته پاڪستان جي آزاديءَ جي ڪوماٽيل باڪ ۾ ڪيس زندگي نئين طريقي سان گذارڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوندي. سندس ڏاڏي مير بشارت، مير پوجا جي ڪٽنب جي تباهيءَ ڪانپوءِ پنهنجي دنيا پاڻ ٺاهي هئي. سندس پنهنجي والد ابو طاهر ڪٽنب جي ياتين هٿان عذاب سهڻ ڪانپوءِ پنهنجي زندگيءَ جي راهن کي نئين سر ڦلهوڙيو هو. بابا زندگيءَ جي شروعاتي سفر ۾ معاشي سرگرمين جو مزو چکيو هو ۽ هڪ ذميوار شخص جي آزاداڻي زندگي گذاري هئائين. انڪري ڪيس پاڪستان ۾ زندگيءَ جو نئون سفر نئين سري سان شروع ڪرڻ ۾ ڪا خاص هٻڪ نه ٿي هئي. هُن اڳتي ڏانهن ڏسڻ تي چاهيو، سندس نظر اوچائي ڏانهن هئي. تعليم سندس زندگيءَ جو مقصد بڻجي وئي هئي پر اُن وقت ڪيس انجو ادراڪ نه هو ته تعليم جي ڏس ۾ هو ڪا اڻٿيٽي ڪندو. سياست ته هُن ڇڏي ڏني هئي پر سياسي حالتن ۽ واقعن کان پنهنجو پاڻکي باخبر ٿي رکيائين انجا به واضع مثال ملن ٿا. هڪ اهو ته پاڪستان جي شروعاتي ڏينهن ۾ ئي هن اندازو لڳائي ورتو هو ته مٿس چوڪسي رکي پئي وڃي. شايد سندس پاڪستان اچڻ جي تورڙن ڏينهن ۾ ئي ڪنهن ڳجهن ادارن وارن کي اها خبر رسائي ڇڏي هئي ته ظفر آزاد هنستان ۾ ڪانگريس جو ميمبر ۽ پاڪستان جو مخالف هو ۽ هاڻ پاڪستان ۾ هندستان جي جاسوسي ڪري رهيو آهي. بابا جي ڇهين حس جيئن ئي ڪيس انجو احساس ڏياريو، هُن پنهنجي عمل ۽ سرگرمين ذريعي جاسوسي ڪندڙن کي نه رڳو پنهنجو دوست بڻائي ورتو پر ڪين ان ڳالهه تي قائل پڻ ڪري ورتو هو ته هاڻ سياست ۽ سياسي سرگرمين سان سندس ڪنهن به قسم جو تعلق ناهي ۽ هو پنهنجي ماضيءَ وارا نظريا دفن ڪري چڪو آهي.

بي ڳالهه اها آهي ته پاڪستان اچڻ کان ڪجهه عرصو اڳ پيدا ٿيندڙ پنهنجي ٻئي پُٽ جو نالو هُن سراج الدوله رکيو هو. بنگال جي هن نواب پڻ ٽيپو سلطان وانگر انگريزن جي حاڪميت مڃڻ کان انڪار ڪيو هو. ٽيپو سلطان ميسور ۾ لارڊ ولزلي سان جنگ ڪئي هئي جڏهن ته سراج الدوله بنگال ۾ رابرٽ ڪلائيو سان 1757 ۾ پلاسيءَ واري جنگ ۾ وطن ۽ آزاديءَ لاءِ پنهنجي زندگي ارپي هئي. سئو سالن ڪانپوءِ تاريخ پنهنجو پاڻ کي ان ريت ورجايو هو جو 1857 ۾ بهار جي مير يوجا انگريز حڪومت خلاف بغاوت جو جهنڊو ڪنيو هو.

پاڪستان اچي لياريءَ جي علائقي چاڪيواڙي ۾ پنهنجي جُهگهي ٺاهڻ ڪانپوءِ هُن جهڙي ريت زندگي جي شروعات ڪئي هئي، تنهن جي شروعات ۾ ئي شايد هُن فيصلو ڪيو هو ته هو ڪنهن جي به نوڪري نه ڪندو. هيل تائين زندگيءَ ۾ هُن جيترا به ڪم ڪيا هئا تن سمورن ۾ هو مڪمل طور تي خودمختيار رهيو هو. سڀ کان پهرين هُن بولٽن مارڪيٽ واري پوسٽ آفيس جي سامهون فٽ پاٿ تي ٽڏو وڇائي پنهنجي ڪم جي شروعات ٻين لاءِ خط لکڻ سان ڪئي. سنڌس اردو صورتخطي انتهائي سهڻي هئي جڏهن ته انگريزي پڻ ساراهه جوڳي هئس. گڏوگڏ هو هندستان مان هڪ ٽائيپ رائيٽر پڻ پاڻ سان کڻي آيو هو.

رستي جي ڪناري تي پنهنجي نندي جاءِ تان هو عام ماڻهن واسطي اردو ۽ انگريزيءَ ۾ خط يا نوڪريءَ جون درخواستون لکندو هو. ڪيترائي ماڻهو ڪائنس هندستان ۾ ڇڏي آيل جائيداد جي ڪليم جون درخواستون پڻ لکرائيندا هئا. خط يا درخواست لکرائڻ يا ٽائيپ ڪرائڻ جي في به پئسا ۽ چار پئسا هوندي هئي. عام طور تي جڏهن شام جو پنهنجو فٽ پاٿي دڪان بند ڪندو هو ته وٽس هڪ کان به رپيا

هوندا هئا اهو ڪو مهانگائي وارو دور نه هو ۽ هڪ آنو پئسي ۾ به شيءِ ملي سگهندي هئي، ان هوندي به هڪ يا ٻه رپيا ڪا وڏي رقم نه هئا. گهر ۾ بابا ڀاڻا، امان، پاڻ ٽيئي ۽ سراج ڪانسواءِ هندستان مان آيل مهمان هوندا هئا. بابا جي اها عادت نه هئي جو ڪنهن کي پاڻ سان گڏ رهائڻ کان انڪار ڪري. جيڪو به مصيبت جو ور چڙهي آيو ٿي تنهن لاءِ بابا جي جهڳي جو سهارو حاضر هو.

بابا جي مدد لاءِ امان به سئي سبي جو ڪم شروع ڪري ڏنو. امان جي عمر فقط ارڙهن سال هئي. بابا سان رهندي کيس پنج سال ٿي چڪا هئا ۽ کيس بابا جي سماجي حيثيت ۽ عادتن جو پلي پت اندازو ٿي چڪو هو. هو ڪيڏي مهل به مهمانن سان اچي پئي سگهيو. وهان مهل هوءَ تيرهن سالن جي مس هئي ۽ کيس ڪٽنبي معاملا هلائڻ جو ڪو خاص تجربو نه هو. هوءَ اڪثر پنهنجي سس ڪنيز فاطما جو انتهائي پنهنجائپ سان ذڪر ڪندي هئي جنهن کيس سبيو سلائي، پرت، ڪر وشيا، سوئيٽر اُڻڻ ۽ ڪپڙن جي ڪٽنگ وغيره سيکاري هئي. امان مردائي قميص شلوار، پينٽ ۽ زناني شلوار قميص پاڻ سبندي هئي. هوءَ سدائين پنهنجي سس جي ٿورائتي رهي جنهن کيس اهي هنر سيکاريا. انهن هنرن امان کي ان لائق ڪيو جو هوءَ گهريلو خرچ پکي ۾ بابا جو هٿ ونڊائي سگهي. هو ٻئي ايتري سادگيءَ سان رهندا هئا جو انڪان وڌيڪ سادگي ممڪن ٿي نه هئي. بابا سدائين اچي سوٽي ڪپڙي جي پاجامي ۽ ٿلهي ڪپڙي جي قميص پهريل هوندو هو. قميص ۾ ٻه ڏڪ وارا کيسا هوندا هئا، سندس پيرن ۾ سدائين باٽا جي صاف سٿري هوائي چپل يا اڳيان کان بند پشاوري طرز جي چپل هوندي هئي. هو پنهنجي چپل پاڻ صاف ڪندو هو. جڏهن ته پالش به پاڻ ئي ڪندو هو. امان سدائين صاف سٿري اچي ساڙي پهريندي هئي. مون اڄ تائين کيس ڪو زيور،

منڊي يا سون جون چوڙيون پاتل نہ ڏٺو آهي. هوءَ ڪڏهن ڪڏهن هٿن ۽ پيرن کي مهندي ضروري لڳائيندي هئي. سندس رهڻ جوا هو انداز اُن وقت بہ نہ بدليو جڏهن هوءَ ايترو ڪمائي وٺندي هئي جو پنهنجو پاڻکي سون ۾ توري پئي سگهي.

بابا زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ چانهن يا ڪافي نہ پيتي، هو سگريٽ جو شديد مخالف هو، سندس خيال هو تہ اهي سموريون شيون برطانوي دور جون علامتون آهن. ان ڏس ۾ هو پنهنجي هيرو ابو الڪلام آزاد کان بہ بہ رتيون اڳتي هو جيڪو دار جلنگ چانهن جو وڏو شوقين هو. بابا جو چوڻ هو تہ هو ابو الڪلام آزاد طرفان پيش ٿيندڙ چانهہ کان ئي منع ڪري چڪو آهي سو انڪانپوءِ هو چانهہ جهڙي ڪا شيءِ ڪيئن ٿو واپرائي سگهي.

هُن پنهنجي ميز جي مٿان، پنهنجي ڪارڊ جي پويان ۽ پنهنجي رائيٽنگ پيڊ تي هيءُ قول لکرائي ڇڏيو هو تہ ”جيڪڏهن زندگيءَ ۾ خوشيون ۽ سولائيون چاهيو ٿا تہ پنهنجي ضرورتن کي گهٽ کان گهٽ رکو ۽ خواهشن جا غلام نہ بڻجو“. سندس زندگي انهيءَ قول جو عملي اظهار هئي. سادي زندگي، سادو کاڌو ۽ سادگيءَ سان رهڻ سندس ۽ امان جي زندگيءَ جا بنيادي اصول هئا. انهن اصولن تي سندن ويساهہ ئي هو جو هو چڱن ۽ خراب هر قسم جي حالتن ۾ خوش ۽ مطمئن رهيا.

## اسڪول جي شروعات

هندستان کان مهاجرن جو اچڻ جاري هو، منجهائن ڪراچي پهچندڙن مان ڪي چاڪيواڙي ۽ انجي اوسي پاسي نيون وسنديون قائم ڪري رهيا هئا. تن ڏينهن ۾ چاڪيواڙي کان ٿورڙو اڳيرو بهار ڪالونيءَ جو بنياد رکيو ويو جتي اڄ ڪنڪريٽ جو جهنگ ٿو نظر

اچي بهار ڪالونيءَ ۾ ديسنا ڳوٺ سان تعلق رکندڙن هفيتوار ڳڏجاڻين جو سلسلو شروع ڪيو هو ته جيئن نئين ملڪ ۾ هڪٻئي جي مسئلن کان واقف ٿجي ۽ انهن جو ڪو تدارڪ ڪجي. بابا انهن ڳڏجاڻين ۾ پابنديءَ سان شرڪت ڪندو هو ته جيئن دوستن ۽ ايندڙ مٽن مائٽن سان ملاقات ٿيندي رهي. (ديسنا ڳڏجاڻي هاڻ به ٿيندي آهي پر هفيتوار بدران مهيني ٻن جي وٿيءَ ڪانپوءِ). انهن ڳڏجاڻين دوران ئي بابا محسوس ڪيو ته هندستان کان ايندڙن جي ٻارن لاءِ هڪ وڏو مسئلو تعليم جو آهي ڇاڪاڻ جو ڪراچيءَ ۾ اڳي کان قائم اسڪول، وڏي تعداد ۾ ايندڙ مهاجر ٻارن لاءِ ناڪافي هئا. ڪنهن کي ان ڳالهه جو اندازو يا فڪر ئي نه هو ته آبادي وڌڻ سان اسڪولن جو تعداد گهٽ ٿيندو.

بابا آتمارام پريتم داس روڊ تي هندن جي ڇڏيل ملڪيت حڪومت کان حاصل ڪئي، اصل ۾ اهو هڪ ننڍڙو مندر هو جنهن سان لڳو لڳ لاشن جي ڪريا ڪرم ڪرڻ جا انتظام هئا. مندر ۽ مڙدن سان لاڳاپيل اها جاءِ حاصل ٿيڻ کان هڪدم پوءِ بابا پنهنجي ڪٽنب ۽ ڀين واسطيدارن سان گڏ اُتي ٽانيڪو ٽي ويو. اصل ۾ هو اُتي اسڪول کولڻ جو اڳيئي فيصلو ڪري چڪو هو. ان دوران سندس ملاقات بهار ڪان آيل هڪ نوجوان سيد حسين عالم سان ٿي جيڪو سائنس گڏ اسڪول ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. سندن ساٿ ڊگهي عرصي تائين برقرار رهيو. سيد حسين عالم بابا جي اسسٽنٽ طور ڪم ڪندو رهيو ۽ شروعاتي ڏينهن ۾ اسڪول ٺاهڻ ۽ هلائڻ ۾ سندس محنت ۽ ڪوششن جووڏو هٿ هو.

اسڪول کلندي ئي ٻارن جي داخلا شروع ٿي وئي. عمارت ۾موجود ڪمرن کي ڪلاس رومن طور استعمال ڪيو ويو. هونئن ته اسڪول جي في ٻه يا ٽي رپيا مهينو مقرر ڪئي وئي هئي پر مختلف

ٻار مختلف فيون ڏيندا هئا. آهستي آهستي اهڙو نظام ناهيو ويو جو ضرورتمند ٻارن کي ڪتاب ۽ ڪاپيون پڻ ڏنيون ٿي ويون. اسڪول ۾ پڙهائيندڙ تربيت پرايل اُستادن جي شديد کوٽ هئي ۽ جيڪو به پڙهيل ڳڙهيل شخص پڙهائڻ ۾ دلچسپي ڏيکاريندو هو تنهن کي ان ڪم لاءِ رکيو ٿي ويو. شروعاتي اُستادن ۾ خدابخش، قمر عالم، شبير حسين، عطا الرحمان بلبن ،مصباح الحق، احمد پال ۽ مختار عالم شامل هئا. اسڪول جي شروعاتي ڏينهن کان وٺي فياض احمد بابا جو پرپور ساٿ ڏنو، سندس تعلق الہ آباد سان هو، سندس ڇهہ آڱريون هيون تنهنڪري عام طور تي ڪيس فيض ڇنگو سڏيو ويندو هو. هو پڙهيل ڳڙهيل نہ هو پر بابا سان گهڻين ڳالهين تي سهمت هو. اسڪول جي ننڍين وڏن مامرن ۾ هو سدائين بابا سان گڏ هوندو هو، فياض جوانيءَ ۾ ئي گذاري ويو پر مرڻ گهڙي تائين اسڪول سان سندس تعلق قائم هو. اُن زماني ۾ وڏو ادو سلطان ظفر ان لائق ٿي ويو هو جو اسڪول ۾ پڙهائي سگهي ۽ شروعاتي سالن ۾ هو به ٻارن کي پڙهائيندو رهيو. شروعات ۾ اهو ڪو باضابطا اسڪول نہ هو ڇاڪاڻ جو هتي پڙهائيندڙ استاد تربيت يافتہ نہ هئا. پر تن ڏينهن ۾ اسڪولن جي ايتري کوٽ هئي جو ان اسڪول ۾ به پڙهندڙن جو تعداد گهٽ نہ هو. ان اسڪول مان پڙهي نڪتل انيڪ شاگردن زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ نالو پرايو. هو اسڪول اچي "ماستر صاحب" سان پنهنجي اُڪير جو اظهار ڪندا هئا. انهيءَ اسڪول جي پهرين ڪلاس ۾ ٽيپو سلطان جي داخلا ٿي ۽ گهڻو عرصو پوءِ ڍڍونڪي اوير پاڪستان مان واپس اچي مون بہ انهيءَ اسڪول ۾ شروعاتي تعليم پرائي.

اسڪول ۾ پڙهندڙن جو تعداد وڌڻ سان بابا جون معاشي حالتون پڻ ڪي قدر بهتر ٿيڻ لڳيون. اسڪول کان اڳ امان ۽ بابا جي

ڪُل آمدني ڏيڍ سئو رپين کان وڌيڪ نہ هئي، جيڪا هاڻ ٿي چار سئو رپيا ماهوار تائين وڃي رسي هئي. 1952 تائين حالتون ڪافي بهتر ٿي ويون هيون. جڏهن ادي سراج اسڪول جي پهرين درجي ۾ داخلا وٺي ۽ گهر ۾ ٽيون پٽ ڄائو تہ بابا هن پيري جنهن نالي جي چونڊ ڪئي سو برطانوي فوج خلاف وڙهندڙ جو نہ پر مغل بادشاهہ همايون سان جنگ جوٽي هندستان فتح ڪندڙ جو هو. انهيءَ ٻار جو نالو شير شاهہ سوريءَ پويان رکيو ويو. انگريز مخالف نالن کان هٽي مغل مخالف نالو رکڻ ظاهر ٿو ڪري بابا جي ذهني ارتقا ڪهڙي رُخ تي هئي. هو انگريزن سان گڏوگڏ مغل بادشاهن جو بہ مخالف هو. ڪيس تاريخ سان دلچسپي هئي ۽ اڪثر تاريخي حوالن سان مغلن خلاف ڳالهائيندو هو، جن هندستان ۾ محل، قلعا، باغ، مقبرا، عمارتون تہ ٺهرايون پر عوام جي ڀلائي لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڪيو. عوام جي تعليم لاءِ اسڪول تہ ڇا معمولي قسم جا مدرسا بہ قائم نہ ڪيائون ۽ نہ ئي ڪا اسپتال يا شفا خانو جوڙيائون. هو فقط شان ۽ شوڪت سان حڪومت ڪندا رهيا. منجهن چين ۽ يورپي بادشاهن واري ڪابہ خصلت نہ هئي جن پنهنجي ظالماڻي راڄ سان گڏوگڏ عوام جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ پڻ ڪي ڪم ڪيا هئا.

هڪ سال ڪانپوءِ گهر ۾ ڇوڪري ڄائي ۽ بابا هڪيرو ڀيهر مغلن سان پنهنجي ڪاوڙ جو اظهار ڪندي پنهنجي پهرين ڌيءُ جو نالو چاند بيبي سلطانہ رکيو جيڪا هڪ اهڙي راڻي هئي جنهن بيجا پور ۾ پنهنجي ڏاڍ ميڙائيءَ پوءِ احمد نگر ۾ شهنشاہ اڪبر جي فوج سان ٽڪر ڪاڌائين. چاند بيبيءَ کي عربي، فارسي، ترڪي، مراٺي ۽ ڪنڙا ٻولين تي عبور حاصل هو. هوءَ هڪ بهترين چترڪار ۽

ستارڇائڻ ۾ پڙهئي. هُن مغل شهنشاهه سان مهاڏو اٽڪائي تاريخ ۾ پنهنجو نالو لکرايو هو. مغل دربار جو مورخ ابو الفضل سندس متعلق لکي ٿو:

”هو جنگ جي ميدان ۾ مُک تي پڙدو ڍکي آئي، ساڻس گڏ توب خانو هو ۽ دشمنن تي پٿر وسائيندڙ منجيقون پڻ. حملو شروع ٿيندي ئي اسانجا سپاهي بدحواسيءَ ۾ ٽڙي پکڙي ويا. رات جي پهر ۾ هوءَ پنهنجي سپاهين سان گڏ بيهي قلعي جي ڊٺل ڀتين کي ڪاٺ، پٿر ۽ گهاري سان ٺهرائيندي رهي، تانجو صبح تائين اها اڏاوت مڪمل ٿي وئي“.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ چاند بيبي سلطانہ مغلن جي طاقت جي پرواهه ڪرڻ ڪانسواءِ ساڻن ٽڪر کاڌو. بابا سندس سورهيائپ ۽ مغلن کان آزاديءَ جي لوڙ کان ايڏو متاثر هو جو پنهنجي پهرين ڌيءُ جو نالو مٿس رکيائين. بابا عملي سياست تہ ڇڏي ڏني هئي پر سندس اندر موجود سياسي ڪشمڪش جاري هئي جنهن جو اظهار مختلف طريقن سان ٿي رهيو هو.

اسڪول جي سرگرمين ۾ اضافي سان گڏ ڪمرن جي ضرورت پڻ وڌي وئي. جيستائين نوان ڪمرا تعمير ٿين، ڪتب جي استعمال هيٺ ڪجهه ڪمرن کي ڪلاس رومن ۾ بدلايو ويو. هاڻ اهي ڪمرا ڏنهن جو ڪلاس روم ۽ رات جو سمهڻ جا ڪمرا بڻجي ويا. هندستان کان مهاجرن جي اچڻ جو سلسلو بند نہ ٿيو هو، جڏهن تہ ٻين شهرن کان پڻ ماڻهو ڪراچي پئي آيا. اسڪول ۾ جاءِ ڪشادي هئي. اڪثر اهو ٿيندو هو تہ ڪراچيءَ ۾ نوان ايندڙ ماڻهو بابا جي اجازت سان اسڪولي ڪمرن ۾ سمهندا هئا، بس شرط رڳو اهو هوندو تہ صبح جو اسڪول شروع ٿيڻ کان اڳ ڪلاس روم خالي ڪري ڇڏين ۽ اسڪولي بينچ پنهنجي جاءِ تي لڳائين. تن ڏينهن ۾ هاٽوڪو مشهور

انقلابي شاعر حبيب جالب ۽ ڪميونسٽ ڪارڪن الطاف آزاد
پنهنجي انيڪ ساٿين سوڌو ان اسڪول کي پنهنجي راتين جو ٺاڪ
ٺائيندا رهيا. اڳتي هلي اهو به ٿيو ته ڪيترائي ماڻهو پنهنجا ننڍڙا
گهر ڇڏي رات جو ساڳي شرط تي سمهڻ لاءِ اسڪول جو رخ ڪندا
هئا.

امان کي عام طور تي باباجي فيصلن سان ڪڏهن به اختلاف نه
رهيو. جيڪي ماڻهو بابا جي مرضيءَ سان اسانجي گهر ٿي آيا ۽ هفتن
۽ مهينن تائين ٿي ٽڪيا ٽنڪي امان سدائين اُڪير سان پليڪار تي
ڪيو. ڪڏهن ڪڏهن ته لڳندو هو ته امان پنهنجي ٻارن کان وڌيڪ
انهن مهمانن جو خيال ٿي رکيو. گهر ۾ جيڪا به شئي شگل هوندي
هئس سا منجهن ورهائي ڇڏيندي هئي. ڪپڙا، مٺايون، ميوا يا امان
جي پنهنجي هٿن سان ٺاهيل ڪو رانديڪو، گڏي يا گڏو، مطلب ته هر
ڪنهن کي ڪجهه نه ڪجهه ملي ويندو هو. ڪافي سالن کانپوءِ جڏهن
گهر جون معاشي حالتون ڪجهه بهتر ٿيون ته امان ٽئڪسي يا ٽانگو
ڀاڙي تي ڪرائي اسانکي گهمائڻ وٺي ويندي هئي ۽ اسانکي
ڪراچيءَ جي پارڪن، ڪلفٽن يا سينيما هالن ۾ فلم ڏسڻ جي عياشي
ڪرڻ جو موقعو ملي ويندو هو. اهڙي تفريح ۾ گهر ۾ موجود هر ٻار
کي شامل ڪيو ويندو هو. بابا جو ڪم هو ته سيني جي تعليم جو
خيال رکي جڏهن ته امان سمورن جي ڪپڙي لٽي، کاڌي پيتي ۽ تفريح
جي ذميواري کنئي هئي. مونکي ياد آهي ته گانڌي گارڊن اسانجي
پسنديده جاءِ هئي جتي اڪثر ويندا هئاسين. ميرا قصور، توبه ۽ ارمان
جهڙيون فلمون پڻ اسان اهڙن موقعن تي ڏٺيون هيون. اسڪول جو
ميدان ٽيپو ۽ سراج لاءِ تفريح جو چڱو هنڌ هو. اوسي پاسي وارن
گهرن ۾ رهندڙ سندن دوست پڻ اُتي گڏ ٿيندا هئا ۽ شام تائين راند
روند پئي هلندي هئي. جيتوڻيڪ ٽيپو ۽ سراج جي ڇمارن ۾ ڪجهه

سالن جو فرق آهي پر منجهن ننڍي ۽ وڏي ڀاءُ واري سنگ کان وڌيڪ دوستيءَ جو ڳانڍاپو هو جيڪو اڄ تائين هلندڙ آهي. هنن ٻنهي لاءِ گهر اندرئي راند جو ميدان موجود هو پر ان هوندي به سندن زبانن تي سدائين اها شڪايت هوندي هئي ته کين گهر کان ٻاهر نڪرڻ نٿو ڏنو وڃي. اهو بابا جو جوڙيل قانون هو جنهن تي هر صورت عمل ٿيندو هو. رڳو وڏي ادا کي اجازت هئي ته هو پنهنجي مرضيءَ سان جڏهن وڻيس گهران وڃي ۽ اچي. وڏو ادو امان کان فقط ٻه سال ننڍو هو ۽ بابا سندس ڄمار موجب مٿس پابنديون وجهي پئي سگهيو. شروع ڏينهن کان ئي بابا جو مٿس موهه هو، هو سندس ناجائز ڳالهين کي پڻ درگذر ڪري ڇڏيندو هو. بابا کي ڏک هو ته وڏي ادا سگريٽ ڇڪڻ شروع ڪري ڏني هئي ۽ هو کيس ڪجهه به چئي نه سگهيو هو. جيڪڏهن ڪو ٻيو ٻار ان ڄمار ۾ سگريٽ ڇڪڻ شروع ڪري ها کيس مار پوڻ اٽل هئي. وڏي ادا ويهن سالن جي ڄمار ۾ بي اي جو امتحان پاس ڪري ورتو هو. سندس دوستن جو تعداد ڳاڻيٽي کان ٻاهر هو. ننڍي ڄمار ۾ ئي هر قسم ۽ هر سوچ جا ماڻهو سندس دوست هئا. شايد اهوئي سبب هو جو هو انشورنس جي شعبي ڏانهن متوجهه ٿيو جنهن ۾ سماجي ناتا تمام گهڻي اهميت رکندڙ هئا. وڏي ادي ننڍي ڄمار ۾ ئي پاڪستان جي انشورنس واري شعبي ۾ وڏو نالو پرايو ۽ سندس ڳاڻيٽو ان شعبي جي ڪامياب فردن ۾ ٿيندو هو.

ڪجهه سالن ڪانپوءِ وڏو ادو ناظم آباد واري علائقي ۾ منتقل ٿي ويو. سندس ڪم جي نوعيت هڪ وڏي گهر جي گهرجائو هئي جنهن جو پتو سندس وزيٽنگ ڪارڊ تي ڇپجي سگهي. لياري ۽ آگرا تاج ڪالونيءَ جو ڳاڻيٽو ڪراچيءَ جي پوئتي پيل ۽ اڻ وڻندڙ وسندين ۾ ٿيڻ لڳو هو. وڏي ادي جي انهي منتقليءَ ۾ بابا ۽ امان ٻنهي جي آشيرواد شامل هئي. کين اندازو هو ته اها سندس ضرورت آهي،

جيتوڻيڪ ٻئي انهيءَ عمل تي ڏکويل ته هئا پر سمجهيائون ٿي ته سندن ٻار هاڻ وڏو ٿي ويو آهي ۽ سندس ضرورتون وڏي ويون آهن. بابا سندس ڪاميابين تي انتهائي سرهو ٿيندو هو ۽ امريڪن لائيف انشورنس ڪمپنيءَ، جيڪا ڀٽي صاحب جي حڪومت دوران قومي ملڪيت ۾ اچڻ ڪانپوءِ اسٽيٽ لائيف انشورنس ڪارپوريشن ٿي وئي، پاران وڏي ادا بابت ڇپجندڙ اشتهار انتهائي فخر سان پنهنجن دوستن ۽ مٽن مائٽن کي ڏيکاريندو هو پر ڪڏهن به اهو اظهار نه ڪيائين ته انهيءَ ڪاميابيءَ ۾ سندس به ڪو ڪردار آهي. اها سندس فطرت نه هئي. هو ماڻهن جي زندگيءَ ۾ اُٿل پٿل پيدا ڪري ڇڏيندو هو، سندس مشورن ۽ رهنمائي سان ماڻهن جي زندگين ۾ انقلابي تبديلي اچي ويندي هئي. دين محمد درگاهيءَ جي ڪهاڻي پڻ ڪجهه اهڙي نوعيت جي ئي آهي جيڪو اسانجي گهر جي هڪ فرد وانگر رهيو ۽ هڪ لحاظ کان اسانجو ڀاءُ بڻيو.

## دين محمد درگاهي

دين محمد درگاهي جا ماءُ پيءُ بهار هندستان جي هڪ زميندار گهراڻي سان گڏ پاڪستان آيا هئا. ان ڪٽنب جو ڪم زميندار ڪٽنب ۾ خدمتگارن طور زندگي گهارڻ هو. نه ڄاڻ ڪيترين صدين کان اهو سرشتو هلندو پيو اچي ۽ اڃان تائين هندستان ۽ پاڪستان جي ڪيترن ئي علائقن ۾ جاري آهي. ڪنهن به ان سرشتي کي ميسارڻ يا تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ناهي ڪئي. ان سرشتي کي هڪ آفاقي حقيقت وانگر تسليم ڪيو ويندو رهيو آهي. اهڙين حالتن ۾ دين محمد درگاهيءَ جي والد اهو سپنو ڏسڻ جي همت ڪئي ته سندس پٽ کي تعليم پرائڻ گهرجي. اُن زماني ۾ اهو هڪ انقلابي فيصلو هو. ڪيس ته ڪنهن به ڳالهه سوچڻ جو به حق حاصل نه هو ۽ هُن ايڏو وڏو فيصلو

ڪندي پنهنجي پٽ کي غازي محمد بن قاسم اسڪول ۾ داخل ڪرائي ڇڏيو. شايد انجو هڪ سبب اهو هو تہ اهو اسڪول بہ هن وانگر هڪ بهاريءَ جو هو جيڪو پنهنجي ترقي پسند سوچ سبب بهارين ۾ تمام گھڻو بدنام هو. ٻيو سبب اهو هو تہ ان اسڪول ۾ في معاف ٿي پئي سگھي ۽ گڏوگڏ ڪتاب ۽ ڪاپيون پڻ مفت ملڻ جو امڪان هو.

دين محمد درگاهيءَ جي والد جڏهن بابا سان پنهنجي اها خواهش اوري تہ سندس حالتن جو پلي ريت پتو هوندي بہ هڪدم هائوڪار ڪيائين. ڪجھ ڏينهن تائين تہ زميندار گهراڻي جي وڏي کي پتو نہ لڳو تہ ڪو دين محمد اسڪول ۾ تعليم پيو پرائي پر جيئن ئي پتو پيس تہ گھر اندر ۽ ٻاهر طوفان مچائي ڇڏيائين. بابا سندس گھر ۾ بغاوت جو ٻج ڇٽيو هو، گھر ۾ ذاتي ملڪيت وانگر رهندڙ ٻار سندس مرضيءَ ڪانسواءِ تعليم ڪيئن ٿي پرائي سگھيو. صدين کان قائم سرشتو پاڪستان ٺهڻ سان ڪيئن ٿي ختم ٿي سگھيو. سندس ڪاوڙ ۽ ڦٽڪار ڏسڻ جوڳي هوندي.

دين محمد جي والد کي پنهنجي ڪاوڙ جو نشانو بنائڻ ڪانپوءِ هو بابا سان جهيڙو ڪرڻ آيو. ٻنهي وچ ۾ سخت جملن جي ڏي وٺ ٿي. بابا ٻڌائيندو هو تہ هُن چٽو وچان چيو هو تہ ”سو تون هن ڇوڪري کي بيرسٽر ڪندي؟“ سندس ڪاوڙ ۽ چٽو وارو طنز زميندارائي ۽ جاگيردارائي ذهنيت جو اولڙو هئي جيڪا سولائي سان تبديل نٿي ٿئي اڄ بہ سنڌ، پنجاب، بلوچستان ۽ پختونخواہ ۾ ماڻهو ساڳي نوعيت جي غلاميءَ ۾ گھاري رهيا آهن. گھڻي ڀاڱي وڏيرا ۽ جاگيردار پنهنجي رعيت کي تعليم کان محروم ڪرڻ جو رکن ڇاڪاڻ جو سندن بدبودار وهنوار انهيءَ تي قائم آهي.

بابا ڪيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر اها فطري ڳالهہ هئي

تہ اُن دور ۾ اهڙي سوچ رکندڙ کي سمجهائڻ ممکن نہ هو. بابا سندس اها گهرُ تڏي ڇڏي تہ هو چوکري جو نالو اسڪول مان خارج ڪري ڇڏي. هو بابا کي تہ مجبور نہ ڪري سگهيو پر دين محمد جي والد تي شرط وڌائين تہ هو پنهنجي پٽ کي اسڪول مان نيڪالي ڏياري، ٻي صورت ۾ دين محمد سندس گهر ۾ رهي نہ سگهندو.

دين محمد جي والد اها سڄي وارتا بابا کي ٻڌائي تہ بابا اُهوئي ڪجهہ ڪيو جيڪو سندس سرشت ۾ شامل هو. دين محمد اُهو گهر سدائين لاءِ ڇڏي اسانجي گهر جو فرد بڻجي ويو ۽ سندس ماءُ پيءُ زميندار جي گهر ئي رهيا.

دين محمد ڏهين ڪلاس تائين اسانجي گهر رهيو. هو ۽ ادو ٽيپو هڪ جيڏا هئا، ٽيپو ۽ سراج سان سندس گهاٽي سنگت ٿي وئي. بابا دين محمد کي ننڍين ڪلاسن کي پڙهائڻ جي بہ ذميواري ڏني، جنهن جي عيوض سندس ٿوري گهڻي آمدني پڻ ٿي ويندي هئي. سندس مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ بابا جو من هو تہ هو ڪا اهڙي تعليم پرائي جنهن ذريعي جلد کان جلد پنهنجي پيرن تي بيهي سگهي. دين محمد انتهائي ڳجهي ريت پنهنجي ماءُ پيءُ سان ملندو هو ۽ سندس پڻ خواهش هئي تہ هو جلد کان جلد ان لائق ٿي وڃي جو پنهنجي ماءُ، پيءُ ۽ ننڍي ڀاءُ سان گڏ هڪ اهڙي آزاد، پر وقار ۽ باعزت زندگي گهاري سگهي جنهن کان هو نسل درنسل محروم هئا.

مئٽرڪ کان پوءِ دين محمد پنهنجي هڪ دوست جي گهر منتقل ٿي ويو جنهن هُن لاءِ ڪراچي شپ يارڊ ۾ هڪ عارضي روزگار جو بندوبست ڪيو. بابا انهيءَ انتظام تي ناخوش هو جو سندس خيال هو تہ ان ريت هو فقط هڪ پورهيت ئي رهندو. هو ڪيس مسلسل سمجهائيندو رهيو تہ هو ڪو ٽيڪنيڪل ڪم سکي وٺي. نيٺ ڪيترن ئي ڏينهن جي هڻ هٽان ڪانپوءِ دين محمد همت ڪئي ۽ بابا

جي صلاح کي حڪم سمجهندي ڪراچي پولي ٽيڪنيڪ ۾ مڪينيڪل ڊرافٽ مين جي ٻن سالن واري ڪورس ۾ داخلا ورتائين پر شپ يارڊ جي عارضي نوڪري پڻ نہ ڇڏيائين. دين محمد ثابت ڪيو تہ هو ڪو معمولي ۽ عام انسان نہ هو. هو رڳو سپنا ڏسڻ جو عادي نہ هو پر سپنن جي ساپيان جي اهليت ۽ همت رکندڙ پڻ هو. اهي ڏکيا ٻہ سال بہ گذري ويا ۽ غير معمولي انسان دين محمد ڊپلوما حاصل ڪري ورتو جنهن ڪانپوءِ ڪيس شپ يارڊ ۾ سپروائزر جي نوڪري ملي وئي. دين محمد پهريون ڪم اهو ڪيو جو بهار ڪالونيءَ ۾ هڪ گهر مسواڙ تي وٺي پنهنجي ماءُ، پيءُ ۽ ننڍي ڀاءُ سان گڏجي هڪ نئين زندگيءَ جي شروعات ڪيائين. هڪ اهڙي زندگي، جيڪا حاصل ڪرڻ تقريباً ناممڪن هئي پر دين محمد سخت محنت ۽ جدوجهد ڪري پنهنجو پاڻ کي تعليم جي اُن هٿيار سان مسلح ڪري ورتو هو جنهن آڏو روائتون ۽ هزارين سال پراڻي غلاماڻي ذهنيت جي ڪا حيثيت نہ هئي. دين محمد پنهنجي نظرن آڏو پنهنجي سپنن کي سچ ٿيندي ڏٺو هو. اسانجي معاشري ۾ دين محمد جهڙا مثال ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ئي آهن.

وقت گذرڻ سان دين محمد کي ڪوالٽي ڪنٽرول آفيسر جي عهدي تي ترقي ڏني وئي. جڏهن پاڪستان ۾ آبدوز ٺاهڻ جي رٿا بندي ڪئي وئي تہ دين محمد کي پڻ ان لاءِ چونڊيو ويو ۽ ڪيس وڌيڪ تربيت لاءِ فرانس اُماڻيو ويو، جتي هُن پاڪستاني سامونڊي فوج ۽ فرانس جي سهڪار سان ٺهندڙ آگسٽا آبدوز جي هڪ خاص شعبي ۾ مهارت حاصل ڪئي. سندس ريٽائرمنٽ کان هڪدم پوءِ ڪيس ٻيهرآبدوز رٿا لاءِ گهرايو ويو. دين محمد جي ڀاءُ رفيق محمد پڻ پنهنجي ڀاءُ جي ڪري اعليٰ تعليم حاصل ڪئي ۽ هاڻ سندس ڳاڻيٽو ملڪ جي تجربيڪار بينڪرن ۾ ٿئي ٿو. شادي ڪانپوءِ دين محمد چار

ڏيئڻ ۽ ٽن پٽن جو پيءُ بڻيو. انهن سمورن اعليٰ تعليم حاصل ڪئي ۽ ڪامياب زندگي گذاري رهيا آهن. دين محمد جو ذاتي گهر آهي ۽ تعليم جي ڪري هو هڪ بهترين زندگي گهارڻ لائق بڻجي ويو آهي تعليم ڪهڙي ريت قسمتن کي بدلائي ٿي انجو مثال دين محمد ۽ سندس پورو ڪٽنب آهي. تعليم ۽ محنت جو ميلاپ زندگيءَ کي ڪهڙي ريت بامقصد ۽ موهيندڙ ٿو بڻائي، دين محمد ۽ سندس ڪٽنب انجو عملي نمونو آهي.

دين محمد ويهن سالن جو ٿيو ته اسانجو گهر ڇڏي پنهنجي پيءُ ماءُ ۽ ڀاءُ سان گڏجي پنهنجو گهر جوڙيائين پر دين محمد جو بابا ۽ اسان سان تعلق ڪڏهن به نه ٽٽو. هو ۽ سندس ڪٽنب اسانجي گهر جي هر ڪاج ۾ شريڪ هوندا آهن. بابا دين محمد جي ڪاميابين جو اڪثر ذڪر ڪندو رهيو. بابا دين محمد جي ذڪر ۾ ڪڏهن به پنهنجي اهميت جي ڳالهه نه ڪندو هو ڇاڪاڻ جو سندس موجب تعليم حاصل ڪرڻ ۾ دين محمد جي محنت ۽ ولوڙ ڪانسواءِ ڪنهن جوبه ڪردار نه هو. بابا اڪثرسندس مثال ڏيندي چوندو هو ته جهڙي ريت دين محمد پنهنجي ماڻهن جي سيوا ڪئي، انڪانپوءِ هو ناڪام ٿي نه پئي سگهيو. بابا ۾ اها عجيب و غريب صلاحيت هئي جو هو انسانن کي قدم کڻڻ ڏانهن مائل ڪري وٺندو هو. منجهن اهو ويساهه پيدا ڪري ڇڏيندو هو ته ڪوبه ڪم ممڪن آهي ۽ اهو ٿي سگهي ٿو. همٿائڻ وارو فن بابا نه ڄاڻ ڪٿان سکيو هو ۽ انهيءَ همٿائڻ سان ماڻهو ذري مان آفتاب ٿي ويندا هئا. سڄي زندگي دين محمد سان بابا جو هڪ خاص تعلق رهيو. دين محمد جي من ۾ بابا لاءِ بيپناهه عزت هئي بابا جي مرتئي تي دين محمد جو اُجڙيل چهرو ڀڏائي رهيو هو ته ڪيئن انهيءَ زيان تي ڪيترو صدمو رسيو آهي. بابا جي جنازي تي دين محمد جو چهرو ڏسي آءٌ به هنجو هاري ويٺس.

## 4 _ معجزي کان وڌيڪ

1953ع جي پڇاڙي تائين ڪٽنبي زندگيءَ جا معاملا گهڻي حد تائين ٺاهيڪو ٿي چڪا هئا. غازي محمد بن قاسم اسڪول مناسب طريقي سان هلي رهيو هو، پوليس بابا جي پچر ڇڏي ڏني هئي، شايد اختياري وارن کي احساس ٿي ويو هو ته هاڻ سياست ۾ سندس ڪا عملي دلچسپي ناهي رهي. بابا بي اي پاس ڪري ورتي هئي، گهر ۾ چار ننڍا ٻار زندگيءَ جي مختلف مرحلن مان لنگهي رهيا هئا. ڪٽنب ڀاتين سان گڏوگڏ ڪجهه مٽ مائٽ پڻ ان زماني جي لحاظ کان مناسب زندگي گهاري رهيا هئا. معاشي طور تي حالتون جيڪڏهن انتهائي چڱيون نه هيون ته خراب به نه هيون، بابا ڪجهه رقم پاڇي ڪري بهار ڪالونيءَ ۾ هڪ ننڍڙو پلاٽ خريد ڪري ورتو هو. عقل جي ڳالهه ته اها هئي جو هو اسڪول کي ڪاروبار وانگر هلائي پنهنجي آمدني ۾ اضافو ڪري ها ۽ زندگي سڪون ۽ آسائش واري گذاري ها پر بابا وٽ زندگيءَ جو وهنوار زماني جي عقل کان بنهه ڌار هو. ڏکين ترين حالتن ۾ به هو ان قسم جا فيصلا ڪندو هو جيڪي عام ماڻهن جي فهم کان مٿاهان هوندا هئا، تن ڏينهن ۾ ته حالتون ڪافي حد تائين بابا جي حق ۾ هيون. ورهاڱي جي ڇهن سالن ڪانپوءِ ۽ اسڪول جي ٽين سالگرهه جي موقعي تي بابا جي ذهن ۾ پنهنجي ڪٽنب واسطي ڪو نئون منصوبو جڙيل هو. ڪنهن کي به اندازو نه هو ته ان رٿابنديءَ جو مرڪزي ڪردار امان هئي. امان ۽ بابا هيل تائين ڏهه سال گڏ گهاري چڪا هئا ۽ ڏنو وڃي ته اهي ڏهه سال هڻ هٿان سان ڀريل هئا. پهريان پنج سال بابا جي سياسي مصروفيتن ۽ سياسي جدوجهد جي حوالي هئا ته پويان پنج سال نئين ماڳ تي

زندگي نئين سر شروع ڪرڻ جي پتوڙ ۾ لڳي ويا. ٻئي هڪٻئي جي راضپي سان، زندگيءَ جي مختلف سرگرمين ۾ مصروف ته هئا پر ٻنهي پنهنجون ذميواريون طئي ڪري ڇڏيون هيون ۽ پنهنجو پاڻ کي انهن تائين محدود رکيو هئائون. تن ڏينهن ۾ بابا امان سان اها ڳالهه سلي ته کيس تعليم پرائڻ گهرجي. بابا جي شخصيت ۽ گهر جو ماحول ڪجهه اهڙي ريت هو جو بابا جيڪي ڪجهه چوندو هو سو امان مڃي وٺندي هئي. ٻنهي وچ ۾ ان قسم جو ناهه هو ته آخري فيصلو بابا جوئي هوندو.

امان جي ڄمار ٽيويهه سال هئي، هوءَ ڇئن ٻارن جي ماءُ هئي ۽ سندس تعليمي قابليت اها هئي جو کيس رڳو قرآن پڙهڻ تي آيو، جڏهن ته اردو ٻوليءَ ۾ لکيل شيون شوق سان پڙهندي هئي. جڏهن بابا کيس اهو چيو ته بي اي پاس مڙس جي زال گهٽ ۾ گهٽ مئٽرڪ ته هجي ته هوءَ راضي خوشي ان لاءِ تيار ٿي وئي. بابا کي پڪ نه هئي ته ڪو امان ايترو سولائي سان راضي ٿي ويندي.

امان جي من ۾ سندس والد واسيل هو. کيس ننڍپڻ جا اُهي ٿورڙا پر خوشگوار ڏينهن ياد هئا جڏهن سندس والد کيس پاڪرن ۾ پري ۽ ڪلهي تي چاڙهي چوندو هو ته منهنجون ڌيئرون مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪنديون ۽ منهنجو پٽ اعليٰ تعليم لاءِ انگلستان ويندو. حالتن سندس انهيءَ سپني جي ساڀيان ماڻڻ نه ڏني. سندس مرتئي ڪٽنب کان سندس انهيءَ خواهش جو پورائو ڪسي ورتو هو. بابا جڏهن امان کي تعليم پرائڻ لاءِ چيو هوندو ته پڪ سان کيس اهي سموريون ڳالهيون ياد اچي ويون هونديون ۽ شايد کيس پنهنجو والد پڻ خواب ۾ آيو هوندو، جنهن جي سپني جي ساڀيان سامهون آئي هئي. اُن وقت امان جي سرهائي جو ڪاٿو لڳائڻ ڏکيو آهي، هُن سوچيو هوندو ته زندگيءَ کيس هڪ موقعو ڏنو آهي جو هوءَ پنهنجي

مثالي والد جي سپني جي ساڀيان ماڻي سگهي. هن هڪدم هانوڪار ڪندي انهيءَ موقعي جو ڀرپور فائدو ماڻڻ جو فيصلو ڪيو. بابا روائتي اديب فاضل ۽ منشي فاضل تعليمي طريقي ۾ سندس داخلا ڪرائي جنهن ۾ انگريزي پڙهڻ جي ضرورت نه هئي پر امان پنهنجي مضمونن سان گڏوگڏ انگريزي پڻ پڙهڻ شروع ڪئي ڇاڪاڻ جو منشي فاضل جي ڊگري حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ رڳو انگريزيءَ جو امتحان پاس ڪرڻ سان مئٽرڪ جو سرٽيفڪيٽ ملي ٿي ويو. اهو سندس خواهش جي تڪميل جو بهترين ڏگ هو. اسڪول ۾ رهڻ ڪري امان کي هر قسم جي ڪتابن تائين پهچ حاصل هئي. اسڪول ۾ ڪجهه استادن کان مدد پڻ ملي ٿي وئي ۽ بابا ته صلاح مشوري لاءِ هر وقت موجود هو. جڏهن امان کي انگريزي گرامر سمجهڻ ۾ ڏکيائي پيش آئي ته بابا تن ڏينهن ۾ انگريزي جي هڪ بهترين استاد ماسٽر ثفين جون خدمتون حاصل ڪيون جيڪو هڪ سرڪاري اسڪول ۾ انگريزي پڙهائيندو هو. هُن بهاري اردو ڳالهائيندڙ امان کي صحيح معنائن ۾ انگريزي سيکاري ڇڏي.

امان کي پڙهائڻ وارو فيصلو ڪندي ئي بابا ۽ امان تي ڪٽنب ۾ تنقيد جو سلسلو شروع ٿي ويو. بابا جو والد ۽ امان جي والده ٻئي تڏهن هندستان ۾ هئا، ٻنهي بابا جي انهيءَ فيصلي کي قبول نه ڪيو ۽ ان فيصلي کي غلط ليکيائون. پاڪستان اچي ٿا نيڪو ٿيندڙ مٽن مائٽن پڻ هڪ پرڻيل عورت کي پڙهائڻ واري بابا جي فيصلي کي چڱو نه ليکيو. ڪجهه مائٽن ته بابا تي ڇرپائپ کي الزام ڌريندي امان جي بيوسيءَ تي افسوس جو اظهار ڪيو، جنهن کي ڇئن ٻارن جي ماءُ هوندي به تعليم جهڙي فضول ڪم سان لڳايو ٿي ويو. امان ۽ بابا تي سماجي دٻاءُ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو، جنهن تحت ان قسم

جون پڻ ڳالهيون ڪيون ويون تہ عورت کي پڙهائي بابا وڏو گناھ پيو
ڪري. بابا اهي سموريون ڳالهيون هڪ ڪن سان ٻڌي ٻئي مان
نيڪال ڪري رهيو هو جڏهن تہ امان جنهن کي اهي سموريون
ڳالهيون انهن ماڻهن ڪان ٿي ٻڌڻيون پيون، جن جو احترام ٿي
ڪيائين، بس ايتري ئي ورندي ڏيندي رهي تہ هوءَ پنهنجي مڙس جي
ڳالهہ کي مان ڏئي رهي آهي. انهن ئي ڏينهن ۾ هندستان ۾ هندو
مسلمان فساد ٿيا ۽ ڪجهہ ماڻهن اسانجي اسڪول تي ڪاھ ڪري ان
۾ موجوده هندن جو مندر ڊاهي وڌو. بابا انهيءَ واقعي تي تبصرو
ڪيو تہ اهو حملو رڳو انڪري ٿيو آهي جو ماڻهو اڻپڙهيل ۽ جاهل
آهن، جهالت هر برائي جو بنياد آهي ۽ تعليم ڪانسواءِ گذارو نہ ٿي
سگهندو. امان جي تعليم جو سلسلو جاري رهيو ۽ سگهو ئي مٽن
مائٽن جي دباءُ ۾ پڻ گهٽتائي آئي ۽ وقت گذرڻ سان ماڻهن جو ڌيان ان
ماميري تان هٽي ڪنهن ٻئي مسئلي تي ٿي ويو.

امان جي تعليم شروع ٿيڻ سان منهنجي زندگيءَ ۾ اها تبديلي
آئي جو مونکي پنهنجي ناني ۽ ماسي ڏانهن هندستان اماڻيو ويو،
ڇاڪاڻ جو آءُ ننڍپڻ ۾ اڪثر بيمار رهندو هئس ۽ منهنجي بيماري
امان جي تعليم ۾ رخنو وجهي رهي هئي. ٻئي وڏا ڀائر ٽيپو ۽ سراج
اُن عمر کي رسي چڪا هئا جو پنهنجو خيال پاڻ رکي سگهن
منهنجي عمر هڪ سال کان ڪجهہ وڌيڪ هئي ۽ چاند بيبي ڪجهہ
مهينن جي مس هئي. امان لاءِ اهو انتهائي ڏکيو هو تہ هوءَ منهنجي
بيماريءَ کي منهن ڏيندي، ننڍي ڀيڻ کي نڀائي ۽ پنهنجي تعليم تي
پڻ ڌيان ڏئي. ڪٽنبي روائتن موجب آءُ ڄمندي ئي هر هر بيمار ٿيندو
رهندو هئس ۽ اڪثر کنگهہ، بخار جو شڪار بڻبو هئس، امان ۽ بابا

جو خيال هو تہ آبهوا جي تبديلي منهنجي صحت لاءِ گارانٽي ثابت ٿيندي. هُن وڏي همت ڪري مونکي پنهنجو پاڻ کان ڌار ڪيو، اُن اميد سان تہ پنهنجي تعليم مڪمل ڪندي ئي مونکي واپس گهرائيندي.

امان انتهائي ذهين شاگردياڻي ثابت ٿي. مينهن واچوڙي وانگر پڙهندي ٻن سالن اندران لائق ٻڻجي وئي جو مئٽرڪ جو امتحان ڏئي وجهي. شروعات ۾ بابا جو اهو ئي ويچار هو تہ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري امان اسڪول ۾ پڙهائڻ لڳي پر امان جي تعليمي قابليت ۽ سکڻ جي صلاحيت کيس ان بابت وڌيڪ سوچڻ تي هرکايو ۽ هو سندس تعليم جي ايندڙ مرحلي لاءِ رٿا بندي ڪرڻ لڳو. بابا ۾ اها عجيب و غريب صلاحيت هئي جو هو ماڻهن ۾ لڪيل صلاحيتون پروڙي انهن موجب رٿا بندي ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيندو هو ۽ اڪثر اهو بہ ٿيندو هو جو هو يڪطرفي طور تي پنهنجي طرفان صلاح مشورا ڏيڻ پڻ شروع ڪندو هو گڏوگڏ اها اُميد پڻ ڪندو هو تہ سندس صلاح مشوري تي عمل پڻ ڪيو وڃي. اڪثر کيس ان ڳالهہ تي ڏک پڻ ٿيندو هو تہ سندس صلاح مشوري کي ڪا اهميت نہ ڏني وئي، جنهن جو اظهار بہ ڪري ڇڏيندو هو.

امان جي تعليم جي انهيءَ مرحلي دوران کيس ٻي ڏيءَ ڄائي، بابا جي تاريخي نالن ۾ شايد ڪو اهڙو مناسب نالو نہ هو جيڪو پنهنجي ڌيءَ لاءِ چونڊي ها. هن پيري نالي رکڻ جي ذميواري اسانجي ڏاڏيءَ جي ٻڻي. ٿورڙي تعليم ئي امان جي ذهن جا بند تاڪ کولي ڇڏيا، کيس علامہ اقبال جو تمام گهڻو ڪلام ازبر ياد ٿي ويو. هوءَ ڪانئس متاثر ٿي وئي هئي ۽ سندس شاهين (باز) سندس پسنديده پکي ٻڻجي ويو. انهن ئي ڏينهن ۾ هُن بابا کي چئي پنهنجي لاءِ هڪ ليٽر پيڊ ڇپرايو، جنهن تي اقبال جو هيءُ شعر لکيل هو:

”شاهين ڪبهي ڀهي پرواز سي ٿهڪ ڪر نهين گرتا
پُردم هي اگر تُو، تو نهين خطره افتاد“

امان پنهنجي ڌيءُ جو نالو شاهين ظفر رکيو. امان کي اُن وقت اهو اندازو نه هوندو ته سندس شاهين ڌيءُ ۾ اقبال جي شاهين واريون ئي خوبيون هونديون ۽ هوءَ ڪڏهن به اڏام کان نه ٿڪبي. شاهين مستقبل ۾ اهوئي ثابت ڪيو.

## سلهٽ ۾ شروعات

بابا شايد يقيني طور تي اهو فيصلو نه ڪري سگهيو هو ته امان کي اڳتي ڇا پڙهڻو آهي. هو غريبن ۽ وچولي طبقي وارن کي سدائين اهڙي تعليم پرائڻ جي صلاح ڏيندو رهندو هو جنهن جو ڪو مقصد هجي ۽ جنهن جي مڪمل ٿيڻ ڪانپوءِ معاشي طور تي آزادي نصيب ٿئي. سندس خيال هو ته غريب ۽ وچولي طبقي جي گهراڻن جي ٻارن کي فني تعليم حاصل ڪري پنهنجي پيرن تي بيهڻ گهرجي ڇاڪاڻ جو هُن سمجهيو ٿي ته معاشي آزادي ڪانپوءِ ئي اصل آزادي ماڻي سگهجي ٿي. سندس اڏو اها به ڳالهه هئي ته ٻين علائقن جي ڀيٽ ۾ ٻهار جا پڙهيل ڳڙهيل ۽ هنرمند ماڻهو سرڪاري نوڪرين پويان خوار نٿي ٿيا. دهلي، لکنو، حيدرآباد دکن ۽ لاهور جا پڙهيل ڳڙهيل رهواسي حاڪمن جي نوڪريءَ ۾ اچڻ پسند ڪندا هئا جڏهن ته ٻهار ۾ نواب ته ٺهيو ماڻهو بادشاهه جو نوڪر ٿيڻ کان به پاڻ بچائيندا هئا.

پڙهيل ڳڙهيل ٻهاري عام طور تي ڪو اهڙو ڪم ڪندا هئا جنهن ۾ هو پنهنجو پاڻکي جوابده هجن، هو سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺندا هئا، وڪيل ٿي ٿيا يا حڪمت ۽ ڊاڪٽريءَ وارن پيشن سان ٿي لاڳاپجي ويا. سندن خيال هو ته سرڪاري نوڪري انسان کي ٽوٽي، حرام خور ۽ سازشي ٿي بڻائي. امان جي تعليم واري ڏس ۾

پڻ بابا جي ساڳي سوچ هئي ۽ جڏهن پنهنجي ذهن ۾ رٿا بندي ڪري رهيو هوندو ته پڪ سان ڪيس ميڊيڪل اسڪول ۾ پنهنجي داخلا ۽ اُتان ڪتاب وڪڻي سياست جي ڪنڊائين ماڻريءَ ڏانهن وڃڻ به ياد آيو هوندو. تن ڏينهن ۾ بابا جو دوست سعيد الحق عاشق ڊاڪا کان ڪراچي آيو ۽ ڪجهه ڏينهن بابا جو مهمان ٿي رهيو. جڏهن ڪيس امان جي تعليم ۽ مئٽرڪ پاس ڪرڻ جو پتو لڳو ته هن بابا کي رٿ ڏني ته امان کي ايل ايس ايم ايف جي چئن سالن واري ڪورس ۾ داخلا وٺڻ گهرجي، ان ڪورس ڪانپوءِ حاصل ٿيندڙ ڊگريءَ واري کي "ننڍو ڊاڪٽر" سڏيو ويندو هو. جيتوڻيڪ بابا جي عادت ته نه هئي جو هو گذريل وقت ۽ واقعن تي هنجون هاري پر هُن پڪ سان سوچيو هوندو ته جيڪو ننڍو ڊاڪٽر هو پاڻ نه ٿي سگهيو، سو جيڪڏهن موقعو ملڻ تي سندس زال ٿي سگهي ٿي ته ان مان فائدو وٺڻ گهرجي ۽ هوءَ جيڪڏهن LSMF جي ڊگري حاصل ڪري ٿي وٺي ته پوءِ ڊاڪٽرياڻي طور پڻ ڪم ڪري سگهندي.

اهو هڪ عجيب و غريب ۽ ويساهه ۾ نه اچڻ جهڙو فيصلو هو جيڪا بابا امان لاءِ ڪيو هو. انڪري جو هڪ ڇوڪري، جيڪا اڻپڙهيل هجي، سا 25 سالن جي ڄمار ۾ مئٽرڪ پاس ڪري ۽ پوءِ پنهنجي مڙس جي چوڻ تي ڊاڪٽريءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. عام ماڻهن لاءِ ته اها اچرج جهڙي ڳالهه هئي پر امان ۽ بابا کي معمولي ماڻهو نه هئا هو مڪمل طور تي غير روائتي انسان هئا. جن کي ڀاڳ يا اتفاق پاڻ ۾ ملائي هڪ ڪيو هو. بابا جو اهو فيصلو ظاهر ٿو ڪري ته ڪيس امان جي صلاحيتن تي ڪيترو ڀروسو هو ۽ ساڳي ريت امان طرفان پڻ ان فيصلي تي عمل ڪرڻ ظاهر ٿو ڪري ته ڪيس پنهنجي مڙس جي فيصلن تي ڪيترو ڀروسو هو.

عاشق چاچا جي صلاح ڪانپوءِ جڏهن بابا اهو فيصلو ڪري ورتو

ته امان کي ڊاڪٽر بڻجڻو آهي ته پوءِ ان فيصلي کي ورائڻ ممڪن نه هو. هاڻ رڳو اهو طئي ٿيڻو هو ته ان فيصلي تي عمل جي شڪل ڇا هوندي. تن ڏينهن جي اولهه پاڪستان جي ٻن شهرن ۾ LSMF جي تعليم ڏني ويندي هئي هڪ ڪوئيٽا ۾ ۽ ٻيو لائلپور (هاڻ فيصل آباد) ۾، جيتوڻيڪ اهي ٻئي شهر ڪراچي کي ويجهو هئا پر اهي بهارين جي ٻولي، ثقافت ۽ سيپتا ڪان گهڻو پري هئا. ڪوئيٽا ۾ پٺاڻ پنهنجي پشتون روائتن سان تا نيڪو هئا جڏهن ته لائلپور نيٺ پنجابي شهر هو، انهن ٻنهي سببن ڪانسواءِ بابا کي انهيءَ حقيقت جو پڻ احترام ڪرڻو پيو ته انهن ٻنهي شهرن جي ميڊيڪل اسڪولن ۾ ان سال جون داخلائون مڪمل تي چڪيون هيون. پوءِ ڪيس اطلاع مليو ته ڍاڪا جي ميڊيڪل ڪاليج ۾ اڃان داخلائون جاري آهن، جيتوڻيڪ ڪراچي ۽ ڍاڪا ۾ سوين ميلن جو مفاصلو هو پر بابا لاءِ ان ڳالهه جي ڪا خاص اهميت نه هئي. هُن وقت وڃائڻ نٿي چاهيو ۽ اهو به نٿي چاهيائين ته امان جنهن تعليمي ڊوڙ ۾ شامل تي وئي هئي، اُن ۾ هن مرحلي تي ڪا ساهي پٽي. ٻي ڳالهه اها هئي ته بنگال بهار جي ويجهو هو، ٻنهي جي رهڻي ڪهڻي ۽ ڪاڌي پيتي ۾ ڪو گهڻو فرق نه هو ۽ اسانجا ڪيترائي مٽ مائٽ ورهاڱي ڪانپوءِ لڏ پلاڻ ڪري وڃي بنگال ۾ ٽانيڪو ٿيا هئا. انهيءَ فيصلي ڪانپوءِ بابا ڍاڪا جي سر سليم الله ميڊيڪل اسڪول ۾ امان جي داخلا واري درخواست اُماڻي. فيصلو اهو ٿيو ته سڄو ڪٽنب ڍاڪا ويندو، امان داخلا ملڻ ڪانپوءِ تعليم پرائيندي ۽ بابا رهڻ سهڻ جا انتظام ڪري ڪراچي موٽي ايندو ۽ اسڪول هلائيندو رهندو ته جيئن گذران ٿيندو رهي. انهيءَ فيصلي ڪانپوءِ هُن پنهنجي سنگتي ۽ سٺوٽ سيد علي اصغر سان صلاح ڪئي جيڪو ان وقت پي آئي اي ۾ ٽڪيٽ ۽ بڪنگ واري شعبي ۾ ملازم هو هو انتهائي محنتي ۽ سرگرم سماجي شخص هو، ڪيس

سنگيت ۾ بين فنن سان خاص لڳاءُ هو ۽ پلوڙ فوٽوگرافر پڻ هو. بابا جو مٿس تمام گهڻو راضپو هو ۽ جڏهن به ڪنهن هوائي سفر جو معاملو ايندو هو ته بابا سندس صلاح مشوري کانسواءِ ڪو قدم نه کڻندو هو. علي اصغر پي آءِ اي ۾ ڪم ڪندي پئرس ۽ لنڊن ويو جنهن کانپوءِ هو امريڪا ۾ ٽانيڪو ٿيو. چاچي علي اصغر جي سمورن ٻارن اعليٰ تعليم حاصل ڪئي ۽ هاڻ هو به امريڪا ۾ ٿا رهن.

سيد علي اصغر کا تو لڳائي ٽڪيٽن جي جيڪا قيمت ٻڌائي سا ايتري گهڻي هئي جو فوري طور تي انجو انتظام ڪرڻ ممڪن نه هو پر بابا هڪدم بهار ڪالونيءَ ۾ خريد ڪيل پلاٽ وڪرو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ڪٽنب جي ڀاتين ۾ مٿن مائٽن ان فيصلي کي ظفر جي چريائپ سڏيو. بابا ڪڏهن به ماڻهن جي راءِ جي بنياد تي پنهنجا فيصلا نه ڪندو هو ۽ نه ئي پنهنجا فيصلا تبديل ڪندو هو. زمين جي قيمت مان سڄي ڪٽنب جا ٽڪيٽ خريد ڪيا ويا ۽ بابا پنهنجي واپسيءَ واري ٽڪيٽ سوڌو سڀني سان گڏجي ڍاڪا پهتو.

سڄو ڪٽنب وڏي حوصلي ۽ ويساهه سان ڍاڪا پهتو هو. بابا ۽ امان وڏين خواهشن سان مستقبل جي رٿا بندي ڪري ويا هئا پر ڍاڪا پهچندي ئي جيڪي ڪجهه ٿيو سو ڪنهن هاجي ڪان گهٽ نه هو. ٿيو اهو جو سليم الله ميڊيڪل اسڪول امان جي داخلا واري درخواست رد ڪري ڇڏي. اها خبر بابا لاءِ صدمي ڪان گهٽ نه هئي، سندس بقول اها سندس زندگيءَ جي سڀ ڪان وڏي مايوسي هئي. ڪيس لڳو ته ڄڻ اڳتي جو رستو بند آهي ۽هو بند گهٽيءَ جي پڇاڙ تي پهچي ويو آهي. ٻارن کي معاملي جي سنگينيءَ جو احساس نه هو ڇاڪاڻ جو هو ڇمار جي ان حصي ۾ هئا جتي اهڙا مامرا پلئه نه پوندا آهن.

جهڙي ريت عام طور تي ٿيندو آهي ته جڏهن شديد مايوسي ٿيندي آهي ۽ اڳتي ڪجهه به نظر نه ايندو آهي ته اوچتو ڪٿان اُميد جو

کو ڪرڻو ظاهر ٿيندو آهي، خاص طور تي ان وقت جڏهن نيت صاف هجي، ڪوشش ايمانداريءَ سان ڪئي ويندي هجي ۽ انسان هر قسم جي محنت ڪرڻ ۽ تڪليف برداشت ڪرڻ لاءِ تيار هجي.

ايتري ۾ مختيار چاچي جي فون چڱي خبر آندي. مختيار چاچا غازي اسڪول ۾ پڙهائيندو هو ۽ بابا کيس ان ڳالهه تي راضي ڪري ورتو هو ته هو سڄي زندگي اسڪول ۾ پڙهائيندي ئي گذاريندو. بابا ئي کيس LSMF بابت ڄاڻ ڏني هئي ۽ کيس قائل ڪيو هو ته هو ميڊيڪل اسڪول ۾ داخلا وٺي. سندس داخلا سلهٽ ميڊيڪل اسڪول ۾ ٿي وئي هئي. بابا ڪراچيءَ مان نڪرندي کيس پنهنجي سفر جو اطلاع ڪري ڇڏيو هو. ڍاڪا مان بابا کيس اهو اطلاع پڻ ڏئي ڇڏيو هو ته سليم الله ميڊيڪل اسڪول امان جي داخلا واري درخواست رد ڪري ڇڏي آهي. هندستان جي سرحد سان لڳو لڳ سلهٽ شهر جيڪو ڍاڪا کان ڏيڍ بہ سئو ميلن جي فاصلي تي آهي، جي ميڊيڪل اسڪول ۾ ڪجهه سيٽون خالي هيون. اهو اطلاع مختار چاچي بابا تائين رسايو هو.

بابا هڪدم سلهٽ وڃڻ لاءِ تيار ٿي ويو. ريل گاڏيءَ جا ٽڪيٽ خريد ڪيا ويا. مختار چاچا سلهٽ ميڊيڪل اسڪول جي هاسٽل جا ڪجهه ڪمرا خالي ڪرائي اسانجي رهڻ جو انتظام ڪيو ۽ سيئي سلهٽ پهچي وياسين. جيترن ڏينهن ۾ داخلا جي ڪاروائي مڪمل ٿي بابا اسڪول ڀرسان ئي هڪ گهر مسواڙ تي حاصل ڪري ورتو. صدر الحسن رضوي، جنهنکي اسين صدرو ڀائي سڏيندا آهيون، کي بابا ڍاڪا کان سلهٽ گهرايو، جيڪو اسان سان گڏ گهر جي وڏي طور رهڻ آيو هو. ڪمال حسن، منظر حسن، صدر الحسن ۽ بدر الحسن رضوي نالي چارئي ڀائر ديسنا کان بابا جي گهري دوست سيد جمال حسن رضوي جي پهرين زال جا پٽ هئا. پهرين زال جي مرتئي

ڪانپوءِ سندس شادي باباجي پسنديده سئوٽ حسينا خاتون سان ٿي هئي. بابا جي ساڻس دوستي ان نوعيت جي هئي جو انهن ڇئني ڀائرن کي تمام گهڻو پنهنجو ليکيندو هو ۽ اها به حقيقت آهي ته انهن ڇئني ڀائرن سڄي زندگي بابا جي انتهائي عزت ڪئي ۽ سدائين سندس صلاحن تي عمل ڪيو. اهو چوڻ به درست ٿيندو ته اسان سمورن ڀائرن ۽ ڀينرن کي به هُنن سدائين پنهنجو ڀانئيو ۽ هر چڱي مٺي وقت اسانجي ايئن ئي واهر ڪئي جيئن پنهنجي سڳن ڀائرن ڀينرن جي ڪئي ويندي آهي.

بابا سلهٽ جي منشي پاڙي ۾ پنهنجي هڪ ٻئي دوست قسيم الدين فيروزيءَ جي مدد سان مسواڙ تي هڪ گهر حاصل ڪيو. قسيم چاچا بابا جو پراڻو دوست هو ۽ پٽنا جي هڪ ڪاليج ۾ پڙهندو هو، جتي بابا پنهنجي سياسي سرگرمين جي سلسلي ۾ ويندو هو. پراڻي سنگت انتهائي گهاٽي هئي ۽ بابا ضرورت پوڻ تي قسيم چاچا کان ڪجهه هزار رپيا قرض پڻ ورتو هو جيڪا تن ڏينهن ۾ وڏي رقم هئي. بابا قسيم چاچي جي پنهنجائپ ۽ انهيءَ عمل جو سدائين تورائتي واري انداز ۾ ذڪر ڪندو هو. قسيم چاچو سلهٽ ۾ چانهه جي باغن جو مالڪ هو ۽ خوشحال زندگي گهاري رهيو هو. بنگلاديش ٺهڻ کان پوءِ هو پاڪستان هليو آيو جتان ڪجهه سالن ڪانپوءِ امريڪا هليو ويو ۽ هاڻ اُتي ئي آهي.

قسيم چاچي جي نگران طور ۽ صدرو ڀائي جي گهر جي وڏي طور موجودگي ادي ٽيپو ۽ سراج لاءِ ڪافي هئي پر چاند ۽ شاهين جي سار سنڀال لاءِ ڪنهن عورت جو هئڻ ضروري هو سو امان پنهنجي ماءُ ۽ ڀيڻ تسنيم کي بهار کان سلهٽ گهرايو جن جي مدد ان موقعي تي ڪنهن رحمت کان گهٽ نه هئي. پنهنجي ناني ۽ ماسيءَ سان گڏ آءٌ به سلهٽ پهچي ويس ۽ هڪيرو ڀيهر پنهنجي ماءُ جي آسيس ماڻيم.

سلهٽ اهو شهر آهي جتي مون هوش سنڀاليو، اتان جون يادون منهنجي جيون جون شروعاتي سارون آهن. امان سان ڏيٺ ويٺ پڻ اتيئي ٿيم، سلهٽ ۾ گذاريل منهنجي ٻالڪپڻي جي انهن شروعاتي سالن ۾ منهنجو سائنس تعلق ۽ سنگ سياپو سگهارو ٿيو. سندس پاپوهه ۽ پنهنجائپ جو احساس ٿيم ۽ ماءُ جو اهو پيار ماڻيم جيڪو ٻار سدائين ياد رکندا آهن ۽ جيڪو وڏنڊڙ ڄمار جي باوجود انسان جي من تي اُڪريل هوندو هو. سلهٽ ئي اهو ماڳ آهي جتان جي سارن ۾ اهو پڻ شامل آهي ته ڪهڙي ريت آءُ پنهنجي ٻنهي وڏن ڀائرن ٽيپو، ۽ سراج سان هر معاملي ۾ چٽا ڀيٽي ڪندو هئس ۽ پنهنجي هوڏ پوري نه ٿيڻ تي روئڻ لڳندو هئس. اصل ۾ هو ٻئي ڄمار ۾ مونکان گهڻو وڏا هئا ۽ سندن مصروفيتون ۽ دلچسپيون پڻ مختلف هيون. سندن ڪمن ۾ منهنجي دخل اندازي هنن ٻنهي لاءِ مسئلا پيدا ڪندي هوندي منهنجو وقت ادي ٽيپو ۽ سراج سان جهيڙن ڪانپوءِ چاند ۽ شاهين سان گذرندو هو، جن تي وڏو هئڻ ڪري رعب ڪري پئي سگهيس. وقت گذرڻ سان ڪٽنب ۾ عفيا جي واڌ آئي جنهن جو نالو امان پنهنجي نالي جي وزن تي عفيا ظفر رکيو هو. اسان ٽنهي ننڍن لاءِ عفيا هڪ گڏي، جيان هئي ۽ اسان جو گهڻو تڻو وقت هُن سان ئي گذرندو هو. اسانجي انهيءَ سار سنڀال ڪري امان کي پنهنجي پڙهائي لاءِ مناسب وقت ملي ويندو هو. ناني ۽ ماسي سلهٽ کان واپس وڃي چڪيون هيون ۽ بابا اسانجي ٻن ڀين مائٽياڻين نجيا ۽ تهذيب کي سڏائي ورتو هو. انهن ٻنهي ڀيرن گهر جو انتظام چڱي ريت سنڀالي ورتو هو

ڪجهه عرصي ڪانپوءِ اسين منشي پاڙو ڇڏي دريا پاڙي منتقل ٿي وياسين، پوءِ وري اهو علائقو ڇڏي لاما بازار جي هڪ گهر ۾ رهڻ شروع ڪيوسين. اڳتي هلي عنبر خاني ۾ مسواڙ تي هڪ گهر

حاصل ڪيو سين. سلهٽ ۾ آخري ٻه سال درگاهه پاڙي جي هڪ گهر ۾ گذريا جنهن جو نالو اقبال لاج هو. اهو انتهائي شاندار ۽ ڪشادو گهر هو جيڪو صدرو ڀائي انتهائي پتوڙ ڪانپوءِ حاصل ڪيو هو.

انهيءَ ڪشادي گهر ۾ سلهٽ وارا اسانجا آخري ڏينهن تمام ڀلا گذريا. ناني ۽ ماسي ڪراچي منتقل ٿي چڪيون هيون، امان ٽيپو ۽ سراج جي داخلا روشما هاءِ اسڪول ۾ ڪرائي جيڪو بنگالي ميڊيم اسڪول هو. ان اسڪول ۾ پڙهڻ واسطي امان ڪين بنگالي پڙهائيندڙ هڪ استاد پڻ رکيو. چوٿون ۽ پنجون ڪلاس پاس ڪري ٽيپو ۽ سراج 1957 ۾ بابا وٽ رهڻ واسطي ڪراچي هليا ويا. ڪراچي ۾ بابا نه رڳو اسڪول هلائي رهيو هو پر گهر داري پڻ ڪري رهيو هو. جتي وڏي ڀاءُ ۽ ايندڙ ويندڙ مهمانن لاءِ چُلهه سدائين ڌُکيل رهندي هئي.

ٽيپو ۽ سراج جي وڃڻ ڪانپوءِ آءٌ هڪ لحاظ کان گهر جو سڀ کان وڏو ٻار ٿي ويو هئس، باقي سمورا ٻار مونکان ڄمار ۾ ننڍا هئا ۽ مهنجي حاڪميت لاءِ ڪابه للڪار نه هئي. منهنجي داخلا اسڪول ۾ نه ڪرائي وئي هئي ۽ جيڪي ڪجهه گهر ۾ پڙهائڻ ممڪن هو سو پڙهايو ويندو هو. جيتوڻيڪ ڄمار ۾ انتهائي ننڍو هئس پر ان ڳالهه جو احساس هئم ته امان پڙهائي ۾ رڌل آهي. ڪوشش ڪندو هئس ته ٻار گهر اندر گوڙ گهمسان نه ڪن ته جيئن امان جي پڙهائي ۾ ڪو رخنو نه پوي. ياد اٿم ته پنهنجي ڪاپي ۽ قاعدو آڻي ٿي ڪٽي ويهندو هئس جيئن امان پنهنجي پڙهائي ڪندي هئي. شام ڌاري اسين سمورا ٻار اقبال لاج جي دروازي تي ويهي امان جو اوسيئڙو ڪندا هئاسين. صبح جو سوير گهران نڪتل، ڪاليج ۽ لائبرريءَ ۾ مٿو کپائي سڄي ڏينهن جي ٿڪيل ٽٽل امان تي پري کان نظر پوندي ئي اسين سمورا ٻار ”امان اچي وئي، امان اچي وئي“ چوندي ڊوڙي وڃي ڪيس ڀاڪرين پوندا هئاسين.

سندس ٺڪاڻ مُڪ هڪدم ڀِڪي پوندو هو، ڇِيڙي تان ويڳاڻپ ختم ٿي ويندي هئس ۽ اهو تڙي پوندو هو جڏهن سندس سچي ٻت مان نور جا ڪرڻا جرڪي رهيا هجن. معصوم محبت ۽ اُنسيت جو اهو تجربو منهنجي زندگيءَ جي تڪميل جو اهم ترين جزو آهي ۽ ڊنڊڙ چمار ۽ زندگيءَ جي نت نون تجربن ۾ سلهٽ جون اُهي معصوم شامون اسانجي زندگيءَ جا اُهي يادگار پل آهن جن ۾ اسانکي رڳو امان جو پاپوهه سان ٽمٽار مُڪ ئي نظر ايندو آهي. هڪ اهڙي ماءُ جو، جيڪا سڄو ڏينهن ڪاليج ۽ اسپتال ۾ تعليم وٺندي ٿي رهي ۽ شام پهر اهو سوچيندي ٿي گهر موٽي ته نه ڄاڻ سندس ٻارن ڏينهن ڪيئن گذاريو هوندو. اُن ماءُ جي نيڻن جي جوت ۽ مُڪ تان ڦٽندڙ ممتا جو اندازو اُهيئي ڪري ٿا سگهن جن ٻاڳن سان اهڙين يا انهن سان ملندڙ جلندڙ حالتن جو تجربو ماڻيو هوندو.

## مارشل لاءِ مارشل لا

سلهٽ ۾ امان جي تعليم جاري هئي، اسان ٻارن تي امان ۽ سائنس گڏ پڙهندڙ ميڊيڪل جا شاگرد مختلف قسمن جا تجربا به ڪندا ٿي رهيا. ڪڏهن ٿي بينڊيج ته ڪڏهن ڪراس بينڊيج ته ڪڏهن واري ڪو ٻيو تجربو. بابا ڪراچيءَ ۾ اسڪول پئي هلايو ۽ پنهنجي واقفن، دوستن يارن ۽ مٽن مائٽن کي ان ڳالهه تي راضي ڪندو رهيو ته تعليم پرائڻ ضروري آهي ۽ اها رڳو ڇوڪرن کي نه پر ڇوڪرين کي به ڏيارجي. 1958 ۾ جڏهن پاڪستان تي پهريون پيرو مارشل لا مڙهي وئي ته بابا پنهنجي مصروفيتن سان گڏوگڏ تي هڪ ذميواري وڌائي ڇڏي، اُها هيءَ ته ڪتب جي نوجوانن تي مارشل لا مڙهي يعني سنڌين وهان ڪرائي پهرين ته هُن امان جي ڀنهي پيڻرن نصرت ۽ تسنيم جا وهان ڪرايا ۽ پوءِ پنهنجي والد ابو طاهر سان ملڻ ڀهار

ويو، اتي پنهنجي ڀيڻ سنجيده خاتون جي ٻارن سان مليو جن مان ٻه وڏا ٻار ويهن سالن جي ڄمار کان اُڪري چڪا هئا. پوءِ هو شوڪت باجيءَ سان مليو جيڪا اسانجي ڏاڏي ابو طاهر جي ڀيڻ جي ڌوهٽي هئي. جنهن جي والده جهان آپا گذاري وئي هئي ۽ والد مولانا اظهار، مذهب جي سحر ۾ اچي تبليغي مهم ۾ غائب ٿي ويو هو.

مولانا اظهار ديو بند مدرسي مان اعليٰ تعليم پرايل هو ۽ سندس مذهبي ۽ تبليغي ذميواريون ايتريون گهٽيون هيون جو هو زال ۽ ڌيءُ کي الله حوالي ڪري گهران هليو ويو هو. بابا جي ذهن ۾ نه ڄاڻ ڇا پئي سرجيو، جو سندس واپس ڪراچي پهچڻ تائين هو ٽن شادين جي رٿا بندي ڪري چڪو هو. بابا ديسنا جي وڪيل سيد محسن جو واقف هو ۽ ڪيس پتو هو ته سندس پٽ صبيع محسن ۽ ڌيءُ آفتاب بانو پڻ ساماڻجي رهيا هئا. بابا صبيح محسن جو مداح هو جيڪو سائنس ۾ ڊگري حاصل ڪري پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ ڪارپوريشن ۾ ٽيڪنيڪل اسٽنٽ طور ڪم ڪري رهيو هو. بابا ڏکهي ڳالھ ٻولھ ڪانپوءِ صبيح محسن جو سنگ پنهنجي ڀيڻ جي ڌيءُ نزهت سان ۽ آفتاب بانو جي شادي نزهت جي ڀاءُ انيس الرب سان طئي ڪرائي. ديسنا مان هو شوڪت باجيءَ ڪي پاڻ سان گڏ وٺي آيو هو جنهن جو وهان وڏي ادي سان ٽيٽو هو. وڏو ادو آزاد خيال انسان هو ۽ سرگرم سماجي زندگي گذاري رهيو هو. هُن شاديءَ جي انهي رٿابنديءَ بابت هڪ اکر به نه ڳالهايو ۽ نه وري پنهنجي ٽيندڙ ڪنوار کي ڏسڻ جي ڪا خواهش ظاهر ڪيائين. ڪيس بابا تي ايترو اعتماد هو جو سندس خيال ۾ بابا سندس بابت ڪو غلط فيصلو ڪري ئي نه پئي سگهيو. بابا ان موقعي تي ڪوشش ضرور ڪئي ته پنهنجي نندي ڀاءُ ابو البر رضويءَ جي پڻ شادي ڪرائي پر هو پاڪستان کان ٻاهر تعليم پرائڻ جي ولوڙ ۾ ايترو ڳتيل هو جو بابا ۽ ڏاڏي جي ڏياءُ آڏو

سينو سپر ڪري بيهي رهيو ۽ مٿس مارشل لا لاڳو نہ ٿي سگهي.
اهي ٽئي وهان بابا جي ٺاهيل اصولن پٺاندڙ ٿيا. سندس پڪو ويساهہ هو تہ شاديون پنهنجي ڪٽنب ۾ ئي ٿيڻ گهرجن. بهاري، سيد يا صحيح صديقي ئي ان سانچي ۾ فٽ ٿي آيا. اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچڻ ڪان ٻاهر آهي تہ هو ان معاملي ۾ ايترو سخت ڇو هو. سندس ڪانگريسي پسمنظر، سندس سيڪولر سوچ ۽ ترقي پسند عملن هوندي بہ شادي مراديءَ جي معاملي ۾ هو پنهنجي معيار تي ڪوبہ ٺاهہ ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو. مستقبل ۾ جڏهن پنهنجي ٻارن جون شاديون ڪرائڻ لڳو تہ هڪ شرط وڌائي ڇڏيائين. اهي ٽئي شاديون بابا جي معيار موجب ساديون نہ هيون پر ان ڏس ۾ ڪو دٻاءُ بہ نہ وڌائين. ڪيس پتو هو تہ انهن شادين ۾ شرڪت لاءِ ڪيئي مٽ مائٽ هندستان ڪان پڻ آيل آهن ۽ ايڏي وڏي تعداد ۾ مٽن مائٽن جي موجودگيءَ سبب ماني وغيره جو بندوبست ڪرڻ اٽتر ٿيندو. اهو ڇئي سگهجي ٿو تہ اهو هڪ يادگار ڪاج هو جنهن ۾ ڏگهي عرصي ڪانپوءِ بهارين ڪي گڏجي ويهڻ جو موقعو مليو. اهي ٽئي شاديون مڪمل طور تي ڪامياب ثابت ٿيون. انيس الرب بينڪر طور ڪم ڪندي ريٽائر ٿيو. سندس بہ پٽ ۽ بہ ڌيئرون آهن. هاڻ اهو ڪٽنب امريڪا ۾ ٿانيڪو آهي. صبيح محسن ريڊيو پاڪستان ۾ ڪم ڪندو رهيو ۽ آزاد ڪشمير ۾ ريڊيو پاڪستان جي اسٽيشن قائم ڪندڙ ٽيم جو ميمبر بڻيو. ريڊيو پاڪستان ۾ رهندي ئي هُن صحافت ۾ ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ بہ سال پاڪستان اٽامڪ انرجي ڪميشن ۾ پڻ ڪم ڪيائين جنهن دوران اداري جي خبرنامي جوايڊيٽر پڻ رهيو. اڳتي هلي هو ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ جو اسٽيشن ڊائريڪٽر بڻيو. انکانپوءِ ڪيس اسلام آباد بدلي ڪيو ويو جتي هو ڊائريڪٽر پروگرامز جي اعليٰ ترين عهدي تي ڪم ڪندي ريٽائر ٿيو. هُن ريڊيو

لاءِ ڪيترائي ناٽڪ پڻ لکيا، سفر نامن سان گڏوگڏ انيڪ موضوعن تي ڪتاب پڻ لکيائين. بابا ڪيس سدائين قدر جي نظر سان ڏسندو رهيو ۽ ونس هُن لاءِ انتهائي مان هو. هو سدائين سندس تعارف پنهنجو سڀ ڪان وڏو ناتي چئي ڪرائيندو هو ۽ سندس ڪاميابين تي دل وٽان سرهو هوندو هو. صبيح محسن جو تي ڏيئرون ۽ هڪ پٽ آهن جنکي علم جي روشني ڏيڻ ۾ هُن ڪابہ ڪنجوسي نہ ڪئي. پيا ۽ شوڪت جنهن ڪي اسين سيئي باجي ڪوٺيندا رهياسين، بابا سان گڏ اسڪول ۾ ئي رهيا، اسين جڏهن امان سان گڏ واپس ڪراچي پهتاسين تہ وڏو ادو ۽ باجي اُتيئي رهندا هئا. ڪراچي موٽڻ ڪانپوءِ منهنجي وڏي ادي سان اُنسيت تمام گهٽي وڌي وئي ۽ سندس لاڏلو ٻڇي ويس. هو منهنجا سمورا جائز ۽ ناجائز مطالبا پورا ڪندو هو. اسڪول ۽ ميڊيڪل ڪاليج ۾ تعليم پرائڻ دوران پنهنجي سياسي ۽ سماجي سرگرمين لاءِ ڪانئس چندو وٺڻ معمول جي ڳالهہ هئي جنهن ڪان هُن ڪڏهن بہ منع نہ ڪئي. 1960ع ڪانپوءِ هو پنهنجي گهر واريءَ سان گڏ ناظم آباد منتقل ٿي ويو. سندن ٽي بار ڌيءُ حنا ۽ پٽ سلمان ۽ فرقان ڪراچيءَ ۾ ٿانيڪو آهن. هو ننڍي ڄمار ۾ گذاري ويو جنهن بابا ڪي جهوري وڌو.

## امان جي ڪاميابي

بابا ڪراچيءَ ۾ پنهنجو پاڻکي انتهائي مصروف رکيو هو جڏهن تہ امان سلهٽ ۾ تعليمي جهاد ۾ رڌل هئي. جنهن وقت ڪراچيءَ ۾ شادين جا ڪاج ٿي رهيا هئا، امان LSMF جي چوٿين سال ۾ هئي آخري سال سخت محنت وارو هو ڇاڪاڻ جو ان ۾ ڪيترن ئي مضمونن جو امتحان ڏيڻو پوندو هو. انگريزن جي جوڙيل ميڊيڪل جي تعليمي سرشتي ڪي اجان تائين حڪومت برباد ڪرڻ

جي ڪا ڪوشش نہ ڪئي هئي. صدرو پائي ڪنهن ڪم سان سانگي ڍاڪا ويل هو ۽ انيس الرب جي نندي ياءُ بابا جي دٻاءَ ۽ هر هر فون سبب سلهٽ جي ميڊيڪل اسڪول ۾ داخلا ورتي هئي. بابا ئي سنجيده پڦي ۽ پڦڙ کي راضي ڪيو هو تہ هو تعليم پرائڻ لاءِ سلهٽ اچن. توصيف الرب، سمستي پور هندستان کان اچي سلهٽ ميڊيڪل اسڪول ۾ داخلا ورتي ۽ اسان سان گڏ رهڻ لڳو جيڪا ڪيترن ئي حوالن سان چڱي ڳالهہ هئي. اسان ڇئني ٻارن جي پالنا ڪندي امان امتحان ڏنو هو ۽ خيرت جي ڳالهہ آهي تہ سرجري کانسواءِ سمورن مضمونن ۾ پاس ٿي وئي. جيڪڏهن هوءَ سمورن مضمونن ۾ فيل بہ ٿي وڃي ها تڏهن بہ ڪا اچرج جي ڳالهہ نہ هجي ها، پر امان ڪا معمولي عورت نہ هئي، هوءَ فولادي حوصلي جي مالڪ، انتهائي محنتي ۽ مناسب ڏاهپ جي مالڪ هئي. سرجريءَ ۾ فيل ٿيڻ سبب امان کي وڏيڪ ڇهہ مهينا سلهٽ ۾ رهڻو پيو تہ جيئن سپليمينٽري امتحان ڏئي سگهي. بابا اسان ٻارن کي چٽا گانگ ۾ امان جي مامي ڏانهن اماڻڻ جو فيصلو ڪيو. امان جو مامو نانا مقيط اٽپرٽيل هو جنهن جو چٽا گانگ ۾ وڏو ڪاروبار هلندڙ هو.

اسان تہ مقيط نانا کي تمام گهڻو تنگ ڪيو پر هُن اسانجي هئڻ مان تمام گهڻو مزو ماڻيو. امان زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو اڪيلي ٿي هئي، سو ڇهن مهينن لاءِ ميڊيڪل اسڪول جي هاسٽل ۾ رهڻ لڳي ۽ 1960 ۾ امتحان پاس ڪري LSMF جي ڊگري حاصل ڪيائين فقط اٺ سال اڳ ڪيس A ۽ B جي فرق جو پتو نہ هو پر هُن پنهنجي محنت سان LSMF جو امتحان پاس ڪري "نندي ڊاڪٽرياڻي" واري ڊگري پڻ حاصل ڪري ورتي هئي. هاڻ هوءَ ڊاڪٽر طور ڪم ڪري پئي سگهي. امان پنهنجي ڪاميابيءَ تي ڪو بہ جشن نہ ملهايو ۽ نہ ئي سندس طور طريقن ۾ ڪو ڦير آيو. هوءَ ڪنهن مغروريءَ کانسواءِ

جهڙي اڳي هئي تهڙي ئي رهي، مهربان ۽ نماڻي طبيعت واري. هوءَ سيني سان گڏجي ڪراچي موٽي آئي ۽ سول اسپتال جي عورتن واري وارڊ ۾ هائوس جاب ڪرڻ شروع ڪيائين. هائوس جاب دوران ڪيس صفيه ڄائي جنهن جو نالو پنهنجي نالي جي قافيي تي رکيائين. ان سموري عرصي دوران بابا اها ڄاڻ حاصل ڪري ورتي هئي ته LSMF ڪانپوءِ ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٻن سالن جي اضافي تعليم پرائڻ تي MBBS جي ڊگري ملي سگهي ٿي. بابا انهيءَ ڪورس لاءِ جنهن کي ڪنڊينسڊ ڪورس تي سڏيو ويو، امان پاران درخواست جمع ڪرائي. قانون اهو هو ته LSMF پاس ڪيل ڇوڪرين کي فقط فاطمه جناح ميڊيڪل ڪاليج لاهور ۾ داخلا ملندي جڏهن ته ڇوڪرن کي ڪنهن به ڪاليج ۾ داخلا ملي ٿي سگهي. بابا ڀرپور ڪوشش ڪئي ته امان لاءِ قانون ۾ ڪا رعائت نڪري پر ان ڏس ۾ سندس سموريون ڪوششون ناڪام رهيون.

هڪيرو ٻيهر سمورو ڪٽنب، سواءِ ٽيپو سلطان جي جيڪو ڪاليج ۾ ٿي پڙهيو، لاهور جو راهي ٿيو. هن ڀيري منظر حسن رضوي جهن کي اسين منظر ڀائي سڏيندا هئاسين، اسان سان گڏ هو. بابا ۽ ادو سراج اسانکي لاهور ڇڏي ڪراچي موٽي آيا ۽ اسين اڇرا واري علائقي جي هڪ گهر ۾ رهڻ لڳاسين. لاهور ۾ 1961ع جو سيارو مونکي چڱي ريت ياد آهي. اڇري واري انهيءَ علائقي ۾ ٻنيون ڀارا گهڻا هئا. منظر روزانو مُگ ڦليون وٺي ايندو هو، اُتي موسميون، مالٽا ۽ ڪمند انتهائي سستا هئا ۽ اسين اهي وڏي شوق سان کائيندا هئاسين.

هئي پاسي امان جي ڪراچي بدليءَ لاءِ بابا پنهنجون ڪوششون جاري رکيون. بابا کي پتو لڳو ته امان جي درخواست صحت کاتي جي هڪ عملدار وٽ رکيل آهي ۽ انتي ڪنهن به قسم جي ڪاروائي نه

پئي ڪئي وجي. بابا ۾ اها زبردست صلاحيت هئي ته هو حالتن کي پنهنجي حق ۾ ڪرڻ وارين ڪوششن ۾ اڪثر ڪامياب ٿي ويندو هو. هو انسانن جي عمومي نفسيات ۽ ڪمزورين مان فائدو وٺڻ کان نه هٻڪندو هو. هو ڪوڙ ڳالهائڻ کانسواءِ پنهنجي بنيادي اصولن کي قائم رهندي پنهنجا ۽ ٻين جا ڪم ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندو هو. امان جي بدلي انجو شاندار مثال آهي. جنهن آفيسر وٽ امان جو فائل قاتل ٿو، انجي نالي ۾ لفظ عسڪري شامل هو. بابا جڏهن ساڻس ملڻ ويو ته پنهنجي وساريل نالي ابو ظفر محمد مجيد عسڪريءَ واري نالي سان پنهنجو تعارف ڪرايائين. بابا جي بقول، سندس نالي ۾ عسڪري لفظ ڪم ڪرايو ۽ آفيسر هڪدم حڪم جاري ڪيو. اسين پيهر ڪراچي موٽي آياسين ۽ امان ڪراچيءَ جي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ پنهنجي تعليم حاصل ڪرڻ شروع ڪئي. اهو واقعو ظاهر ٿو ڪري ته اسانجي سرشتي جا بنياد ڪيتري حد تائين کوکلا آهن. ظاهر آهي ته جتي تعليم عام نه هجي ۽ قابليت کي بنيادي حيثيت حاصل نه هجي اُتي اصول پسند انسانن کي به اهڙا طور طريقا استعمال ڪرڻا ٿا پون.

1962ع ۾ جڏهن ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ تعليمي سال شروع ٿيو ته ميڊيڪل جي تعليم جي تاريخ ۾ هڪ عجيب و غريب واقعو پيش آيو. امان اُن وقت ايم بي بي ايس جي آخري سال ۾ هئي ته سندس وڏي پٽ ٽيپو سلطان جي داخلا ايم بي بي ايس جي پهرين سال ۾ ٿي. مون ڪيترن ئي طريقن سان انجي جاچ لڏي پر پنهنجي انتهائي ڪوشش هوندي به اها ڳالهه اڄان تائين پروڙي نه سگهيو آهيان ته دنيا جي ڪنهن ميڊيڪل ڪاليج ۾ ماءُ ۽ پٽ هڪ ئي وقت تعليم حاصل ڪئي هجي. اها ڳالهه تاريخي اهميت واري آهي. اهو مامرو امان لاءِ پڪ سان فخر وارو رهيو هوندو پر ٽيپو لاءِ اها ڳالهه مسئلو بڻجي وئي.

ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جي پهرين سال ۾ ٽيپو سلطان "امان جو پٽ" سڏبو رهيو. امان ۽ ٽيپو جڏهن گڏ رڪشا مان ڪاليج جي دروازي تي لهندا هئا ته ماڻهن جي چپن تي مرڪ تري ايندي هئي. پوءِ اهو به ٽيڻ لڳو جو امان جون ڪلاس ڀيچي ڇوڪريون اڪثر فرمائش ڪري ٽيپو کي سڏرائينديون هيون جو ماءُ ۽ پٽ ٻنهي کي گڏ ڏسڻ هنن لاءِ وندر جو ذريعو بڻجي ويو هو. اهو سلسلو ڪيترين ئي مهينن تائين جاري رهيو ۽ اوڏي مهل بند ٿيو جڏهن امان ايم بي بي ايس جو آخري امتحان پاس ڪري ڊاڪٽر بڻجي ڪاليج مان فارغ ٿي وئي. لڳ ڀڳ انهن ئي ڏينهن ۾ ڪيس غوثيه ڇائي. سندس نالو عفيه ۽ صفيه جي وزن تي رکيو ويو. ان نالي جو هڪ سبب اهو به هو ته اسانجي گهر ڀرسان غوثيه مسجد هئي جتان جو مولوي مونکي حافظ بنائڻ لاءِ روزانو قرآن پڙهائڻ ايندو هو. اسين ٻئي ان مقصد ۾ ناڪام ٿياسين. هو مونکي حفظ نه ڪرائي سگهيو ۽ آءُ حافظ بڻجي نه سگهيس. انجو بنيادي سبب اسين ٻئي نه پر بابا هو جنهن نه ڄاڻ کهڙي سبب مونکي حافظ بنائڻ جو فيصلو بدلائي ڇڏيو ۽ آءُ دين جو عالم بڻجندي بڻجندي رهجي ويس.

1963ع ۾ امان جي شاديءَ کي ويهه سال لنگهي چڪا هئا. انهن ويهن سالن هُن سورهن سال تعليم حاصل ڪرڻ ۾ لڳايا هئا. هوءَ اٺن ٻارن جي ماءُ بڻجي چڪي هئي. گهر ۾ ايندڙ ويندڙن کي به وقت ڏنائين، پاڪستان اچي پنهنجي مڙس سان معاشي پتوڙ ۾ پڻ هٿ ونڊائين. زندگي هُن لاءِ لاڳيتو پتوڙ ڪانسواءِ ڪجهه به نه هئي.

سندس زندگيءَ جي لاهن چاڙهن ۽ ڏکيائين جوڪاٽو لڳائڻ سولو ناهي، پنهنجي والد جي اوچتي مرتئي سبب ڪيس انتهائي

غربت پوڳڻي پئي. بابا سان شاديءَ کانپوءِ هوءَ هڪدم اهڙي سياسي ماحول ۾ داخل ٿي جتي سندس مڙس جو هندستان جي چوٽيءَ جي اڳواڻن سان رابطو هو. هو سياسي سوچ رکندڙ انتهائي متحرڪ شخص هو، جنهن کي ننڍي ڄمار هوندي به اُن وقت جي سياسي کيتر ۾ چڱي اهميت حاصل هئي. ان دنيا جي طور طريقن جو امان کي اندازوئي نه هو. پوءِ هندستان جي ورهاڱي جو هاڃو پيش آيو جنهن ۾ هُن لڏ پلاڻ ڪئي ۽ هڪ اهڙي مڙس جو ساٿ نڀائڻ لڳي جنهن سياست ڇڏي، آرام واري زندگي تياڳي ۽ نئين ملڪ ۾ نئين زندگيءَ جي نئين سر شروعات ڪئي هئي. جيڪو فٽ پاٿ تي تڏو وڇائي ماڻهن جا خط لکي ۽ ٽائيپ رائٽر تي ماڻهن جون درخواستون لکي آمدنيءَ جا ذريعا پيدا ڪري رهيو هو. پوءِ اهو ٿيو جو سندس تعليم شروع ٿي وئي ۽ منجهانس اُميد رکي وئي ته هوءَ ABCD پڙهڻ شروع ڪري ۽ پوءِ ڊاڪٽر به بڻجي وڃي. سندس زندگيءَ جا امتحان ڪڏهن به ختم نه ٿيا پر هوءَ انهن سمورن امتحانن مان سرخرو ٿي گذري ۽ گهڻو ڪجهه حاصل ڪرڻ کانپوءِ به امان جهڙي هئي تهڙي ئي رهي. مرڪي ملندڙ، چڱو ڳالهائيندڙ، سدائين پين پويان ڪنڌ لاڙي هلندڙ، جنهن پنهنجائپ ۽ اُڪير ورهائڻ ۾ ڪڏهن به ڪنجوسي نه ڪئي. اهو بابا ئي هو جنهن سوچيو ته اهو ڪجهه ممڪن ٿي سگهي ٿو پر اها امان ئي هئي جنهن بابا جي سپنن کي ساڀيان ڏني. بابا سپنا ڏسندو هو ۽ امان انهن کي پورو ڪري ڏيکاريندي هئي. هو ٻئي هڪبئي لاءِ ئي تخليق ٿيا هئا. هنن ٻنهي وچ ۾ جيڪو تعلق هو، اُهو اهڙو هو جو شايد ڌار ڌار سندن ڪا حيثيت ئي نه هجي ها. هنن ٻنهي جي گڏيل ڏاهپ، ارادن جي مضبوطي ۽ عمل جي سگهه اهڙا عنصر هئا جن جي

ڪري هنن اهو ڪجهه ماڻيو جيڪو ظاهري طور تي ناممڪن هو. سندن هر آها سڌ پوري ٿي جنهن جي خواهش ڪيائون. اڄ جيترو سوچيان ٿو اوترو ئي اچرج ۾ ٿو پوان ته هنن پنهنجي زندگي ڪهڙي ريت گذاري ۽ ناممڪن کي ممڪن ڪيائون. بابا ۽ امان اسانجي زندگين ۽ اسان جهڙين ڀين انيڪ زندگين تي اثر انداز ٿيندڙ ڪرشماتي شخصيتن جا مالڪ هئا. ڪنهن ڏند ڪٿائي دنيا جا اُهي ڪردار جن جي ڇهڻ سان مٽي سون ٿي بڻي. پنهنجي ياڳ تي جيترو پاڻ پڙايان اوترو گهٽ ٿيندو.

## 5. جنون جي حد تائين

غازي محمد بن قاسم اسڪول جي ٽن پاسن کان رستا هئا. آتما رام پريتم داس روڊ يا مساڻ روڊ واري پاسي بابا ٻه ڪمرا ٺهرائي امان جي ڊسپنسريءَ جي شروعات اوڏي مهل ئي ڪري ڇڏي هئي جڏهن هوءَ LSMF جي ڊگريءَ سوڌو ڪراچي پهتي هئي. منهنجي ذميواري لڳائي وئي ته ڪلينڪ شروع ٿيڻ کان اڳ ان ۾ ٻهاري ڏئي صفائي ڪريان. انڪانپوءِ امان واري ڪمري ۾ بلب ٻاري ڪلينڪ کولي ڇڏيندو هئس، تنهن کانپوءِ منهنجو ڪم پورو ٿي ويندو هو. امان کان سواءِ اُتي ادو ٽيپو هوندو هو جيڪو امان جو ڪمپائونڊر ٿي ويو هو. امانءَ جي لکيل نسخي موجب دوائون بوتل ۾ وجهڻ ۽ گوريون ڏيڻ سندس ڪم هو. سندس اها به ذميواري هئي ته دوا ڏيڻ مهل امان جي لکيل هدائتن موجب مريض کان فِي وٺي. امان جو ڪم ۽ اخلاق ٻئي سان چڱا هوندا جو روزانو مريضن جو تعداد وڌندو ٿي ويو. ايم بي بي ايس ڊگري حاصل ڪرڻ کانپوءِ امان جي مريضن جي تعداد ۾ اجائين وڌيڪ اضافو ٿي ويو ڇاڪاڻ جو تن ڏينهن ۾ ليڊي ڊاڪٽر ورلي ئي هوندي هئي سو به لياري جهڙي پوئتي پيل علائقي ۾. سگهو ئي ادي ٽيپو ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جي هاسٽل ۾ ڪمرو حاصل ڪري ورتو ۽ امان ڪمپائونڊر کان محروم ٿي وئي. دين محمد درگاهيءَ ادي ٽيپو جي جاءِ والاري. هُن نه رڳو ڪمپائونڊري ڪئي پر امان کان فرسٽ ايڊ ۽ ملم پٽيءَ جو ڪم پڻ سکي ورتائين ۽ انجيڪشن هڻڻ ۾ به مهارت حاصل ڪيائين. هو امان سان گڏ مريضن جي گهر به وڃڻ لڳو. امان کي دين محمد تي ايترو اعتماد هو جو ڪجهه مريضن جي گهر انجڪشن هڻڻ يا ملم پٽي ڪرڻ لاءِ پڻ

ڪيس اماڻيندي هئي. ان ريت دين محمد جي آمدنيءَ ۾ پڻ ٿوري گهڻي واڌ ٿي آئي.

امان هڪ سٺي، مهربان ۽ پنهنجائپ ڏيندڙ ڊاڪٽر هئي، جيڪڏهن ڪو مريض ڪا غير مناسب گهر ڪندو هو ته هوءَ انڪان معذرت ڪري ڇڏيندي هئي. ساڳي ريت هوءَ علاج جي اهڙي طريقي کان پنهنجو پاڻ کي پري رکندي هئي جنهن جو واحد مقصد مريضن کان پئسا حاصل ڪرڻ هوندو هو. سندس اخلاقي معيار انتهائي بلند هو ۽ جڏهن زندگيءَ جون ضرورتون انتهائي گهٽيون هيون ۽ ان ڳالهه جا انيڪ موقعا هئا ته ٿورڙي هيرا ڦيريءَ سان هوءَ پنهنجي آمدني ۾ واڌ آڻي پئي سگهي، تڏهن به هُن موقعي مان ڪو لاڀ نه پرايو. انتهائي سادگيءَ سان هڪ اهڙي ليڊي ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ زندگي گذاري ڇڏيائين جيڪا رات جو فرحت واري ننڊ ڪندي هئي. هُن ڪڏهن به ڪا دعويٰ نه ڪئي ۽ انهن ڊاڪٽرن وانگر نه هئي جيڪي پنهنجي مهارت کان وڌيڪ لباڙ مان ڪمائيندا آهن، ڪيس پنهنجي ڪم تي اعتماد هو. اهو ئي سبب هو جو مريض سندس ديوانا هئا ۽ ڏور ڏور کان وٽس علاج ڪرائڻ ايندا هئا.

امان جي آمدني وڌڻ سان گڏوگڏ اسڪول جي صورتحال پڻ بهتر ٿيڻ لڳي جيڪو ترقي ڪندو هاڻ مئٽرڪ تائين ٿي ويو هو. اسڪول ۾ 500 کان وڌيڪ شاگرد تعليم پرائي رهيا هئا. امان جي ڊسپنسريءَ سان لڳو لڳ اٺ دڪان به ٺاهيا ويا جن جي مسواڙ پڻ ملڻ لڳي. بهتر آمدني هوندي به گهر ۾ ڪنهن قسم جي فضول خرچي نه هئي ڇاڪاڻ جو امان ۽ بابا ٻئي سادگي پسند هئا. اسڪول کانسواءِ بابا جي مصروفيتن ۾ اهو به شامل هو ته ڪنهن نه ڪنهن ريت ماڻهن کي تعليم ڏانهن راغب ڪجي. هو ڇوڪرين جي تعليم جو وڏو پرچارڪ هو ۽ زور ڀريندو هو ته ٽيڪنيڪل تعليم حاصل ڪجي.

ڳڏوگڏ اسين ٻه سندس ڏيان جو مرڪز بڻجي وياسين، ڪيس چڱي ريت ادراڪ هو ته ٻين ماڻهن ڪي تعليم بابت پاڻ ڏيڻ ۽ سندس پنهنجي ٻارن جو تعليم کان پري رهڻ ڪا مناسب ڳالهه نه هوندي. ڪيس اندازو هو ته امان جي تعليم جي سلسلي ۾ ڪراچي کان ڍاڪا، سلهٽ، چٽا گانگ ۽ لاهور دربدريءَ سبب اسانجي تعليم ۾ رخنو پوندو رهيو آهي ۽ اسان سيني تي ڌار ڌار ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي.

ٽيپو ۽ سراج پنهنجي پنهنجي ڪلاسن ۾ مناسب ريت پڙهي رهيا هئا ۽ ايئن ٿي لڳو ته کين پنهنجي پڙهائي ۾ دلچسپي آهي. منهنجو معاملو ڪجهه مختلف هو. سلهٽ ۾ امان جي ڌيان ڏيڻ سبب مون اردو ڪجهه جلدي ئي سکي ورتي هئي ۽ اها ڪوشش ڪندو رهندو هئس ته ڪونه ڪو ڪتاب پڙهندو رهان. چڱي يا خراب پر ان عادت ڪري ٻين مضمونن تي گهٽو ڌيان نه ڏيندو هئس. غازي اسڪول ۾ هڪ لائبرري هئي جنهن ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي ڪتاب پڙهندو هئس ۽ جڏهن ٻارن جا ڪتاب پڙهي پورا ڪيم ته لڪ چڇ ۾ وڏن جا ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيم. گڏوگڏ اسڪول پرسان ئي قائم هڪ آنو روز واري لائبرريءَ مان پڻ ڪتاب حاصل ڪرڻ لڳس. اڄڪلهه اهڙيون لائبرريون ختم ٿي ويون آهن پر تن ڏينهن ۾ ڪراچيءَ جي سماجي زندگيءَ ۾ انهن لائبررين جي وڏي اهميت هئي. اُن وقت هڪ رپئي ۾ سورهن آنا ۽ هڪ آني ۾ ڇهه پئسا هوندا هئا. هيءُ اهو دور هو جڏهن هڪ پئسي ۾ به ڪجهه نه ڪجهه ملي ويندو هو. لائبرريءَ جي انهي اضافي خرچ جي مون لاءِ ڪا خاص اهميت نه هئي ڇاڪاڻ جو پيا مونکي ضرورت کان وڌيڪ پئسا ڏوڪڙ ڏيڻ لاءِ سدائين تيار هوندو هو. هو پاڻ به اردو ادب جو شوقين هو ۽ ڪتابن

بابت اڪثر امان ۽ چاچا ابوذر رئيس سان ڪچهري پيو ڪندو هو. امان پنهنجي تعليم ڪانپوءِ اقبال، غالب، مومن، مير ۽ درد جي شاعري شوق سان پڙهڻ لڳي هئي. ڪيس اقبال جا ڪيترائي نظم ۽ غالب جو ڪلام زباني ياد هو. جتي ڪيس اردو جي ڪلاسيڪل ادب جو ادراڪ هو اُتي ڪيس همعصر ليکڪن جي لکڻين ۾ به دلچسپي هئي. هوءَ ترقي پسند ليکڪن جي ادبي پورهئي کان واقف هئي. ساحر، فيض ۽ علي سردار جعفريءَ جا ڪتاب اسانجي گهر ۾ موجود هوندا هئا. انهيءَ گهريلو ماحول سبب منهنجي منشي پريم چند، ڪرشن چندر، عصمت چغتائي، قرت العين حيدر، احمد نديم قاسمي، جيلاني بانو، علي عباس حسيني ۽ ان دور جي ٻين ليکڪن سان واقفيت ٿي وئي هئي.

منهنجو چاچو ابو ذر رئيس تمام گهڻا ادبي رسالا ۽ ڪتاب خريد ڪندو هو ۽ امان اڪثر ڪائنس اهي گهري پڙهندي هئي. ڪيس شروعات ۾ ته ان ڳالهه تي اچرج لڳو ته امان کي انهن ڪتابن ۽ رسالن جو ادراڪ آهي ڇاڪاڻ جو ڪيس پتو هو ته امان ڳوٺاڻي ماحول مان بابا جي زندگيءَ ۾ آئي هئي پر جڏهن ڪيس انجو اندازو ٿيو ته اديب فاضل منشي فاضل جي شروعاتي تعليم امان ۾ اهو شعور پيدا ڪيو آهي ته هو سندس احترام ڪرڻ لڳو ۽ ادبي لکڻيون پڙهڻ لاءِ ڪيس همٿائڻ لڳو. ورهين پوءِ آءٌ به ڪائنس نقوش، سيپ ۽ افڪار جهڙا رسالا وٺي پڙهڻ لڳس. هو ڪتابن بابت انتهائي حساس هو. مونکي ياد آهي ته سندس گهر ۾ ادبي ڪتاب ۽ رسالا انتهائي احترام سان رکيا ۽ انتهائي اُڪير سان پڙهيا ويندا هئا. سرڪاري نوڪريءَ مان ريٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ هو به ابو البر رضوي ۽ ابو طالب وانگر امريڪا هليو ويو. هڪيرو ڪراچي آيو ته ادو سراج ڪيس ڪوهي

ڳوٺ اسپتال وٺي ويو جتي هُن وڏي اُڪير سان هڪ وڻ پوکيو هو جيڪو وقت گذرڻ سان سگهارو ٿي ويو آهي ۽ اڄ به سندس ساروڻي ٿو ڏياري. ڪي گهٽا ڏينهن نه ٿيا آهن جو هو بيمار ٿي پيو ۽ ڦڦڙن جي ڪئنسروگهي امريڪا ۾ ئي گذاري ويو. سندس زال ۽ اسانجي چاچي رقيا خاتون ۽ پٽ وقار ۽ فرخ ڪينيڊا ۽ امريڪا ۾ ٿانيڪو آهن. وقار ۾ به چاچا جهڙي سنجيدگي آهي ۽ ڪيس ڪتابن سان پنهنجي والد جيتري ئي دلچسپي آهي. هو به ڪتاب پڙهندو ۽ شوق سان جمع ڪندو آهي. سندس ڌيءُ زيبا ڪراچيءَ ۾ پنهنجي مڙس جاويد اقبال سان گڏ ٿانيڪو آهي جيڪو هڪ ڪامياب ڪاروبار جو مالڪ آهي. زيبا ڪوهي ڳوٺ اسپتال جي ڪمن ۾ اسانجي واهرو آهي ۽ ضرورت پوڻ تي ڪڏهن به چڱن ڪمن ۾ شامل ٿيڻ کان انڪار نه ڪيو اٿس. بابا کي ادب سان ڪا خاص دلچسپي نه هئي، هو اخبارن ۽ بي بي سيءَ جي اردو ۽ انگريزي پروگرامن ذريعي دنيا جي اُٿل پٿل کان واقف رهندو هو. پيا ۽ امان جي ڄمارن ۾ ڪو خاص فرق نه هو ۽ ڪتابن ۾ دلچسپيءَ سبب هو اڪثر مختلف ادبي ماهرن تي ڪچهري ڪندا هئا پر اهو به هو ته سندن دلچسپيون ڪجهه مختلف پڻ هيون. پيا ٻين ادبي ڪتابن سان گڏوگڏ ابن صفيءَ جو زبردست مداح هو جڏهن ته امان ان دور جي روائت پٽاندڙ ابن صفيءَ جي لکڻين کي سنجيدو ادب نه ليکيندي هئي.

ڪجهه سالن کانپوءِ پيا ۽ سندس دوستن گڏجي بهار ڪالونيءَ ۾ مسجد روڊ تي هڪ لائبرري "مخزن ادب" جي نالي سان قائم ڪئي جنهن لاءِ پيا ڪيترائي ڪتاب خريد ڪري عطيو ڪيا. پيا انجو بنيادي ميمبر هو ۽ انڪري مونکي لائبرريءَ جو مفت ميمبر بڻايو ويو. ان ريت مونکي هر قسم جا ڪتاب حاصل ڪرڻ ۽ پڙهڻ جو موقعو ملي

ويو. ٿوري ئي عرصي کانپوءِ منهنجي ننڍي ڀينرن چاند بيبي ۽ شاهين ظفر پڻ ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيا. ٻئي اڄان تائين ادبي ڪتاب پڙهڻ جون شوقين آهن ۽ چڱي ڳالهه اها آهي ته سندن اهو شوق اڄان برقرار آهي. اهي انتهائي ڀلا ڏينهن هئا ڇاڪاڻ جو انهن ڪتابن سبب اسانجي وچ ۾ ادبي ناتو قائم ٿيو. اهو ئي دور هو جڏهن آءُ الف ليلہ، هزارا داستان جي عمرو عيار، امير حمزه، طلسم هوشربا، مرات العروس، توبہ العصوح ۽ فسانہ مبتلا جهڙن ڪتابن ۽ ڪردارن سان متعارف ٿيس. هڪيبري وڏي ادي مونکي ابن صفيءَ جو ناول پڙهندو ڏسي ڏڙڪا ڏنا ته اهو منهنجي لاءِ مناسب ڪتاب ناهي. هڪ ٻئي ڀيري امان مونکي مرزا هادي رسوا جو ناول امراؤ جان ادا پڙهندو ڏسي سمجهايو ته ڪهڙي ريت اهو ڪتاب منهنجي لاءِ پڙهڻ ٺيڪ ناهي.

سچي ڳالهه اهاآهي ته آءُ اڪثر اهڙا ڪتاب پڙهڻ جي ڪوشش ڪندو هئس جيڪي مڪمل طور تي سمجهي ته نہ سگهندو هئس پر ڪهاڻيءَ جي دلچسپي مونکي پنهنجي اثر ۾ وجهي ڇڏيندي هئي. اهيئي ڏينهن هئا جڏهن منهنجو ڏاڏو، ڪتابن سان منهنجي شوق کان واقف ٿيو ۽ پٽنا ۾ رهندي هُن منهنجي لاءِ ”ڪلونا“ دهلي رسالو جاري ڪرايو جڏهن ته چاند بيبي ۽ شاهين لاءِ ”رشيده ڪي ڪشيده ڪاري“ ڪتاب اُماڻيائين. بابا اسان لاءِ هر مهيني بچون ڪي دنيا، تعليم و تربيت، ڦلواري ۽ نونهال رسالا گهرائيندو هو. انهن ئي ڏينهن ۾ بابا چيم ته آءُ ڊان اخبار جو ايڊيٽوريل پڙهندو ڪريان جيڪو سندس سامهون پڙهندو هئس. اهو سمجهه ۾ ته ٻنهه ڪونہ ايندو هو پر ان ڳالهه جو احساس ضرور ٿيندو هئم ته آءُ وڏن ڀائرن جي ڄمار واري ڪا شيءِ پيو پڙهان. ياد اٿم ته امريڪي صدر ڪينيڊيءَ جي قتل واري خبر اخبار ۾ پڙهي سيني کي ٻڌائي هئم جڏهن ته تن ڏينهن ۾ اڪثر

سائنس کي پتو ئي نہ هو تہ ڪينيڊي ڪير آهي. انين ڪلاس ۾ منهنجي داخلا اين جي وي اسڪول ۾ ڪرائي وئي جتي يارهين وڳي ساهي ملندي هئي، پندرهن منٽن واري انهيءَ ساهيءَ دوران ڊوڙندو ٽيوسافيڪل هال واري لائبرري ويندو هئس جتي اُن دور جون سموريون اخبارون ايندييون هيون. ڪوشش ڪري اخبارن جون سرخيون ۽ روزانو شائع ٿيندڙ فينٽم، مينڊرڪ جادوگر ۽ فليش گورڊن جي قسطوار ڪهاڻي پڙهي ونندو هئس. انهن ئي ڏينهن ۾ مونکي لڳو تہ ڪلاس ۾ لڳل بليڪ بورڊ صاف نظر نٿو اچيم. آرام باغ تي ڪلينڪ ڪندڙ ڊاڪٽر انعام الحق منهنجي اکين جو معائنو ڪري مونکي عينڪ لڳائڻ جي هدائت ڪئي. عينڪ لڳائڻ ڪانپوءِ آءٌ پنهنجو پاڻکي عقلمند ۽ وڏو ليکڻ لڳس.

## بابا سرگرم

آءٌ پنهنجي عام تعليمي سرگرمين سان گڏوگڏ ڪتابن جي دنيا ۾ گم هئس جڏهن تہ قرآن جو حافظ ٿيڻ لاءِ مولوي صاحب ڪان روزانو درس پڙ ونئي رهيو هئس. بابا کي اندازو ٿي ويو هو تہ منهنجي تعليمي قابليت ڪا خاص ناهي ۽ آءٌ پنهنجي ٻنهي وڏن ڀائرن ۽ دين محمد وانگر پڙهڻ لکڻ ۾ مناسب قابليت جو مظاهرو نہ ڪري رهيو هئس. هو ڏسي رهيو هو تہ سگهوئي آءٌ پنهنجي ننڍين ڀينرن لاءِ خراب مثال ثابت ٿيندس، هو منهنجي تعليمي سرگرمين ۽ قابليت ڪان تمام گهڻو پريشان هو. بابا چاهيو ٿي تہ سندس اوسي پاسي موجود هر فرد پڙهيل ڳڙهيل هجي، اجان ميڊيڪل جي تعليم حاصل ڪرڻ ۽ هر ڪنهن کي ڊاڪٽر بنائڻ جو جنون مٿس طاري نہ ٿيو هو. امان کي هُن تعليم ڏيارڻ تي چاهي، ڊاڪٽر تہ هوءِ انڪري بڻجي وئي جو هُن

تعليم پرائڻ ۾ غير معمولي ڏاهپ ۽ ڪاميابيءَ جو مظاهرو ڪيو هو، جنهن ڪري بابا جي من ۾ اها ڳالهہ آئي تہ هوءَ اعليٰ تعليم حاصل ڪري سگهي ٿي. بابا جڏهن مختلف قسمن جي تعليم بابت ڄاڻ سهيڙي رهيو هو تہ ڪيس ميڊيڪل اسڪول جو پتو لڳو جنهن جو ڪيس بہ تجربو هو، جتان هو پڇي چڪو هو. آءُ اڪثر سوچيندو آهيان تہ اُن وقت بابا پاڻ ميڊيڪل اسڪول ۾ داخلا ڇو نہ ورتي. سندس من ۾ ڪڏهن بہ اهو خيال آيو هوندو تہ هو ٻيهر ميڊيڪل اسڪول ۾ داخل ٿئي پر مٿس نہ رڳو گهريلو ذميواريون هيون پر هُن پنهنجي لاءِ ڪيترائي ٻيا ڪم پڻ پئدا ڪري ڇڏيا هئا جنڪي پورو نہ ڪرڻ جو هو سوچي بہ نٿي سگهيو. هُن اهوئي سوچيو هوندو تہ هو پاڻ ڪم ڪري ۽ پنهنجي زال کي تعليم حاصل ڪرڻ تي لڳائي. انهن حالتن ۾ سندس اهو فيصلو مناسب ترين هو.

ادي ٽيپو سلطان پنهنجي سر فيصلو ڪيو هو تہ ڪيس ڊاڪٽر بڻجڻ گهرجي، هو امان جي تعليمي سرگرمين ۽ ننڍپڻ کان گهر اينڊڙ ويندڙ ميڊيڪل جي شاگردن کي ڏسي ۽ ڪنهن حد تائين ڪائنڻ متاثر ٿي پاڻ بہ ڊاڪٽر بڻجڻ جو فيصلو ڪري چڪو هو. بابا لاءِ اها هڪ سٺي خبر هئي ۽ هو ادي جي انهيءَ فيصلي مان سرهو پڻ هو. ٽيپو جڏهن ٻارهين ڪلاس جو امتحان سٺين مارڪن سان پاس ڪري ورتو تہ اها ڳالهہ يقيني هئي تہ ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ سندس داخلا ٿي ويندي پر جڏهن بابا سندس درخواست جمع ڪرائي تہ اها ان بنياد تي رد ڪئي وئي تہ سندس ڄمار سورهن سال ۽ ڏهہ مهينا هئي جڏهن تہ ميڊيڪل جي شاگرد لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ڄمار سترهن ورهين هئڻ ضروري هئي. بابا کي چيو ويو تہ هو ايندڙ سال ٻيهر درخواست جمع ڪرائي.

ان خبر سان هرڪو مايوس ٿي ويو ته اڌي جو هڪ سال ضايع ٿي ويو، سيئي اهو فيصلو قبولي به ورتو هو پر بابا پنهنجي سر انهيءَ فيصلي خلاف سرگرم ٿي ويو. هُن صحت کاتي جي مختلف عملدارن سان ملاقات جي ڪوشش ڪئي ته جيئن ڇمار واري انهيءَ مدجي پابندي ختم ڪرائي سگهي پر ڪيس هر پاسان ڪتو جواب مليو.
ان دوران ميڊيڪل ڪاليج ۾ ڪم ڪندڙ هڪ ڪلرڪ بابا کي اطلاع ڏنو ته ٺڏهونڪي هڪ وزير جي ڌيءَ کي خاص طور تي داخلا ڏني وئي آهي جنهن جي ڇمار سورهن ورهين ۽ اٺ مهينا هئي.

بابا لاءِ اها خبر انتهائي اهم هئي، بابا انهيءَ داخلا جا تصديق ٿيل ڪاغذ هٿ ڪري هڪ زبردست مهم جي شروعات ڪئي. هُن صدر ڪان وٺي ڪاليج جي پرنسپل ۽ صحت واري وزير ڪان وٺي صحت کاتي جي سيڪريٽري تائين هر ڪنهن ڏانهن درخواست اماڻي ته انهيءَ داخلا کي آڏو رکندي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا لاءِ ڇمار جو شرط ختم ڪيو وڃي. بابا اکيون ٻوٽي اصولن جي پوئواري نه ڪندو هو، بلڪ اهو چوڻ ڪجهه وڌيڪ درست ٿيندو ته هو تمام گهٽو اصولي ماڻهو نه هو ڇاڪاڻ جو اصول ته اهو هجي ها ته هو انهيءَ ننڍي ڇماري واري شاگرديائي جي داخلا خلاف مهم هلائي سندس داخلا رد ڪرائي ها پر سندس مقصد ڪنهن جي خلاف نه پر پنهنجي پٽ جي داخلا ڪرائڻ هو. هُن چاهيو ٿي ته جيڪڏهن با اثر ماڻهو سرشتي ۾ گنجائش پئدا ڪري لاپ ٽا پرائين ته ڪيس ۽ ٻين غريبن کي ٻڻ اهڙو حق حاصل ٿئي. بلند اخلاقي اصولن تي عمل ڪندڙ ماڻهن لاءِ اها ڳالهه قبولڻ جوڳي نه هوندي پر بابا جي اهيئي اصول هئا جن کي هو عملي هئڻ جو نالو ڏيندو هو. انهيءَ طريقي ڪار تي بحث جي گنجائش آهي پر سندس چوڻ هو ته قانون رڳو غريبن لاءِ نه

هڻڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن شاهوڪارن لاءِ قانون کي ٽوڙي موڙي سگهجي ٿو ته انکي اهڙي ريت استعمال ڪرڻ جو فطري حق ھين کي پڻ ملڻ گهرجي.

بابا جي لاڳيتو درخواستن سبب ڪيس اولهه پاڪستان جي طاقتور ڊائريڪٽر جنرل هيلٿ سان ملاقات لاءِ گهرايو ويو جتي بابا اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته انصاف جي گهرج اها آهي ته قانون هر ڪنهن لاءِ هڪجهڙو هڻڻ گهرجي، جيتوڻيڪ ڪيس اهو چئي واپس اماڻيو ويو ته اهو ممڪن ناهي پر اُن زماني جا حاڪم هاڻوڪن حاڪمن جيان لاهي پائي شرم ۽ حيا کان وانجهيل نه هئا ۽ ان قسم جي واقعن جي پروپيگنڊا کان گهٻرائيندا به هئا. ان ملاقات کانپوءِ وڏن عملدارن پڪ سان پاڻ ۾ ڪا ڳجهاڻي ضرور ڪئي هوندي ته هاڻ ڇا ڪجي، شايد انجو ئي نتيجو هو جو ڪجهه ڏينهن اندر حڪومت فيصلو ڪيو ته ميڊيڪل ڪاليجن ۾ داخلا جي ڄمارو وارو قانون بدلايو وڃي ۽ ڄمار جو شرط ختم ڪجي. ان فيصلي تحت تعليمي سال شروع ٿيڻ کان ٻه مهينا پوءِ ٽيپو سلطان سميت ڇهن ھين شاگردن کي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ڏني وئي. بابا پنهنجي پٽوڙ جي ڪاميابيءَ تي خوش هو، هو ان ڳالهه ڪري اجائين وڌيڪ سرهو هو ته ٽيپو سان گڏ ڇهن ھين شاگردن جو پڻ ڀلوٽي ويو.

ڪجهه عرصي کانپوءِ ٽيپو سلطان کي ميڊيڪل ڪاليج ۾ هڪ ٻيو مسئلو پيش آيو جيڪو پڻ بابا جي ڪوشش سان حل ٿيو. ٽيپو ڪاليج ۾ داخلا ٿيندي ئي کاٻي ڌر جي سياست ۾ شامل ٿي ويو هو جيڪا ڳالهه هڪ مذهبي انتها پسند پروفيسر کي پسند نه آئي ۽ ڪيس ڌمڪائڻ لڳو ته هو ڏسندو ته ٽيپو امتحان ڪيئن ٿو پاس ڪري. ٽيپو ان ڳالهه کي رڳو ڌمڪي ئي ليکيو هو پر ڪيس نه رڳو ساليانې

امتحان ۾ فيل ڪيو ويو پر سپليمينٽري امتحان ۾ پڻ فيل ڪيو ويو. ان دور جي ضابطن موجب جيڪڏهن هو ٻيهر فيل ٿي پوي ها تہ ڪيس ميڊيڪل ڪاليج مان نيڪالي ملي وڃي ها. بابا کي جڏهن ان مسئلي جو پتو لڳو تہ هڪدم ان مسئلي جي حل لاءِ جنبي ويو. چئي سگهجي ٿو تہ بابا جو طريقيڪار غلط هو پر هو ان ريت سوچيندو نہ هو. هو سرشتي کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندي پنهنجي بنيادي اصولن تي قائم رهندي نظام ۾ گنجائش پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. بابا پهرين تہ اهو پتو لڳايو تہ اُهو پروفيسر ڪهڙي مسجد ۾ تو وڃي، پوءِ هُن بہ ساڳي مسجد ۾ وڃڻ شروع ڪيو ۽ سگهوئي اُن پروفيسر سان دوستي ڪري ورتائين. هڪ ڏينهن ڪيس ٻڌايائين تہ سندس پٽ بہ ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهي ٿو جنهن تي پروفيسر ڪيس آڇيو تہ جيڪڏهن ميڊيڪل ڪاليج ۾ سندس ڪو ڪم هجي تہ ڪيس ضرور ٻڌائي. ڪجھ عرصي ڪانپوءِ بابا ڪيس ٽيپو سلطان بابت ٻڌايو، شايد اهو بہ چيو هوندائين تہ هو پاڻ سندس سياسي سرگرمين مان تنگ آهي ۽ ڪيس پڪ آهي تہ ڊاڪٽر بڻجڻ ڪانپوءِ هو نيڪ ٿي ويندو. انهن ناتن جو نتيجو اهو نڪتو جو ٽيپو کي اينڊڙ امتحان ۾ فيل نہ ڪيو ويو. بابا جو چوڻ هوندو هو تہ اهڙي سرشتي ۾ جتي ايتريون گهٽيون نا انصافيون ٿينديون هجن، اتي غريب ۽ بيوس ماڻهن کي پنهنجيون اکيون کليل رکڻ گهرجن ۽ سرشتي کي ناجائز فيصلا ڪرڻ کان روڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. بابا کي جيڪڏهن مٽن مائٽن ۽ دوستن يارن بابت ان قسم جي ڪنهن ڳالھ جو پتو لڳندو هو تہ هو دل ۽ جان سان هر اُهو طريقو استعمال ڪندو هو جنهن سان مسئلو حل ٿئي.

# سراج الدولہ پنهنجي وات تي

سراج الدولہ، ادي ٽيپو جهڙو نہ هو پر بابا سندس پڙهائي مان ڪڏهن بہ پريشان نہ ٿيو، ڪيس رڳو اها پريشاني هئي تہ سراج پنهنجي مستقبل بابت سندس خيال ۾ ڪو صحيح فيصلو ڪرڻ ڪان قاصر هو. شروعات ۾ هُن ايئر فورس جو پائليٽ ٿيڻ تي چاهيو، اُن لاءِ درخواست بہ موڪليائين ۽ لکت وارو امتحان بہ پاس ڪري ورتائين. بابا ايئر فورس جي نوڪريءَ جي خلاف هو پر اُن موقعي تي ڪجهہ چوڻ ڪان پرهيز ڪيائين. سراج انٽرويو ڏيڻ لاءِ پي اي ايف ڊرگ روڊ ڪراچيءَ واري مرڪز ويو ۽ بابا ڪي اهو ٻڌي انتهائي خوشي ٿي تہ ڪيس ايندڙ مرحلي جي لائق نہ ليکيو ويو. پر سراج ڪي ان ڳالهہ جو وڏو ڌڪ رهيو پر هاڻ سندس چوڻ آهي تہ چڱوئي ٿيو جو هو ايئر فورس ۾ نہ ويو. هو سدائين ڪونہ ڪو ٽيڪنيڪل ڪم ڪندو تو رهي. ڪيس شيون ٽاهڻ خاص طور تي خراب ٿيل شيون ٺيڪ ڪرڻ جو شوق هوندو هو. ميٽرڪ ڪانپوءِ هُن فيصلو ڪيو تہ انجنيئر ٿيندو، سندس خيال هو تہ امان ۽ ادو ڊاڪٽر آهن سو هاڻ ڪٽنب ۾ هڪ انجنيئر بہ هئڻ گهرجي. بابا سندس راهہ ۾ اچڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ۽ سندس داخلا جامعہ مليہ ڪاليج ملير ۾ ڪرائي ڇڏيائين. اهو ڪاليج لياريءَ ڪان تمام گهٽي فاصلي تي هو پر بابا جو خيال هو تہ اهو چڱو ڪاليج هو جتي سراج بهتر تعليم حاصل ڪري سگهندو. جامعہ مليہ جي شروعاتي مهينن ۾ ئي سراج ڪي جاميٽريءَ ۽ ٽرائيگوميٽري ڪان بچان اچڻ لڳي ۽ ڪيس محسوس ٿيو تہ اڳتي هلي اهي مضمون اجان وڌيڪ ڏکيا ثابت ٿيندا. جڏهن بابا سان انهيءَ ڏکيائي جو ذڪر ڪيائين تہ هُن ڪيس انهيءَ ڳالهہ تي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هو

انجنيئرنگ کان ميڊيڪل ڏانهن منتقل ٿئي چاڪاڻ جو اُن ۾ ڪنهن ڏکيائي جي صورت ۾ امان ۽ ٽيپو کان مدد حاصل ڪري پئي سگهيو. جڏهن جامعہ مليہ ۾ پنهجي اُستاد سان انجو ذڪر ڪيائين تہ هنن سمورن جو خيال هو تہ وٽس پري ميڊيڪل واري امتحان جي تياري لاءِ تمام ٿورڙو وقت هو پر سراج ان کي پنهنجي لاءِ هڪ للڪار ڪري ورتو ۽ پري ميڊيڪل ۾ پنهنجي داخلا ڪرايائين. اسان ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ سراج اڪيلو آهي جنهن کي ان ڳالھ جو موقعو مليو تہ هو پنهنجي پيشي جي پاڻ چونڊ ڪري. ڪانئس پوءِ ڪنهن کي بہ اها اجازت نہ ملي تہ ميڊيڪل واري پيشي ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي بابت ويچاري.

بابا مختار چاچا کي ميڊيڪل جي تعليم پرائڻ لاءِ راضي ڪيو هو ۽ پنهنجي ڀاڻيجي توصيف الرب کي سلهٽ واري ميڊيڪل ڪاليج ۾ آٽڻ ۾ پڻ پتوڙيو هئائين. دين محمد پنهنجي حالتن سبب ميڊيڪل جي تعليم ڏانهن مائل نہ ٿي سگهيو هو. ادي سراج جي معاملي ۾ هُن ڪا سختي نہ ڪئي هئي پر انڪانپوءِ هُن پنهنجي گهر ۾ رهڻ لاءِ شرط لڳايو هو تہ هر ڪنهن کي ڊاڪٽر بڻجڻو پوندو. انجو پس منظر سمجهڻ لاءِ پيا جي معاملي کي سمجهڻو پوندو.

هُن جڏهن ميڊيڪل جي تعليم ۾ ڪا خاص دلچسپي نہ ڏيکاري تہ بابا کي ٿوري گهڻي مايوسي تہ ٿي هئي پر اوستائين ان بابت سندس سوچ سگهاري نہ ٿي هئي. جڏهن پيا جا ٻار وڏا ٿيڻ لڳا تہ بابا جي ويچارن ۾ سختي اچي چڪي هئي، هُن سندس ٻارن کي ڊاڪٽر بنائڻ ٿي چاهيو. ٻئي پاسي شوڪت باجيءَ لاءِ پنهنجي وڏي ڌيءَ حنا جي شادي وڌيڪ اهم هئي. جڏهن حنا لاءِ هڪ ذهين اليڪٽريڪل انجنيئر جو سنگ آيو تہ هنن هڪدم هائوڪار ڪئي پر بابا لاءِ اهو فيصلو مڪمل طور تي قبولڻ جوڳو نہ هو، هُن ڪنهن بہ صورت ۾

نٿي چاهيو ته ان موقعي تي حنا جي شادي ٿئي. سندس خيال هو ته حنا کي پنهنجي تعليم جاري رکڻ جي ضرورت هئي ۽ ڪيس هر صورت ۾ ڊاڪٽر بڻجڻ گهرجي، بابا ان ڏس ۾ ڪوبه دليل مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ ايتري قدر ڪاوڙيو جو شاديءَ ۾ پڻ شريڪ نه ٿيو. سندس خيال هو ته ڇوڪرين جو وهانءُ ان وقت ڪرائڻ گهرجي جڏهن هو بنيادي تعليم حاصل ڪري چڪيون هجن. بابا جي خيال ۾ بنيادي تعليم ايم بي بي ايس کان گهٽ نٿي ٿي سگهي، اهو ئي سبب هو جو هُن حنا جي شاديءَ ۾ شرڪت نه ڪئي جڏهن ته باقي سمورا گهر ڀاتي ان ڪاج ۾ شامل هئا ۽ بابا جي ڪوڙ تي محسوس ڪيائون.

ان واقعي ڪانپوءِ بابا پنهنجي سموري ڌيان جو مرڪز پيا جي پٽن سلمان ظفر ۽ فرقان ظفر کي بڻايو هو جيڪي بابا جا پسنديده پوٽا هئا جن سندس هر ڳالهه مڃي ۽ سندس چونڊيل ڪاليجن ۾ داخلا ورتي ۽ سندس ئي طئي ڪيل استاد کان ٽيوشن حاصل ڪيائيون. سلمان سٺو شاگرد ثابت ٿيو. هر ڪو امتحان سولائي سان پاس ڪندو ويو ۽ انگلينڊ مان اعليٰ تعليم پڻ حاصل ڪيائين. ميڊيڪل ڪاليج ۾ فرقان جي سياسي سرگرمين بابا کي پريشان ته ڪيو پر ڪيس اطمينان هو ته هو ڊاڪٽر بڻجي ويندو. ٻئي ڊاڪٽر بڻجي ويا. فرقان پبلڪ هيلٿ ۾ اعليٰ تعليم مڪمل ڪئي ۽ آخري ڄمار ۾ بابا اهو به ڏٺو ته حنا جي وڏي ڌيءَ به ڊاڪٽرياڻي ٿي ۽ سندس وهان به هڪ ڊاڪٽر سان ئي ٿيو. بهرحال سراج الدوله هڪ غير معمولي مثال آهي جنهن کي پنهجو پيشو چونڊڻ لاءِ پوري آزادي ملي.

مضمونن جي تبديلي ڪانپوءِ سراج انٽر جو امتحان ته پاس ڪري ورتو پر سندس مارڪون ايترون نه هيون جو ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ سندس داخلا ٿئي. بابا اڃان سوچي رهيو هو ته سراج کي ان ڳالهه تي راضي ڪري ته هو ٻيهر انٽر جو امتحان ڏئي ته جيئن مناسب

مارڪون ڪٽي ڊائو ۾ داخلا وٺي جو هندستان مان هڪ ڏکوئيندڙ خبر آئي. منهنجو ڏاڏو سيد ابو طاهر اجان تائين هندستان ۾ هو جڏهن ته ابو البر ڪانسواءِ سندس سمورا پٽ پاڪستان ۾ هئا. خبر اها هئي ته ڏاڏا ڪري پيو هو ۽ سندس ڏُڏ جي هڏي جُهري پئي هئي. بابا هڪدم هندستان وڃڻ جو فيصلو ڪيو پر ڪيس پتو لڳو ته ڏاڏا پنهنجي وڏي نائي سيد فضل رب سان گڏ لاهور اچڻ لاءِ ريل گاڏيءَ ۾ سوار ٿي ويو آهي، دڏ جي هڏي جُهرڻ سبب ڪيس پلاسٽر چاڙهيو ويو هو ۽ پڪ سان سندس اهو سفر انتهائي ڏکوئيندڙ گذريو هوندو. اطلاع ملندي ئي بابا ۽ ٻئي چاچا لاهور لاءِ روانا ٿيا. لاهور ۾ ڏاڏي کي ڊاڪٽر وسيع حيدر جي گهر آندو ويو جيڪو منهنجي ڏاڏي ڪنيز فاطما جي وڏي ڀيڻ جو ننڍو پٽ هو. اُتان ڏاڏو پنهنجي پٽن سان گڏجي ڪراچي آيو.

ڪراچيءَ جي شروعاتي ڏينهن ۾ پنهنجي بيماريءَ دوران هو اسان وٽ رهيو جنهن دوران سندس سڀ کان وڌيڪ سيوا دين محمد ۽ سراج الدوله ڪئي. جڏهن سندس پلاسٽر لٿو ۽ هو هلڻ ڦرڻ جي قابل ٿيو ته واپس هندستان نه موٽيو ۽ باقي زندگي پنهنجي پٽن وٽ ڪراچيءَ ۾ گذاريائين.

انهن ئي ڏينهن ۾ بابا کي پتو لڳو ته گهٽ مارڪون هئڻ سبب سراج جي داخلا ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿيڻ ممڪن ناهي سو هُن اوڀر پاڪستان جي ميڊيڪل ڪاليجن ۾ اولهه پاڪستان جي شاگردن لاءِ مخصوص سيٽن تي ٻه درخواست جمع ڪرائي هئي پر اُتان ٻه ڪا چڱي خبر نه پئي آئي. نراسائي وارن انهن ڏينهن ۾ بابا ۽ سراج فيصلو ڪري ورتو هو ته انٽر جو امتحان ٻيهر ڏنو وڃي.

سلهٽ ميڊيڪل اسڪول جتان امان ايل ايس ايم ايف واري ڊگري حاصل ڪئي هئي، هاڻ ترقي ڪري ميڊيڪل ڪاليج ٿي ويو

هو ۽ هاڻ اُتي ايم بي بي ايس جو ٽيون بيج پڙهي رهيو هو. جوئين لاءِ داخلائون مڪمل ٿي چڪيون هيون جو اوچتو ڪجهه هندو شاگرد جن جي داخلا ٿي وئي هئي، پنهنجي گهر ڀاتين سان گڏ هندستان لڏي ويا. سندن لڏپلاڻ سبب خالي ٿيل سيٽن ڀرڻ لاءِ جن ٻن شاگردن کي خط اماڻيا ويا تن مان هڪ سراج الدوله به هو جڏهن ته ٻيو حميد الله هو جيڪو ڊاڪٽر بڻجي فوج ۾ هليو ويو ۽ اڄڪلهه ڪراچيءَ جي علائقي ناظم آباد ۾ ڊاڪٽري ٿو ڪري. سراج جي بقول جنهن وقت ٽپالي اهو خط آندو هو ڏاڏو جو بيڊ پين صاف ڪري رهيو هو، سندس خيال آهي ته ڪيس اها داخلا ڏاڏي جي دعائن سبب ملي جنهن جي سيوا ۾ هو سيني ڪان اڳيرو هو. آءُ اڪثر سوچيندو آهيان ته ڏاڏي ڪهڙي دعا ڪئي هوندي، سراج جي داخلا جي يا هندو ڪٽنبن جي لڏ پلاڻ جي.

## لياري کان ملير

سلهٽ ميڊيڪل ڪاليج ۾ سراج الدوله جي داخلا واري خبر بابا ۽ سراج ٻنهي لاءِ خوشي ڀاڻي هئي، تعليمي سال شروع ٿيندي چار مهينا لنگهي چڪا هئا سو بابا وقت ضائع ڪرڻ کانسواءِ سراج کي سلهٽ اماڻيو. ڏاڏا جي طبيعت اڃان بحال نه ٿي هئي پر هُن به ان فيصلي جي پنڀرائي ڪندي سراج کي وڃڻ جي اجازت ڏني. صحتيابيءَ کانپوءِ ڏاڏو ڪراچيءَ ۾ ئي رهيو ۽ شرف آباد ۾ به پلاٽ خريد ڪري امان ۽ بابا کي سوڪڙي ڪيائين جيڪي بابا کي اڳتي هلي انتهائي ڪم آيا.

1965ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ هڪ بي مقصد جنگ لڳي ۽ ٻنهي ملڪن جي فوجن سترهن ڏينهن تائين پنهنجي غريب عوام کي جنگ جي ڏنوڻيءَ ۾ ڌڪيو. هٿيارن جي لڙائي سان گڏوگڏ

پروپگينڊا جي جنگ بہ جاري هئي ۽ صدين تائين گڏ رهندڙ هڪٻئي تہ الزام ڌري رهيا هئا. انهن ڏينهن ۾ قومي دفاعي فنڊ جي نالي تي پاڪستان فوج لاءِ پئسا ڏوڪڙ جمع ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو ويو. مون بہ پنهنجي ڪلاس جي ٻن دوستن محمد اسماعيل ۽ اقبال سان گڏ ريگل چوڪ صدر واري بس اسٽاپ تي جوتا پالش ڪري فوجي دفاعي فنڊ لاءِ پئسا گڏ ڪرڻ شروع ڪيا. اسان هڪ پوسٽر تي جوتا پالش ڪرڻ جو مقصد لکيو ۽ گهٽي پاڳي ماڻهو جوتا پالش ڪرائڻ کانسواءِ ئي چندي جي دٻي ۾ ڪي ڏوڪڙ وجهي ويندا هئا. روزاني حريت جي هڪ نمائندي اسان جي تصوير ڇڪي اخبار ۾ خبر سوڌو شائع ڪئي. اها خبر امان ۽ بابا جي نظرن مان نہ گذري ۽ نہ ئي مون کين ان بابت ٻڌايو ڇاڪاڻ جو نٿي چاهيم تہ کين پتو لڳي تہ آءٌ اسڪول جي پڙهائي کانسواءِ ٻين ڪمن ۾ رڌل آهيان. جنگ دوران هندستاني جنگي جهازن ڪراچيءَ جي بندر گاهہ تي ڪجهہ بم ڪيرايا جن مان ڪجهہ سمنڊ سان گڏوگڏ لياريءَ جي غير آباد علائقن تي پڻ ڪريا. اهو دور ڊيزي ڪٽريا ليزر جي رهنمائي ۾ اڇلايل بمن جو نہ هو ۽ جنگي جهازن جو نشانو غلط ٿيڻ عام ڳالهہ هئي. بابا جي ذهن ۾ اها ڳالهہ ويهي رهي تہ ٻنهي ملڪن جي ناتن ڪري اهڙيون جنگيون تہ لڳنديون رهنديون سو بندرگاهہ پرسان رهڻ جوکم کان خالي ناهي انڪري هُن لياريءَ مان نڪرڻ جي رٿا بندي ڪرڻ شروع ڪئي.

بابا اسڪول نہ پئي ڇڏي سگهيو ڇاڪاڻ جو سنڌس ڪم اُتي هو جڏهن تہ ڪنهن ٻئي هنڌ منتقل ٿيڻ لاءِ گهربل رقم بہ وٽس نہ هئي. شرف آباد ۾ موجود ٻن مان هڪ پلاٽ وڪرو ڪري ايئرپورٽ کان اڳتي ملير جي علائقي ڪالا بورڊ ۾ هڪ پلاٽ خريد ڪيائين. ان پلاٽ تي هڪ ننڍڙو ڪمرو ٺاهي عطيہ ڪلينڪ شروع ڪئي وئي

جڏهن ته پلاٽ پويان ملير ڪالونيءَ ۾ اسي والن جو هڪ گهر مسوار تي حاصل ڪري اسين سڀئي ان ۾ ٽانيڪو ٿياسين. پيا ۽ باجي، بابا ۽ امان جي پنهنجي گهر اچڻ تي انتهائي سُرها هئا جنگ دوران ۽ نئين گهر جا انتظام مڪمل ٿيڻ تائين اسين ڪجهه عرصو پيا جي ناظم آباد واري گهر ۾ به رهياسين. اهي اسانجي زندگيءَ جي ڪجهه يادگار ڏينهن ۾ شامل آهن.

ملير منتقل ٿيڻ ڪانپوءِ امان پنهنجي ڪلينڪ سان گڏ به نوڪريون به ڪرڻ شروع ڪيون. هوءَ ملير ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي ڊسپنسريءَ ۾ ميڊيڪل آفيسر تي وئي هئي جيڪا جام ڳوٺ پرسان ٿاڻي واري علائقي ۾ هئي. انهيءَ نوڪريءَ سبب ڪيس ڪراچي جي پر پاسي ۾ ملير جي علائقي ۾ پڪڙيل ڳوٺن جو پتو لڳو جتي طبي سهولتون اڃ وانگر اڻ لڀ هيون، ان علائقي ۾ امان ڪي اڪثر مختلف گهرن ۾ مريض ڏسڻ لاءِ گهرايو تي ويو. سندس ٻي جز وقتي نوڪري سنڌ ايمپلائيز سوشل سڪيورٽيءَ جي هڪ ڊسپنسري ۾ هئي جتي ڪيس هفتي ۾ پنج ڏينهن ٻن ڪلاڪن لاءِ وڃڻو پوندو هو. ان دوران بابا ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ايم اي بي ٽي پڻ ڪري ورتي ۽ گڏوگڏ ڪمپائونڊر جي تربيت جو سرٽيفڪيٽ پڻ حاصل ڪري ورتائين. هو صبح ساڍ بس ذريعي غازي اسڪول ويندو هو ۽ شام جو امان جي ڪلينڪ تي ڪمپائونڊري ڪندو هو ڇاڪاڻ جو ادو ٽيپو پنهنجي پڙهائي سبب ڪمپائونڊريءَ لاءِ وقت سيڙائڻ کان قاصر هو. جنگ ڪانپوءِ سراج جي بدلي ڏاٺو ميڊيڪل ڪاليج تي وئي ۽ اسين سڀئي ڊگهي عرصي ڪانپوءِ هڪ ئي شهر ۾ گڏجي رهڻ لڳاسين. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ بابا جي ماٽيءَ ۾ پيڻ حسينا خاتون به پنهنجي مڙس سيد جمال حسن رضويءَ جي مرتئي ڪانپوءِ هندستان کان ڪراچي لڏي آئي. ڪيترائي ورهين لنگهڻ ڪانپوءِ به تن ڏينهن ۾

ٽيندڙ دوستيون اڄ بہ ساڳي ريت قائم آهن. بابا هر ڪنهن ڪي ميڙي مُٺ ڪري رکڻ جي ڪوشش ڪندو هو ۽ منجهس ماڻهن کي ڳنڍڻ جي صلاحيت بہ تمام گهڻي هئي. پڦيءَ سان گڏ سندس ٻار اقبال رضوي، جيڪو پيا سان گڏ تي رهيو، افضال رضوي، عشرت آرا خاتون، روشن آرا خاتون ، جاويد رضوي ۽ قيصر رضوي بہ هئا. امان ۽ بابا کين ڪلئي دل سان پليڪار چيو ۽ هنن لاءِ رٿا بندي ڪيائون تہ ڪهڙي ريت هو پنهنجي پيرن تي بيهن. اڄ اهي سمورا ڀائر ۽ ڀينرون پنهنجي پيرن تي بيٺل آهن ۽ سندن ٻاراعليٰ تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

منهنجي داخلا جامعہ مليہ اسڪول ۾ ۽ چاند، شاهين ۽ عفيہ جي داخلا پهرين تہ ملير ۾ برف خاني ويجهو سرڪاري اسڪول ۾ ۽ پوءِ جامعہ ملير گرلزاسڪول ۾ تي. صفيہ ۽ غوثيہ جامعہ مليہ گرلز اسڪول مان ئي تعليم پرائي. بابا ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي هڪجهڙي تعليم جو حامي هو پر ڇوڪرن کي حاصل آزاديءَ کان ڇوڪريون محروم هيون. هو گهر کان اسڪول ۽ اسڪول کان گهر کان وڌيڪ ڪجهہ سوچي نہ پئي سگهيون، معمولي نافرماني بہ بابا لاءِ قبولڻ جوڳي نہ هئي. هڪ ڀيرو غوثيا اسڪول پهتي تہ پتو پيس تہ اسڪول ۾ موڪل هئي. گهر ۾ سڀ کان ننڍي هئڻ ڪري تن ڏينهن ۾ رڳو هوءَ ئي اسڪول ۾ پڙهندي هئي باقي سڀ ڪاليج پهچي چڪا هئاسين. هن وانگر ڪجهہ ٻيون ڇوڪريون بہ اسڪول پهتيون هيون ۽ هنن سڀني گڏجي فيصلو ڪيو تہ موڪل وارو اهو ڏينهن ڪنهن سهيليءَ جي گهر گذارجي. سندس گهر واپس اچڻ تي بابا مٿس ڏمرجي پيو ۽ غوثيا جي انيڪ معافين گهرڻ جي باوجود ڪيترائي ڏينهن ڪاوڙيل رهيو.

ان قسم جي ڪيترن ئي واقعن جو آءٌ اڪين ڏٺو شاهد آهيان، بابا

کي کنهن ڏيءُ جي پڙهائي مهل سندس کنهن سهيليءَ جي گهر اچڻ تي منيان لڳندي هئي. ڌيئرن ۽ پاٽيجين جي ڪپڙن لٽن جي معاملي ۾ به سندس اصول انتهائي سخت هئا. سندس ڪابه ڌيءُ يا پاٽيجي کنهن جي به گهر اڪيلي سر نه وڃي سگهندي هئي، امان جو ساڻن گڏ هئڻ لازمي هو. کنهن ٻئي جي گهر رات گذارڻ جو ته سوال ئي نٿي پيدا ٿيو. اسانجي گهر ٽيليويزن به غوثيا جي مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ئي آيو.

اڄ جڏهن گذريل ڏينهن بابت سوچيان ٿو ته نيٺ پرجي ٿا اچن بابا جي اها سختي ضروري هئي، جنهن قسم جي حالتن ۾ اسين هئاسين ان ۾ بابا جا سمورا فيصلا درست هئا. حادثا ٿيڻ ۾ ويرم ئي نه لڳندي آهي. پاڻ سان گڏ ڪم ڪندڙ مائرن کي سدائين اها صلاح ڏيندو آهيان ته ڪم کهڙو به هجي، ذميواري ڪيڏي به اهم ڇو نه هجي، ڌيئرن کي گهرن ۾ اڪيلو نه ڇڏين. شايد انجو هڪ سبب اهو آهي ته مون بابا کي هڪ پلي محافظ طور ڏٺو آهي، هو پنهنجي ٻارن لاءِ زندگي گهورڻ لاءِ به سدائين تيار هوندو هو.

مونکي اوڏي مهل اچرج ٿيندي آهي جڏهن والدين شڪائت ڪندا آهن ته سندن ٻار تعليم تي ڌيان نه پيا ڏين، جڏهن ته شام جو پڙهائي مهل اهي والدين ٽيليويزن تي پنهنجا پسنديده پروگرام ڏسڻ جي قرباني ڏيڻ لاءِ به تيار نه هوندا آهن.

اهو ڇئي سگهجي ٿو ته بابا هڪ لحاظ کان پراڻي سوچ وارو هڪ روائتي شخص هو پر گڏوگڏ اها ڳالهه پڻ واضع آهي ته هو ڪيترن ئي معاملن ۾ گهڻن ماڻهن کان وڌيڪ جدت پسند هو. ان زماني ۾ جڏهن کنهن ڇوڪريءَ لاءِ سائيڪل هلائڻ جو سوچڻ به محال هو، بابا پنهنجي سمورين ڌيئرن کي گهر آڏو پاڙي تي سائيڪلون گهرائي سائيڪل هلائڻ سيکاريو. وٽس عورتن جي آزادي

بابت هڪ پنهنجو ڌار نقطي نظر هو. هُن پنهنجي زال جو برقعو ختم ڪرايو ۽ سندس داخلا مردن واري ميڊيڪل اسڪول ۾ ڪرايائين. مختار عالم، سيد مغني، علي احمد، ساجد محمود، زينت خاتون، مايا خاتون ۽ امان جي ڪاليج جي ڪيترن ئي سائين سان بابا جي دوستي هئي، هو سڀئي بابا جي غير موجودگيءَ ۾ به اسانجي گهر ايندا هئا. اڪثر ڏسندو آهيان ته پرٽيل ڊاڪٽرياڻين ڪي پنهنجي مڙسن آڏو گڏ ڪم ڪندڙ مرد سائين بابت انيڪ سوالن جو جواب ڏيڻو پوندو آهي. بابا جي طبيعت ۾ اهو واهيات پڻو نه هو.

ڪاڏي پيتي جي معاملي ۾ پڻ سندس ورتاءُ غير روائتي هو. هو ڪڏهن به اُميد نه ڪندو هو ته ڪو سندس ڏيئرون رنڌڻي ۾ ويهي ماني تيار ڪن. هو اڪثر بازار مان ڊبل روٽي وٺي ايندو هو ۽ تمام گهڻن بيضن ۽ بصر وارو آمليٽ تيار ڪندو هو جيڪو سمورا ٻارڪائيندا هئا. انڪانپوءِ سندس حڪم هوندو هو ته هر ڪو پڙهائي ڪي جٽي وڃي. مونکي ياد نٿو پوي ته ڪو هُن ڪڏهن شڪائت ڪئي هجي ته ٻوڙ ۾ لوڻ يا مرچ گهٽ يا وڌيڪ آهن، جيڪي به ملندو هئس سو کائي وٺندو هو. ڪيس ڪاوڙ فقط اوڏي مهل ايندي هئي جڏهن ڪو ٻوڙ ماني بچائيندو هو. سندس حڪم هوندو هو ته پليٽ ۾ لونڙوئي ٻوڙ وغيره ڪٽجي جيتري ضرورت هجي. ريڊيو پاڪستان جي اسٽوڊيو نمبر 9 وارو ناٽڪ ٻڌڻ جي اوڏي مهل ئي اجازت ملندي هئي جڏهن هرڪو پنهنجو ڪاڏو کائي پنهنجا ٿانو ڌوئي چڪو هوندو هو.

اهو ناهي ته ڪو بابا جي زندگيءَ ۾ تضاد نه هئا، هو انسان هو ۽ ڪيس پنهنجي خامين جو پلي پٽ اندازو هو پر شايد هو پنهنجي انهن خامين کي زندگيءَ جو حصو سمجهندو هو. بابا ۽ امان وچ ۾ پيار ۽ هڪٻئي تي اعتماد جو هڪ انوکو ناتو هو، شادي وهان جي

مامرن ڪانسواءِ هو ورلي ئي ڪنهن مسئلي تي پاڻ ۾ ڳالهه ٻولهه ڪندا هئا پر منجهن ڪجهه ان قسم جو لاڳاپو هو جو هڪٻئي سان ڳالهائڻ ڪانسواءِ ئي هڪٻئي کي سمجهي ويندا هئا.

## ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جي راهه تي

جامع مليه پائلٽ سيڪنڊري اسڪول ۾ منهنجي ملاقات عبدالسلام سلاميءَ سان ٿي. هو اسڪول جي هڪ ڄاتل سڃاتل شخصيت هو، رڳو انڪري نه ته هو ڇهين ڪلاس کان اُتي پڙهي رهيو هو پر ان لاءِ ته هو ٽن سالن تائين لاڳيتو اسڪول ۾ هڪ ماهوار رسالو "سويرا" ڪيندو رهيو هو. اردو سان منهنجي دلچسپيءَ جو نتيجو اهو ٿيو جو ننڍڙيون ننڍڙيون ڪهاڻيون لکڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس ۽ ان وقت منهنجي من ۾ خواهش هئي ته جيڪڏهن سويرا جي ايڊيٽر سان سنگت ٿي وڃي ته شايد منهنجي به ڪا ڪهاڻي ڇپجي ويندي. سلاميءَ سان اڳ ۾ به ڪيترائي شاگرد ملڻ جي ڪوشش ڪري چڪا هوندا سو شروعات ۾ هُن مونکي ڪنهن لائق نه ليکيو ته ڪو آءُ به سندس دوستن ۾ ڳڻجان. سال جي پڇاڙ ۾ جڏهن سندس ايڊيٽر شپ ۾ سويرا جو آخري پرچو شائع ٿي رهيو هو هن هڪ پورهيت بابت لکيل منهنجي ڪهاڻي شائع ڪرڻ تي راضپو ڏيکاريو. مئٽرڪ ڪانپوءِ سلاميءَ کي پنهنجي والدجي خواهش موجب پولي ٽيڪنڪ ۾ داخلا وٺڻي پئي جڏهن ته منهنجي داخلا جامع مليه ڪاليج ۾ ڪرائي وئي پر اسانجي دوستي هلندي رهي ۽ اڄ چاليهن سالن ڪانپوءِ به برقرار آهي. اچرج جي ڳالهه اها آهي ته اها سنگت اهڙن ٻن فردن وچ ۾ آهي جن جي پسند مختلف آهي، جن جي سياسي نظرين ۾ اختلاف آهي ۽ جن جا اعتقادي نظريا پڻ مڪمل طور تي ڌار آهن، اهو شايد ان ڪري ئي ممڪن ٿي سگهيو جو اسانجي

سنگت ۾ جذباتيت کان وڌيڪ عقليت جو دخل آهي. زندگي عام طور تي ايتري سادي نه هوندي آهي، ماڻهو عقل کي پوئتي ڇڏي جذباتيت جو شڪار بڻجي ويندا آهن. جامعه مليه ۾ منهنجي دوستي جلال الدين، مختار احمد، جميل اختر، سيد جاويد اختر، انور جمال، اعجاز الرحيم، احمد عبدالباقي، نديم اختر، عتيق، فيضي ۽ ٻين سان ٿي. انهن ئي يارن مان اڌ جيترا جيڪي ملير يا انجي اوسي پاسي رهندا هئا ۽ تقريباً روزانو ملندا هئا. جاويد اختر انهيءَ ٽولي کي "آڪٽين" جو نالو ڏنو. اڳتي هلي افضال رضوي (مَکُو) کي اعزازي طور تي ان ٽولي ۾ شامل ڪيو ويو. بابا حيرت انگيز طور تي ان ٽولي جي اڪثر يارن سان انتهائي دوستاڻو ورتاءُ رکندو هو. اڄ مونکي اها ڳالهه سمجهه ۾ تي اچي ته ان ريت هو منهنجي سرگرمين تي نظر رکندو هو. اڄوڪي دور ۾ ان قسم جي چوکسي رکندڙ والدين کي پڪ سان پسند نه ڪيو ويندو.

ڪاليج جي ڏينهن ۾ مونکي هڪ نئون شوق چڙهيو ۽ اخبارن ۾ لکڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس. تن ڏينهن ۾ روزاني حريت اخبار نوجوانن جو هفتيوار صفحو شائع ڪندي هئي جنهن جو انچارج ظفر قريشي هو. جڏهن وٽس ويس ته هُن نه رڳو مونکي همٿايو پر منهنجا مضمون شائع پڻ ڪيائين. هو مونکان آفيس جا ننڍا ننڍا ڪم پڻ ڪرائيندو هو. جيڪڏهن بابا مونکي به ادي سراج وانگر موقعو ڏئي ها ته ٿي سگهي ٿو ته صحافت جي تعليم حاصل ڪريان ها پر بابا جي من ۾ ڪجهه ٻيو هو ۽ ان کانسواءِ ڪجهه ڪرڻ ممڪن ئي نه هو. بابا وڏي واڪي اعلان ڪري چڪو هو ته سندس سمورا ٻار ڊاڪٽر بڻبا ۽ ان کان علاوه ٻيو ڪجهه سوچي به نٿو سگهجي. اهو حڪمنامو رڳو منهنجي لاءِ نه پر گهر جي سمورن ٻاتين تي لاڳو هو ۽ سيني ان فيصلي کي قبولي ورتو هو. حريت اخبار ۾ لکڻ لاءِ مون پنهنجو

اصل نالو استعمال نہ ڪيو ڇاڪاڻ جو ڊپ هئم تہ بابا کي اها ڳالهہ پسند نہ ايندي سو خالد شاهہ جو قلمي نامو اختيار ڪيم جيڪو ڊگهي عرصي تائين هلندو رهيو. انهن ڏينهن ۾ مون ٻين اخباري آفيسن ۾ پڻ اچڻ وڃڻ شروع ڪيو. انجو بنيادي سبب اهو هو تہ ڪاليج ۾ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ميمبر بڻجي ويو هئس، جنهن جو صدر معراج محمد خان هو. اڳتي هلي اهو عهدو رشيد حسن خان کي مليو. منهنجي تنظيمي ذميوارين ۾ اهو بہ شامل هو تہ اين ايس ايف جي سرگرمين بابت پريس رليز تيار ڪري اخبارن تائين پهچايان، ان ڪري اخباري دنيا سان منهنجي واقفيت ٿي وئي. اڄ جڏهن پوئتي مڙي ٿو ڏسان تہ سمجهان ٿو تہ بابا تڏهونڪي حالتن آهر جيڪو فيصلو ڪيو سو بلڪل درست هو ۽ اُن وقت انجي مخالفت ڪرڻ بہ شايد منهنجي لاءِ صحيح هو پر پنهنجن تجربن ۽ حالتن جي ادراڪ ڪانپوءِ بابا جي فيصلن تي سندس جيترو ٿورائتو رهان اوترو گهٽ ٿيندو.

جڏهن انٽر جو امتحان ڏنم تہ مونکي پڪ هئي تہ منهنجون ايتريون مارڪون نہ اينديون جون مونکي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ملي سگهي. مونکي شيون سمجهڻ ۾ انتهائي ڏکيائي ٿيندي هئي، انگريزيءَ جا اکر سڃاڻڻ ۾ اڪثر غلطي ڪندو هئس. اسڪول ۾ اهو ڪو وڏو مسئلو نہ هو ڇاڪاڻ جو اُتي ڪا خاص ڇنڊ ڇاڻ ٿيندي نہ هوندي هئي، پاس ٿيڻ سولو هو ۽ سٺيون مارڪون آڻڻ ڏکيو. مونکي پتو ناهي تہ مونکي ڊسلڪسيا جي بيماري هئي يا شين تي ڌيان ڏيڻ واري صلاحيت جي کوٽ پر حقيقت اها ئي آهي تہ امتحاني نتيجن موجب ميڊيڪل ڪاليج تائين منهنجو پهچڻ ناممڪن هو. ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا لاءِ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ٿيڻ لازمي هو جڏهن تہ منهنجي سيڪنڊ ڊويزن آئي هئي ۽ اُها بہ ٿرڊ ڊويزن کان ٿورڙي بهتر. بابا نہ تہ

منهنجي امتحاني نتيجي تي ڏيان ڏنو ۽ نه ئي ان ڏس ۾ ڳالهه ٻولهه جي ڪا ضرورت محسوس ڪيائين. هُن فقط اهو حڪم صادر ڪيو ته مونکي ٻيهر پڙهڻ گهرجي ته جيئن پنهنجي ڪارڪردگي بهتر ڪري سگهان. هُن منهنجي داخلا لياقت ڪاليج ۾ ڪرائي جنهن جي پٽ اسانجي گهر سان ڳنڍيل هئي. لياقت ڪاليج ۾ پڙهندي به منهنجي سيڪنڊ ڊويزن فرسٽ ڊويزن ۾ تبديل نه ٿي، بس رڳو ايترو ٿيو جو هن ڀيري سيڪنڊ ڊويزن ۾ مناسب مارڪون ڪنيم. بابا جو اهو ڪمال هو ته منهنجي انهيءَ خراب ڪارڪردگيءَ تي به مون مان مايوس نه ٿيو ۽ فيصلو ڪيائين ته مونکي ٽيون ڀيرو انٽر جو امتحان ڏيڻ گهرجي جنهن لاءِ آءُ قطعي تيار نه هئس. منهنجا ڪلاس فيلو بي ايس سي ۽ بي اي وارن امتحانن جي تياري ڪري رهيا هئا ۽ آءُ اڃان تائين انٽر ۾ ڦاٿل هئس. ان ڏس ۾ جڏهن امان کان مدد گهريم ته سندس چوڻ هو ته تعليمي مامرن جا فيصلا رڳو بابا ئي ڪندو ۽ هوءَ منهنجي ڪابه مدد نٿي ڪري سگهي. امان ۽ بابا جي طريقن ۾ ڪا اهڙي خوبي هئي جو خراب حالتن هوندي به نه ته مون گهران ڀڄڻ جو فيصلو ڪيو ۽ نه ئي وري ڪڏهن آپگهات ڪرڻ جو پور پيم. مونکي پڪ هئي ته منهنجي مرضيءَ خلاف جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي تنهن ۾ سندن شديد محبت شامل آهي ۽ هو منهنجي لاءِ بهتر سوچ ٿا رکن. ٽيون ڀيرو مونکي اردو سائنس ڪاليج ۾ داخلا وٺڻي پئي.

بابا هڪ پاسي منهنجا ڪاليج بدلائي رهيو هو ته ٻئي پاسي مونکي ڊاڪٽر بنائڻ لاءِ هو ٻيا به ڪيترائي قدم کڻي رهيو هو. منهنجي اڻڄاڻائي ۾ هُن منهنجي طرفان آسٽريليا، مالٽا ۽ مصر جي ميڊيڪل ڪاليجن ۾ منهنجي داخلا جون درخواستون اُماڻيون. هو ان ڳالهه جو قائل هو ته پنهنجي طرفان هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي ۽ ممڪنات جو ڪوبه خانو خالي نه رهڻ گهرجي، پوءِ سڀ ڪجهه الله

تي ڇڏي ڏجي. سچي زندگي هو انهيءَ هڪڙي فارمولي تحت ڪم ڪندو رهيو ۽ بقول بابا جي تہ سندس ڪو جائز ڪم ٽيڻ ڪان نہ رڪيو.

هن مون جهڙي نالائق شاگرد لاءِ مالٽا جي تڏهونڪي وزيراعظم ڊوم منٽوف کي خط لکيو تہ مونکي مالٽا جي سنيٽ ليوڪس ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ڏني وڃي ۽ ان ڏس ۾ سندس واهر گهربل آهي. هو اڪثر مذاق وچان مونکي چوندوهو تہ ڪانگريسي اڳواڻ مولانا حسين احمد مدنيءَ کي انگريزن مالٽا ۾ قيد ڪيو هو ۽ مٿس "اسير مالٽا" جو لقب پئجي ويو هو، جيڪڏهن تنهنجي بہ اُتي داخلا ٿي وئي تہ تون بہ مالٽا جو قيدي بڻجندين جنهن جو مقصد توکي ڊاڪٽر بنائڻ هوندو. مالٽا جي مانواري وزيراعظم پڪ سان بابا جو خط اچرج وڃان پڙهيو هوندو ۽ شايد ان کان اڳ ڪيس ڪنهن بہ ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا لاءِ درخواست نہ ڪئي هوندي. داخلا تہ ڇا ملڻي هئي پر ايترو ضرور ٿيو جو وزيراعظم بابا کي خط جي ورندي ڏني ۽ صلاح ڏنائين تہ آءٌ مالٽا جي يونيورسٽي جي فارميسي شعبي ۾ داخلا لاءِ درخواست اُماڻيان. آسٽريليا کان ڪجھہ وڌيڪ بهتر ورندي آئي ۽ مونکي انٽرويو لاءِ ڪراچيءَ ۾ موجود قونصليٽ خاني گهرايو ويو. آءٌ انٽرويو وٺندڙ عملدار کي پنهنجي انگريزي سان ڪو گهڻو متاثر ڪري نہ سگهيس، گورا ويچارا انتهائي فضيلت وارا ٿين ٿا سو منهن تي تہ مونکي ڪجھہ نہ چيائون پر هڪ خط ذريعي صلاح ڏنائون تہ آءٌ پنهنجي انگريزي بهتر ڪريان ۽ پوءِ آسٽريلياجي يونيورسٽين جي فارميسي واري شعبي ڏانهن پنهنجي درخواست اُماڻيان. مصر مان انتهائي حوصلي ڀريو جواب آيو هو جتي بابا جي هڪ دوست هارون رشيد جي ڌيءُ مصر جي هڪ ميڊيڪل ڪاليج ۾ تعليم پرائي رهي هئي. ڪانئس معلومات حاصل ڪري بابا ڪيترين

ٿي مصري ڪاليجن ڏانهن درخواستون اماڻيون هيون جن مان هڪ مونکي داخلا ڏئي ڇڏي، پر ٺيڪ انهيءَ وقت ڪراچيءَ ۾ هڪ عجيب و غريب ڳالهه ٿي جنهن جي ڪري منهنجو مصر وڃڻ ممڪن ٿي نه سگهيو.

ٿيو هيءَ جو اردو ڪاليج مان ٿيون پيرو انٽر جو امتحان ڏيڻ تي منهنجي فرسٽ ڊويزن اچي وئي، مونکي انهيءَ ڪاميابي تي خوشي ڪان وڌيڪ حيرت ٿي هئي. آءٌ مطمئن هئس ته فرسٽ ڊويزن اچڻ ڪانپوءِ هاڻ مونکي گهٽ ۾ گهٽ ٻيهر انٽر جي پڙهائي نه ڪرڻي پوندي. ساڳي سال اردو ڪاليج مان تهذيب حيدر نقوي ۽ تاج تبسم سٺين مارڪن سان فرسٽ ڊويزن حاصل ڪئي هئي ۽ سندن داخلا بنا ڪنهن رڪاوٽ جي ڏائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي وئي.

1969 ۾ ٻهريون پيرو انٽرجو امتحان ڏيڻ ۽ 1972 ۾ ٽيون پيرو امتحان ڏيڻ دوران دنيا ۾ ڪيتريون ئي جوڳيون تبديلون اچي چڪيون هيون. هندستان سان جنگ ڪانپوءِ اوير پاڪستان بنگلاديش بڻجي چڪو هو، پاڪستان ۾ مارشل لا جي خاتمي ڪانپوءِ جمهوري حڪومت قائم ٿي چڪي هئي. عام چونڊن واري رات ڏاڍو گذاري ويو هو ۽ اهم ڳالهه اها ته ڪراچيءَ ۾ سنڌ ميڊيڪل ڪاليج جي نالي سان هڪ نئون ميڊيڪل ڪاليج قائم ٿي چڪو هو. بابا يقيني طور تي منهنجي فرسٽ ڊويزن مان انتهائي سرهو ۽ مطمئن هو. هُن ادي سراج کي جيڪو وڌيڪ پڙهائيءَ لاءِ انگلستان وڃي چڪو هو، لکيو، "نيٺ شير شاهه به چڱين مارڪن سان پاس ٿي ويو آهي، هاڻ هُن جي به ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ٿي ويندي."

ڪيس اندازو نه هو ته هو غير ضروري طور تي خوش پئي ٿيو ۽ آءٌ کيس اجان گهڻو مايوس ڪرڻ وارو هئس. جڏهن ميڊيڪل ڪاليجن ۾ داخلائون شروع ٿيون ته ڪراچيءَ جي شاگردن لاءِ 750

سيٽون مخصوص هيون. ڊائو ميڊيڪل ڪاليج، سنڌ ميڊيڪل ڪاليج، چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج ۽ پيپلز ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلائن ڪانپوءِ ڪراچيءَ جا تيرهن شاگرد اهڙا هئا جنڪي فرسٽ ڊويزن جي باوجود گهٽ مارڪون هئڻ سبب داخلا نه ملي سگهي. انهن شاگردن ۾ آءٌ به شامل هئس، ان جي ڪابه اُميد نه هئي ته ڪو اسانکي ڪنهن ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ملي سگهندي.

بابا پيهر سرگرم ٿي ويو، هُن پاڪستان جي نئين صدر ذوالفقار علي ڀٽو جي آفيس تي خطن جو وسڪارو لاهي ڏنو. هُن ڪيس لکيو ته سيوهڻ جي قلندر لال شهباز جي صدقي ڪراچيءَ جي فرسٽ ڊويزن ۾ آيل نوجوانن کي ميڊيڪل ۾ داخلا ڏني وڃي. انساني نفسيات سمجهي ان موجب عمل ڪرڻ بابا جو خاص طريقو هو، ڀٽي جو تعلق سنڌ سان هو ۽ قلندر سنڌ جو صوفي هو جنهن جي درگاهه ڪراچي کان ڪو اسي ميلن جي مفاصلي تي سيوهڻ ۾ هئي. ڀٽو سنڌ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪري رهيو هو ۽ هوبه سياسي، سماجي ۽ مذهبي سببن ڪري سيوهڻ جي درگاهه تي حاضري ڀريندو هو. بابا انهيءَ ڳالهه کي آڏو رکندي ان قسم جي خط بازي شروع ڪئي هئي. ان سان گڏوگڏ مونکي چيائين ته ڪنهن ريت داخلائن کان محروم باقي همراهن جو پتو لڳايان ته جيئن انهن سمورن طرفان ڪا مهم شروع ڪجي. ان قسم جي سرگرميءَ ۾ مونکي ته مزو اچڻو ئي هو سو سگهوئي سڀني کي ميڙي مٺ ڪيم. انهن گڏ ٿيندڙن ۾ مرزا علي اطهر، وجاهت شهاب ملڪ ۽ سرفراز احمد شامل هئا. اسان فرسٽ ڊويزن ايڪشن ڪميٽي جوڙي ۽ پريس بيانن، پريس ڪانفرنسن ۽ مظاهرن جو سلسلو شروع ڪري ڏنو سين. ڪڏهن بک هڙتال جو اعلان ڪندا هئاسين ته ڪڏهن ڌمڪي ته جيڪڏهن سمورن فرسٽ ڊويزن وارن کي داخلا نه ملي ته اسين پنهنجو پاڻ کي باهه ڏئي ساڙي

ماريندا سين. آءٌ پريس رليز لکندو هئس ۽ مرزا علي اظهر ڪميٽيءَ جي چيئرمين ۽ ترجمان جي حيثيت سان بيان جاري ڪندو هو. اسان انهن حالتن ۾ سياسي غلط بيانيءَ کان ٻه ڪم ورتو ته اسان سان اهو ورتاءُ ان ڪري ڪيو پيو وڃي جو اسان جو تعلق ڪراچيءَ سان هو جڏهن ته حيدرآباد بورڊ مان فرسٽ ڊويزن حاصل ڪندڙن سمورن شاگردن جي داخلا ٿي چڪي آهي. سچي ڳالهه اها هئي ته قانوني ۽ اخلاقي طور تي انجو ڪوبه جواز نه هو ته فرسٽ ڊويزن ۾ امتحان پاس ڪندڙ سمورن شاگردن کي داخلا ملي، پهنجي مفادن لاءِ انسان حقيقتن کي ٿوڙي مروڙي پيش ڪندو آهي ۽ اسان ٻه اهوئي ڪيو.

انهيءَ سموري پتوڙ جي باوجود لڳو ايئن ٿي ته چڻ اسانجي تحريڪ کي حڪومت ڪا خاص اهميت نه پئي ڏئي. اهڙين حالتن ۾ بابا اخبار ۾ خبر پڙهي ته صدر ڀٽو ڪجهه ڏينهن لاءِ لاڙڪاڻي اچي رهيو آهي. بابا رٿ ڏني ته اسين لاڙڪاڻي ۾ صدر ڀٽي جي گهر ٻاهران مظاهرو ڪريون ته جيئن ڳالهه هُن تائين پهچي. آءٌ، سرفراز ۽ وجاهت ملڪ اُنهيءَ ڏينهن ريل گاڏيءَ ذريعي لاڙڪاڻي روانا ٿياسين.

اسين لاڙڪاڻي ۾ المرتضيٰ آڏو مظاهرو ڪرڻ لڳاسين. ان دوران سرفراز صدر ڀٽي جي ملٽري سيڪريٽريءَ تائين اها ڳالهه رسائي ته اسين ڀٽي صاحب جي گاڏيءَ آڏو ليٽي پونداسين. صدر ڀٽي کي شايد اخبارن يا ڳجهي پوليس جي رپورٽن ذريعي ڪراچيءَ جي شاگردن جي مسئلي جو پتو هو يا ملٽري سيڪريٽري اسان بابت ڪيس ٻڌايو هجي. سندس عادت هئي ته هو ٿڌي تي فيصلا ڪندو هو ۽ اُهو ڏينهن به انهن ڏينهن مان هڪ هو جو هُن فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ٿيندڙ ڪراچيءَ جي سمورن شاگردن کي ميڊيڪل ڪاليجن ۾ داخلا ڏيڻ جو اعلان ڪيو.

واپسيءَ واري سفر ۾ اسين اها ئي ڳالهه ڪندا رهياسين ته

صدر ڀٽي جي زباني اعلان جي ڪا اهميت آهي به يا نه ۽ ڇا اسانکي داخلا ملي ويندي. ملير هالٽ واري ريلوي اسٽيشن کان پنڌ گهر ايندي آءُ انهن ئي ويچارن ۾ منجهيل هئس پر جڏهن گهر پهتس ته پتو پيم ته اُن ڏينهن جي اخبارن ۾ صدر ڀٽي جو اعلان ڇپيو هو ته ڪراچيءَ جي شاگردن کي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ڏني ويندي گهر ۾ مٺائي اڳيئي اچي چڪي هئي، هر ڪو ان علان تي سرهو هو.

ڪجهه ئي ڏينهن ۾ داخلا جي ڪاروائي مڪمل ٿي ۽ تعليمي سال جا چار مهينا لنگهڻ جي باوجود اسين تيرهن ڄڻا ميڊيڪل ڪاليج پهچي وياسين. ان اعلان سان يقيني طور تي انهن شاگردن جي حقن تي ڌاڙو لڳو هو جن جون مارڪون اسان کان وڌيڪ هيون پر سندن داخلا سنڌ ميڊيڪل ڪاليج ۽ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي هئي. انصاف ته اهو هو ته اسانکي چانڊڪا ۾ داخلا ملي ها ۽ اتان جا تيرهن شاگرد سنڌ ميڊيڪل ڪاليج اچن ها جتان جي تيرهن شاگردن کي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج اماڻجي ها. اها هڪ پيچيدي ڪاروائي ٿئي ها ۽ اهڙي موقعي تي جڏهن تعليمي سال جا چار مهينا لنگهي چڪا هئا صحت کاتي جي ڪامورا شاهي ان قسم جي ڪاروائي شروع ڪرڻ نٿي چاهي، هنن ته رڳو صدر جي حڪمن جو پورائو ٿي ڪرڻ چاهيو. سندن انهيءَ بي ضابطگي ۽ ناانصافيءَ جو فائدو اسان گهٽ مارڪون کڻندڙن کي ٿيو. شايد دنيا جو وهنوار ايئن ئي هلندو آهي.

ٽن سالن جي انهيءَ پتوڙ کانپوءِ بابا کي اهو ڏينهن ڏسڻ پلئه پيو جڏهن سندس هڪ ٻيو ٻار ۽ آخري پٽ سندس خواهش موجب ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخل ٿي ڊاڪٽر بڻجڻ جو راهي ٿيو. هُن سک جو ساهه کنيو پر کيس احساس هو ته سندس جدوجهد اڃان ختم نه ٿي هئي جو سندس وڏي ڌيءَ انٽر ۾ ايتريون مارڪون نه کنيون جو سندس داخلا ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿئي. اهو چوڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو ته

چاند پنهنجي طور تي ٺيڪ پئي ڪيو پر بابا جي لحاظ کان ٺيڪ نه هو ڇاڪاڻ جو هُن اهو ئي درست ٿي ليکيو ته سندس داخلا به ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿئي. چاند به مون وانگر ادبي ذوق رکندڙ هئي ۽ ڪيس اي آر خاتون، رضيا بٽ ۽ رضيا فصيح احمد جون لکيون پسند هيون. انهن سمورن ليکڪن کي پڙهندي هوءَ ادب پڙهڻ جا سپنا ڏسي رهي هئي.

انٽر ۾ مناسب مارڪون نه اچڻ سبب بابا کيس ٻيهر امتحان ڏيڻ لاءِ چيو ته هن امان ذريعي کيس قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته هوءَ ڊاڪٽر نٿي بڻجڻ چاهي. بابا سندس ڳالهه مڃڻ بدران سندس آيل سنگن جو ذڪر شروع ڪري ڏنو جن جو ڪو وجود ئي نه هو. اصل ۾ ان ريت بابا چاند کي اهو پيغام ٿي ڏنو ته جيڪڏهن هُن ٻيهر امتحان ڏئي ميڊيڪل ڪاليج جو رخ نه ڪيو ته هو ايندڙ ڪنهن به سنگ لاءِ راضپو ڏيکاري سندس شادي ڪرائي ڇڏيندو. چاند شاديءَ لاءِ تيار نه هئي سو مناسب سمجهندي ٻيهر انٽر جو امتحان ڏيڻ جي تياري شروع ڪيائين پر سندس سخت محنت جي باوجود ايتريون مارڪون نه آيون جو ميڊيڪل ڪاليج ۾ سندس داخلا ٿئي. اتفاق سبب ڪري اُن سال حڪومت ميڊيڪل ڪاليجن ۾ ڪراچيءَ جي ڳوٺاڻن علائقن لاءِ ڏهه سيڪڙو سيٽون رکڻ جو اعلان ڪيو، اٺ ڇوڪرن لاءِ ۽ ٻه ڇوڪرين لاءِ. ملير جو علائقو پڻ ڪراچيءَ جي ڳوٺاڻي علائقن ۾ شامل هو. ان موقعي تي بابا جو پٽ بڻيل الله بخش شاهين بلوچ ڪم آيو ملير جو هيءُ بلوچ شاگرد اڳواڻ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهندو هو ۽ بابا سان سندس واقفيت ٿي وئي هئي. بابا سندس تمام گهڻو خيال رکندو هو ۽ اڪثر پيو چوندو هو ته ڪيس ڊاڪٽر بڻجڻ گهرجي پر حالتن پلٽو کاڌو ۽ هو حڪمران پيپلز پارٽيءَ جو سرگرم ڪارڪن بڻجي ويو جنهن سبب تعليم تان ڌيان گهٽجي ويس، ان

هوندي به بابا سان سندس ناتا برقرار رهيا ۽ هو اڪثر بابا سان ملڻ ايندو هو. هُن ئي بابا کي ميڊيڪل ڪاليج ۾ ملير جي خاص سيٽن بابت ٻڌايو هو ۽ چاند جي درخواست جمع ڪرائڻ تي سندس داخلا ٿي وئي. جنرل ضيا جي دور ۾ الله بخش گرفتار ٿيو ۽ مٿس سخت تشدد ڪيو ويو. خراب حالتن ۾ سرڪاري ملازم هوندي به بابا پابنديءَ سان ساڻس جيل ۾ ملاقات ڪرڻ ۽ ڪيس ڪتاب ۽ ٻيون ضروري شيون ڏيڻ لاءِ ويندو هو. بعد ۾ کيس سکر جيل منتقل ڪيو ويو جتان هو بابا کي خط لکندو ۽ وصول ڪندو هو.

جيل مان آزاد ٿيڻ تي بابا الله بخش کي قائل ڪيو ته ڪيس پاڪستان مان هليو وڃڻ گهرجي ڇاڪاڻ جو فوجي حڪومت کيس جيئرو نه ڇڏيندي. الله بخش دبئيءَ ۾ ٿانيڪو ٿيو. اڳتي هلي سندس وهانءُ هڪ ليڊي ڊاڪٽر سان ٿيو جنهن تي بابا انتهائي خوش ٿيو. الله بخش بابا کي پنهنجي پيءُ وانگر ليکيندو هو ۽ ان حيثيت ۾ ڪڏهن به گهٽتائي اچڻ نه ڏنائين. مرڻ گهڙيءَ تائين بابا سان سندس تعلق برقرار رهيو ۽ اهو تعلق اڄ به اسان سان قائم اٿس.

چاند سان گڏ شاهين جي داخلا به ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي وئي. شاهين چاند کان به سال ننڍي هئي پر انٽر ۾ بهتر مارڪن لاءِ چاند به پيرا امتحان ڏنو سو هاڻ پنهنجي ننڍي ڀيڻ سان گڏ هئي. شاهين اسان سمورن ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ سڀ کان بهتر شاگرد رهي آهي، جتي مون ڊرائيونگ لائسنس واري امتحان ڪانسواءِ ڪو به ٻيو امتحان پهرين ڌڪ ۾ پاس نه ڪيو آهي، اُتي شاهين ڪنهن به امتحان ۾ ڪڏهن به فيل نه ٿي آهي. هو ننڍپڻ کان ئي انتهائي ذهين هئي ۽ نصابي ڪتاب هُن لاءِ حلوي وانگر هئا. هُن ڊاڪٽر بڻجڻ ٿي چاهيو ۽ انٽر ۾ مارڪون به شاندار ڪنيائين ۽ سولائي سان ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا به ٿي ويس.

عفيه به ذهين هئي جيتوڻيڪ کيس ميڊيڪل سان ڪا خاص

دلچسپي نہ هئي پر پروڙي ورتو هئائين تہ بابا ڪنهن ٻئي شعبي ۾ وڃڻ نہ ڏيندو سو تعليم تي ڌيان ڌري ايتريون مارڪون حاصل ڪيائين جو ميڊيڪل ڪاليج ۾ سولائي سان داخلا ٿي ويس. تعليم جي مامري ۾ عفيہ بہ شاهين وانگر سدائين ڪامياب رهي آهي ۽ اڄ پنهنجي شعبي ۾ ڀلي حيثيت رکندڙ آهي.

## نوابشاهہ جو هڪ ڇوڪرو

جڏهن صفيہ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو تہ بابا جي ڏيءُ هئڻ ناتي ڪيس بہ ڊاڪٽر ئي بڻجڻو هو. هوءَ هڪ محنتي شاگرديائي هئي جنهن انٽر ۾ ايتريون مارڪون حاصل ڪيون هيون جو سندس داخلا ڪراچيءَ ۾ ٿي وڃي ها پر جنهن وقت ميڊيڪل ڪاليجن ۾ داخلا جي فهرست سامهون آئي تہ پتو لڳو تہ سندس داخلا پيپلز ميڊيڪل ڪاليج نوابشاهہ ۾ ٿي آهي. ان داخلا بابت ڪجهہ ڳالهيون اچرج جوڳيون آهن جن جو ذڪر دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندو.

جيڪڏهن سندس چار مارڪون گهٽ هجن ها تہ صفيا جي داخلا ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿئي ها ۽ جيڪڏهن چار مارڪون وڌيڪ هجن ها تہ داخلا سنڌ ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿئي ها. اهو معمو ڪجهہ هن ريت آهي تہ مارڪن جي بنياد تي چار مارڪون گهٽ هئڻ سبب ڪيس پيپلز ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ملي پر جيڪڏهن اچائين وڌيڪ چار مارڪون گهٽ هجنس ها تہ ڪيس ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا نہ ملي ها ۽ ڪيس ڊاڪٽرن جي ٻارن لاءِ مخصوص سيٽن لاءِ درخواست ڏيڻي پوي ها جنهن ۾ هوءَ پهرين نمبر تي هئي ۽ سندس داخلا سولائي سان ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي وڃي ها. قانون موجب مخصوص سيٽن لاءِ اهوئي اميدوار درخواست ڏئي ٿو سگهي جنهن جي داخلا ميرٽ تي نہ ٿي سگهي، انڪي شايد ڀاڳ جو ڦيرو سڏيو ويندو آهي. منهنجون

مارڪون ايترييون گهٽ هيون جو جيڪڏهن داخلا ٿيڻي به هجي ها ته به چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿئي ها. صفيا جون مارڪون وڌيڪ هجن ها ته سنڌ ميڊيڪل ڪاليج ۾ وڃي ها ۽ جيڪڏهن چار گهٽ هجن ها ته ڊائو ميڊيڪل ڪاليج پر سنڌس پاڳن ۾ ڪراچيءَ ڪان ٻاهر نوابشاهه وڃڻ لکيل هو.

بابا ٿوري گهڻي ڪوشش ضرور ڪئي ته سنڌس داخلا ڪنهن ريت ڪراچيءَ ۾ ٿي وڃي پر شايد هو ان ڳالهه تي مطمئن هو ته ميڊيڪل ڪاليج ۾ سنڌس داخلا ٿي وئي آهي ۽ هاڻ هوءَ ڪنهن نه ڪنهن ريت ڊاڪٽرياڻي ٿي ويندي سو هو ان بابت ڪو گهڻو فڪرمند نه هو. جيتوڻيڪ ان وقت سنڌ جون حالتون چڱيون نه هيون. جنرل ضيا ڀٽي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڪيس قتل ڪرائي ڇڏيو هو ۽ سنڌ ۾ بغاوت جهڙي صورتحال هئي. ڪجهه مٽن مائٽن ۽ دوستن يارن صلاح ڏني ته صفيا کي نوابشاهه نه اماڻجي پر ٻيهر امتحان ڏياري سنيون مارڪون آڻڻ جي ڪوشش ڪرائجي پر بابا ڪنهن به صلاح تي ڪن نه ڌريا. ماضيءَ ۾ هُن پنهنجي زال کي ٻهرين سلهٽ ۽ پوءِ لاهور اماڻيو هو، پنهنجي پٽ کي سلهٽ اماڻيو هئائين ۽ هاڻ جيڪڏهن صفيا کي نوابشاهه ته وڃڻو پوي ته ان ۾ اهڙي ڪا ڳالهه هئي جنهن تي پريشان ٿجي.

هڪ ڏينهن صبح ساڻ هو نوابشاهه وڃڻ لاءِ ريل گاڏيءَ ۾ سوار ٿيو. بابا اُتي پهچي داخلا جا ڪاغذ پٽ جمع ڪرايا، هاسٽل جا انتظام ڏنائين، ميڊيڪل ڪاليج ۽ اسپتال جو چڪر هنيائين ۽ شهر جو جائزو ورتائين. صفيا کي پنهنجي حفاظت بابت کي صلاحون ڏئي ۽ تعليم تي ڌيان ڏيڻ جو چئي ڪراچيءَ اچڻ واري ريل گاڏيءَ ۾ ويهي رهيو.

هر ٻئي ٽئين مهيني بابا ڪراچي کان نوابشاهه تي اُسهيو ۽ صفيه سان ملي سرهو ٿي واپس موٽيو. اهڙي ئي هڪ سفر دوران

سندس ملاقات غلام شبير ڪوڪر سان ٿي جيڪو هاڻ اسانجي ڪٽنب جو حصو آهي.

نوابشاهه ريلوي اسٽيشن جي پليٽ فارم تي جڏهن بابا ڪراچي اچڻ لاءِ ريل گاڏي جو اوسيئڙو ڪري رهيو هو تہ اُداس چهري سان پنهنجي پورن ۾ گم تيرهن چوڏهن سالن جي هڪ ڇوڪر ڪي بينچ تي ويٺل ڏٺائين. بابا هُن ڏانهن متوجهہ ٿيو ۽ سائس ڪچهري ڪرڻ لڳو. ڳالهين دوران پتو لڳس تہ هو ڏهہ ميل پري ٻچيري، جو رهواسي آهي ۽ سندس والد هڪ ڪيت مزدور هو جيڪو ڪيس ڏهن ورهن جو ڇڏي گذاري ويو. مختلف قسمن جا پورهيا ڪري شبير جيئن تيئن مئٽرڪ ڪري ورتو هو، گهر جو وڏو هئڻ ڪري سندس انيڪ ذميواريون هيون پر ڪو رستو سمجهہ ۾ نٿي آيس. ان ڏينهن بہ ڪم جي ڳولا ۾ نوابشاهہ آيو هو پر ڪو ڪم نہ ملڻ تي نراسائي وچان ڳوٺ موٽڻ لاءِ ريل گاڏيءَ جو انتظار ڪري رهيو هو.

بابا شبير جي ڳالهين ۽ ننڍي ڄمار ۾ سندس همت کان تمام گهڻو متاثر ٿيو ۽ ٻنهي وچ ۾ هڪدم اعتماد جو ناتو جڙي ويو. بابا کيس پنهنجو وزيٽنگ ڪارڊ ڏيندي کيس آٿت ڏني تہ هو جيڪڏهن اڳتي پڙهڻ چاهي ٿو تہ ڪراچي هليو اچي، هو سندس پڙهائي ۽ رهائش جو بندوبست ڪندو ۽ اڳتي لاءِ بہ ڪا واٽ ڪڍڻ لاءِ پتوڙيندو.

ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ بابا کي شبير جو هڪ خط مليو جيڪو هُن پنهنجي ماءُ جي چوڻ تي لکيو هو تہ جيئن اندازو ٿئي تہ ڏنل پتو درست آهي يا نہ. هي ڳالهہ اها تہ بابا جيڪڏهن خط جي ورندي نہ ڏني تہ تعليم بابت سندس سنجيدگيءَ جي بہ خبر پئجي ويندي. اهو هڪ فطري قدم هو ڇاڪاڻ جو تن ڏينهن ۾ سنڌ اندر نسلي فساد هلندڙ هئا ۽ ڪراچيءَ جهڙي اوپري شهر ۾ نوابشاهہ جو ٻار اوپرن ماڻهن ڏانهن اماڻڻ کان اڳ ڪا تصديق ضروري هئي. شبير کي جيئن ئي پنهنجي

خط جي ورندي ملي جيڪا بابا ٽڪري اماڻي هئي، هو پنهنجو سامان سڙو کڻي ڪراچي روانو ٿيو. ڪراچيءَ جي ريلوي اسٽيشن تي لهي رستو پڇندو صدر پهتو جتان بس ۾ ويهي ملير ۾ اسانجي گهر اچي پهتو، جتي گرمجوشيءَ سان سندس آڌرڀاءُ ڪيو ويو. بابا سندس متعلق امان سان اڳيئي ڳالهائي چڪو هو، امان به پنهنجي عادت موجب ڪيس به اهائي پنهنجائپ ڏني جيڪا سندس خاصيت هئي. شبير چوائي، ڪيس لڳو ته ڄڻ هو پنهنجي ماءُ وٽ ئي آيو هجي. گهر ۾ سڀني ساڻس اهڙو ئي ورتاءُ ڪيو جهڙو بابا چاهيو ٿي. اها ئي بابا جي خاص ڳالهه هئي ته هو ڪجهه ڪرڻ لاءِ چوندو نه هو پر پنهنجي سر ايئن ڪندو هو جو سمورا سندس پيروي ڪرڻ لڳندا هئا.

بابا کي ان ڳالهه جو انتهائي افسوس هو ته سڄي ملڪ ۾ LSMF جو ڪورس ختم ڪيو ويو آهي نه ته هو شبير جي ان ۾ داخلا ڪرائي ها. نيٺ وڏي سوچ ويچار کانپوءِ فيصلو ٿيو ته شبير کي پاڪ سوئيڊش ٽيڪنيڪل سينٽر (PSTC) ۾ داخل ڪرائجي. اهو تن ڏينهن ۾ سوئيڊن جي حڪومت جي سهڪار سان هلندڙ هڪ بهترين ادارو هو جنهن جي پرنسپل سان بابا جي سٺي سنگت هئي. آهستي آهستي ان قسم جا ادارا حڪومت جي بيحسيءَ جي ڪري خراب ۽ ختم ٿي رهيا آهن. شبير کي مئٽرڪ ڪيل هئڻ سبب اُتي سولائي سان داخلا ملي وئي ۽ ٽن سالن ۾ مڪينيڪل انجنيئرنگ ۾ ڊپلوما حاصل ڪري ان لائق ٿي ويو جو زندگيءَ جو سفر اعتماد سان شروع ڪري سگهي. اهي ٽي سال شبير لاءِ ڪي سولا نه هئا، جيئن ئي سندن علائقي جي وڏيري کي پتو لڳو ته هو تعليم پرائڻ لاءِ ڪراچي ويل آهي سو سندس ماءُ کي گهرائي دڙڪو داب ڪرڻ لڳو ته شبير کي [illegible] گهرائي ۾ شبير جي ماءُ وڏيري شاهيءَ واري حڪم تي عمل [illegible] انڪار ڪري ڇڏيو. چڱي ڳالهه اها هئي ته شبير جي ڪا

پيڻ نہ هئي، نہ تہ انهن حالتن ۾ دٻاءُ جا طريقا بدلجي وڃن ها. شبير جڏهن بہ ڳوٺ تي ويو تہ کيس مختلف طريقن سان تنگ ڪيو تي ويو پر شبير هر قسم جي دٻاءُ جو همت سان مقابلو ڪيو. هڪ ڀيري جڏهن امان ۽ بابا صفيہ سان ملڻ نوابشاهہ ويا تہ شبير جي ڳوٺ پڻ ويا جتي سندس گهر ڀاتين سندن چڱو آدر ڀاءُ ڪيو.

شبير بابا جي تمام گهڻي عزت ڪندو هو ۽ جڏهن بہ بابا سان ملڻ ايندو هو تہ سندس سامهون زمين تي ويهندو هو جيڪا ڳالهہ بابا کي پسند نہ هئي ۽ سندس منع ڪرڻ جي باوجود هُن اهو ڪرڻ تان هٽ نہ ڪنيو. امان سان شبير جو تعلق ماءُ ۽ پٽ وارو هو ۽ هو ٻئي نہ رڳو انهيءَ سنگ کي مان ڏيندا هئا پر نڀائيندا بہ هئا. اهو سنگ اوڏي مهل اڃان وڌيڪ سگهارو بڻجي ويو جڏهن تعليم دوران شبير جي ماءُ گذاري وئي ۽ هو امان جي وڌيڪ ويجهو تي ويو. پنهنجي تعليم جي دوران شبير پنهنجي ننڍي ڀاءُ غلام رسول کي بہ ڪراچي وٺي آيو ۽ سندس رهڻ جو انتظام پاڻ سان گڏ هاسٽل ۾ ڪيائين جيڪا ڳالهہ امان کي نہ وڻي ۽ کيس مجبور ڪري غلام رسول کي پنهنجي گهر رهائڻ لڳي. غلام رسول اسانجي گهران ئي مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. کيس نيويءَ ۾ ڪمشين مليو جتي هاڻ آفيسر طور ڪم ڪري رهيو آهي. شبير جي ٽئين ڀاءُ بہ تعليم پرائي ۽ هاڻ هڪ اسڪول ۾ ماستر آهي پر منجهائن ڪنهن بہ ڊاڪٽري واري شعبي ۾ دلچسپي نہ ڏيکاري. سندن ڪٽنب ۾ هڪ ڊاڪٽر ضرور هجي ها پر زندگيءَ جا حادثا فيصلن کي بدلائي ڇڏيندا آهن. سي ڪان پهرين تہ اهو ٿيو جو شبير جي زال بجليءَ جي ڪرنٽ وگهي گذاري وئي ۽ انجي لڳ ڀڳ ڏهن سالن ڪانپوءِ سندس اڪلوتي ڌيءُ ازا هڪ ٽريفڪ حادثي ۾ موت جو کاڄ بڻجي وئي. هوءَ انتهائي قابل ۽ ذهين ڇوڪري هئي ۽ مئٽرڪ جو امتحان سٺين مارڪن سان پاس ڪيو هئائين. بابا

ڪيس ان تي راضي ڪري ورتو هو ته هوءِ ڊاڪٽري پڙهندي ۽ انٽر ۾ پري ميڊيڪل ۾ چڱي ريت پڙهي رهي هئي. هر ڪنهن کي پڪ هئي ته سگهوئي هوءِ انٽر جو امتحان پاس ڪري ميڊيڪل ڪاليج جي شاگرديائي بڻبي پر هڪ ڏينهن سندس اسڪول وين حادثي جو شڪار ٿي ۽ اُن ۾ سوار سمورا ٻار ڪن پل ۾ چٽ ٿي ويا. اهو حادثو ايترو ته ڏکوئيندڙ هو جو سمورا گهرڀاتي ڪيتري عرصي تائين صدمي جو شڪار رهيا. امان ۽ بابا خاص طور تي ازا جي ڪچڙي ڄمار ۾ مرتئي تي انتهائي پريشان هئا جو هوءِ ٻنهي کي انتهائي عزيز هئي. گهڻي ڏينهن تائين بابا ازا جي حادثاتي موت جو ذڪر ڪندو رهيو. هُن سندس متعلق جيڪو سپنو ڏٺو هو سو چڪنا چور ٿي ويو. حادثا سپنن کي انتهائي بيرحميءَ سان وکيري ڇڏيندا آهن. شبير پنهنجي ٻي زال ۽ ٻارن سان گڏ ڪراچيءَ ۾ ئي ٽانيڪو آهي ۽ اسان سان سندس انتهائي ويجها ناتا برقرار آهن. شبير سنڌي آهي ۽ بابا بهاري هو پر هنن ٻنهي وچ ۾ اهو نسلي فرق ڪڏهن به حائل نه ٿيو. جيڪو سنگ سياپو ۽ پيار هنن ٻنهي ۾ آهستي آهستي پيدا ٿيو ۽ وڌيو ويجهيو سو انهن ماڻهن جي سمجهه کان مٿاهون آهي جيڪي نفرتن کي هٿي ٿا ڏين ۽ جن جو فائدو ئي ان ۾ آهي ته ماڻهو ڏڪار جي بنياد تي ورهايل هجن. بابا جو سدائين چوڻ هوندو هو ته ماڻهو جيڪڏهن پڙهيل ڳڙهيل هوندا ته هڪٻئي سان پنهنجائپ ونڊيندا ۽ جيڪڏهن جهالت جو شڪار رهيا ته رڳو ڏڪار ئي ڪندا. هن بلڪل ٺيڪ ٿي چيو!

غوثيا جي داخلا به ميڊيڪل ڪاليج ۾ سولائي سان نه ٿي. هن جائي ڄم کان شين کي سمجهڻ ۾ دير ٿي لڳائي. هن ڳالهائڻ ۾ به ايتري دير ڪئي هئي جو گهر ڀاتي پريشان ٿي ويا هئا ته ڪيس ڪو پيدائشي نقص ته ناهي، هُن ٽِن سالن جي ڄمار کان ڳالهائڻ شروع

ڪيو هو. بابا ۽ امان انهيءَ مسئلي کي سمجهندي شروعات کان ئي غوثيا تي تمام گهڻو ڌيان ڏريو، غوثيا کي ٻہ انٽر جو امتحان ڀيهر ڏني پنهنجون مارڪون بهتر ڪرڻيون پيون جنهن ڪانپوءِ ڪيس سنڌ ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ملي. غوثيا کي داخلا ملڻ سان بابا جي اها خواهش پوري ٿي وئي تہ سنڌس سمورا ٻار ڊاڪٽر بڻجن. 1984ع ۾ سنڌس ٽيهن سالن تي پکڙيل اهو سفر پڄاڻي تي پهتو جيڪو امان کي ڊاڪٽر بنائڻ واري فيصلو ڪرڻ سان شروع ڪيو هئائين.

انڪانپوءِ پنهنجي اٺن ٻارن کي ڊاڪٽر بنائڻ لاءِ هو لاڳيتو پتوڙيندو رهيو. هو معاشي طور پرخوشحال نہ هو. اسانجي گهر ۾ ڦهريون پنکو 1975 ۾ لڳو ۽ ٽيليويزن سمورن ٻارن جي شروعاتي تعليم پوري ٿيڻ تائين نہ خريد ڪيو ويو. منهنجو خيال آهي تہ اهو فيصلو بلڪل درست هو.

اها ڳالهہ درست آهي تہ هو پنهنجي معاملن ۾ ڪٽر هو، اهو بہ صحيح آهي تہ هو اوچتو فيصلا ڪندو هو ۽ اهو بہ غلط ناهي تہ سنڌس پنهنجي عمل ۾ ڪيترائي تضاد هئا، انهن سمورين خوبين، چڱاين ۽ خرابين جو هڪ وڏو سبب اهو هو تہ سنڌس هڪ مخصوص ايجنڊا هئي جيڪا سڀ کان وڌيڪ اهم هئي. اها ايجنڊا سنڌس پنهنجي ذات بابت نہ هئي پر اها ٻين جي زندگين بابت هئي. ٻين کي ڪونہ ڪو فائدو رسائڻ لاءِ. سنڌس خواهش هئي تہ سنڌس پٽ ۽ ڌيئرون هڪجهڙي تعليم پرائين. هُن جيڪي پنهنجي ٻارن لاءِ بهتر سمجهيو سو ئي ٻين لاءِچڱو ليکيائين ۽ انهن لاءِ بہ اوترو ئي پتوڙيائين جيترو پنهنجي ٻارن لاءِ. اها ڌار ڳالهہ آهي تہ سنڌس جيترو زور پنهنجي ٻارن تي هليو ٿي اوترو ٻين جي ٻارن تي نہ هلي سگهيو. هُن اسان سمورن ڀائرن ۽ ڀينرن کي اهڙي زندگي گذارڻ لائق بڻايو جو ايمانداريءَ سان زندگي گذاري سگهون ۽ اونچي ڳاٽ سان

جيءَ سگهون. بابا هڪ اهڙو هدايتڪار هو جيڪو ڪمزور اداڪارن کان به اهڙي اداڪاري ڪرائي ٿي سگهيو جيڪا وسارڻ ممڪن نه ٿيندي. مونکي اهو چوڻ ۾ اعتراف ڪرڻ ۾ ڪا هٻڪ نٿي محسوس ٿئي ته انهيءَ هدايتڪار جي اوسي پاسي آءُ سڀ کان وڌيڪ ڪمزور اداڪار هئس جنهن کي هر ڪم ڪيترائي ڀيرا ڪرڻو پيو، جيڪو ريهرسل ڪندي ٿڪجي ٿي پيو پر منهنجو هدايتڪار منهنجي خراب ۽ ڪمزور ريهرسل مان ڪڏهن به نراس نه ٿيو ۽ اسٽيج تي منهنجي نقص ڀري ڪارڪردگيءَ تي ڪڏهن به ڪاوڙ جو اظهار نه ڪيائين. هو پنهنجي هدايتڪاريءَ ۾ رڌل هيو، انجي پرواهه ڪرڻ ڪانسواءِ ته ڪردار هر هر جهول پيو ڪائي. جيڪڏهن بابا منهنجو هدايتڪار نه هجي ها ته اڄ الائي ڇا ڪندو هجان ها.

# 6 - جنون جي ڪا ڇيهه ناهي

جيئن ئي امان جي ڊسپنسريءَ ۾ آمدني سندس اطمينان تائين پهتي ته هُن پهرين سنڌ سوشل ايمپلائيز سڪيورٽيءَ واري نوڪري تان استعفا ڏني ۽ ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ملير ضلعي ڪائونسل تحت ميمڻ ڳوٺ واري ڳوٺاڻي صحت مرڪز تان به استعفا ڏئي ڇڏيائين ۽ جناح اسڪوائر ملير ۾ پنهنجي هڪ وڏيڪ ڊسپنسري قائم ڪيائين. ادي ٽيپو ۽ دين محمد ۽ بابا ڪانپوءِ آءُ سندس باضابطا ڪمپائونڊر بڻجي چڪو هئس. امان چاهيو ٿي ته هوءَ پنهنجو وقت گهر ويهي پنهنجي ڌيئرن سان گذاري جيڪي هاڻ سامائجي چڪيون هيون. بابا اڃان تائين ملير ڪان لياري وچي هيڊ ماسٽري ڪري رهيو هو، جيتوڻيڪ بس جي هڪ حادثي ۾ سندس پير جي هڏي ڀُڄي چڪي هئي ۽ هو پير موڙڻ کان قاصر هو پر پوءِ به اسڪول جي نوڪري نه ڇڏيائين. 1968 ۾ ادو ٽيپو ڊاڪٽر ٿي ويو ۽ اها اُميد ٿي پئي ته هاڻ معاشي حالتون ڪجهه بهتر ٿينديون. هائوس جاب ڪانپوءِ هو اڃان سوچي ئي رهيو هو ته ڪيس ڇا ڪرڻ گهرجي جو هڪ سامونڊي جهاز تي ڊاڪٽر جي نوڪري ملي ويس، انهيءَ جهاز جو نالو ايم ايس ڪوالالمپور هو ۽ اهو ملائيشيا کان حاجين کي سعودي عرب پهچائيندو هو. اتفاق سان جهاز جي ڊاڪٽر کي اوچتو نوڪري ڇڏڻي پئي ۽ قانون موجب ڊاڪٽر ڪانسواءِ جهاز بندر گاهه تان روانو نه پئي ٿي سگهيو. ادي ٽيپو کي ارجنٽ پاسپورٽ ٺهرائي هانگ ڪانگ وڃڻو پيو، جتي جهاز اُسهڻ لاءِ تيار بيٺو هو. هانگ ڪانگ پهچندي ئي سندس وردي، جوتا ۽ ٻيا لوازمات تيار ڪيا ويا ۽ هو زندگي ۾ پهريون ڀيرو سامونڊي سفر تي اُسهيو. سندس پگهار تمام ڀلو هو ۽

خرچ نه هئڻ جهڙو، رڳو ڪجھ معاملا هئا جيڪي سمجهڻ ۽ سکڻ ۾ دير لڳيس، مثال جي طور تي ڇري ۽ ڪانٽي سان ماني کائڻ، جنهن جو ڪيس تجربو نه هو پر ان ڏس ۾ جهاز جي ريسٽورينٽ جي ٻاروالن سندس مدد ڪئي ۽ هو جهاز جي آفيسرن سان گڏ ماني کائڻ لائق ٿي ويو.

ادي ٽيپو جو ڇهن مهينن جو معاهدو هو جنهن جي پڄاڻي تي ڪيس وڌيڪ پگهار تي ڪم جاري رکڻ جي آڇ ڪئي وئي جيڪا هُن ٺُڏي ڇڏي. پهرين ڏينهن کان سندس ارادو هو ته هو اعليٰ تعليم لاءِ برطانيا وڃي. بابا جي خواهش هئي ته اسين ايم بي بي ايس واري ڊگري حاصل ڪري ڊاڪٽري ڪريون پر امان جو سپنو هو ته اسين ان ڏس ۾ مهارت واري ڪا تعليم پڻ حاصل ڪريون. سندس چوڻ هو ته:

"جيڪڏهن اَهٖ ڏکين حالتن ۾ ايم بي بي ايس ڪري سگهان تي ته توهانکي اُتي ويهي نه رهڻ گهرجي. ايم بي بي ايس ته مون جهڙا به ڪري وٺندا آهن، اوهانجي منزل اڃان اڳتي آهي".

ميڊيڪل ڪاليج ۾ شروعاتي پڙهائي دوران امان هر هر اهوئي چوندي هئي. ادي ٽيپو جو خيال هو ته جيترو جلد پوسٽ گريجوئيشن ڪري بهتر ٿيندو، انڪري ٿي هُن ساموندي جهاز واري پلي نوڪري ڇڏي ڇاچي ڪيل رقم سوڌو برطانيا وڃڻ لاءِ موٽي آيو.

ڏاڏا جي سڌ هئي ته هو حج لاءِ اُسهي جيڪا عام طور تي هر مسلمان چاهيندو آهي. انهن ٿي ڏينهن ۾ بابا پروگرام جوڙيو ته هو پنهنجي والد کي حج ڪرائيندو. ادي ٽيپو بابا جي حج وڃڻ جا اُنتظام ڪيا، چاچي ابو البر رضوي جيڪو امريڪا ۾ ٿانيڪو هو تنهن اسانجي ڏاڏي جي حج وارن خرچن جو ذميو کنيو، بابا ۽ ڏاڏو حج لاءِ اُسهيا ۽ وڏي اطمينان سان اُتان واپس موٽيا. حج تان واپسيءَ جي ڪجھ عرصي ڪانپوءِ ڏاڏو گذاري ويو ۽ ادو ٽيپو اعليٰ تعليم لاءِ



امان ڊي ايم سي ۾ جي فائنل ايئر ۾ ۽ سندس پٽ ٽيپو سلطان فرسٽ ايئر ۾. اهڙو اتفاق
ڪڏهن ڪڏهن ٿي ٿيندو آهي.



شاهين (انتهائي ساڄي) ۽ چاند (کاٻي کان ٻي)، گريجوئيشن ڊي تي، [illegible] ڄ ۾) فخر
ڀريو پيءُ. چهري ته نه پر دل ۾ يقينن فخر محسوس ڪري رهيو آهي [illegible] ند سان گڏ
جميل رضوي بيٺل آهي.



ڊي ايم سيءَ واري دور ۾ اليڪشني جلسا زندگيءَ جو حصو هوندا هئا. انهن يادگار
ڏينهن جي هڪ تصوير، جنهن ۾ نسيم شيخاڻي، افتخار يوسف ۽ امير الحق نظر پيا اچن.

# zest, service & success means Z. S. Syed

## our leading national sales manager



### We all know SYED

A zest for selfless work, a desira to serve others willingly and whole-heartedly have fully contributed to the brilliant successes of SYED, successes which have grown from year to year.

The success story of Syed is the success story of [illegible]. TODAY Syed is at the very apex of achievement. TOMORROW he will have reached the pinnacles [illegible] VICTORIES.

[illegible] announce Z. S. SYED as its [illegible] and is proud of his ability to build up a [illegible] dedicated team of professional [illegible] and sales officers.

[illegible] of the 'B' Beema Unit

[illegible] the best in [illegible] look after the interests of [illegible]

[illegible] professional agency [illegible] shall continue through [illegible] service [illegible]

[illegible] LIFE
[illegible] CORPORATION OF PAKISTAN

RIO (K) PID



سيد سلطان ظفر پيا پنهنجي پيشي جي
حوالي سان سدائين مستعد رهيو،
جهڙي ريت مٿين اشتهار ۾ ڏسي
سگهجي ٿو. پيا پنهنجي زال شوڪت ظفر ۽
ٻارن حنا، سلطان ۽ فرقان سان گڏ.



سراج ۽ ياسمين پلجهڙي. (هيٺين تصوير ۾) سندن ڌيئرون صبا، ثنا ۽ سحر. ٻي تصوير ۾ ڊاڪٽر سراج الدوله سلهٽ ميڊيڪل ڪاليج ۾ پيٿالوجي ۾ گولڊ ميڊل واري افتتاحي تقريب ۾ تقرير ڪري رهيو آهي. امان ۽ سراج سلهٽ ميڊيڪل ڪاليج جا شاگرد رهيا.








مڙَسن اظهر، ترتيب سان پنهنجي ساڻ، ايما ۽ عبيره ساڻ، تنهن کان پوءِ نداءِ تيڙن پنهنجي جميل ۽ چاند
نعمان ۽ شرجيل ۽ سندن پوٽا پوٽيون، هيٺين تصوير ۾ امان، چاند، ندا ۽ اشبا.





شاهين، عديل، ساره، نبيل، روماسا سان گڏ ۽ سندن زندگيءَ جون به نيون محبتون نائيل ۽ انوره پڻ.



عافيا ۽ افتخار حيدر ٻارن سائره ۽ غارش سان.




صفیاءِ سرور جمیل صدیقي، آصف ءِ ثمن سان.



طیبا زاریا سان.



غوثیا امان سان





مون ۾ طبيا ڪجهه وقت پروفيسر
ڪاهيءَ سندس ڪٽنب سان گڏ
ڪينيا ۾ گذاريو جتان آءُ ايٿوپيا ۾
طبيا مريڪا اُسهڻي هني.



نيويارڪ ۾ طيبا ۽ آءُ پڦي خورشيد سان.





زارا پنهنجي ناني رسول بخش، طيبا ۽ ارما سان.



برطانيا ۾ ترسڻ دوران بابا ليسٽر اسڪوائر لنڊن ۾ پنهنجو چتر ٺهرائيندي، اهو چتر هيٺ ڪاٻي پاسي ڏسي سگهجي ٿو. امان گهر ۾ سبزي ڪپيندي.








ببلن ۽ حسن وزير ۽ فلپ ڪرولي ءَ سان.



ڊاڪٽر هارٽ لامي ۽ نظام الدين داماني ءَ
سان هڪ تصوير.



ڊبلن ميراٿن ۾ حسن وزير ۽ فلپ ڪرولي ء سان.




ڊاڪٽر خالد پراچا سان.



پروفيسر صادقا جعفري ۽ سندس مڙس نعيم جعفري FIGO ايوارڊ جي موقعي تي
خاص طور تي بابا ۽ امان سان ملڻ آيا.



منفرد ليکڪا فاطما ثريا بجيا اسانجي گهر امان کي هڪ "يادگار" پيش ڪري رهي
آهي. بجيا جي اچڻ کان اڳ بابا گذاري چڪو هو.



زاريا عطيا شاهه پنهنجي ڏاڏيءَ سان.

برطانيا روانو ٿي ويو. سراج ميڊيڪل ڪاليج جي آخري سال ۾ هو ۽ آءُ ڪنهن نہ ڪنهن امتحان ۾ ناڪاميءَ ڪانپوءِ هڪ ٻيو امتحان ڏيڻ جي تياري ۾ رڌل هئس.

اهڙين حالتن ۾ بابا ڪنهن صلاح مشوري ڪانسواءِ پنهنجي ۽ اسان سمورن لاءِ هڪ وڏيڪ رٿابندي ڪرڻ شروع ڪئي. سندس سوچ هئي تہ سندن ٻارن جي شادي فقط اهڙن سيدن سان ٿيڻ گهرجي جن جا ماءُ پيءُ ٻئي سيد هجن يا صرف اهڙن "صديقين" سان ٿيڻ گهرجي جن جا ماءُ پيءُ اصل صديقي هجن، ان سان گڏوگڏ سندن بهاري هئڻ لازمي شرط هو پر هاڻ هُن هڪ شرط وڌائي ڇڏيو هو تہ ٻي ڌر يعني گهوٽ يا ڪنوار ڪي ڊاڪٽر پڻ هئڻ گهرجي. ان ڏس ۾ سندس فيصلو حتمي هو جنهن ۾ هو ڪنهن بہ قسم جي مداخلت برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو. هاڻ امان ڪي انهن شرطن موجب پنهنجي ٻارن جا سنگ ڳولهڻا هئا. ڪنهن بہ قسم جو معاشي پس منظر بابا ڪي قبول هو. هونئن تہ اهي شرط تمام گهڻا ٿا لڳن پر اصل ۾ بابا جو مقصد اهو هو تہ نيون مائٽيون اسانجي ڪٽنب وانگر ئي پڙهيل ڳڙهيل ڪٽنبن ۾ ٿين. انهن شرطن مان سڀ کان ڏکيو شرط سيد وارو هو ڇاڪاڻ جو بهار جي سيدن ۾ ڏاج جي گُهر عام ڳالهہ هئي ۽ بابا ڏاج ڏيڻ ۽ وٺڻ جو شديد مخالف هو، اهوئي سبب هو جو بهار جا سيد گهراڻا اسان کان سماجي طور تي ٿورو پرڀرو هئا. هڪ ڌيان ڌرڻ جهڙي دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ بابا جيڪو پنهنجي شاديءَ جي معاملي ۾ مڪمل طور تي آزاد خيال هو، تنهن پنهنجي ٻارن جي وهانءُ لاءِ سخت شرط مڙهيا هئا. بابا اهڙو ئي هو. اسين شاديءَ جي وقت بابت تہ ڪا راءِ ڏئي پئي سگهياسين پر اها ٿيندي ڪنهن سان، تنهن تي ڳالهائڻ جو اسانکي ڪو حق حاصل نہ هو.

ادي ٽيپو جي برطانيا وڃڻ کان اڳ بابا ڪوشش ڪئي تہ سندس

شادي ڪرائجي پر ادو اعليٰ تعليم پرائڻ کان اڳ شاديءَ لاءِ تيار نہ هو. 1972ع ۾ جڏهن موڪلن تي گهر آيو تہ بابا سندس شادي ڊاڪٽر طلعت صديقيءَ سان طئي ڪري چڪو هو. هوءَ ڊاڪٽر ڪليم صديقيءَ جي ڌيءُ هئي جيڪو پاڪستاني فوج ۾ برگيڊيئر هو ۽ بابا انهيءَ ڪٽنب کي بهار کان سجاڻندو هو جيڪو پنهنجي سادي طبيعت ۽ ڏکويل ماڻهن جي مدد ڪرڻ لاءِ مشهور هو.

آءُ تن ڏينهن ۾ ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا لاءِ امتحان جي تياريءَ ۾ رڌل هئس. ادو سراج شاديءَ ۾ شريڪ تي نہ سگهيو. 1971 ۾ بنگلاديش ٺهڻ ڪانپوءِ سندس امتحاني نتيجو آيو هو ۽ هو ڊاڪٽر بڻجي ويو هو، اُن وقت ملڪ ۾ موجود سمورن ڊاڪٽرن کي فوجي ڀرتيءَ لاءِ طلب ڪيو ويو هو. ادو سراج جيڪو زندگيءَ جي شروعاتي ڏينهن ۾ ايئر فورس ۾ ڀرتيءَ لاءِ بيقرار هو، سو هاڻ ڊاڪٽر طور فوج ۾ وڃڻ لاءِ تيار نہ هو. هُن تڙ تڪڙ ۾ ملڪ کان ٻاهر وڃڻ جي تياري شروع ڪري ڏني. پاڪستان کان نڪرڻ ۾ ڏکيائي انڪري پيش نہ آئي جو تن ڏينهن ۾ برطانوي ويزو سولائي سان لڳي ويندو هو. ٻي ڳالهہ اها تہ منظر ڀائي جيڪو لاهور ۾ اسانجي سار سنڀال لهندو هو، سو هاڻ لنڊن ۾ ٽانيڪو هو ۽ سندس گهر هر قسم جي مهمانداريءَ لاءِ موجود هو، بس رڳو ٽڪيٽ وٺڻو هو ۽ ڪيس خبر ڪرڻي هئي، هو ايئرپورٽ اچي پنهنجي گهر وٺي وڃي ها ۽ جيستائين امتحانن جو سلسلو هلي يا نوڪري چاڪريءَ جا مسئلا هجن سندس گهر تہ موجود ئي هو. منظر ڀائي سان بابا جو وڏو چاهہ هو جيڪو انتهائي سادو ۽ محبتي شخص آهي جنهن کي لنڊن جي روڊن ۽ رستن جو ايترو پتو آهي جو هو لنڊن شهر ۾ ڊگهو سفر بہ وڏن رستن بدران ٽريفڪ کان بچندو ننڍڙين گهٽين مان ڪندو پنهنجي منزل تي پهچي ويندو آهي. شبانا ڀاڄائي ۽ سندن ٻئي ڏيئرون

شبنم ۽ شمع گهر آيل مهمانن جي آڌر ڀاءُ ۾ اڳڀريون هونديون آهن. وڏي ڌيءُ شمع انتهائي ذهين هئي، ننڍپڻ ۾ هڪ بيماريءَ جو شڪار ٿيڻ جي باوجود هُن اعلي تعليم حاصل ڪئي ۽ پنهنجي معذوريءَ کي ڪڏهن بہ بار نہ سمجهائين. هوءَ ڪٽنب جي ڪنهن فرد ڪانسواءِ پنهنجي دوستن سان گڏ امريڪا گهمڻ پڻ وئي. بدقسمتيءَ سان هڪ بيماريءَ جو شڪار ٿي ننڍي ڄمار ۾ ئي گذاري وئي. منظر ڀائي، شبانا ڀاڄائي، بابا ۽ اسان سمورن لاءِ اها انتهائي ڏکوئيندڙ ڳالھ هئي، سندس ڏاهپ ڀريا نيڻ ۽ مرڪندڙ چهرو وسارڻ جوڳا ناهن. لنڊن ۾ ساڻس ڪيل ننڍڙيون ننڍڙيون خوشگوار ڳالهيون ياد اينديون رهنديون آهن. اڄ بہ منظر ڀائي جي گهر ۾ ٽنگيل سندس تصوير ڏسي ڇپن کي مرڪ تري ايندي آهي.

ادي ٽيپو ۽ سراج جي برطانيا هليو وڃڻ جي ڪجھ عرصي ڪانپوءِ حڪومت ٻين ادارن سان گڏوگڏ تعليمي ادارا بہ قومي ملڪيت ۾ ورتا. غازي محمد بن قاسم اسڪول جيڪو بابا انتهائي محنت ۽ پتوڙ سان ٺاهيو هو ۽ جنهن جي مستقل آمدنيءَ لاءِ انجي چوڌاري دڪان بہ ٺهرايا هئائين سو رات پيٽ ۾ سرڪاري ٿي ويو. هاڻ هو پنهنجي ئي اسڪول ۾ سرڪاري ملازم بڻجي ويو هو. ڪيترن ئي ماڻهن بابا کي صلاح ڏني تہ هو اسڪول بند ڪري انکي پنهنجو گهر ظاهر ڪري ڇاڪاڻ جو هو اُتي رهندو تہ هوئي ۽ عمارت ۽ زمين بہ بابا جي نالي تي هيون. ان ريت هو ان جائيداد جي مالڪ طور انکي چڱي ملھ تي وڪرو ڪري سگهندو. امداد علي شاھ جيڪو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو ۽ غازي اسڪول جو پڙهيل ۽ بابا جو شاگرد رهيو هو، تنهن اڳوات ئي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ واري انهيءَ فيصلي کان ڪيس آگاھ ڪيو هو. اهو تي پئي سگهيو تہ بابا اسڪول ڪاغذن ۾ مسواڙ تي ڏئي ڇڏي ها ۽ تعلقات جي زور تي قومي ملڪيت ۾

وڃڻ ڪانپوءِ حڪومت کان مسواڙ وصول ڪري ها. اُن وقت تمام گهڻن ماڻهن اهو ئي ڪيو هو. بابا، ڪمال حسين رضويءَ کان مددونئي پئي سگهيو جيڪو منظر پائي ۽ صدر الحسن رضويءَ جو وڏو ڀاءُ هو ۽ بابا سندس ويجها لاڳاپا هئا. هو اوير پاڪستان ۾ پيپلز پارٽيءَ جو صدر هو ۽ بنگلاديش ٺهڻ ڪانپوءِ ڪيس ڀٽي صاحب پنهنجي ذاتي انتظامن هيٺ پاڪستان گهرائي اهم حڪومتي عهدو ڏنو هو. سندس مدد سان اهو ڪم سولائي سان ٿي پئي سگهيو. غازي اسڪول جي عمارت ۽ زمين چڱي وڏي هئي ۽ اُن زماني ۾ به دڪانن جي ماليت لکين رپين ۾ هئي، پر بابا ڪڏهن به پئسي ڏوڪڙ پويان توائي نه ٿيو، اها جاءِ هُن اسڪول لاءِ ورتي هئي ۽ انکي پنهنجي ذاتي جائيداد نٿي ليکيائين. هو ان ڳالهه ۾ به خوش هو ته اهو اسڪول هاڻ سرڪاري ٿي ويو جتي هو هيڊ ماستر هو. هو اسڪول بند ڪرڻ جو سوچي به نٿي سگهيو.

ڪجهه مهينن ڪانپوءِ هُن پنهنجي دوستن جي اها راءِ مڃي ورتي ته جيئن ته هاڻ هو سرڪاري ملازم آهي ۽ ملير ۾ تمام گهڻا سرڪاري اسڪول موجود آهن جن مان ڪنهن هڪ ۾ پنهنجي بدلي ڪرائي ته جيئن روز وڏي مسافريءَ کان بچي سگهي. بابا جي بدلي ملير ٽينڪيءَ واري علائقي ۾ قائم اشاعت القرآن اسڪول ۾ ٿي جيڪو پڻ هاڻي قومي ملڪيت ۾ آيل هو. بابا کي غازي اسڪول سان جذباتي لڳاءُ هو، سندس چوڻ هو ته ان اسڪول جي ڪري سندس زال، ٻارن ۽ انيڪ ٻين ماڻهن تعليم پرائي، هو ان جاءِ جو ٿورائتو هو پر هو ماضيءَ ۾ گهاريندڙ نه هو ۽ وڏي اُڪير سان اشاعت القرآن اسڪول جي هيڊ ماستر طور ڪم شروع ڪيائين. سگهو ئي اُستادن ۽ شاگردن سان هڪ خاص قسم جو تعلق پيدا ڪري ورتائين. غازي اسڪول وانگر هتي به روزانو ٻارن جا ڏگها وار ڪپيا وڃڻ لڳا، نهن

جو معائنو شروع ٿي ويو ۽ شاگردن لاءِ سندس آفيس ۽ گهر جا در ڪليل رهڻ لڳا. سندس انهيءَ دور جا شاگرد شعيب، تنوير، بابر، شبنم، رياض ۽ ٻيا به اڄ به جڏهن ملندا آهن ته پنهنجي اُستاد جو احترام سان ذڪر ڪندا آهن. سندس عادت هئي ته پهنجي شاگردن سان دوستن وانگر ملندو هو ۽ سٺن شاگردن کي انعام ڏيندو هو جيڪو عام طور تي قلم، پينسل يا لکڻ پڙهڻ جي ڪا شئي هوندي هئي جڏهن ته ڏڏ شاگردن تي خاص ڌيان ڏيندو هو. سندس ويچار هو ته ڪنهن چڱي شاگرد کي اجائين وڌيڪ چڱو بنائڻ سولو ڪم آهي جڏهن ته اصل ڪم ڪنهن ڏڏ شاگرد کي چڱو شاگرد بنائڻ آهي. هڪ پاسي هو چڱن شاگردن کي پنهنجي گهر گهرائي سندس خاطر تواضع ڪندو هو ته ٻئي پاسي ڏڏ شاگردن جي گهر پاڻ هليو ويندو هو. سندس چوڻ هو ته انجو تمام گهڻو فائدو ٿو ٿئي، هڪ ته گهر ڀاتي معاملي جي سنگيني تا محسوس ڪن ته ٻئي پاسي شاگرد به پنهنجو پاڻ کي اهم محسوس ڪري چڱو ڪرڻ جي پتوڙ ٿو ڪري. اهڙا ڪيترائي ڪامياب ماڻهو آهن جيڪي بابا جي اهڙي مداخلت ڪانپوءِ اسڪول ۾ محنت ڪرڻ لڳا ۽ اعليٰ تعليم حاصل ڪري زندگيءَ ۾ سوڀارا ٿيا. ڏڏ کي چڱو بنائڻ واري فلسفي جو عملي ثبوت ته خود اسانجي گهر ۾ ئي يعني آءُ، موجود آهي.

## ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾

مونکان اڳ امان، ادو ٽيپو ۽ سراج الدولہ ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ تعليم مڪمل ڪري ڊاڪٽر بڻجي چڪا هئا. ڪاليج ۽ اسپتال ۾ ڪيترائي اهڙا ماڻهو هئا جن کي پتو هو ته آءُ ڪهڙي ڪٽنب مان آيو آهيان. امان ،ادو ٽيپو ۽ سراج سنا شاگرد هئا جڏهن ته آءُ پنهنجي پاڻ کي ڏکي اسٽارٽ ليکيان ٿو.

اڊو ٽيپو ۽ سراج هئي شاگرد سياست ۾ انتهائي سرگرم هئا پر تعليم جي ڏس ۾ سدائين سنجيدگيءَ جو مظاهرو ٿي ڪيائون. ميڊيڪل ڪاليج ۾ تعليم پرائڻ سندن پهرين ترجيح هئي، آءٌ هنن ٻنهي سان چناپيڻيءَ ۾ اچڻ جو سوچي به نٿي سگهيس. انجو سبب اهو هو ته پهرين ته آءٌ ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٽيون ڀيرو انٽر جو امتحان ڏئي داخل ٿيو هئس ۽ ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ منهنجي داخلا قابليت جي ڪري نه پر ٻين جي اپاءُ ڪري ٿي هئي، انڪري منهنجو پنهنجي پائرن جهڙو هئڻ ممڪن نه هو. هڪ ڀيرو جڏهن اها ڳالهه ذهن ۾ واضح ٿي وئي ته منهنجي لاءِ حقيقي زندگيءَ کان فرار حاصل ڪرڻ آسان ٿي ويو.

اهو سڀ ڪجهه سوچڻ کانپوءِ جڏهن زندگي پنهنجي طور تي گهاري رهيو هئس ته احساس ٿيم ته ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جي پڙهائي ايتري ڏکئي به ناهي جيترو انکي ڄاڻايو ٿو وڃي. ٻي اهم ڳالهه اها هئي ته تعليمي سرشتو ڪجهه اهڙي طرح جو هو جو شاگرد لکڻ، پڙهڻ ۽ سمجهڻ کانسواءِ ميڊيڪل جي ڊگري حاصل ڪري سگهي ٿو. اُن وقت ته مونکي اهو ڏاڍو ڀلو لڳو هو پر اڄ سوچيان ٿو ته ميڊيڪل ڪاليج جو تعليمي سرشتو اهڙو نه هئڻ گهرجي، سرشتي کي امتحان پاس ڪرڻ ۾ مدد نه ڪرڻ گهرجي پر شاگرد ۾ اهو شعور، سمجهه، مرض ۽ مريض جو ادراڪ وڌائڻ گهرجي جيڪو ڪيس امتحان ۾ پاس ڪرائي.

ميڊيڪل ڪاليج جي پهرين سال دوران مون دوستن جي مدد اردو ۾ هڪ پندرهن ڏينهن وارو رسالو ”ڊاڪٽر“ جاري ڪيو جنهن جو ايڊيٽر مرزا علي اظهر هو، جيڪو اسانجي ايڪشن ڪميٽيءَ جو ترجمان پڻ رهيو هو. سگهوئي اهو رسالو نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو ترجمان بڻجي ويو، ماڻهو بيچينيءَ سان اسانجي رسالي جو انتظار

ڪندا هئا. اسانجي انهيءَ ڪاوش کي اين ايس ايف جي سينئر ساٿين طرفان تمام گهڻي داد ملي. انجي ڪاميابيءَ جو ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ٿورن ئي ڏينهن ۾ اسلامي جمعيت طلبه پڻ ساڳي نوعيت جو رسالو "پيامي" جي نالي سان شائع ڪيو. ان ريت اسانکي موقعو مليو ته جمعيت کي ورندي ڏئي سگهون. جمعيت سان بحث مباحثو هڪ صحت مند سياسي سرگرمي هئي جنهن تي اسين پنهنجي قوت لڳائي رهيا هئا سين. تعليم لاءِ اسان وٽ وقت نه هو. اُن وقت تعليم اسانجو مسئلو نه هئي ۽ نه ئي ان بابت سوچي پنهنجو وقت ضائع ڪرڻ چاهيوسين ٿي. آءُ ۽ مرزا پنهنجي ڪلاس ۾ ڄمار جي لحاظ کان سينئر هئاسين. مرزا ٻه پيپرا امتحان ڏنو هو، شايد انهيءَ ڪري اسان ۾ اعتماد گهڻو هو. اسانجي انهيءَ ڪاوش اهو ڪيو جو سگهو ئي ڪاليج جي سياسي آکاڙي ۾ اسانجي حيثيت کي مڃتا ملي وئي. اسانکي اهو اڳتي هلي پتو پيو ته اسانجي ڪلاس جي ڪيترن ئي ڇوڪرن اتر جي پڙهائي ورجائي هئي، پران هوندي به سڄي ڪلاس ۾ مون جهڙو نالائق شاگرد ڳولهڻ محال هو.

ميڊيڪل ڪاليج جي ٻئي سال ۾ ٻه ڳالهيون ٿيون، پهرين اها ته چانڊ ۽ شاهين جي فرسٽ ايئر ۾ داخلا ٿي وئي هئي جيڪا چڱي ڳالهه هئي. مونکي خوشي هئي ته اين ايس ايف جون ٻه حمائتي ڪاليج ۾ آيون هيون، ٻي ڳالهه اها ٿي ته آءُ هاسٽل منتقل ٿي ويو هئس، انجو مطلب اهو هو ته اڳي جيڪڏهن سرگرمين لاءِ اڌ ڏينهن ٿي مليو ته هاڻ اهي چوويهه ڪلاڪ جاري رهي پئي سگهيون. سرگرمين مان منهنجو ملطب سياسي آهي. آءُ ڪاليج ۾ اين ايس ايف جي سرگرمين ۾ نهن کان چوٽيءَ تائين غرق ٿيل هئس. سياسي بحث مباحثا ۽ دانشورانيون سرگرميون، پورهيتن جي جلسي ۾ شرڪت، صحافين ۽ ڪراچي يونيورسٽي جي شاگردن ۽ شاگرديائين سان

رابطو، ڪاڀي ڌر جي ٻين تنظيمن ۽ انهن جي ڪارڪنن سان ملڻ منهنجون اهم سرگرميون هيون. هاسٽل جي آزاديءَ واري اها زندگي ايتري موهيندڙ هوندي، تنهن جو مونکي قطعي اندازو نه هو.

هاسٽل ۾ منهنجي ڪمري جي ساٿي الله داد لونيءَ جو تعلق سبيءَ جي هڪ ڳوٺ سان هو. لوني سنڌي ڳالهائيندڙ پشتون آهن ۽ ڳپل عرصي کان بلوچستان ۾ ٽانيڪو آهن، جتي زمينداري ٿا ڪن. سبيءَ ۾ ئي هر سال جڳ مشهور سبي ميلو لڳندو آهي جنهن ۾ بلوچستان جا سمورا سردار گڏ ٿيندا هئا. بلوچ ۽ پشتون پس منظر ۾ بلوچستان جا رهواسي شايد سدائين پيچيده رهيا آهن. سياسي معاملن ۾ بلوچ سردارن کي سمجهڻ انتهائي ڏکيو آهي. هڪ ته سندن عالمي نقطي نظر هوندو آهي، مٿان وري بلوچستان جي پيش نظر ۾ ڳالهائيندا. گڏوگڏ مقامي معاملن ۾ انتهائي سخت خيال رکندا آهن. بلوچستان جي رهواسين سان سياسي ڳالهه ٻولهه ۾ انتهائي ڏکيائي ٿيندي آهي، اها ڌار ڳالهه آهي ته هو انتهائي ڀلا دوست ۽ حد کان وڌيڪ گرم جوش ٿين ٿا. الله داد ۽ منهنجي وچ ۾ هڪ فرق هو، هو پنهنجو پاڻ کي لينن‌سٽ سڏيندو هو جڏهن ته آءٌ مائوسٽ ليکبو هئس. الله داد ماسڪو نواز مارڪسٽ هو جڏهن ته آءٌ چين نواز ڪميونسٽن جو حمائتي. منهنجو خيال هو ته روس ۽ انجا حمائتي ترميم پسند آهن جن مارڪس جي ڊيڪاريل راهه سان غداري ڪئي آهي جنهن جو سرمائيدراڻو نظام لاڀ پرائي رهيو هو، جڏهن ته الله داد سمجهيو ٿي ته مائوزي تنگ عوامي فوج ذريعي ثقافتي انقلاب آڻي ڪميونزم جي روح کي جهوري وڌو آهي. اسين هڪ ٻئي سان بحث مباحثو ڪرڻ ۽ هڪٻئي خلاف دليل هٿ ڪرڻ جو موقعو ضائع نه ڪندا هئاسين. اسين ٻئي اهو وساري وينا هئاسين ته ميڊيڪل ڪاليج ۾ اسانجي داخلا ميڊيڪل پڙهڻ لاءِ ٿي آهي نه ڪي مارڪسزم جي

تعليم لاءِ ميڊيڪل ڪاليج جي پهرين سال دوران اسان پڙهائي لاءِ ورلي ئي ڪو وقت ڪڍيو هوندو.

آءُ نندپڻ ۾ پنج وقت نماز پڙهندو هئس، ٻانگ ڏيڻ ۽ نعت ۽ حمد پڙهڻ ۾ مونکي مزو ايندو هو، ڪجهه عرصي تائين قرآن جو حفظ ڪرڻ جي به ڪوشش ڪيم جنهن جا ڪجهه سپارا حفظ ڪري به ويس. انهيءَ پس منظر جي ڪري اها عجيب ڳالهه هئي ته منهنجي سنگت هر قسم جي ماڻهن سان هئي، مذهبي، غير مذهبي ۽ ايستائين جو اهڙا ماڻهو به جيڪي پنهنجو پاڻکي ناستڪ سڏيندا هئا. ان زماني جي دوستن ۾ مرزا علي اظهر، وجاهت، حبيب سومرو، رحمان خان، يونس راڪلا، حميد پراچا، امير الحق، احمد ظهير بابر، جلال الدين، اقبال حشمت چوڌري، قاضي واثق، منور ڪوثر قريشي، تنوير احمد، شجاع الحق، فضل يائي، بشير الدين هئا، ٻئي پاسي فاروق حبيب، اسد جميل راجا، ادريس ايڌي، صادق ڪمانڊر ۽ آفتاب جوکيو جهڙا ماڻهو هئا، هر ڪو پنهنجي سر انوکي شخصيت جو مالڪ هو. ڪلاس ۾ گرامر اسڪول ۽ ان قسم جي اسڪولن مان پڙهيل انتهائي ذهين شاگرد به هئا جن جي سوچ جو انداز ۽ سياءُ مختلف نظر ايندا هئا جڏهن ته زندگيءَ بابت سندن ورتاءُ به مختلف هو. هنن لاءِ به ميڊيڪل ڪاليج جو تجربو نئون هوندو هو، هتي هو زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو اهڙن شاگردن سان ملي رهيا هئا جن جو تعلق انتهائي غريب گهراڻن سان هو. ذهين شاگردن جي ڪوشش هوندي هئي ته هو پنهنجي ڪلينڪل گروپ ۾ مون جهڙا شاگرد ڪٺن جيڪي ڪلاس ۾ نه ايندا هئا ۽ ان ريت گروپ ننڍو ئي رهندو هو.

ڪلاس ۾ افريڪا، عرب ملڪن ۽ ترڪيءَ جا شاگرد به هئا، جن سان مون سنگت رکڻ جي ڪوشش ڪئي ته جيئن پنهنجي انگريزي بهتر بڻائي سگهان. حقيقت اها هئي ته انهن شاگردن جي انگريزي به

اسان جهڙي ”گلابي“ هئي جنهن سان ڪنهن جي به انگريزي بهتر نٿي ٿي سگهي.

حسن وزير جو تعلق به اين ايس ايف سان هو، ڪيس انگريزي ڪتاب پڙهڻ جو شوق هو جيڪو اڄ ڏينهن تائين قائم آهي جڏهن ته انگريزي ادب جي مونکي الف ب جي به خبر نه هئي. اهي به ڳالهيون اهڙيون هيون جن جي بنياد تي اسان وچ ۾ تعلق قائم ٿي نه ٿيڻ ڪپندو هو پر ٿيو هيءُ جو مون ڪجھ اردو ادب جا پنهنجا پسنديده ڪتاب حسن کي ڏنا ۽ موٽ ۾ هُن به مونکي ڪجھ ڪتابن سان روشناس ڪرايو. اهو نه پتو نه اٿم ته اردو ڪتابن حسن جي علميت ۾ ڪيتري واڌ آندي پر اها حقيقت آهي ته انگريزي ادب سان متعارف ڪرائي حسن منهنجي زندگيءَ ۾ من موهيندڙ رنگ ڀري ڇڏيا. پاڻ کان جونيئر شاگردياڻي شبانا نقويءَ ذريعي ڪجھ اهڙيون شيون پڙهي سگهيس جن بابت مونکي ڪو پتو ئي نه هو. شبانا جا والدين آسٽريليا کان پاڪستان آيا هئا ۽ شبانا جي داخلا ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي هئي. شبانا جي انگريزي وارو لهجو مختلف هو جيڪو يقيني طور تي پاڪستاني نه هو. عام طور تي ماڻهو ان قسم جي انگريزي ڳالهائيندڙن جو چٽر اڏائيندا آهن پر شبانا جو سياءُ انتهائي دوستاڻو هو ۽ لڳندو هو ته جيڪي ڪجھ ڪيس چاڻ هئي سان ٻين تائين پهچائڻ لاءِ آتي هوندي هئي. سندس واتان ئي مون جان پال سارتر، البرٽ ڪاميو ۽ فرانز فينن جا نالا ٻڌا ۽ ڪائنس ئي سندن ڪتاب حاصل ڪيم. ياد اٿم ته تن ڏينهن ۾ ئي اردو بازار مان ڪاميو جي ناول آوٽ سائيڊر جو اردو ترجمو وٺي پڙهيو هئم چاڪاڻ جو اهو ڪتاب انگريزيءَ ۾ سمجهي نه سگهيو هئس. انهن ڪتابن منهنجي ذهن ۾ سوالن جا جيڪي جهنگ ڦٽايا تن مان اڪثر جا جواب اڄ به ڳولهوڙي رهيو آهيان.

جونيئر شاگردن ۾ ڪي بيا بہ هئا جن سان سندن ڏاهپ سبب منهنجي سنگت ٿي وئي ۽ جن ڪنهن نہ ڪنهن ريت منهنجي گهٽ علميءَ کي گهٽائڻ جي ڪوشش بہ ڪئي. سلال سعد الله، رونتن جمشيد ملا، حميرا جمال، اسمي جميل، تنوير هاشمي، شاهد قريشي، رانا توقير، راشد هاشمي، رضوان ڪراٿيلا، راحيل رشيد خان، خالد محمود، خالد پراچا، حامد منظور، علي عاصم جعفري، صغير احمد، محمد جعفر، جميل پوچاٽي ۽ آصف اسلم اُهي ڪجهہ نالا آهن جن جي دوستيءَ مونکي وڏو لاڀ رسايو. ڏائو ميڊيڪل ڪاليج اهڙو ماڳ هئي جتي سينئر ۽ جونيئر شاگرد پاڻ ۾ ويهي مذهب، فلسفي، سياست، تاريخ، ارتقا ۽ نہ ڄاڻ ڪهڙن ڪهڙن موضوعن تي ڪچهريون ڪندا هئا اڄ اُهو آزاداڻو ماحول ۽ سهپ وارو رويو ختم ٿي ويو آهي ۽ ميڊيڪل ڪاليج جا شاگرد عام طور تي پئسا ڪمائڻ جي مختلف طريقن بابت ئي ڳالهہ ٻولهہ ڪن ٿا. انهيءَ قسم جا اُستاد ئي سندن آئيڊيل ۽ رول ماڊل آهن.

شبانا نقويءَ کي ياد رکڻ جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ اُنهن ڏينهن ۾ سندس والد جو علاج سينٽ ٿامس اسپتال لنڊن ۾ هلندڙ هو ۽ شبانا مونکي اسپتال مان آيل سندس بيماريءَ بابت هڪ خط ڏيکاريو هو. ڪنهن مريض بابت لکيل بهترين خط مون زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڏٺو هو. تن ڏينهن ۾ آءٌ ڊاڪٽريءَ جي آخري سال جي آخري ڏينهن ۾ هئس، اڄ ڏينهن تائين ڪنهن مريض بابت ايتري مهذب ٻوليءَ ۾ لکيل ڪو خط منهنجي نظرن مان نہ گذريو آهي. ان خط مان جتي مونکي سندس صحت ۽ علاج بابت ڄاڻ ملي، اُتي اهو بہ پتو لڳو تہ ڪنهن مريض بابت ڪهڙا لفظ استعمال ڪبا آهن. ڪيس نقطرن جو ڪئنسر هو ۽ هو ڪجهہ مهينن اندر گذاري ويو.

اسانجي ڪلاس ۾ آصف حسن بہ هو جيڪو روپ ۽ ڳالهين ۾

ڪٽر مسلمان هو ۽ اڪثر مسجد ۾ امامت ڪندي نظر ايندو هو. آصف انتهائي ذهين ۽ محنتي شاگرد هو، اسين سڀئي کيس احترام وچان آصف ڀائي سڏيندا هئاسين. انتهائي مذهبي هوندي به سندس شخصيت ۾ هڪ خاص قسم جي مقناطيسيت ۽ ڪشش هئي، منجهس انتهائي قابل هوندي به عاجزي ۽ انڪساريءَ جو هڪ خاص انداز هو. ڪاليج مان فارغ ٿيڻ کانپوءِ اڄ تائين ته کيس وساري چڪو هئس جو ڪيترن ئي سالن کانپوءِ ساڻس اتفاقي ملاقات ٿي وئي. پتو لڳو ته هو برطانيا جي انهن ڪجهه سرجنن مان هڪ آهي جيڪي ٻارن جي دلين ۽ ڦڦڙن جي پيوندڪاري ڪن ٿا. اها منهنجي لاءِ ڪا اچرج واري ڳالهه نه هئي ڇاڪاڻ جو هو جيترو قابل ۽ محنتي هو، انڪانپوءِ ان ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه سوچي به نٿو سگهجي ته هو جيڪي به ڪندو انتهائي شاندار ڪندو. حيرت جي ڳالهه ته اها هئي ته نه رڳو آصف جو روپ بدلجي ويو هو پر زندگيءَ بابت سندس خيال پڻ تبديل ٿي چڪا هئا. سندس ورتاءُ اڳي جيان ئي دوستاڻو هو، هو هڪ اهڙو ڊاڪٽر هو جهڙو ڊاڪٽرن کي هئڻ گهرجي. ايماندار، انڪساريءَ ڀريو ۽ هر مهل مدد لاءِ تيار، هو پنهنجي مريضن جي ڀلائي ۽ سندن علاج واسطي ڪجهه به ڪري ٿي سگهيو. هڪ ڳالهه جيڪا سڀ کان وڌيڪ اهم هئي سا اها ته پنهنجي ڪم ۾ ايڏين ڪاميابين هوندي به سندس دماغ ۾ ڦيري نه آئي هئي. ڪاليج ۾ پنهنجي دانشور دوست رحمان خان ۽ فنڪار احمد ظهير بابر سان گڏ رهندي به گهڻو ڪجهه پرايم، اصل ۾ هو ٻئي دانشور به هئا ته فنڪار پڻ. زندگيءَ بابت ٻنهي جو مثبت ورتاءُ اڄ به ساڳي ريت برقرار آهي، سڀ کان اهم ڳالهه اها ته ٻئي بدلجندڙ دنيا جي تقاضا سمجهن ٿا.

هن موقعي تي اسانجي ڪلاس فيلو افتخار يوسف جو ذڪر ڪرڻ پڻ ضروري ٿيندو. سندس والد يوسف امام صاحب کي بابا

ٻهارڪان سجاڳندو هو ۽ ڪيس سندس ڪاپي ڏر واري سياسي وابستگي، جو ٻڻ پتو هو، پر بابا سندس انهي، عمل ڪان انتهائي متاثر هو تہ زندگي، جي انتهائي خراب حالتن هوندي بہ جڏهن سندس پنهنجي حياتي ٻڻ خطري ۾ هئي، هن پنهنجي ٻارن جي تعليم ۾ ڪنهن بہ مصلحت ڪان ڪم نہ ورتو. سندس انهي، محنت جو ثمر هو جو افتخار ۽ سندس ڀاءُ ۽ ڀيڻ وامق وقار ۽ تزئين پنهنجي پنهنجي شعبن جا بهترين ڊاڪٽر بڻجي ويا. بابا لاءِ تہ اها ڳالهہ ٻڻ اهم هئي تہ هن پنهنجي ٻارن کي ڊاڪٽر بڻايو.

## ڪجهہ پيا مزا

آءُ ميڊيڪل ڪاليج جي ٻئي سال ۾ پهتس تہ ادو ٽيپو، طلعت ڀاڄائي، ادو سراج ۽ منظر ڀائي انگلستان ڪان خشڪيءَ رستي پاڪستان موٽيا. اهو ان زماني ۾ ممڪن هو ڇاڪاڻ جو ويزو حاصل ڪرڻ ۾ ڪا ڏکيائي نہ هئي ۽ ايران ۽ افغانستان جون حالتون بہ پر امن هيون. ان سفر جو مقصد اهو هو تہ هو جنهن فوڪس ويگن ۾ آيا ٿي سا پاڪستان ۾ ڇڏي وڃڻ جو ارادو ڪيو هئائون. اها رٿا سراج جوڙي هئي جنهن رستن جي نقشي سازي ۽ مختلف شهرن ۾ رهڻ جون جايون چونڊيون هيون. منظر جي گڏ اچڻ جو مقصد اهو بہ هو تہ اشفيم انگلينڊ اپوا لاءِ هڪ ويگن تحفي طور اماڻڻ ٿي چاهيءَ ڪين ڪنهن اهڙي فرد جي ضرورت هئي جيڪو اهو ڪم ڪري سگهي ۽ مظهر ڀائي ان لاءِ ڪين هاڻوڪار ڪئي هئي. ان ريت ڇئن ڄڻن تي ٻڌل اهو قافلو لنڊن ڪان ڪراچيءَ لاءِ روانو ٿيو. سراج لنڊن مان نڪرڻ ڪان اڳ پاڪستاني سفارتخاني وٽي هدائتن موجب اهي گهربل ڪاغذ تيار ڪرايا جيڪي گاڏين جي پاڪستان ۾ داخل ٿيڻ مهل سرحد تي ڏيکارڻا هئا.

انگلستان کان هو فرانس، بيلجيئم، جرمني، آسٽريا، يوگوسلاويا، بلغاريه ۽ ترڪيءَ کان ٿيندي ايشيا ۾ داخل ٿيا. جتان ايران مان ٿيندي اهو ڪاروان افغانستان جي شهر قنڌار کان ڪابل ۽ جلال آباد پهتو. لنڊن کان طورخم سرحد پهچڻ ۾ کين تيرهن ڏينهن لڳا. انهن تيرهن ڏينهن ۾ هنن يورپ مان گذرندي پنهنجي زندگيءَ جا اُهي يادگار ڏينهن گذاريا جن جو ذڪر اڄان تائين ٿيندو آهي. سمورو سفر آرام سان گذريو. ڪنهن به سرحد تي ڪو مسئلو پيش نه آيو. هر هنڌ ماڻهو پنهنجائپ سان مليا ۽ ڪا به رڪاوٽ نه آئي پر طورخم واري سرحد تي پاڪستاني عملدار ڄڻ سندن انتظار ۾ هئا. پاڪستاني سفارتخاني جي هدائتن جي ابتڙ سرحد جي عملدارن ڪانئن اهڙن ڪاغذن جي گهر ڪئي جيڪي وٽن نه هئا. مثال جي طور تي ڪار ملڪ ۾ آڻڻ جو سرٽيفڪيٽ، بينڪ گارنٽي وغيره. سندن چوڻ هو ته آڪسفيم جي گاڏي ته اپوا لاءِ تحفو آهي سا ته وڃي سگهي ٿي پر ڪاغذن نه هئڻ ڪري فوڪس ويگن ضبط ڪئي ويندي.

وڏي مشڪل سان سرحد تي موجود عملدارن ٽن ڏينهن جي مهلت ڏني ته جيڪڏهن اسلام آباد مان اهي ڪاغذ تيار ٿي ايندا ته گاڏي ڪاهي وڃڻ جي اجازت هوندي. سراج ۽ منظر يائي ته طورخم جي سرحد تي ترسيا ۽ ادو ٽيپو ۽ طلعت ياءُ ٻي ويگن ڪاهي اسلام آباد پهتا جتي ڪمال پائي پٽي صاحب طرفان سونپيل هڪ اهم ذميواري ۾ رڌل هو. ڪيس فون تي مامري بابت اڳواٽ ئي ٻڌايو ويو هو سو هُن لاڳاپيل عملدارن سان ڳالهائي ڪسٽم عملدارن جي خواهش موجب ڪاغذ تيارڪرائي ورتا هئا. ٻئي ڏينهن شام تائين ادو ٽيپو ۽ طلعت پاڃائي ڪاغذن سوڌو واپس طورخم سرحد تي پهتا. سرحد تي موجود عملدار ڪاغذ ڏسي دنگ رهجي ويا ۽ انهن کي جعلي ليکيائون. سندن شڪ ختم ڪرڻ لاءِ کين اسلام آباد جا فون

نمبر ڏنا ويا جن تي ٻالهائڻ ڪانپوءِ هُنن گاڏي ڪاهي وڃڻ جي اجازت ڏني. عملدار ڪي اها اميد نہ هئي تہ ڪو ايترو جلدي ڪاغذ ٺهي ويندا ۽ سندن مٿين ڪمائي مارجي وئي. گاڏي لاءِ اُن زماني موجب تيرهن هزار رپيا ڪسٽم ڊيوٽي ڏني وئي. اُتان قافلو پشاور پهتو جتي اقبال حسين رضوي انتظار ڪري رهيو هو. ادو ٽيپو ۽ طلعت ياجائي پشاور کان جهاز ذريعي ڪراچي پهتا جڏهن تہ سراج، منظر يائي ۽ اقبال رضوي ٻئي گاڏيون تيز رفتاريءَ سان هلائيندي ڏينهن جي روشني ۾ ڪراچي پهتا. رستن تي قر لٽ جو سلسلو تن ڏينهن ۾ بہ جاري هو سو ڪين صلاح ڏني وئي تہ هو رات ۾ سفر ڪان پاسو ڪن.

فوڪس ويگن بابا لاءِ بهترين سوڪڙي هئي جيڪا بابا ڪيتري عرصي تائين استعمال ڪندو رهيو. منهنجي لاءِ خوشي جي ڳالهہ اها هئي تہ منهنجي لاءِ سپر 8 ايم ايم مووي ڪئميرا آندو ويو هو. اُن زماني ۾ مووي ڪئميرا رکڻ هڪ وڏي ڳالهہ هئي. اڄڪلهہ جي موبائل فون واري ترقي يافتہ ٽيڪنالوجيءَ ۾ جتي هر فون سان گڏ هر قسم جون ڪئميرائون موجود آهن، پر تنهن زماني ۾ مووي ڪئميرا هڪ وڏي عياشي هئي. ٽورڙن ئي ڏينهن اندر مونکي مختلف شادين ۾ گهرايو وڃڻ لڳو تہ جيئن انهن يادگار لمحن کي ريڪارڊ ڪري سگهان. ماڻهو عام طور تي ويهن ڪان ٽيهن منٽن جي فلم ٺهرائيندا هئا ۽ ٽن منٽن واري هڪ ڪيسٽ تي تقريباً چاليهہ رپين جو نفعو ٿي ويندو هو. اُن زماني جي لحاظ ڪان جيڪڏهن مهيني ۾ هڪ فلم بہ ناهي وٺندو هئس تہ اها آمدني ضرورت ڪان وڌيڪ هوندي هئي، ان آمدنيءَ جي گهٽي هئڻ جو ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ تڏهن ميڊيڪل ڪاليج جي ساليانی في 245 رپيا ۽ امتحاني في 240 رپيا هئي. انجو مطلب آهي تہ پنجن سالن واري ميڊيڪل تعليم جو خرچ ٻيڪ ادائي هزار رپيا هو. جيڪو پنجن ڪاڄن جي فلم ٺاهڻ مان

نڪري پئي سگهيو. اها ڪئميرا اڄ ڏينهن تائين مون وٽ ڪينٽين ۾ سياسي سرگرمين تي خرچ ڪرڻ لاءِ وڏي رقم موجود هوندي هئي.

پهرين سال جي وچ ڌاري احساس ٿيم ته هاڻي امتحان به ڏيڻو پوندو جنهن لاءِ مون ڪا خاص تياري نه ڪئي هئي. اناٽومي، فزيالوجي ۽ بايو ڪيمسٽريءَ جا مضمون اسانکي پڙهاياويا هئا پر آءٌ گهڻي ڀاڱي ليڪچررن ۾ ويو ئي نه هئس. ڊائيسڪشن هال، اناٽومي ۽ هسٽو پيٿالوجيءَ واري ميوزيم ۾ پڙهڻ بدران سياسي بحث مباحثي ۾ وقت گذاريو هئم. پاڻ جهڙن ٻين شاگردن ۽ پاڻ کان سينئر دوستن جي مدد سان پوين امتحانن ۾ آيل سوالن جي آڌار تي امتحاني تياري شروع ڪيم. ان تياريءَ جو مقصد اهو هرگز نه هو ته ڪو پنهنجي قابليت ۾ اضافو آڻجي. ان قسم جي تياريءَ ڪانپوءِ امتحان ڏنم ۽ حيرت جي ڳالهه آهي ته اناٽوميءَ کان سواءِ سمورن مضمونن ۾ پاس ٿي ويس، اناٽوميءَ جو سپليمنٽري امتحان چاليهن ڏينهن ڪانپوءِ ٿيو جيڪو به پاس ڪري ورتم. امتحان جو اهو تجربو دلچسپ هو. مونکي اندازو ٿي ويو هو ته ميڊيڪل جي پڙهائي ته شايد ڏکئي هئي پر ميڊيڪل ڪاليج جو امتحان پاس ڪرڻ سولو ڪم هو، هتي رائج امتحاني طريقن ۾ ڪوبه اهو امتحان پاس ڪري سگهي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو ايندڙ ٽن سالن جا ساليانا امتحان به پاس ڪري ورتم.

ميڊيڪل ڪاليج جي ٽئين سال ۾ سنگتين منهنجو نالو ڊيڊي رکيو، شايد انڪري جو آءٌ ٻارهين ڪلاس جو امتحان ڪيترائي ڀيرا ڏيڻ ڪانپوءِ ميڊيڪل ڪاليج پهتو هئس يا انڪري جو منهنجي دوستي ياري هر قسم جي ماڻهن سان هئي. شروعات ۾ ته انهيءَ نالي کان بچڻ ٿي لڳيم پر سگهو ئي انجو عادي ٿي ويس ۽ اهو مونکي چڱو به لڳڻ لڳو. شايدانهيءَ نالي جو اثر هو جو ڪيترائي جونيئر

شاگرد مونسان صلاح مشورو ڪرڻ ايندا هئا. هاسٽل ۾ منهنجو ڪمرو هر ڪنهن جو ڪمرو بڻجي ويو هو. مونکي ڪمرن تي لڳل ان قسم جا نوٽيس پسند نه هئا، جن تي لکيل هوندو هو ته "ڊسٽرب نه ڪريو" يا "پڙهائي جو وقت هيءُ ۽ ننڊ ڪرڻ جو وقت هيءُ آهي" بلڪ ٺيو هيءُ جو ڪوثر قريشي، جنهن کي لکٽي انتهائي شاندار هئي، تنهن کان پنهنجي هاسٽل نمبر 4 جي ڪمري نمبر 31 جي دروازي تي لکرايم "مهرباني ڪري مونکي ڊسٽرب ڪريو ۽ دروازو کولي بنا اجازت جي ڪمري اندر هليا اچو".

هاسٽل ۾ منهنجو هڪ وهنوار اهو به ٿي ويو ته جلدي سمهي پوندو هئس ۽ عام طور تي صبح سوير چئين وڳي کان ستين وڳي تائين پڙهندو هئس جيڪا امتحاني تياريءَ لاءِ ضروري هئي، انڪانسواءِ مون وٽ پڙهائي جو ڪو ٻيو طريقو نه هو. ڪڏهن ڪڏهن ئي ڪلاس ۾ ويندو هئس ۽ ضروري پريڪٽيڪل ڪندو هئس نه ته سمورو وقت سياسي سرگرمين يا ڪينٽين تي ڪچهري ۾ گذري ويندو هو.

پنهنجي انهن جونيئر شاگردن جي ڪا به مدد ڪري نه سگهندو هئس جيڪي ڪنهن غلط فهميءَ جو شڪار بڻجي تعليم جي سلسلي ۾ ڪا مدد گهرڻ ايندا هئا. تعليمي سلسلي ۾ رڳو امتحان جي ڏينهن ۾ ئي ڪا مدد ڪري سگهندو هئس ڇاڪاڻ جو ڪلاس جي ذهين شاگردن جي مدد سان پوين سالن جا امتحاني پيپر جانچي گيس پيپر تيار ڪرڻ لڳو هئس. شروعات ۾ ويهه سوال چونڊيندو هئس پوءِ انهن جي درجي بنديءَ طور انهن تي هڪ، ٻه ۽ ٽي تارا هڻندو هئس، عام طور تي ٽن سوالن کي ٽن تارن واري درجي ۾ رکيو ويندو هو، انهن ٽن سوالن مان پنجهه ڇهه سوال امتحان ۾ ضرور ايندا هئا. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته امتحان جو سرشتو ڪيترو سولو آهي ۽

امتحان وٺندڙن کي بيوقوف بڻائي پاس ٿيڻ لاءِ ڪا گهڻي پڙهائي جي ضرورت نہ هئي. افسوس جي ڳالهہ آهي تہ ٽيهہ پنجٽيهہ سال گذرڻ ڪانپوءِ اڄ بہ ميڊيڪل ڪاليجن جي تعليمي سرشتي ۽ امتحاني طريقن ۾ ڪا خاص تبديلي نہ آئي آهي. حالتون ايستائين پهچي ويون آهن جو گهڻي ڀاڱي شاگرد ٻاهر امتحان ڏيڻ ئي نہ چاهيندا آهن جيڪڏهن ڏيندا آهن تہ پوءِ فيل ٿي پوندا آهن.

گهڻي ڀاڱي شاگرد جيڪي پاس ٿيڻ لاءِ امتحان ڏيندا هئا سي مون وانگر پاس تہ ٿي ويندا هئا پر قابليت ۾ ڪو ڀوتو نہ ٻاري سگهندا هئا، ان ڏس ۾ هڪ مثال ڏئي سگهجي ٿو، هسٽالوجيءَ جي زباني امتحان ۾ مائيڪرو اسڪوپ هيٺان سلائيڊ ڏسي سڃاڻڻو پوندو هو تہ ان سلائيڊ تي ڇا آهي. اسان سلائيڊ سڃاڻڻ جو مختلف طريقو ڪڍي ورتو هو مثال جي طور تي جيڪڏهن سلائيڊ جي ڪُنڊ ٽٽل آهي تہ اهو گڙدو آهي، نيري ۽ گلابي رنگ جي سلائيڊ ڦڦڙن جي آهي، جيڪڏهن ڪنارا گنل آهن تہ پوءِ اهو جگر آهي. اهڙي ئي هڪ امتحان ۾ جڏهن ٻڌايم تہ اها سلائيڊ پروسٽيٽ گلينڊ جي آهي تہ مونکان پڇيو ويو تہ اها مرد جي پروسٽيٽ گلينڊ آهي يا عورت جي؟ انجو مون وٽ ڪو جواب نہ هو. واضع رهي تہ پروسٽيٽ گلينڊ صرف مردن ۾ ٿيندو آهي ۽ منهنجي تعليمي قابليت ايتري نہ هئي جو ان سوال جو جواب ڏئي سگهان ڇاڪاڻ جو سلائيڊ تہ آءُ ان ڪري سڃاڻي ويس جو ان ۾ هڪ نشاني رکي هئم، پر پروسٽيٽ گلينڊ بابت اسان مان ڪنهن بہ پڙهيو نہ هو.

هڪ ٻيو واقعو بہ دلچسپيءَ کان خالي نہ هو جيڪو ظاهر ٿو ڪري تہ تعليمي حوالي سان منهنجي صورتحال ڪيتري خراب هئي. آءُ هڪ اهڙي ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهي رهيو هئس جنهن بابت چيو ٿي ويو تہ اهو پاڪستان جو بهترين ميڊيڪل ڪاليج هو. هڪيرو

منهنجي ڪلاس فيلو آصف حسن وٽ تي مونکي روڪي ٻڌايو ته ميڊيڪل وارڊ ۾ "ڪوريا" جي هڪ مريض داخل آهي، انکي ضرور ڏسڻ جان چاڪاڻ جو اهڙا مريض هر هر نه ايندا آهن. آصف ته اها ڳالهه ڪري ۽ پنهنجي تعليم پڪيڙڻ جو مقصد مڪمل ڪري هليو ويو پر آءُ اهو سوچيندو هاسٽل هليو آيس ته سول اسپتال ڪراچي ايتري مشهور آهي جو "ڪوريا" ڪان مريض به هتي علاج ڪرائڻ ٿا اچن. آءُ پوسٽر ڪٽي واپس ڪينٽين پهتس ۽ دوستن سان اها ڳالهه ونديم ته اسان مان ٿورو گهڻو پڙهندڙ هڪ شاگرد ٻڌايو ته ڪوريا هڪ مرض آهي جنهن ۾ مريض ڪي جهٽڪا لڳندا آهن. آصف انکري چيو هوندو ته اهڙا مريض ڏسڻ جو موقعو گهٽ ئي ملندو آهي. انڪانپوءِ دوستن منهنجو چٽر اڏايو، جنهن جو مونکي خراب ته نه لڳو پر اهو واقعو ظاهر ٿو ڪري ته شاگرد طور آءُ پنهنجي تعليم تي ڌيان نه ڏري رهيو هئس ۽ ٻئي پاسي ملڪ جي بهترين ڪاليج جي سرشتي جو اهو حال هو جو آءُ لکڻ پڙهڻ کانسواءِ امتحان پاس ڪري رهيو هئس. هت هڪ ٻي ڳالهه ڪرڻ ضروري آهي ته زباني امتحان جو مقصد اهو هوندو آهي ته اميدوار ڪان سوال ڪري سندس قابليت جانچي وڃي پر اسانجي زباني امتحانن جو اهو حال هو جو ناتا، سياسي چاڻ سجاڻپ ۽ ٻيا مامرا اهم ٿيندا هئا. امتحان ڪان اڳ ڪوشش هوندي هئي ته اهڙو مريض ملي وڃي جنهن بابت اڳواٽ ئي پتو هجي ۽ جڏهن امتحان وٺندڙ ڳنل پنل سوال ڪري ته انجا ڳنل پنل ئي جواب ڏنا وڃن. مون ميڊيڪل ڪاليج جي ڪنهن به امتحان ۾ نه نقل ڪئي نه ئي ڪڏهن سفارش ڪرايم ۽ نه ئي ڪنهن قسم جي غنڊا گردي ڪيم ۾ پوءِ به اناٽومي ڪانسواءِ سمورا امتحان پهرين پيري ۾ پاس ڪندو رهيس. انجو مطلب اهو ئي ٿي سگهي ٿو ته يا ته آءُ سنو شاگرد هئس يا وري ميڊيڪل ڪاليج جي تعليمي سرشتي ۾ سخت خرابيون هيون.

مونکي اهو پلي پت پتو آهي ته آءٌ سٺو شاگرد نه هئس پر خراب ترين شاگرد هئس ۽ مونکي پنهنجي مضمونن تي عبور ته پري جي ڳالهه آهي انهن مضمونن بابت معمولي ڄاڻ به نه هئي.

## ادي ٽيپو جي واپسي

جڏهن فائنل سال جي آخري مهينن ۾ پهتس ته ادو ٽيپو برطانيا مان اعليٰ تعليم حاصل ڪري واپس ڪراچي موٽيو، هُن اينيٿيسيا ۾ اعليٰ ڊپلوما حاصل ڪيو هو. طلعت پاپيءَ لنڊن جي رائل سري اسپتال ۾ هائوس جاب ڪيو هو ۽ تربيت مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ ٻارن جي بيماريءَ ۾ ڊپلوما امتحان پاس ڪري ورتو هو، جنهن ڪانپوءِ گلفرد ۽ سينٽ ليوڪس اسپتال ۾ ڪم ڪندي وڏيڪ تجربو حاصل ڪندي رهي هئي. واپسيءَ تي ادي ٽيپو امان جي خواهش تي عطيا ڪلينڪ کي ويجهو گهر ناهڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ملير جي انهيءَ گهر جنهن ۾ اسين رهندا هئاسين، جي هيٺين ماڙ تي ضروري تبديليون ڪري انکي ويجهو گهر ۾ بدلايو ويو، اسين مٿين ماڙ تي رهڻ لڳاسين. ٿوري عرصي ڪانپوءِ ادو سراج به پاڪستان موٽي آيو. بابا پنهنجي شرطن تي هن لاءِ به ڪنوار ڳولهي ۽ ان ريت ياسمين پاڃائي ادي سراج جي ڪنوار بڻجي اسانجي گهر آئي. لڳ ڀڳ انهن ئي ڏينهن ۾ بابا چاند جو نڪاح سيد جميل حسين رضويءَ سان وجهرايو. چاند ان وقت ميڊيڪل ڪاليج جي چوٿين سالن ۾ هئي ۽ سندس رخصتي ٻن سالن ڪانپوءِ ٿي. انهن سمورن معاملن ۾ بابا جي راءِ حتمي هوندي هئي ۽ فيصلو اُهو ئي هوندو هو جيڪو هو ڪندو هو پر امان ۽ طلعت پاڃائي سان صلاح ضرور ڪري وٺندو هو. وڏي نهن هئڻ ناتي هو طلعت پاڃائي سان تمام گهڻيون ڳالهيون سلينڊو هو ۽ سندس راءِ کي اهميت پڻ ڏيندو هو، طلعت پاڃائي به سندس اوتري ئي عزت

ڪندي هئي ۽ اڪثر ڪائنس صلاحون وٺندي هئي. هاسٽل ۾ منهنجي زندگي پنهنجي طور تي گذري رهي هئي ۽ سڀ ڪان وڏيڪ چڱي ڳالهه اها هئي ته بابا ڪاليج ۽ منهنجي معاملن ۾ ڪا به مداخلت نه ڪندو هو، ڪيس اندازو نه هو ته امتحانن ۾ پاس ٿيڻ جي باوجود ميڊيڪل سائنس ۾ منهنجي جهالت جو درجو انتهائي بلند هو. بابا جا پنهنجي ٻارن سان ناتا دوستاڻا هئا، هو ڪڏهن به ڪنهن تي شڪ نه ڪندو هو ۽ سمجهندو هو ته ساڻس ڪوڙ نه پيو ڳالهايو وڃي. جيڪڏهن ڪيس پتو لڳندو هو ته اسان مان ڪنهن کي يا اسانجي دوستن مان ڪنهنکي مدد جي ضرورت آهي ته هو ان لاءِ سدائين اڳيرو هوندو هو.

هڪ ڀيري ادي سراج بابا ڪان پنهنجي دوست صديق ملڪ جي سلسلي ۾ مددگهري جنهن جا ڪنهن غلط فهميءَ جي بنياد تي هڪ پروفيسر سان ناتا خراب ٿي ويا هئا. سندس تعلق بهار سان هو، بابا صلاح ڏني ته صديق ملڪ پنهنجو نالو ملڪ صديق ڪري جهڙي ريت بهار جا ملڪ استعمال ڪندا هئا. ان ريت بابا اهڙي صورتحال پئدا ڪئي جو هڪ بهاري پروفيسر کي هڪ بهاري شاگرد جي مدد ڪرڻي پئي. بابا انساني نفسيات کي ڀلي ريت سمجهندو هو ۽ پنهنجي ٻارن، دوستن ۽ سندن ٻارن جي ڪنهن لاڀ لاءِ ان نفسيات مان لاڀ پرائيندو هو. انهيءَ طريقي کي هو غلط نه ليکيندو هو. سندس خيال هو ته قانوني ۽ اصولي طور تي ان ۾ ڪو حرج نه هو.

اسين چوٿين سال ۾ هئاسين جو ذوالفقار علي ڀٽي کي انتهائي بي ڍنگي انداز ۾ سياسي ميدان تان هٽايو ويو. اسين شاگرد احتجاج تي لهي آياسين. هاسٽل جي ڪمرن ۾ هر قسم جي احتجاج جي رٿا بندي ٿيڻ لڳي، منهنجو ڪمرو به انهن ۾ شامل هو. اسانجي ڪمرن ۾ فيصلا ٿي ڪيا ويا، سڄي شهر ۾ ڀتين تي نعرا لکڻ جا ارادا تي

ظاهر ڪيا ويا، رات جو پوسٽر چنبڙائڻ جا منصوبا ٺهڻ لڳا، پمفلٽ ورهائڻ جي طريقا ڦلهوريا ٿي ويا ۽ انهن تي عمل پڻ ٿي ڪيو ويو. جنرل ضيا جي مارشل لا حڪومت ان قسم جي سرگرمين کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي. گرفتار ٿيڻ تي هڪدم فوجي ڪورٽن ۾ قيد ۽ ڦٽڪن جي سزا ڏني ٿي وئي. سياسي سرگرميون زورن تي هيون ۽ ان دوران گرفتار ٿيڻ کي عزت جي ڳالهہ ٿي ليکيو ويو. جيڪڏهن ڪلاس جي ڪجهہ ڇوڪرن سان هر وقت جو ملڻ جلڻ نہ هجي ها تہ شايد ممڪن آهي تہ آءٌ بہ اهڙين سرگرمين ۾ شامل ٿي وڃان ها جن ۾ گرفتاري اٽل هئي. اهڙين ئي حالتن ۾ اسان چوٿين سال جو امتحان ڏنو.

آءٌ آخري سال ۾ هئس جو ادي ٽيپو سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ اينسٿسيا واري شعبي ۾ شموليت اختيار ڪئي. اهو سڄي پاڪستان ۾ پهريون شعبو هو جنهن جي انچارج ڊاڪٽر حسين احمد پهرين پاڪستاني طور اينسٿسيا ۾ فيلوشپ ڊپلوما حاصل ڪيو هو. ڪائنس اڳ سول اسپتال جو اهو شعبو ٽيڪنيشن هلائيندا هئا ۽ اُتي بيهوشيءَ جو ڪو باضابطا سرشتو نہ هو. ڊاڪٽر حسين احمد ڪوپن هيگن مان اها ڊپلوما حاصل ڪئي، پوءِ وڌيڪ تعليم برطانيا مان حاصل ڪري سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ ڪم شروع ڪيائين. هُن گڏيل پاڪستان ۾ اينسٿيسيا جي تربيت شروع ڪئي ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ تحت اينسٿيسيا جا ڊپلوما امتحان شروع ڪرائين جنهن لاءِ اينسٿيسيا ۾ تربيت جو سرشتو پڻ قائم ڪيو ويو. سندس خدمتن جي اعتراف طور کيس فيلوشپ سان نوازيو ويو، هو پنجاهہ سالن کان ڪجهہ وڌيڪ عمر جو هو جو اوچتو گذاري ويو. هو هڪ ايماندار، شفيق ۽ انتهائي محنتي ڊاڪٽر هو جنهن جي مرتئي انهيءَ شعبي کي وڏو نقصان رسايو. سندس مرتئي جي ڪجهہ عرصي کانپوءِ ادو ٽيپو

پاڪستان واپس پهتو هو ۽ ڪافي ڏينهن تائين واندو ويهڻ ڪانپوءِ ڪيس سول اسپتال ڪراچيءَ جي اينسٿيسا شعبي ۾ مقرر ڪيو ويو جتي هن شعبي جي انچارج طور پنهنجون ذميواريون سنڀاليون.

آخري سال دوران ملڪ ۾ سياسي سرگرمين ۾ وڏيڪ تيزي آئي ۽ مارشل لا حڪومت خلاف احتجاج جاري هو. مون به خالد شاهه واري قلمي نالي سان به ناولٽ "لهو لهو زبانين" ۽ "چمنيان جل اُٿهين گي" لکيا جيڪي اين ايس ايف شائع ڪري ورهايا. هيءَ اهي ڏينهن هئا جڏهن منهنجا گهٽي ڀڳي ڪلاس ڀيچي لائبررين ۾ ويهي پڙهائي ڪري رهيا هئا ۽ آءُ سياسي سرگرمين ۾ رڌل هئس. مونکي پڪ هئي ته پنهنجي ناهيل گيس پيپرن جي مدد سان امتحان پاس ڪري وٺندس ۽ ٿيو به اهو ئي سواءِ انجي جو هڪ مضمون جي زباني امتحان ۾ فيل ٿيڻ کان ذري گهٽ بچي ويس. ان موقعي تي اداري جو خراب تعليمي، امتحاني ۽ انتظامي وهنوار منهنجا واهرو بڻيا. زباني امتحان جي هڪ اُستاد مونکي انتهائي خراب طريقي سان فيل ڪري ڇڏيو هو جنهن جو اطلاع ڊاڪٽر ميبل ماما ذڪي هڪ ٻئي استاد کي ڏنو جيڪا اُتي ويٺي هئي. اُنهن ڏينهن ۾ ٻنهي استادن وچ ۾ جهيڙو هلندڙ هو جن جو فائدو مونکي ان ريت پهتو جو هُن ٻاهران آيل اُستاد کي باور ڪرايو ته آءُ هڪ ڀلوڙ شاگرد آهيان ۽ مريضن جي جان بچائڻ لاءِ پابنديءَ سان رت جو عطيو ڏيندو رهندو آهي (جيڪا منهنجي عادت آهي) ۽ اهڙي شاگرد کي ٻئي اُستاد ناجائز طور تي فيل ڪيو آهي. انهيءَ ٻاهرين اُستاد مونکي اهڙي ريت پاس ڪيو جو آءُ پهرين اُستاد هٿان فيل ٿيڻ جي باوجود پاس ليکيو ويس. سچي ڳالهه اها آهي ته رت جو عطيو ڏيڻ جو امتحان پاس ڪرڻ سان ڪو تعلق نه هئڻ گهرجي. اهو عجيب قسم جو تعليمي سرشتو ۽ امتحاني طريقو هو. هڪ عجيب ڳالهه اها ٿي جو ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ ڊاڪٽر ميبل ماما

پنهنجي اعليٰ تعليم واري زباني امتحان ۾ ساڳين استادن جي جهيڙي سبب فيل ٿي وئي ۽ ان ريت هڪ انتهائي محنتي، ايماندار ۽ قابل ڊاڪٽرياڻي کي ترقيءَ کان روڪيو ويو. اهو نقصان فقط اداري جو ٿيو. اهو سيڪجهه ملڪ جي هڪ بهترين ڪاليج ۾ پئي ٿيو. ان ڳالهه مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ٻين ميڊيڪل ڪاليجن ۾ ڇا ٿيندو هوندو. عملي طور تي ڏٺو وڃي ته ميڊيڪل ڪاليج جا امتحان پاس ڪرڻ ۾ مونکي ڪا خاص محنت نه ڪرڻي پئي جيتري اتي داخلا لاءِ ڪرڻي پئي. اسانجي ميڊيڪل ڪاليجن ۾ جنهن قسم جا ڊاڪٽر پئدا ٿي رهيا آهن، انجو هڪ مثال آءُ آهيان. آءُ جيڪي ڪجهه هئس اها يقيني ڳالهه هئي ته آءُ چڱو ڊاڪٽر ٿي پري جي ڳالهه آهي پنهنجو پاڻکي ڊاڪٽر چوڻ جي لائق نه هئس. شڪر آهي جو اُن وقت پنهنجي طور تي مريضن جو علاج ڪرڻ جي ڪا ڪوشش نه ڪيم.

آخري سال دوران ئي مون سوچڻ شروع ڪيو هو ته هائوس جاب ڪٿي ۽ ڪيئن ڪندس. قابليت ۽ مارڪن جي بنياد تي پڪ هئم ته ڪنهن به مناسب وارڊ ۾ ڪم هٿ ڪري نه سگهنديس سو فيصلو ڪيم ته اعزازي هائوس جاب پنهنجي مرضيءَ واري وارڊ ۾ ڪندس، جنهن جو مطلب اهو هو ته مونکي پگهار نه ملندو، ان لاءِ ڪو خاص فڪرمند نه هئس ڇاڪاڻ جو هڪ ته مون وٽ فوٽو گرافيءَ مان ڪمايل چڱا خاصا ڏوڪڙ هئا، امان به منهنجو پتو بند نه ڪيو هو جڏهن ته ادو ٽيپو به منهنجي کيسي ۾ ڪڙڪ نوٽ وجهندو رهندو هو.

پروفيسر شمس الدين رحمت الله جو ميڊيڪل وارڊ هائوس جاب لاءِ تمام گهڻو مشهور هو ۽ هُن مونکي اعزازي هائوس جاب ڏيڻ تي راضپو پڻ ظاهر ڪيو هو. فيصلو ڪيو هئم ته سرجريءَ جو هائوس جاب پڻ ساڳي ريت پروفيسر فضل الاهيءَ جي وارڊ ۾ ڪندس. ان فيصلي جو بنيادي سبب اهو هو ته ان ريت ڪلاس جي

بهترين شاگردن سان گڏ هائوس جاب ڪري سگهندس. خوشقسمتيءَ سان مونسان گڏ هڪ پارسي شاگرد آستاد جمشيد ڀرانا به هو، جيڪو اسانجي ڪلاس جو بهترين شاگرد هو جنهن ميڊيڪل جي پنجن سالن واري تعليم دوران سدائين پهريون نمبر اچي انيڪ گولڊ ميڊل حاصل ڪيا هئا. من ئي من ۾ طئي ڪيم ته هاڻ آستاد کي پنهنجو اُستاد بڻائڻو آهي ته جيئن جيڪي ڪجهه سکڻو آهي سو جلدي سکي وٺجي ڇاڪاڻ جو مونکي پنهنجي جهالت جو پورو پورو اندازو هو. ميڊيڪل وارڊ ۾ وڃڻ جي پهرين هفتي اندر ئي مونکي پنهنجي جهالت جو وڏيڪ ادراڪ ٿي ويو. ٿيو هيءُ جو پروفيسر وارڊ جو رائونڊ ڪندي هڪ مريض جو منٽوف ٽيسٽ ڪرڻ لاءِ چيو. جيئن ئي رائونڊ ختم ٿيو مون پنهنجي ڪارڪردگي ڏيکارڻ لاءِ مريض جو رت حاصل ڪيو ۽ شيشي ۾ وجهي منٽوف ٽيسٽ لاءِ فارم ڀرڻ لڳس. آستاد منهنجي ڪاروائي ڏسي مون وٽ آيو ۽ ڪنهن توهين آميز انداز ڪانسواءِ مونکي ڪنڌ پاسي ڏانهن وٺي وڃي ٻڌايائين ته منٽوف ٽيسٽ ۾ رت جي چڪاس نه پر مريض جي ٻانهن تي چمڙيءَ اندر ٽيوبرڪلن انجڪشن ذريعي داخل ڪري ٻاهتر ڪلاڪن ڪانپوءِ رد عمل جانچي مرض جو تعين ڪيو ويندو آهي. هيءُ ان شخص جو حال هو جنهن ڪنهن سفارش يا نقل، سياسي اثر رسوخ يا اُستاد سان ڌونس زبردستي يا سندس چاپلوسي ڪرڻ ڪانسواءِ ايم بي بي ايس واري ڊگري حاصل ڪئي هئي. اها منهنجي ڪاميابي ضرور هئي پر اها ڳالهه يقيني آهي ته اها ميڊيڪل جي تعليمي سرشتي ۽ امتحاني طريقي ڪار جي مڪمل ناڪامي هئي. افسوس جو اڄ ڏينهن تائين حالتن ۾ ڪا تبديلي نه آئي آهي.

آهستي آهستي آستاد جمشيد جو همزاد بڻجي ويس. منهنجي ڪوشش هوندي هئي ته ڪائنس جيترو ٿي سگهي سکي وٺان ۽ هُن به

علم ونڊڻ ۾ ڪڏهن ڪا ڪنجوسي نہ ڪئي. سندس همراهيءَ وارن
ڇهن مهينن ۾ اوترو ڪجهہ سکي ورتم جيڪو ميڊيڪل ڪاليج جي
پنجن سالن دوران بہ سکي نہ سگهيو هئس. آستاد سان منهنجي سنگت
اڄ ڏينهن تائين قائم آهي. هو برطانيا ۾ ٽانيڪو آهي ۽ جيستائين
سندس والده جيئري هئي آءُ ۽ منهنجو دوست شعيب سوهاني پابنديءَ
سان آچر جي ڏينهن سندس گهر وجي پارسي نيرن ڪندا هئاسين ۽
هوءَ انتهائي اُڪير سان آستاد جي دوست هئڻ ناتي اسانجي ٿهل
ٽڪور ڪندي هئي. ڇهن مهينن ڪانپوءِ آستاد سان گڏ آءُ بہ سرجريءَ
واري وارڊ ۾ ويس ۽ آستاد کي ڏسندي سرجريءَ جا اُهي بنيادي اصول
سکڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس جن کان مڪمل طور تي
اڻواقف هئس.

ان زماني ۾ افواهہ پکڙيل هئا تہ ڊاڪٽرن کي جبري طور تي
فوج ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ گهرايو پيو وڃي. مون ڪڏهن سوچيو ئي نہ هو
تہ ڪو فوج ۾ ڪم ڪندس ڇاڪاڻ جو برٽنڊرسل جي انهيءَ قول سان
سدائين سهمت رهيو آهيان تہ ”فوجي هڪ تربيت ورتل قاتل هوندو
آهي“ پتو هئم تہ ڊاڪٽر طور ڪنهن جي زندگيءَ کي ختم تہ نہ
ڪندس پر جنرل ضيا جي فوج ۾ شامل ٿي معصوم شهرين کي مارڻ
واري عمل ۾ رذل فوج جو ساٿي بڻجڻ نٿي چاهيم. تن ڏينهن ۾
جنرل ضيا خلاف پمفلٽ لکي رهيو هئس، ڀٽي جي قتل تي احتجاج
ڪري رهيو هئس، سو هاڻ اهو ڪيئن ممڪن هو تہ ساڳي جنرل ضيا
جي فوج ۾ شامل ٿي وڃان.

ڊاڪٽر بڻجڻ ڪانپوءِ منهنجو دوست ۽ ڪاليج ۾ پيچي نظام الدين
نور الدين داماني ڪينيا جي شهر نيروبيءَ جي آغا خان اسپتال ۾
هائوس جاب ڪري رهيو هو. سندس نيروبي پهچڻ واري ڏينهن کان
منهنجي ساڻس لکپڙهہ هلندڙ هئي. هو مونکي مسلسل لکندو رهيو تہ

آءُ به اوڏانهن نڪري اچان ۽ اُتيئي هائوس جاب مڪمل ڪريان. ان ڏس ۾ هُن مونکي هڪ خط لکيو ته سرجريءَ واري شعبي ۾ هائوس جاب حاصل ڪرڻ ممڪن آهي ۽ آءُ اڏانهن اُسهڻ جي تياري ڪريان.

ڪٽنب ۾ هر ڪنهن کي اندازو هو ته هائوس جاب ڪانپوءِ آءُ اعليٰ تعيلم لاءِ ضرور اُسهندس سو جڏهن اعلان ڪيم ته آءُ نيروبي وڃڻ جي تياري پيو ڪريان ته ڪنهن به انجي مخالفت نه ڪئي. بابا منهنجي مڪمل حمايت ڪئي جيڪا سندس عادت هئي. هو هر ڪنهن کي سدائين چوندو رهندو هو ته جيڪا تعليم به پرايو تنهن ۾ اعليٰ ڊگري حاصل ڪريو. جيڪڏهن پلمبر بڻجو ته پرڏيهه مان انجي اعليٰ ڊگري يا ڊپلوما حاصل ڪريو.

سندس اها ڳالهه بلڪل درست هئي، اسانجي معاشري ۾ اُهي ماڻهو وڌيڪ قابل ٿا ليکيا وڃن جن پرڏيهه مان تعليم پرائي آهي. بابا بلڪل سچ ٿي چيو. اڄڪلهه صورتحال اڃا تائين وڌيڪ خراب ٿي وئي آهي، ميڊيڪل جي تعليم ۽ تربيت جي خراب ٿيندڙ صورتحال ۾ پاڪستان اندر پوسٽ گريجوئيشن واري تعليم ۽ تربيت جو معيار ڪري پيو آهي. ميڊيڪل واري تعليم جي اعليٰ ترين اداري ڪاليج آف فزيشن اينڊ سرجنز خلاف اهڙن ماڻهن مهاڏو اٽڪايو آهي جيڪي معيار تي ويساهه نٿا رکن. اهو ڏينهن ڏور ناهي جڏهن ملڪ ۾ اهڙا ماهر ڊاڪٽر نظر ايندا جيڪي مريضن لاءِ انتهائي خطرناڪ هوندا. اهڙي صورتحال کي منهن ڏيڻ ته پري جي ڳالهه آهي انکي سمجهڻ جي ڪوشش به نه پئي ڪئي وڃي. افسوس جي ڳالهه اها آهي ته ان صورتحال جا ذميوار اُهي جز وقتي ڊاڪٽر آهن جن کي کوهه کان ٻاهر واري دنيا جو ڪو ادراڪ ناهي، هو ان کوهه کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ تيار ئي ناهن جنهن ۾ سندن جنم ٿيو آهي.

ان زماني ۾ هڪ رات آءُ پنهنجي ٽن دوستن سان گڏجي جنرل

ضيا جي مارشل لا حڪومت خلاف وال چاڪنگ ڪري رهيو هئس ۽ احمد ظهير بابر جي ڪمري ۾ اسڪرين پرنٽ ذريعي ڇپيل پوسٽر بس اسٽاپ جي ڀتين تي چنبڙائي رهيو هئس جو اسانڪي اندازو ٿيو ته ڪجهه ماڻهو اسان ڏانهن پيا اچن. جنهن انداز ۾ هو اڳتي وڌي رهيا هئا، اسانکي پڪ ٿي وئي ته هو ڳجهي پوليس وارا آهن. اسين ٽڙ تڪڙ ۾ اسڪوٽر ڪي چڙهي ڀڄي نڪتاسين، هنن اسانجي پٺ ورتي پر شهر جي گهٽين کان اسين سندن پيٺ ۾ وڌيڪ واقف هئاسين.

ٻئي ڏينهن داماڻيءَ جو فون آيو ته آءُ هڪدم ڪينيا لاءِ جهاز ۾ سوار ٿيان ۽ نيروبي پهچان ڇاڪاڻ جو منهنجي نوڪريءَ جو بندوبست ٿي ويو آهي. ٽن ڏينهن کانپوءِ پي آءِ اي ذريعي ڪراچيءَ کان نيروبي روانو ٿيس. نون واقفن، مشاهدن ۽ تجربن جو هڪ جهان افريڪا ۾ منهنجو اوسيئڙو ڪري رهيو هو. ڪينيا ۾ منهنجي جيون جا جيڪي رستا طئي ٿيا تن بابت ڪڏهن سوچيو به نه هئم.

## 7. ڪينيا ۾ انڪان اڳتي

ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جي آخري سالن ۾ اڪثر سوچيندو هئس ته ايم بي بي ايس ڪانپوءِ ڇا ڪرڻو آهي؟ ڪجهه ڳالهيون ته منهنجي ذهن ۾ بلڪل واضع هيون، هڪ ته مونکي فيل ٿيڻ ڪانسواءِ ڊاڪٽر بڻجڻو آهي، ٻيو هيءُ ته منهنجو ميڊيڪل جي پيشي ۾ رهڻ ضروري ناهي ۽ ٽيون هيءُ ته جيڪڏهن انهيءَ پيشي ۾ رهڻو ٿي پيو ته پوءِ پنهنجي وڏن ڀائرن وانگر پرڏيهه مان اعليٰ تعليم حاصل ڪندس. آءٌ اتي به ويچاريندو هئس ته جيڪڏهن اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻي پئي ته پوءِ ڪهڙي شعبي کي ترجيح ڏبي. ان وقت منهنجي محدود دماغ سوچيو ته ريڊيو لاجي سولو شعبو ٿيندو ڇاڪاڻ جو پروڙيو هئم ته ريڊيالوجيءَ جو اسانجو هڪ پروفيسر پنهنجي آڱرين ۾ ڦاسايل سگريٽ جو وڏو سوٽو هڻندي اليومينيٽر تي ايڪسري ڏسي وڏي واڪي ٻڌائيندو هو ته ڪهڙو مرض آهي، سندس ڪو نائب هڪ فارم تي سندس ڇاٽايل مرض لکندو هو ۽ پروفيسر هڪ ٻيو سوٽو هڻي ٻيو ايڪسري ڏسڻ لڳندو هو. اها زندگي ايتري سولي لڳي جو مون به سوچي ورتو هو ته ريڊيولاجيءَ ۾ اڳتي وڌبو. ان زماني ۾ اهو شعبو سڄي دنيا ۾ ترقيءَ ڪري رهيو هو پر اسان وٽ انجو ڪو ادراڪ نه هو ڇاڪاڻ جو سول اسپتال ڪراچيءَ جو ريڊيولاجيءَ وارو شعبو اڳاٽي دور جي نمائندگي ڪري رهيو هو. جيڪڏهن پاڪستان ۾ ئي رهان هان ته شايد ريڊيولاجيءَ ۾ ئي اعليٰ تعليم حاصل ڪريان ها پر ڪينيا ۾ زندگيءَ جون راهون بلڪل ڌار ٿي ويون ۽ آءٌ هڪ اهڙي شعبي ڏانهن هليو ويس جنهن بابت ڪڏهن سوچيو به نه هئم.

نيروبي پهچڻ شرط پوسٽ گريجوئيشن وغيره ڪرڻ جو ويچار

منهنجي من ۾ هو. داماني ۽ وٽ پهچڻ کان اڳ ۽ پوءِ نيروبي ۽ جي معمولي جهلڪ ڏسي دنگ رهجي ويس ته اهو ڪيڏو منظم شهر هو. قدرتي سونهن، قديم ۽ جديد عمارتون ۽ صاف سٿرا رستا، اهو سڀ ڪجهه منهنجي اميدن جي اُبتڙ هو. منهنجو خيال هو ته آءٌ افريڪا جي اونداهين ڏانهن پئي ويس پر هتي اچي اندازو ٿيم ته نيروبي هڪ جديد شهر هو جنهن ۾ هر نسل جا ماڻهو ٽانيڪو هئا. ان شهر جي پنهنجي سونهن ۽ انداز هو. نيروبي ۽ جي لفظي معنيٰ آهي، ٿڌي پاڻي ۽ جو جهرڻو. اهو هو به بلڪل اهڙوئي. پهرين هفتي اندر ئي نيروبي ۽ جي عشق ۾ ونجي ويس.

نيروبي ۽ جي جوهو ڪنياٽا نيشنل اسپتال ۾ منهنجا ٻه ڪلاس ڀيچي ريحانا شيخ ۽ اسد جميل راجا ڪم ڪري رهيا هئا. ريحانا جو تعلق نيروبي ۽ جي هڪ واپاري گهراڻي سان هو ۽ هوءَ ميڊيڪل جي تعليم پرائڻ ڪراچي آئي هئي جڏهن ته راجا جو تعلق ڪراچي ۽ سان هو ۽ چوٿين سال ۾ ريحانا سان مڱڻي ۽ ڊاڪٽر بڻجڻ ڪانپوءِ هو پنهنجي زال سوڌو انهي ۽ اسپتال ۾ ڪم ڪري رهيو هو. آغا خان اسپتال ۾ ڪاغذي ڪاروائي مڪمل ٿيڻ کان اڳ راجا مونکي چيو ته آءٌ ساڻس گڏ رات واري شفٽ ۾ اچي ڪم ڪريان. اها چڱي رٿ هئي. هو اسپتال جي حادثن واري شعبي ۾ ڪم ڪري رهيو هو جتي روزانو ڪيترائي ڦٽيل مريض ايندا هئا جن جي گهاوُن جي مرهم پٽي ڪري ٽانڪا وغيره هنيا ويندا هئا. اهي مريض عام طور تي ڪنهن نه ڪنهن جهيڙي جهٽي ۽ ڦر لٽ جو شڪار بڻيل هوندا هئا. ان ۾ ڪهاڙي ۽ جهڙو هڪ اوزار استعمال ڪيو ويندو هو جنهن کي مقامي طور تي پانگا سڏيو ويندو هو. انجي زخمين جي قطار لڳل هوندي هئي. راجا جي نگراني ۽ ۾ ٿورڙن ڏينهن اندر گهڻو ڪجهه سڪيس. اِڪتي هلي راجا انتهائي نفيس سرجن بڻيو جيڪو سوچيندڙ دماغ پڻ

رکي ٿو. سرجن ۽ سوچيندڙ دماغ عام طور تي ٻه متضاد شيون آهن پر راجا ۾ اهي ٻئي خوبيون موجود آهن جن ڪيس هڪ پلو ڊاڪٽر بڻائي ڇڏيو آهي. راجا جي نگرانيءَ ۾ جتي مون ٽانڪا هڻڻ جا بنيادي اصول سکيا اُتي منهنجي مشاهدي ۾ اهو پڻ آيو ته افريڪا واسي سور سهڻ جي زبردست صلاحيت رکن ٿا. گهرن زخمن هوندي به ڪلنڊي ايندا هئا ۽ اڪثر ڪين بيهوش ڪرڻ ڪانسواءِ ئي ٽانڪا هنيا ويندا هئا. اهو ئي افريڪا جو هاڃو آهي. ڏکن، سورن، غربت ۽ بدحاليءَ سان گڏ مرڪندڙ ڪنڌ. اهو به ڏٺم ته ڪينيا جي انهيءَ سرڪاري اسپتال جي سهولتن جي ڀيٽ ۾ ان وقت جي سول اسپتال ڪراچيءَ ڪوهين ڏور هئي.

داماني ۽ ريحانا ٻنهي جي طبيعت دانشوراڻي هئي ۽ ٻنهي جو مطالعو انتهائي شاندار هو. داماني انگريزي ڪتابن جو ڪيڙو هو ۽ مونکي سمجهائيندو هو ته انگريزي ادب اردو ادب کان تمام گهڻو بهتر آهي. آءٌ پنهنجي جهالت ۽ گهٽ علميءَ سبب ساڻس بحث ڪندو هئس ته اردو ادب جو دنيا ۾ ڪو ثاني ناهي. گهٽ ڄاڻائي انسان کي کوهه جو ڏيڏر بڻائي ڇڏيندي آهي. آءُ ته اُن وقت لوٽي جو ڏيڏر هئس. ٻئي پاسي ريحانا فلسفو وغيره پڙهندي هئي ۽ مونکي افريڪي ادب سان متعارف ڪرايائين. هُن مونکي مشهور افريڪي ليکڪ گوگي وي ٿانگ جو ڪتاب Petal of Blood پڙهڻ لاءِ ڏنو جنهن لاءُ سدائين سندس ٿورائتو رهندس ڇاڪاڻ جو ان ڪتاب مونکي اصل افريڪا جو رت هاڻو چهرو ڏيکاريو ۽ مون ۾ معاملا سمجهڻ جي صلاحيت پيدا ٿي. اُن زماني ۾ راجا، ريحانا ۽ دامانيءَ سان گڏ زندگيءَ جا انيڪ پلوڙ رنگ ڏٺم، هوٽلن ۾ ويس، ڪنسرٽن ۾ شريڪ ٿيس، سنگيت جو مزو ماڻيم. اڳتي هلي عملي زندگيءَ ۾ ريحانا مذهب ڏانهن مائل ٿي هن دنيا کان وڌيڪ ٻي دنيا جي تيارين ۾ جنبجي

وئي. زندگي کيئن ٿي تبديل ٿئي تنهن بابت ڪجهه چئي نٿو سگهجي، بلڪ ايئن ئي جيئن منهنجي ڪلاس پيچي آصف حسن پنهنجي زندگيءَ کي هڪ مختلف دڳ تي لاهي ڇڏيو آهي. داماني پنهنجي پشيوارانه زندگي جي عروج تي هر قسم جا ڪتاب پڙهي رهيو آهي ۽ منجهس انتها درجي واري سهپ پيدا ٿي وئي آهي ۽ هاڻ ساڻس هر قسم جي ڳالهه سلي سگهجي ٿي. نيروبيءَ ۾ مقامي آباديءَ سان گڏوگڏ هڪ وڏو تعداد يورپ واسين جو بہ آهي. هت ڀهريون پيرو سکن کي سندن ڏاڙهين ۽ پٽڪن سوڌو ڏٺم ۽ پتو پيم تہ هو هتي وڏن وڏن واپاري ادارن جا مالڪ آهن ۽ سندن پنهنجا ذاتي جهاز آهن. مقامي ماڻهن جي معاشي ۽ سماجي صورتحال خراب هئي، غربت ۽ بدحالي سندن پاڳ ٻٽيل هئي. بابا جا خط مستقل پئي آيا، پنهنجي خطن ۾ هو اڪثر افريڪا جي تاريخي واقعن بابت لکندو هو، خاص طور تي يورپيءَ طاقتن جي افريڪا جي موجودگيءَ بابت سندس تبصرا چڱي موچاري ڄاڻ ڏيندا هئا. نيروبيءَ مان شائع ٿيندڙ اخبار روزاني نيشن ۽ اسٽينڊرڊ روز پڙهندو هئس جن ذريعي اُن وقت جي ڄاڻ ملندي هئم. وقت گذرڻ سان گڏ احساس ٿيم تہ ظاهري طور تي نظر ايندڙ چمڪ ڏمڪ پويان نيروبي هڪ خطرناڪ شهر آهي جتي شام جو دڪان جلدي بند ٿي وڃن ٿا ڇاڪاڻ جو رات جي اونداهيءَ ۾ ڦورو راڄ ڪندا آهن ۽ ڏينهن جي روشنيءَ ۾ ئي گهر پهچي وڃڻ بهتر آهي. شهر جي چوڌاري غريبن جون ڪچيون آباديون هيون جتي ماڻهو ناقابل برداشت غربت يوڳي رهيا هئا، جهالت، اڻبچاٽائي ۽ فساد هئا. حڪومت هوٽلن، جوا خانن ۽ نائيٽ ڪلبن چوڌاري خاص سيڪيورٽيءَ جو انتظام رکيو هو تہ جيئن نظام هلندو رهي.

اسپتال ۾ ڪم شروع ڪرڻ جي پهرين هفتي اندر ئي هڪ عجيب واقعو پيش آيو جنهن مان اُتان جي رهواسين جي اڻبچاٽائي جو

اندازو لڳائي سگھجي ٿو. صبح واري وارڊ رائونڊ دوران هڪ مريض عورت هر هر اسانجو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪرائڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي سو پروفيسر مونکي چيو ته آءُ ڪائنس سندس مسئلو معلوم ڪريان. هڪ نرس ذريعي سائنس ڳالهايم ته پتو لڳو ته هو ان ڳالهه جي شڪايت ڪري رهي هئي ته ڪيس رت آهستي آهستي چاڙهيو پيو وڃي ۽ انجي بوتل واري سُئي ڪيس تڪليف رسائي رهي هئي. ڪيس آئت ڏيندي چيم ته تورو وقت اجان لڳندو پر سندس جسم ۾ رت وجڻ ضروري آهي، انڪري هوءَ صبر ڪان ڪم وٺي سور برداشت ڪري. اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ جڏهن اتان ٻيهر لنگهيس ته اهو ڏسي دنگ رهجي ويس ته رت جي بوتل خالي هئي ۽ مريض مائي گهري ننڊ ستل هئي. جڏهن نرس ڪان پڇيم ته هُن به اچرج وچان مائي کي جاڳائي ڪائنس پڇيو ته پتو لڳو ته ڪيس منهنجي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي ۽ هُن رت جي بوتل ۾ ڇيد ڪري رت پيئي ورتو هو. ان واقعي تي سينئر ڊاڪٽر تمام گهڻو گوڙ ڪيو. بعد ۾ نرس مونکي ٻڌايو ته مريض مائي ان ڳالهه تي حيران هئي ته جڏهن رت جو مقصد جسم ۾ وجڻ هو ته سندس رت پيئڻ واري عمل کي خراب ڇو سمجهيو ويو. اڻجاڻائي جي اها انتها ظاهر ٿي ڪري ته تعليم جي اڻهوند ڪيڏو وڏو عذاب آهي.

منهنجي شعبي جو انچارج سرجن لوفلر هو جنهن جو تعلق برطانيا سان هو جيڪو اسپتال ڪان سواءِ ڪينيا جي مختلف ڳوٺن ۾ عيسائي مشنري اسپتالن ذريعي علاج ڪندو هو. وٽس هڪ ننڍو جهاز به هو جيڪو ننڍي رن وي تي لهي سگهندو هو، ڪيترائي ڀيرا سندس اسٽنٽ طور آءُ به ڪيترن ئي هنڌن تي ويس. ان قسم جي دورن منهنجون اکيون کولي ڇڏيون. منهنجي عقل ۾ اضافو ٿيو ۽ حقيقي افريڪا پنهنجي اصل روپ ۾ منهنجي آڏو نروار ٿيو. اهو

اڏامندڙ ڊاڪٽر جڏهن عيسائي راهبن ۽ ننن جي قائم ڪيل اسپتالن ۾ پهچندو هو ته غريب، انگ اگهاڙا ۽ بکايل مريض قطار در قطار موجود هوندا هئا. سندس علاج معالجو ۽ آپريشن وغيره ڪري سندن دردن جو درمان ڪيو ويندو هو. اهو ڏسي دنگ رهجي ويندو هئس ته اڌ ڪلاڪ جي اُڏام جي فاصلي تي نيروبيءَ جهڙو شاندار شهر آهي ۽ جهنگ ۾ انهن ڳوٺن ۾ زندگي ڪيڏي پيڙا ڀري آهي، غربت جا شڪار ماڻهو ڪيئن نه خيراتي اسپتال ۾ علاج واسطي تا اچن، غربت ۽ دولت جو ايڏو وڏو تضاد سمجهڻ کان قاصر هئس. جيتوڻيڪ ڪراچيءَ ۾ غربت جو مشاهدو ڪري چڪو هئس پر افريڪا جي غربت جو ڪو مقابلو ئي نه هو. بعد ۾ جڏهن انگلينڊ ۽ آئرلينڊ ويس ۽ اُتي دولت ۽ خوشحالي ڏٺم، خوراڪ جو زيان ڏٺم ۽ اسپتالن ۾ سامان جي گهڻائي ڏٺم ته دنيا جا وهنوار بابت منهنجي من ۾ موجود شڪ اجائين وڌيڪ پختا ٿي ويا. هڪ پاسي غربت، بک ۽ جهالت ته ٻئي پاسي تعليم، خوشحالي ۽ کاڌي پيتي جي شين جو زيان. ياد اٿم ته برطانيا ايندي ئي گارجيئن اخبار ۾ اها خبر منهنجي نظرن سامهون آئي هئي ته يورپ ۾ کير، پنير ۽ مکڻ جا جبل ڪٺا ٿي ويا آهن، ۽ انهن کي ضائع ڪرڻ بابت ويچاريو پيو وڃي. آءُ سوچيندو هئس ته دنيا ۾ ناانصافيءَ جو هڪ لاڳيتو هلندڙ عمل جاري آهي جنهن جو انت نظر نٿو اچي.

## نئين دنيا ۾

نيروبيءَ ۾ ڇهه مهينا تيزي سان گذري ويا، اهو سڄو عرصو سوچيندو رهيس ته اڳتي ڇا ڪرڻو اٿم. شروعات ۾ ئي، ڊاڪٽر اقبال ملڪ جي اجازت سان جنهن خيبر ميڊيڪل ڪاليج مان ايم بي بي ايس ڪئي هئي ۽ هاڻي آغا خان اسپتال جي ريڊيالوجيءَ واري شعبي

جو انچارج هو، هفتي ۾ هڪ ڏينهن سندس ڪلاس ۾ وڃڻ شروع ڪيو هئم. سول اسپتال ڪراچيءَ جي ريڊيولاجيءَ واري شعبي ۽ هتان واري شعبي ۾ ڏينهن رات جو فرق هو. اصل ڳالهه اها آهي ته هتان واريون قيمتي مشينون ۽ ريڊيولاجيءَ جي ترقي يافتا شڪل ڏسي پريشان ٿي ويو هئس. منهنجي ننڍڙي دماغ ۾ اهو ويچار آيو ته ايتريون قيمتي آٽو ميٽڪ مشينون پاڪستان ۾ ڪير خريد ڪندو سو ريڊيولاجيءَ وارو خيال منهنجي دماغ مان هوا وانگر نڪري ويو.

هڪ ڏينهن نوٽس بورڊ تي ننڍڙو اعلان ڏٺم ته اسپتال ۾ عورتن جي بيماري واري شعبي ڪي ڊاڪٽر جي گهرج آهي جيڪا هڪ ڊاڪٽر جي نوڪري ڇڏڻ سبب پيدا ٿي هئي. منهنجي پهرين نوڪريءَ جا ڇهه مهينا مڪمل ٿيڻ وارا هئا ۽ مون وٽ ڪينيا ۾ ڪم ڪرڻ جي پرمٽ موجود هئي، سوچيم ته برطانيا وڃڻ کان اڳ ڪجهه ڏينهن ان شعبي ۾ به ڪم ڪجي ته جئين برطانيا ۾ ان مان لاڀ پرائي سگهان. اهو سوچي درخواست جمع ڪرائي آيس ته ٻئي ڏينهن شعبي جي هڪ ڪارڪن فون تي مونکي ڄاڻ ڪئي ته آءُ عورتن جي بيماريءَ واري شعبي جي سربراهه ڊاڪٽر ڪي ايس ڪيهر سان ملان. جڏهن ساڻس ملڻ لاءِ وارڊ ۾ پهتس ته هو آپريشن ٿيٽر ۾ هو ۽ مونکي اُتيئي گهرايائين. هو سک هو جنهن 1942ع ۾ ڪنگ ايڊورڊ ڪاليج لاهور مان ايم بي بي ايس ڪئي هئي ۽ هاڻ نيروبي ۾ ڊاڪٽري ٿي ڪيائين. ساڻس هٿ ملايم ته اندازو ٿيم ته سندس هٿ تمام وڏا هئا ۽ احساس ٿيم ته منهنجا هٿ انتهائي ننڍڙا هئا منهنجو هٿ جهليندي هُن معلوم ڪيو ته منهنجي دستانن جو نمبر ڇا آهي؟ جڏهن ڪيس ٻڌايم ته آءُ ساڍي ڇهين نمبر وارا دستانا پهريندو آهيان ته چوڻ لڳو ته اڙي واهه! تنهنجا هٿ ته ڪنهن آبسٽيٽريشن جا هٿ آهن اهو چئي مونکي ڪپڙا بدلائي آپريشن ٿيٽر ۾ پاڻ سان گڏ آپريشن

ڪرڻ لاءِ چيائين. ڪپڙا بدلائيندي سوچڻ لڳس ته انهن هٿن بابت مونکي ته ڪڏهن به پتو ئي نه لڳو ته ڪو اهي ڪنهن آبسٽيٽريشن جا هٿ آهن ۽ مونکي ڪل اچي وئي. ڊاڪٽر ڪيهر سان گڏجي آپريشن ڪرايم جنهن ڪانپوءِ هن مونکي انهيءَ بابت نوٽس لکڻ لاءِ چيو. جلدي آپريشن جا نوٽس لکي سندس آڏو رکيم.

منهنجي نوٽس تي هڪ اُچاتري نظر وجهي چيائين ته بلڪل بڪواس نوٽس آهن ۽ پوءِ مونکي زباني نوٽس لکرائڻ لڳو جيڪي مون فوٽو ڪاپي ڪرائي پاڻ وٽ رکيا. مستقبل ۾ ان قسم جا نوٽس لکندو هئس جنهن سان هرڪو متاثر ٿيندو هو.

مون زناني بيمارين واري شعبي ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. اُتي ڪم ڪرڻ جو تجربو بلڪل ڌار هو، خاص طور تي ويم وارڊ ۾، اڪثر راتين جو دانهون ڪندڙ ۽ پيڙا ۾ تڙپندڙ ڇوڪريون اينديون هيون، ليبر وارڊ ۾ داخل ٿينديون هيون ۽ ڪنهن پيچيدگيءَ جي ڪري ڊاڪٽر ڪيهر کي گهرائڻو پوندو هو، هو ايندو هو ۽ ٿوري دير ڪانپوءِ ويم ٿيندو هو. عورت جو روئڻ مرڪ ۾ بدلجي ويندو هو، مٺ مائٽ وارڊ ۾ ڪيڪ ۽ مٺائي آڻيندا هئا، اهو لڳ ڀڳ روز جو معمول هو. اهو تجربو بلڪل نئون هو ۽ انتهائي اثر انگيز پڻ. منهنجي ذهن ۾ ڊاڪٽر ڪيهر جا لفظ هر هر گوجندا هئا ته تنهنجا هٿ ته آبسٽيٽريشن جا هٿ آهن سو مون سگهو ئي فيصلو ڪري ورتو ته عورتائي مرضن واري شعبي ۾ ئي اعليٰ تعليم حاصل ڪندس. انڪي چئبو آهي زندگيءَ جا اتفاق. ڪڏهن به نه سوچيو هئم ته منهنجي آئيندي تي ڊاڪٽر ڪيهر جا چيل لفظ ان ريت اثر انداز ٿيندا. پاڪستان ۾ ڪڏهن سوچيو ئي نه هئم ته ڪو آءٌ ان شعبي ۾ ويندس ڇاڪاڻ جو هتي اهوئي سمجهيو ويندو آهي ته اهو عورت ڊاڪٽرن جو ئي شعبو آهي. انجو هڪ وڏو سبب اهو به هو ته اسانجي سرڪاري

اسپتالن جا ليبر وارڊ انتهائي گند ڀريل هوندا آهن، ٻي اهم ڳالهه اها آهي ته سرڪاري اسپتالن جي ليبر وارڊن ۾ مريض عورت جي پرائيوسيءَ جو ڪوبه خيال نه رکيو ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته ٻار ڄڻيندڙ عورت تقريباً اگهاڙي پيل هوندي آهي، انڪري مرد ليبر وارڊ ۾ وڃڻ پسند نه ڪندا آهن. نيروبيءَ جي آغا خان اسپتال ۾ صورتحال بنھ مختلف هئي، ليبر روم صاف سٿرو هو، عورتون صاف سٿرن بسترن تي، صاف سٿري چادرن سان ڍڪيل ۽ پردن پويان ليٽيل هونديون هيون. ماحول ۾ هڪ قسم جي پاڪيزگيءَ وارو عنصر شامل هوندو هو. نيروبيءَ ڪانپوءِ آئرلينڊ ۾ پڻ اهوئي ڪجهه ڏسڻ جو اتفاق ٿيو، اُتي ليبر روم ۾ عورتن کي جيڪو احترام ڏنو ٿو وڃي اُهو هتي اسان وٽ سوچي نه ٿو سگهجي. شايد اسپتال جي انهيءَ ماحول جو اثر هو جو مون اهڙو فيصلو ڪري داماني ۽ بتول حسين فاطمه دايا کي ٻڌايو. بتول ڪراچيءَ ۾ منهنجي ڪلاس ڀيچي هئي. هوءَ تنزانيا مان پاڪستان تعليم حاصل ڪرڻ آئي هئي ۽ هاڻ نيروبيءَ جي آغا خان اسپتال ۾ ڪم ڪري رهي هئي. هنن ٻنهي کي منهنجي فيصلي تي اچرج ٿي پر پشيوارانٽي طور تي انهيءَ رٿا کي پسند ڪيائون.

نيروبيءَ ۾ ڪم ختم ڪري مون برطانيا وڃڻ جو فيصلو ڪيو. ادي سراج جو برطانيا ۾ ڪم ختم ٿيڻ تي هو. منهنجي فيصلي کان هڪدم پوءِ هُن برطانيا کان ئي منهنجي لاءِ جهاز جوٽڪيٽ اُماڻيو ۽ آءُ لنڊن پهچي ويس. ايئرپورٽ تي ادو سراج، ياسمين ڀاڄائي ۽ سندن ڌيءَ صبا مونکي وٺڻ آيا هئا. ڪار پارڪنگ ڏانهن ويندي ادي سراج ٻڌا ڪئي ته آءُ ڪهڙي شعبي ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ جو ارادو ٿو رکان.

"آبسٽيٽريشن اينڊ گائناڪالوجي" مون هڪدم وراڻي ڏني.

ٿوري دير جي سانت کانپوءِ هُن چيو ته "ٺيڪ آهي پر في الحال امان کي ان بابت ٻڌائڻ جي ضرورت ناهي". اڳتي هلي وقت ثابت ڪيو ته سندس صلاح بلڪل درست هئي.

## روائتن جو پيڇو

ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا کان هڪدم احساس ٿيو هئم ته مونکي ادي ٽيپو ۽ سراج جي پوئواري ڪرڻي آهي. اهو ڪم ايترو ڏکيو لڳم هئم جو تعليمي ميدان کي مڪمل طور تي خيرباد چيم. برطانيا ۾ صورتحال مختلف ٿي وئي هئي ڇاڪاڻ جو هتي ته تعليم پرائڻ ئي آيو هئس. ٻنهي وڏن ڀائرن جي پيٽ ۾ اجان به مونکي ڪا خاص تڪڙ نه هئي ڇاڪاڻ جو آءٌ ڪجهه مختلف قسمن جي حالتن ۾ هتي آيو هئس. هو ٻئي وڏا هئا ۽ هنن پنهنجي اکين سان بابا ۽ امان جي جدوجهد ڏٺي هئي، جنهن جو اثر هئڻ اٽل هو. ادي ٽيپو برطانيا ايندي ئي اولڊ چرچ اسپتال جي حادثن واري شعبي ۾ نوڪري حاصل ڪئي، جنهن کانپوءِ هڏين جي بيمارين ۾ مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ ڊرهم ڪائونٽيءَ جي آڪليند جنرل اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين، انکانپوءِ لنڊن جي فارن برو اسپتال ۾ ڪم ڪندي اهو جاچڻ شروع ڪيائين ته پاڪستان ۾ ڪهڙي قسم جي ڊاڪٽرن جي گهرج آهي. کيس ڀرين ڏينهن کان پتو هو ته کيس پاڪستان واپس وڃڻو آهي سو هُن برطانيا ۾ مستقل طور تي رهڻ جو ڪڏهن سوچيو به نه هو. ڏوڪڙ ڪمائڻ کان وڌيڪ سندس ڌيان اعليٰ تعليم پرائڻ تي هو جيڪا هُن لاءِ پاڪستان ۾ لاڀائتي ثابت ٿئي. سندس دوستن پاڪستان مان کيس اطلاع ڏنو ته سرجري يا آرٿوپيڊڪ ۾ ڪنهن قسم جي نوڪري حاصل ڪرڻ پاڪستان ۾ ڏکيو ٿيندو. کيس اهو به ٻڌايو ويو ته ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جا ٽي سينئر دوست آرٿوپيڊڪ ۾ مهارت

حاصل ڪري ڪراچي آيا هئا ۽ ڪين واپس موٽي وڃڻو پيو. تن ڏينهن ۾ پاڪستان اندر پرائيوٽ اسپتالن جو سلسلو شروع نہ ٿيو هو ۽ اهڙي ماڻهو مشهور ٿيندا هئا جنکي سرڪاري اسپتالن ۾ نوڪري ملندي هئي. انهن ڳالهين ڪانپوءِ هُن وڏيڪ صلاح مشورا ڪيا تہ پتو لڳس تہ پاڪستان ۾ اکين، ڪن، نڪ، گلي، پيٿالوجي ۽ اينسٿيسيا وارن شعبن ۾ ڪم جي گنجائش آهي. هُن اينسٿيسيا جي چونڊ ڪئي، ان ڏس ۾ ڪيس پهريون ڪم ڪوئين اسڪوائر جي نيو سرجري اسپتال ۾ مليو جنهن ڪانپوءِ اينسٿيسيا ۾ ڊپلوما وارو امتحان پهرين ڪوشش ۾ ئي پاس ڪري ورتائين.

امتحان ڪانپوءِ ادو ٽيپو ڪراچي آيو ۽ طلعت پاڄائي سان سندس وهانءُ ٿيو. انهن ڏينهن ۾ ڪيس لنڊن جي مشهور چيرنگ ڪراس اسپتال ۾ ڪم ملي ويو هو جتي وڏي محنت سان ڪم ڪيائين. سندس شعبي جو سربراهہ ڊاڪٽر ريزز هو جيڪو سندس ڪم مان انتهائي مطمئن هو. جنهن ڏينهن پاڄائي طلعت لنڊن پهتي تہ ادو ٽيپو ڪيس وٺڻ لاءِ ايئرپورٽ نہ پهچي سگهيو هو جو ڪيس هنگامي طور تي هڪ مريض جو علاج ڪرڻو هو. ادي ٽيپو منظر پائي کي ايئرپورٽ پهچڻ جي درخواست ڪئي هئي، پر هو ٽريفڪ ۾ ڦاسي پيو ۽ پاڄائي طلعت کي سندس مامو ڊاڪٽر حسنين شريف ايئرپورٽ کان گهر وٺي آيو هو. پروفيسر ريزز کي بعد ۾ پتو لڳو تہ مريض جي سار سنڀال ڪري ادو ٽيپو پنهنجي زال کي وٺڻ لاءِ ايئرپورٽ پهچي نہ سگهيو تہ سندس وڏي ساراهہ ڪيائين پر ان دوران سندس شادي، جو ذڪر ٿيو ۽ پروفيسر کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ ئي نہ آئي تہ اهڙي شادي ڪيئن ممڪن آهي. يورپي ثقافت ۾ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هڪٻئي سان ملڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڪانسواءِ رڳو والدين جي چونڊ تي شادي نہ ڪندا آهن. هُن سوال مٿان سوال پڇي

ادي کان اسانجي شادين جي طور طريقن بابت پڇيو. ڳالهه ٻولهه دوران کيس پتو لڳو تہ شاديءَ جي ڪري ڀاڄائي طلعت پنهنجو هائوس جاب مڪمل ڪرڻ ڪانسوا ئي لنڊن آئي آهي ۽ تن ڏنهن جي قانونن موجب هائوس جاب مڪمل ڪرڻ ڪانسواءِ هُن لاءِ ممڪن نہ هو تہ اُتي پنهنجي تعليم جاري رکي سگهي. پروفيسر ريز جيڪو ادي ٽيپو جي ڪم کان اڳيئي متاثر هو تنهن هيڏانهن هوڏانهن رابطا ڪري ڀاڄائي طلعت جي هائوس جاب جو بندوبست ڪيو ۽ هُن لاءِ وڌيڪ تعليم پرائڻ جو دڳ کليو. اڳتي هلي ڀاڄائي طلعت ٻارن جي بيمارين ۾ مهارت حاصل ڪري ڊپلوما ورتي.

جڏهن ڀاڄائي طلعت برطانيا پهتي تہ ادي سراج کي اُتي ڇهہ مهينا ٿي چڪا هئا، سندس خيال هو تہ هو سرجريءَ ۾ اعليٰ تربيت حاصل ڪري پر محسوس ڪيائين تہ کيس ڪڏهن ڪرنگهي ۾ سور ٿو پوي ۽ سوچيائين تہ ان مسئلي ڪري سرجن وارو ڪم ڏکيو ٿيندو ۽ ادي ٽيپو ۽ ٻين دوستن يارن سان صلاح مشورو ڪري پيٿالوجيءَ واري شعبي ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ جو فيصلو ڪيائين. کيس پتو هو تہ مائيڪرو اسڪوپ آڏو ڪرنگهي جي سور سان گڏ ويهي سگهجي ٿو.

برطانيا ۾ جنرل ميڊيڪل ڪائونسل هڪ اهڙو ادارو آهي جيڪو ڊاڪٽرن جي تعليمي، اخلاقي ۽ پيشيوراڻي سرگرمين تي نظر رکندو آهي ۽ انجي اجازت ڪانسواءِ ڪوبہ ڊاڪٽر مريض تپاسي نہ سگهندو آهي. هيءُ ادارو ڪا شڪائت ملڻ تي ڊاڪٽرن جي غفلت، مالي بدعنواني يا اخلاقي ڳراوٽ تي تڪڙو قدم کڻندو آهي ۽ کين سزا ڏيندو آهي. اسانجي ملڪ ۾ پاڪستان ميڊيڪل اينڊ ڊينٽل ڪائونسل اهو ئي ڪم ڪندو آهي پر هتي اهو ادارو مڪمل طور تي ناڪام ٿيل آهي، جنهن جو ذڪر اڳتي ڪندس. ابتدائي ڪاروائي

ڪانپوءِ ڪم ڪرڻ جي اجازت ملڻ تي ادي سراج نوڪريءَ جي ڳولا
شروع ڪئي. سنڊس نظر رائل مانچسٽر چلڊرن اسپتال جي هڪ
اشتهار تي پئي جتي هڪ پيٿالوجيءَ جي ڊاڪٽر جي ضرورت هئي
ادي سراج فون تي ساڻن رابطو ڪيو ته هنن کيس انٽرويو لاءِ گهرايو
۽ جڏهن پروفيسر جي رابرٽس جي آفيس پهتو ته هو مئل ٻار جي
پوسٽ مارٽم ڪري رهيو هو ۽ ادي سراج کي اُتي ئي گهرائي هڪ
ڪلاڪ جي انٽرويو ڪانپوءِ کيس نوڪريءَ تي رکيائين. ادي سراج
ڊاڪٽر ايچ بي مارسڊن سان گڏ ڪم ڪيو جيڪو ان وقت ميڊيڪو
ليگل ڪيسن جو ماهر ليکيو ويندو هو.

هن ادي سراج کي رجسٽرار جي پوسٽ لاءِ درخواست ڏيڻ لاءِ
چيو جيڪا عام طور تي ٽن سالن جي ڪم ڪانپوءِ ئي حاصل ٿيندي
آهي پر ڊاڪٽر مارسڊن جو خيال هو ته ادو سراج انهيءَ پوسٽ جي
اهل هو. اصل ۾ ڊاڪٽر مارسڊن ئي ڪيمبرج شهر جي مشهور
اسپتال ايڊن بروڪس فون ڪري ادي سراج جو نالو رٿيو هو. ادي
سراج جو خيال هو ته کيس ايڊين بروڪس اسپتال ۾ ڪم نه ملندو
ڇاڪاڻ جو اها انتهائي مشهور ۽ ڀلي اسپتال هئي، پر ڊاڪٽر مارسڊن
جي صلاح تي هو ڊڄندي ڊڄندي اُتي انٽرويو ڏيڻ لاءِ پهتو. انٽرويو
وٺندڙن ۾ پروفيسر گراهم آسٽن گريشم به شامل هو جنهن جو تعلق
ويلز سان هو جڏهن ته هڪ اسڪاٽش ڊاڪٽر ڊيرڪ وائيٽ ڊ، هنن
ٻنهي ادي سراج کي نوڪريءَ لاءِ چونڊيو. نوڪري ته ملي وئي پر
هڪ مسئلو آڏو هو. ان انٽرويو کان اڳيئي ادو سراج زميني رستي
ذريعي پاڪستان موٽڻ جو پروگرام جوڙي چڪو هو جنهن جو ذڪر
ڊاڪٽرن سان ڪندي کين درخواست ڪيائين ته کيس انهيءَ سفر
ڪانپوءِ نوڪري شروع ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي. ٻنهي انهيءَ سفر
۾ دلچسپي ظاهر ڪندي ان بابت ڪائنس ڪيترائي سوال ڪيا ۽
اجازت ڏنائون ته انڪانپوءِ ئي پنهنجو ڪم شروع ڪري

ايڊن بروڪس اسپتال ۾ گذاريل ٻه سال ادي سراج لاءِ انتهائي شاندار هئا جتي جي عملي جو رويو انتهائي دوستاڻو هو. سمورا ڊاڪٽر پنهنجي شعبي ۾ مهارت رکندڙ هئا ۽ شعبي جو ماحول انتهائي تعليمي هو. ادي سراج اُتي تمام گهڻو ڪجهه سکيو. ان عرصي دوران هُن اڍائي سئو کان وڌيڪ پوسٽ مارٽم ڪيا، سئو کان وڌيڪ ميڊيڪو ليگل ڪيس اُڪلايا ۽ ايم آرسي پيٿالوجيءَ ۾ پهريون امتحان به پاس ڪري ورتو. انگلينڊ ۾ رهندي ئي بابا سندس شادي ياسمين سان طئي ڪئي ۽ هو پاڪستان اچي شادي ڪري پنهنجي گهر واريءَ سان گڏ برطانيا موٽي ويو. ايڊن بروڪس اسپتال کانپوءِ ادي سراج کي برمهنگم سٽي اسپتال ۽ ڪوئين ايلزبيٿ اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. ڪوئين ايلزبيٿ اسپتال ۾ هُن پيٿالوجيءَ جي مشهور پروفيسر ڪرن سان گڏ ڪم ڪيو ۽ ان ڪم دوران ايم آر سي پيٿالوجيءَ جو ٻيو ۽ آخري امتحان پڻ پاس ڪري ورتو. امتحان کان هڪدم پوءِ پروفيسر ڪرن ڪيس برومز گروف اسپتال ۾ ڪنسلٽنٽ جي عهدو ڏنو. پنهنجي تربيت دوران ادي سراج اٺ سئو کان وڌيڪ پوسٽ مارٽم ڪيا. ڪيس 34سالن جي ڄمار ۾ ڪنسلٽنٽ طور ڪم ڪرڻ جو اعزاز حاصل آهي. برطانيا ۾ هن لاءِ انيڪ موقعا هئا، ڪيس انيڪ جاين تان ڪم ڪرڻ جي آڇ آئي پر هُن پهرين ڏينهن کان ئي فيصلو ڪيو هو ته هو پنهنجي تعليم ۽ تربيت مڪمل ڪرڻ کانپوءِ پاڪستان واپس ورندو ۽ جيڪي ڪجهه اُتي سکيو هئائين اُهو پاڪستان ۾ ٻين کي سيکاريندو. بابا جي به اها خواهش هئي ته سندس سمورا ٻار اعليٰ تعليم ۽ تربيت کانپوءِ پاڪستان موٽي اچن، هتي مريضن جو علاج معالجو ڪن ۽ انهن جي تربيت ڪن جيڪي ٻاهر نه وڃي سگهن.

## امان جي برطانيا آمد

جڏهن ادي سراج واپسيءَ جو پروگرام ٺاهيو ته سندس خيال هو ته وڃڻ کان اڳ امان هڪڀيرو برطانيا ضرور اچي. ٿورن ڏينهن کانپوءِ امان برطانيا پهچي وئي. ادي سراج امان سان گڏ برطانيا گهمڻ جو پروگرام ٺاهيو. اهي ڪجهه ڏينهن برطانيا ۾ اسانجي زندگيءَ جا خوبصورت ترين ڏينهن هئا. جڏهن اسين اسڪاٽلينڊ، ويلز ۽ برطانيا جي مختلف علائقن ۾ سير ۽ تفريح ڪندا رهياسين. امان کي به برطانيا وڻيو، امان کي اتان جو منظر وهنوار ۽ پڙهيل ڳڙهيل هئڻ انتهائي پسند آيو.

امان جي واپسيءَ کانپوءِ ادي سراج موٽڻ جون تياريون شروع ڪيون. برمهنگم ۾ پنهنجو گهر وڪيائين ۽ پاڪستان وڃڻ کان اڳ امريڪا چڪر هڻڻ جو ارادو ڪيائين. ويزي جي درخواست ڏنائين ته ويزا آفيسر سمجهيو ته هو امريڪا منتقل ٿيڻ چاهي ٿو جنهن تي ادي سراج وراڻيس ته ويزو ڏيڻو آهي ته ڏئي، باقي بيڪار ڳالهيون نه ڪري ۽ ڪيس ويزو جاري ڪيو ويو.

ادي سراج جي شخصيت انتهائي سادي سودي آهي، هو بيڪار ڳالهين ۾ وچڙندو ناهي، سڌي سنئين ڳالهه ڪندو آهي، انڪري ڪڏهن ڪڏهن ڪيس نقصان به پراڻڻو پوندو آهي پر عام طور تي هو پنهنجي انداز مان مطمئن هوندو آهي. برطانيا ۾ به جڏهن ڪيس شهريت حاصل ڪرڻ جو موقعو مليو ته چٽن لفظن ۾ چيائين ته هو پاڪستان ۾ رهڻ ٿو چاهي. انهيءَ سچ ڳالهه جي اظهار کانپوءِ ڪيس برطانوي شهريت ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو جنهن تي ڪڏهن به افسوس نه ٿيس.

آمريڪا کان واپسيءَ تي ادو سراج پاڪستان پهتو جتي شاهين جي شاديءَ جون تياريون هلندڙ هيون. فائنل ايئر جي امتحان ۾ شاهين گائنيءَ ۾ سڀ کان وڌيڪ مارڪون ڪنيون پر سرجري ۽ ميڊيسن ۾ هائوس جاب ڪرڻ جو فيصلو ڪيائين جيڪو مون وانگر اعزازي نہ پر سندس قابليت جي بنياد تي مليو هئس. شاهين اڳتي وڌڻ جو فيصلو ڪيو هو پر بابا پنهنجي ٽي نڪاتي فارمولي تحت سندس وهانءُ ڪرائي ڇڏيو. اها شادي سوپاري ٿي نہ سگهي ۽ شاهين کي پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ ڏکي جدوجهد مان گذرڻو پيو. انهيءَ اڏام ۾ شاهين ثابت ڪيو تہ امان سندس نالو شاهين رکڻ ۾ ڪا غلطي نہ ڪئي هئي. هوءَ پنهجي اُڏام ۾ ڪڏهن بہ ٿڪجي نہ ويٺي ۽ زندگيءَ جي هر للڪار جو اڄ ڏينهن تائين لاڳيتو ۽ ڪاميابيءَ سان مقابلو ڪري رهي آهي. هوءَ هڪ ڪامياب، همدرد ۽ فقيري مزاج واري ڊاڪٽرياڻي آهي جنهن لاءِ مريض سڀ کان وڌيڪ اهميت رکن ٿا. امان درست طور تي مٿس فخر ڪري سگهي ٿي.

## 8 _ زندگي ٺهڪ ٺڪور جو نالو آهي

منهنجي لنڊن پهچڻ جي ڪجهه عرصي ڪانپوءِ ڪاليج ۾ منهنجو ساٿي ۽ دوست امير الحق به لنڊن پهچي ويو، اسين ٻئي ادي سراج سان گڏ رهيا سين. اسان ٻنهي جو پهريون مسئلو جي ايم سي امتحان پاس ڪرڻ هو. اهو امتحان هر اُن ڊاڪٽر کي پاس ڪرڻو پوندو آهي جيڪو برطانيا ۾ ڪم ڪرڻ ٿو چاهي. ان امتحان ذريعي پروڙيو ويندو آهي ته ڊاڪٽر ۾ ڪيتري قابليت آهي ۽ ڇا ڪيس ايتري انگريزي ٻولي اچي ٿي جو مريضن سان ڊيٽ ويٽ ڪري سگهي. مون ۽ امير گڏجي پڙهائي ڪئي، امير مونکان تمام گهڻو بهتر شاگرد هو. منهنجهي تعليمي قابليت ۾ ڪو خاص اضافو نه ٿيو هو ۽ عرب، ترڪ ۽ افريقي دوستن سان انگريزي ڳالهائي انهيءَ ٻوليءَ ۾ مهارت پڻ حاصل ڪري نه سگهيو هئس. آءٌ ٻنهي حصن ۾ ناپاس ٿيس جڏهن ته امير امتحان پاس ڪري اڳتي جي سفر جو راهي ٿيو. امير تمام گهڻي محنت ڪئي ۽ اڄ ڪلهه انتهائي مشهور سرجن آهي، سندس انتظامي ۽ پشيوارانه صلاحيتن تي حسد ئي ڪري سگهجي ٿو. امير جو برطانيا ۾ رهڻ پاڪستان لاءِ هڪ وڏو نقصان آهي.

ادو سراج ڪراچي موٽي آيو ۽ موٽڻ مهل هڪ وڏي شاهي رقم منهنجي حوالي ڪيائين ته جيئن ڪجهه عرصي تائين پنهنجو گذر سفر ڪري سگهان. ڪيس مايوس ڪرڻ ۾ ويرم ئي نه لڳايم ۽ ٻيو پيرو به پليب جي امتحان ۾ فيل ٿي پيس. حقيقت ته اها آهي ته پنهنجي طرفان تمام گهڻي تياريءَ ڪانپوءِ ٽيون پيرو به انهيءَ امتحان ۾ پاس ٿي نه سگهيس. ادي سراج ۽ باقي گهر ڀاتين کي ته مايوس ڪير ئي پئي پر مونکي خود پنهنجو پاڻ کان نراسائي پئي ٿي ۽ اهو

سوچڻ شروع ڪيم ته اهو امتحان ڪڏهن به پاس ڪري نه سگهندس. هڪ رات پنهنجي پياري دوست حميد پراچا سان گڏ پالم ٽيوب اسٽيشن کان ٻاهر پيئي نڪتس جو ڪجهه نسل پرست انگريزن اسان تي حملو ڪري ڏنو، اسان ٻنهي کي انجي توقع نه هئي. پراچا ڪجهه ڏينهن ۾ ئي فيصلو ڪيو ته هو انگلينڊ ۾ نه رهندو ۽ سگهو ئي امريڪا هليو ويو جتي اڄڪلهه واشنگٽن ۾ اڪين جو هڪ قابل ڊاڪٽر ۽ وڏي ڏاک جو مالڪ آهي.

پريشاني وچان پنهنجي سينئر دوستن کي فون ڪيم جن مان هڪ غفور ڪانسي به هو جيڪو تن ڏينهن ۾ آئرلينڊ ۾ ڪم ڪري رهيو هو. غفور مونکان پنج سال سينئر هو ۽ سندس تعلق ڪوئيٽا سان هو. هو ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ اين ايس ايف جو سرگرم ڪارڪن هو ۽ اڳتي هلي اين ايس ايف ڪراچيءَ جو صدر پڻ ٿيو. هو پهرين ڏينهن کان ترقي پسند هو ۽ زندگيءَ بابت سندس ورتاءُ سائنسي هو. تازو ئي پتو لڳم ته ڪاٻي ڌر وارا نظريا رکندڙ غفور ڪانسي ساڄي ڌر جي نظرين ڏانهن مائل ٿي ويو آهي. آءُ جيڪو ننڍپڻ ۾ مذهبي ۽ تعصب واري حد تائين ديني هئس سو وقت گذرڻ سان انيڪ سوالن جا جواب حاصل نه ڪري آهستي آهستي مذهب جي اثر مان نڪري آيس ۽ غفور ڄمار جي اُن مرحلي تي جتي مامرا سمجهڻ لاءِ وٽس وڏو شاهي تجربو هو، هوڏانهن نڪري ويو. اها ڳالهه اڄ به منهنجي لاءِ ڳجهارت بڻيل آهي.

غفور منهنجي فون جي هڪدم وراڻي ڏيندي چيو ته آءُ برطانيا ڇڏي آئرلينڊ منتقل ٿيان جتي پليب امتحان جي ضرورت نه هئي ۽ ڊاڪٽرن جي کوٽ پڻ هئي. آئرش ميڊيڪل ڪائونسل کي پي ايم ڊي سيءَ جو هڪ سرٽيفڪيٽ گهربل هو جيڪو ان ڳالهه جي تصديق ڪري ته آءُ ڊاڪٽر آهيان ۽ منهنجي خلاف مريضن کي هاڃو رسائڻ

جي ڪا شڪايت ناهي. پليب امتحان ۾ فيل ٿيڻ جي باوجود جيستائين پي ايم ڊي سيءُ جو تعلق هو، آءُ هڪ ڊاڪٽر ضرور هئس سو پاڪستان مان گهربل ڪاغذ ٺهي آيا ۽ آئرش ميڊيڪل ڪائونسل ۾ منهنجي عارضي رجسٽريشن ٿي وئي. پنهنجون ٻه چار شيون سهيڙيم ۽ لنڊن کان موڪلائي آئرلينڊ روانو ٿي ويس. اُن وقت لنڊن ڇڏڻ جو ڪو ڏک نه ٿئم پر اڄ جي ڳالهه ٻي آهي، هاڻ جڏهن به لنڊن ويندو آهيان ته اُتان نڪرڻ جو من ئي نه ٿيندو آهي. لنڊن جي پنهنجي سونهن ۽ پنهنجو جادو آهي جنهن ۾ هر ڪو ڦاسي ٿو پوي. ڪراچيءَ جي به اهائي خصوصيت هئي جيڪا ڪٿي گم ٿي وئي آهي.

آئرلينڊ جي اتر ۾ يورپ جو آخري شهر گالوي آهي، جنهن پهرين ڏينهن ئي مونکي پنهنجو اسير بڻائي ڇڏيو. غفور مونکي چيو هو ته ريلوي اسٽيشن تان نڪري هڪ شراب خانو سليفنگٽن نالي سان آهي جيڪو ڊاڪٽرن ۽ ميڊيڪل جي شاگردن جي پسنديده جاءِ آهي هو مون سان ملڻ لاءِ اُتي پهچي ويندو.

اسٽيشن کان ٻاهر نڪري هڪ شخص کان انهيءَ شراب خاني جو ڏس پڇيم ته هڪ کان وڌيڪ ڄڻا منهنجي رهنمائيءَ لاءِ تيار ٿي ويا، اهو لنڊن کان بنهه مختلف تجربو هو. جڏهن اُتي پهچي غفور جو اوسيئڙو ڪرڻ لڳس ته هڪ بيري سينڊوچ جي پليٽ ۽ ڪوڪا ڪولا جي بوتل منهنجي سامهون رکندي چيو ته خالي پيٽ ڪنهن جو انتظار ڪرڻ مناسب ناهي. لنڊن جي پيٽ ۾ اهڙي نوعيت جي مهمان نوازي منهنجي لاءِ انتهائي غير متوقع هئي. گالوي انتهائي سهڻو شهر آهي ۽ مشهور آئرش شاعر ڊبليو بي ايٽس انڪي اولهه جو وينس سڏيو آهي. مونکي ياد آهي ته ڪٿي پڙهيو هئم ته جيڪو هڪ ڀيرو گالوي اچي ٿو سو هر هر گالوي ٿو وڃي، اها ڳالهه سئو سيڪڙو صحيح آهي. شهر جي چمار هزار سالن کان به وڌيڪ آهي ۽ تاريخ انتهائي

دلچسپ. هتان جا ماڻهو انتهائي سادا سودا آهن، هتي سمنڊ به آهي ۽ انجي ڪنارن تي تفريح گاهون پڻ. شهر ۾ انيڪ سينيما هائوسز ۽ ٿيٽر آهن جن ۾ ڪونه ڪو ناٽڪ ٿيندو رهندو آهي. گالوي شهر ۾ رهندڙ، هر وقت تعليم پرائيندو ٿو رهي.

ڪجهه دير ۾ غفور پهچي ويو، اسان ٻنهي گهڙي پل ڪچهري ڪئي ۽ پوءِ هو مونکي پنهنجي گهر وٺي ويو. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ افضل پڻ گالوي پهچي ويو جيڪو افضل ڪنا طور مشهور هو. راجيش ڪنا سان ملندڙ جلندڙ هئڻ ڪري ڪاليج ۾ مٿس اهو نالو پيو هو. اسين ڪيس اڪثر صلاح ڏيندا هئاسين ته هو جيڪڏهن ميڊيڪل ڇڏي فلمي دنيا ڏانهن هليو وڃي ته جيڪر راجيش ڪنا ڪان اڳتي نڪري ويندو پر هُن فلمي دنيا وڃڻ بدران هيماٽولوجيءَ ۾ تربيت حاصل ڪئي ۽ هاڻ پنهنجي اينستيسٽ زال مسرت سان گڏ سعودي عرب ۾ ٽانيڪو آهي.

آءٌ ۽ افضل جنهن ڪمري ۾ رهندا هئاسين تنهن جي مسواڙ ڏهه پائونڊ في هفتو هئي، انڪانسواءِ گرم پاڻي يا هيٽر جا ڌار پئسا ڏيڻا پوندا هئا. جيئرو رهڻ لاءِ ڪيترائي جتن ڪرڻا پوندا آهن. سگهوئي پتو لڳو ته يونيورسٽي ڪاليج گالوي جي عوامي غسل خاني ۾ گرم پاڻيءَ واري ڦوهاري ۾ مفت وهنجي سگهجي ٿو، ان ريت اسان بچت ڪرڻ شروع ڪئي. گالوي ۾ ٻي چڱي ڳالهه اها هئي ته يونيورسٽيءَ جي لائبرري چوويهه ڪلاڪ ڪليل هوندي هئي ۽ شديد برفباريءَ ۾ به اُتان جي گرم ماحول ۾ پڙهائي تي پئي سگهي. نوڪري ڳولهڻ سان گڏوگڏ لائبرريءَ ۾ MRCOG جي پهرين حصي جو امتحان ڏيڻ جي تياري پڻ شروع ڪري ڏنم. لائبرري وڃڻ جو هڪ فائدو اهو به ٿيو ته پڙهائي مان ٿڪجي پوڻ تي لائبرريءَ جي وڊيو سيڪشن ۾ موجود انيڪ فلمن مان پنهنجي پسندجي فلم ڏسندوهئس جنهن سان ذهن

تازو ٿي ويندو هو. ان زماني ۾ ڪيئي اهڙيون فلمون ڏٺم جن منهنجي ذهن تي وڏو اثر ڇڏيو.

جيڪب برونسڪيءَ جي فلم ”انسان جي ارتقا“ ڏٺي فلم هئي جنهن ۾ ڄاڻايو ويو هو ته ڪهڙي ريت پٿريون گهرڙو وجود ۾ آيو ۽ پوءِ اڄوڪي شڪل جا انسان، جانور ۽ نباتات وجود ۾ آيا. آئرلينڊ جي تاريخ ۽ ويٽنام جنگ تي ٺهيل فلمن منهنجي ذهن جا ڪيترائي ڪبٽ کوليا ۽ منهنجي آئرلينڊ جي تاريخ ۾ دلچسپي پيدا ٿي. آئرلينڊ جي بي تاج بادشاهه چارلس اسٽيورٽ پارنيل جو ڪردار منهنجو پسنديده بڻجي ويو، سندس تعلق پروٽسٽنٽ اشرافيا سان هو پر هُن ڪيٿولڪ آباديءَ جي حقن ۽ آئرلينڊ جي آزاديءَ لاءِ انگلينڊ خلاف جدوجهد ڪئي. تاريخ سان منهنجي وڌندڙ دلچسپيءَ ۾ يونيورسٽي ڪاليج گالوي جي لائبرري منهنجي وڏي مدد ڪئي، جتان جون خوشگوار سارونيون سدائين منهنجي من ۾ رهنديون. مونکي تاريخ جي جيڪا ٿوري گهڻي ڄاڻ آهي تنهن ۾ ان لائبرريءَ جو وڏو ڪردار آهي.

پاڪستان ڇڏڻ کانپوءِ امان جي حڪم تي اها عادت ناهي ڇڏي هئم جو هر سومر تي امان يا بابا کي هڪ خط لکندو هئس. هڪ ٻه ڀيرا اهڙو خط لکڻ لاءِ ڪا خاص ڳالهه نه هئڻ ڪري رڳو موسم جو حال احوال لکندو هئس. هڪ ڀيري ته اهو به لکيم ته هن هفتي به موسم پوئين هفتي جهڙو ئي رهيو. امان جي خطن ۾ عام طور تي گهريلو ڳالهيون هونديون هيون يا مٽن مائٽن جو ذڪر. امان جي خط مان شاهين جي وهانءَ جو پتو لڳو، عفيا جي ڊاڪٽر بڻجڻ جو اطلاع آيو ۽ صفيا جي نوابشاهه وڃڻ جي خبر آئي. شبير جي ڪراچي اچڻ جي ڄاڻ ملي ۽ مامن، ماسين جي ٻارن جي حالتن جي خبر چار پئي. بابا جي خطن ۾ حوصلي افزائي هوندي هئي، ڪيس منهنجي تعليمي

ٿازو ٿي ويندو هو. ان زماني ۾ ڪيتريون اهڙيون فلمون ڏٺم جن منهنجي ذهن تي وڏو اثر ڇڏيو.

جيڪب برونسڪيءَ جي فلم ”انسان جي ارتقا“ ڏٺي فلم ھئي جنهن ۾ ڄاڻايو ويو هو ته ڪهڙي ريت پهريون گهرڙو وجود ۾ آيو ۽ پوءِ اڄوڪي شڪل جا انسان، جانور ۽ نباتات وجود ۾ آيا. آئرلينڊ جي تاريخ ۽ ويٽنام جنگ تي ٺهيل فلمن منهنجي ذهن جا ڪيترائي ڪپاٽ کوليا ۽ منهنجي آئرلينڊ جي تاريخ ۾ دلچسپي پيدا ٿي. آئرلينڊ جي بي تاج بادشاهه چارلس اسٽيورٽ پارنيل جو ڪردار منهنجو پسنديده بڻجي ويو، سندس تعلق پروٽسٽنٽ اشرافيا سان هو پر هُن ڪيٿولڪ آباديءَ جي حقن ۽ آئرلينڊ جي آزاديءَ لاءِ انگلينڊ خلاف جدوجهد ڪئي. تاريخ سان منهنجي وڌندڙ دلچسپيءَ ۾ يونيورسٽي ڪاليج گالوي جي لائبرري منهنجي وڏي مدد ڪئي، جتان جون خوشگوار سارونيون سدائين منهنجي من ۾ رهنديون. مونکي تاريخ جي جيڪا ٿوري گهڻي ڄاڻ آهي تنهن ۾ ان لائبرريءَ جو وڏو ڪردار آهي.

پاڪستان ڇڏڻ کانپوءِ امان جي حڪم تي اها عادت ٺاهي ڇڏي هئم جو هر سومر تي امان يا بابا کي هڪ خط لکندو هئس. هڪ ٻه ڀيرا اهڙو خط لکڻ لاءِ ڪا خاص ڳالهه نه هئڻ ڪري رڳو موسم جو حال احوال لکندو هئس. هڪ ڀيري ته اهو ٻه لکيم ته هن هفتي ٻه موسم پوئين هفتي جهڙو ئي رهيو. امان جي خطن ۾ عام طور تي گهريلو ڳالهيون هونديون هيون يا مٽن مائٽن جو ذڪر. امان جي خط مان شاهين جي وهانءَ جو پتو لڳو، عفيا جي ڊاڪٽر بڻجڻ جو اطلاع آيو ۽ صفيا جي نوابشاهه وڃڻ جي خبر آئي. شبير جي ڪراچي اچڻ جي ڄاڻ ملي ۽ مامن، ماسين جي ٻارن جي حالتن جي خبر چار پئي. بابا جي خطن ۾ حوصلي افزائي هوندي هئي، ڪيس منهنجي تعليمي

ڪارڪردگيءَ جي مڪمل ڄاڻ هئي پر سندس جوش ڏياريندڙ خط اچڻ جو سلسلو بند نه ٿيو. ڪيس مون تي مونکان وڌيڪ اعتماد هو. بابا جي اها عادت هئي ته ڪٿنب، مٿن مائٽن يا دوستن يارن تي ڪا به ڏکيائي ايندي هئي ته هو حوصلي ۽ همت وڌائڻ وارا خط لکندو هو ۽ جهڙي ريت سندس عادت هئي ته جيڪو وڌيڪ ڏکيائي ۾ يا وڌيڪ ناڪاميءَ ۾ هوندو هو تنهن تي وڌيڪ ڌيان ڏريندو هو، سو اُن وقت سندس وڌيڪ ڌيان مونتي ئي هو.

جڏهن پارٽ ون امتحان جي تياري ڪري رهيو هئس ته ياد اٿم ته فزيالوجي پڙهڻ ۾ ڪيڏي ڏکيائي ٿي هئم. گينانگ جي فزيالوجيءَ واري ڪتاب ۾ جڏهن گهرڙن بابت پڙهڻ شروع ڪيم ته پهريون ڀيرو احساس ٿيم ته آءُ ڪيڏو نه وڏو جاهل آهيان، فزيالوجي جي سمجهڻ ۾ ايڏي ڏکيائي ٿي جو اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. اهو اندازو نه اٿم ته اهي ڳوڙها گذريل سالن دوران نيڪ طريقي سان پڙهائي نه ڪرڻ تي هئا يا پنهنجو پاڻ تي افسوس ڪرڻ واسطي، سبب ڪجهه به هجي، ڳوڙها منهنجي اکين ۾ هئا ۽ مونکي ئي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ڇا ڪريان.

اهو ڪتاب جديد دنيا جي ميڊيڪل اسڪولن جو پسنديده ترين ڪتاب هو. آءُ ته هئس ئي خراب شاگرد پر اسانجي ڪاليج جي ڪيترن ئي هوشيار شاگردن کي به ان ڪتاب جو پتوئي نه هو. اهو ظاهر ٿو ڪري ته اسانجي دور ۾ تعليمي سرشتو ڪيڏو واهيات ۽ پوئتي پيل هو. دنيا جيڪي ڪجهه پڙهيو پئي، اسين انجي بنهه ابتڙ پاسي پئي وياسين. افسوس جي ڳالهه آهي ته ميڊيڪل جي تعليم ۾ اڃان تائين صورتحال ڪا خاص بدلي ناهي. امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ڊاڪٽر گنانگ کي خط لکيم ته سندس زبردست ڪتاب مونکي انساني فزيالوجي سمجهڻ ۾ جيڪا مدد ڪئي آهي، حياتياتي سائنس جي

حقيقت کي پروڙڻ ۾ مدد ڪئي آهي ۽ انسانيت جي ڀلائي ۾ جيڪو ڪردار هن ادا ڪيو آهي، تنهن تي اسين دنيا جا لکين ميڊيڪل جا شاگرد سندس ٿورائتا آهيون.

اُهي ڏينهن بہ عجيب هئا. ڪتاب مونکي بنهہ پلئہ نہ پئي پيا. پنجن سالن ۾ جيڪي ڪجهہ پڙهڻ ڪپندو هئم سو هاڻ پڙهي نہ پئي سگهيس. ايئن ٿي لڳو تہ ڄڻ اهي بنيادي شيون پڙهندي ئي زندگي گذري ويندي. سمجهہ ۾ نہ پئي آيم تہ ڪتاب ٻاهر اڇلايان يا پاڻ ٻاهر ٽپ ڏئي ميڊيڪل جي تعليم کي هميشہ لاءِ ڇڏي ٻيو ڪجهہ ڪريان. ان قسم جي احساسن سان سياري جي هڪ رات پنهنجي ڪمري تي پهتس تہ بابا جو هڪ خط رکيل هو. اهو سوچيندي تہ ان خط ۾ ڪا نئين ڳالهہ تہ نہ هوندي سو تڪڙ چو ڪريان پر ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪجهہ نہ هئڻ سبب خط کولي پڙهڻ شروع ڪيم. لفافي ۾ بابا جو معمول وارو خط هو پر نہ ڄاڻ ڪهڙي ڳالهہ هئي جو اُن ڏينهن سندس خط جو هڪ هڪ لفظ دل ۽ دماغ ۾ لهي ويو. سندس پرجوش شعرن ۽ جملن منهنجي جسم ۾ وڄ ورائي ڇڏي ۽ سوچڻ شروع ڪيم تہ اها ميڊيڪل جي بنيادي تعليم آهي ۽ ان ۾ اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي جيڪا نہ ڪري سگهان. بابا جو سدائين چوڻ هوندو هو تہ ڪوبہ ڪم ناممڪن ناهي، سو هيءُ ڪم بہ ناممڪن نہ هوندو، نيٺ بہ مون جهڙا انسان ئي اهي امتحان پاس ڪري رهيا آهن.

ان رات انتهائي سڪون واري ننڊ آئي ۽ ٻئي ڏينهن لائبريءَ ۾ گينانگ جي فزيالوجي منهنجي لاءِ سولي ٿيڻ لڳي. ٿورن ئي ڏينهن ۾ انساني فزيالوجيءَ جا اسرار مونتي کلڻ لڳا. ڄڻ ڪولمبس امريڪا دريافت ڪري رهيو هجي. فزيالوجي منهنجي لاءِ ٻارن جي راند بڻجي وئي ۽ تيزيءَ سان رٿيل ڪورس پڙهڻ لڳس. بابا جي

ڳالهين ۽ نصيحتن ۾ ايڏي طاقت هئي، هو ناممڪن کي ممڪن بنائڻ جي راهه جو سونهون هو.

يونيورسٽي ڪاليج گالوي جي لائبرريءَ ۾ هڪ ٻيو واقعو پيش آيو جنهن سان منهنجي سوچ ۽ سياءَ ۾ وڏي تبديلي آئي. هڪ رات لائبرريءَ ۾ اناٽومي پڙهي رهيو هئس جو ڊگهي قد واري اڇا ڪپڙا پهريل هڪ سنهڙي شخص مونکي پاڻ ڏانهن ڏيان ڇڪرائيندي معلوم ڪيو ته آءٌ ڇا پيو ڪريان، ٻڌايومانس ته MRCOG جي پهرين حصي جو امتحان ڏيڻ جي تياري پيو ڪريان. جنهن تي هُن ٻڌايو ته هو يونيورسٽيءَ جي ميڊيڪل ڪاليج ۾ اناٽوميءَ جو پروفيسر آهي. مون پروفيسر ايم جي ٽي فٽز جيرالڊ جو نالو ٻڌو هو ۽ سندس لکيل ايمبرالوجيءَ وارو ڪتاب پڻ مون وٽ هو. هُن ايندڙ ڏينهن مونکي پنهنجي آفيس گهرايو ۽ ڪاليج جي اناٽومي هال ۾ ڪم ڪندڙ عملي سان ملائڻ وٺي ويو ۽ کين هدايت ڪيائين ته آءٌ موڪلن وارن ڏينهن سميت جڏهن ۽ جنهن وقت به چاهيان اناٽومي هال ۾ لاش تي ڪم ڪري ۽ اناٽومي پڙهي سگهان ٿو.

آءٌ ڊاڪٽر فٽز جيرالڊ کي نه سڃاڻندو هئس ۽ نه ئي وري ڪڏهن منهنجو ساڻس واسطو ٿي پيو هو، هُن هڪ شاگرد کي اناٽومي پڙهندي ڏٺو ۽ پنهنجي وس ۾ موجود علم جا در مونتي کوليائين. پاڪستان ۾ اهڙو ڪو پروفيسر نه ڏٺو اٿم. ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ گهڻي ڀاڱي مصنوعي ۽ جز وقتي پروفيسر ڏٺا هئم جن جي ذاتي انا کين انهيءَ ڳالهه جي اجازت نٿي ڏني ته هو شاگردن جي ڪا واهر ڪن ۽ ساڻن سندن سطح تي اچي ڳالهائين. سندس انهيءَ سياءَ مونکي انتهائي متاثر ڪيو ۽ خاص طور تي سندس عاجزي ۽ انڪساريءَ مونکي پنهنجو مريد بڻائي ڇڏيو، ايئن لڳم ته ڄڻ آءٌ به اناٽومي هال ۾ ليٽيل، ڍڪيل ڪو مڙدو جسم آهيان جنهن ۾ حياتي ڦوڪڻ جي

ڪوشش پئي ڪئي وڃي. ان واقعي ڪانئوءِ جڏهن امتحان ڏئي فارغ ٿيس ته ايندڙ نتيجي موجب ٻيهر ناپاس ٿي پيس ته اها ڳالهه مون تي واضح ٿي ته حوصلي افزائي سان ۽ جوش ۾ حاصل ڪيل تعليم ڪافي ناهي هوندي. اها ڳالهه پڻ واضح ٿي ته ڪيترن ئي سالن جي جهالت ڪي ڪجهه ڏينهن اندر ميساري نٿو سگهجي. بنيادي تعليم ۽ اعليٰ تربيت جو ڪو شارٽ ڪٽ ناهي، سٺي تعليم ۽ ميڊيڪل جي سٺي تربيت لاءِ وقت، محنت ۽ رهنمائي گهربل هوندي آهي. پاڪستان ۾ تعليم تي ڌيان نه ڏريم، سياست ۽ سياسي، مذهبي، ادبي ۽ سماجي ڪتاب پڙهڻ تي محنت ڪيم ۽ ميڊيڪل تعليم لاءِ موجود رهنمائيءَ مان ڪوبه لاڀ نه پرايم.

## ڪمار، طاهر ۽ عارضي نوڪري

منهنجي پڙهائي ۽ امتحانن ۾ فيل ٿيڻ جو سلسلو هلندو رهيو. گذاري لاءِ ڏوڪڙن جو ڪو مسئلو نه هو ڇاڪاڻ جو ادو سراج چڱي موچاري رقم ڇڏي ويو هو ۽ ميڊيڪل ڪاليج جا ڪيترائي دوست روزگار سان هئا، جن ڪان ضرورت مهل اوڌر ملي پئي سگهي. اسانجي رهڻي ڪهڻي وارو طريقو انتها درجي واري سادگيءَ پريو هو. اهڙين حالتن ۾ پئسي ڏوڪڙن جي ڪا خاص ضرورت ته نه هئي پر اهو به ضروري هو ته ڪا نوڪري ڪجي ته جيئن هتان جي وهنوارن جو پتو لڳي سگهجي.

خبر پئي ته گالوي جي مرلن پارڪ اسپتال جي يورولوجيءَ واري شعبي ۾ ڊاڪٽر ايچ سي بريڊن جي وارڊ ۾ هڪ عارضي جاءِ خالي آهي، انٽرويو لاءِ پئي ويس ته اڪثر دوستن يارن جو چوڻ هو ته اهو ڊاڪٽر پنهنجي ڪاوڙ ۽ بدتميزيءَ ڪري ايترو بدنام آهي جو عام طور تي آئرش ڊاڪٽر وٽس ڪم نه ڪندا آهن. ڊاڪٽر بريڊن لاءِ

مشهور ڳالهين سبب مونکانسواءِ ڪو ٻيو ڊاڪٽر انٽرويو لاءِ آيو ئي نه سو مونکي اها نوڪري ملي وئي. ساڻس گڏ ڪم ڪرڻ تي پتو پيم ته هو ڪاوڙجندو ته ضرور آهي پر انتهائي ڀلو ڊاڪٽر هو جيڪو پنهنجي مريضن لاءِ ته ڄڻ فرشتو هو. هو انتهائي قابل سرجن هو ۽ جونيئر ڊاڪٽرن سان سندس جهيڙا به مريضن جي مامرن تي ٿيندا هئا. ٿورڙي عرصي ۾ ئي ڊاڪٽر بريڊن ڪان گهڻو ڪجهه پرايم ۽ ساڻس منهنجا انتهائي ڀلا تعلقات ٿي ويا. هو بنيادي طور تي هڪ سٺو انسان هو جيڪو مريضن لاءِ ڪجهه به ڪرڻ لاءِ تيار هوندو هو.

يورولوجيءَ ڪانپوءِ آرٿوپيڊڪس ۾ هڪ ڏکيو ڪم (عارضي ملازمت) ڪيم. ان زماني ۾ منهنجي ملاقات ٻن ٻين دلچسپ ماڻهن سان ٿي. ڊاڪٽر ناگندر ڪمار دوبي جو تعلق پٽنا بهار سان هو جيڪو انتهائي ذهين شاگرد هو ۽ رائل ڪاليج جي امتحان ۾ پيٿالوجيءَ واري مضمون ۾ سئيون مارڪون کنيون هئائين. آئرلينڊ ۾ امتحان پاس ڪري هو انگلينڊ هليو ويو ۽ ويندي ويندي پنهنجي سائيڪل مونکي ڏئي ويو. هُن انگلينڊ ۾ پڻ پنهنجا امتحان پاس ڪيا ۽ اڄڪلهه پٽنا ۾ هڪ مشهور يورولوجسٽ طور ڪم ڪري رهيو آهي. سندس ڏنل سائيڪل جو فائدو اهو ٿيو جو گالوي ۾ گهمڻ ڦرڻ ۾ سولائي ٿي پئي.

طاهر سان ملاقات حادثاتي هئي. آءُ ۽ افضل ڪنا رهيلن گليب بس اسٽاپ تي بس جو انتظار ڪري رهيا هئاسين جو هڪ هيڊي رنگ جي وڏي ونگن اچي اسان آڏو بيٺي ۽ گاڏيءَ مان هڪ وڏي مڇي ۽ وڏي ڇهري واري پاڪستاني قسم جي ماڻهو وڏي واڪي پڇيو ته پاڪستاني ٿا لڳو. اسانجي هائوڪار تي طاهر اسانکي گاڏيءَ ۾ ويهڻ جي صلاح ڪئي. اسين هڪدم گاڏيءَ ۾ ويهي رهياسين ۽ هو اسانکي گالوي جي مشهور شراب خاني لائينز ٽاور وٺي آيو. گاڏي مان

لهڻ تي اندازو ٿيو ته رڳو مٿو ۽ چهرو ئي نه پر سندس قد بت پڻ وڏو آهي. لائيٽز ٽاور ۾ بن ڪلاڪن جي ڪچهري، ڪانپوء هُن اسانکي پنهنجي گهر تي ماني، جي صلاح ڪئي جيڪا اسان هڪدم قبولي ورتي.

گالوي ڪان ٻاهر ڪلير گالوي واري علائقي ۾ جڏهن سندس گهر پهتاسين ته سندس آئرش زال روزينا اسانجو آدر ڀاء ڪيو. هوء اردو ۽ پنجابيء سان گڏ انگريزي ڳالهائي رهي هئي ۽ اسانکي پنهنجي هٿن سان ٺاهيل پنجابي طريقي جو پاڪستاني کاڌو انتهائي اُڪير سان کارايائين جيڪو اسانکي وڏي عرصي ڪانپوء نصيب ٿيو هو.

ماني کائڻ ڪانپوء طاهر اسانکي صلاح ڪئي ته اسين سندس ئي گهر ترسي پئون ته صبح جو هو اسانکي لائبرري ڇڏي ايندو. اسان پنهي کي ان ۾ ڪو لاچار نه هو. ٻئي ڏينهن جڏهن لائبرري تي اسانکي ڇڏيائين ته اسانکي امڪان نه هو ته ڪو ساڻس جلدي ملاقات ٿيندي پر شام جو لائبرري پهچي هو اسانکي ٻيهر ماني کارائڻ لاء اچي ويو. هو انتهائي دوستاڻي مزاج وارو ۽ زور زور سان ڳالهائيندڙ ۽ ٺهڪ ڏيندڙ شخص هو. تڪڙوئي اسانجي ساڻس گهاٽي سنگت ٿي وئي. اجان اسانجي چاڻ سڃاڻ کي ڪي هفتا ئي مس لنگهيا هئا جو هڪ ڏينهن مونکي ۽ افضل کنا کي چيائين ته ڪيس ڪجهه پئسن جي ضرورت آهي. اسان پنهي جي اڪائونٽن ۾ ڪجهه رقم هئي جيڪا سندس چوڻ موجب ڪجهه ڏينهن لاء ڪيس ڏئي ڇڏيسين. ڪيترن ئي ڏينهن تائين هو اسان سان ملندو ته رهيو پر پئسن جو ڪو ذڪرئي نٿي ڪيائين. اسان ليکيو ته هاڻ اهي ڏوڪڙ ڪڏهن به نه ملندا. هڪ ڏينهن طاهر ايندي ئي اسانکي پنهنجي رقم ڪجهه اضافي ڏوڪڙن سان موٽائي ڏني ۽ چيائين ته اهو اسانجي سيڙپ جو نفعو آهي. جڏهن

اٿيءَ سيڙپ بابت پڇيو مانس ته وراڻيائين ته هُن مانچسٽر مان جينز جي ڪپڙي جا هڪ لک وال خريد ڪيا هئا پر اُن وقت وٽس ڏوڪڙ ڪٿي پيا هئا جيڪي اسانکان قرض وٺي پورا ڪيائين. جينز جو ڪپڙو وڪرو ڪرڻ تي ڪيس نفعو ٿيو جنهن مان اسانکي حصو ڏنائين. هڪ ڏينهن طاهر اسان کي ناگندر ڪمار دوبي جي پراڻي سائيڪل رستي جي ڪناري بيهاري پنهنجي وئگن ۾ ويهڻ لاءِ چيو جڏهن چيومانس ته ترس سائيڪل کي ٿنڀي سان ٻڌي تالو هڻان ته چوڻ لڳو ڊاڪٽر صاحب! هيءَ آئرلينڊ آهي هتي ڪوبه سائيڪل نه چورائيندو آهي. لائينز ٽاور تي گاڏي بيهارڻ ڪانپوءِ هُن گاڏيءَ جي پوئين پاسي رکيل ٻه نيون سائيڪلون اسانکي ڏيکاريون جيڪي هُن اسان لاءِ خريد ڪيون هيون. واپسيءَ تي منهنجي پراڻي سائيڪل پنهنجي جاءِ تان گُم هئي جنهن تي طاهر چيو ته ڪيس پتو هو ته اهوئي ٿيندو، ڪو ضرورتمند آئرش ڪاهي ويو هوندو اها سائيڪل. طاهر ان قسم جو يار باش ۽ سدائين ٻين لاءِ سوچيندڙ شخص هو.

طاهر سان گڏجي اسين شراب خانن، گهوڙي ڊوڙ ۽ جوا خانن ۾ ويندا رهندا هئاسين جتي اڪثر هارائي ويندا هئاسين پر هڪ اصول تحت اسان ٻنهي ڪڏهن به ڏهه پائونڊن کان وڌيڪ رقم جوا ۾ نه هارائي جڏهن ته کٽاسين ڪڏهن به نه. طاهر اڪثر جوا ۾ کٽي ويندو هو ۽ سندس گهوڙا به ڪجهه نه ڪجهه ڪمائي ڏيندا هئا. طاهر اڪثر چوندو هو ته اسان ٻنهيءَ جي پاڳن ۾ حرام جي ڪمائي آهي ئي نه. افضل ڪنا جو ته پتو نه اٿم پر منهنجا پاڳ اڃان تائين ساڳيا آهن.

اُن زماني ۾ طاهرسان گڏ ڪيترائي ڀيرا مائيڪل ڊي هگنيزبه مليو جيڪو ٽن ڏينهن ۾ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائيندو هو ۽ گالوي شهر مان آئرش سينيٽ جو ميمبر هو. هو فلسطين ۽ ڏکڻ افريڪا جي حق ۾ نڪرندڙ جلوسن ۾ سدائين شريڪ ٿيندو هو، سندس گهر تي اسان

جهڙن شاگردن لاءِ هر وقت چانهه پاڻيءَ جو انتظام هوندو هو. مون سان ۽ طاهر سان سندس ورتاءُ انتهائي دوستاڻو هو، سائنس ڪچهري ڪرڻ تي لڳندو هو ته هو انتهائي پڙهيل ڳڙهيل شخص آهي 2011 جي پڇاڙ ۾ خبر پيم ته مائيڪل ڊي هگنزآئرلينڊ جو صدر چونڊجي ويو آهي. سئو سيڪڙو پڪ اٿم ته هُن ڊبلن جي صدارتي محل کي به شاگردن ۽ عام شهرين لاءِ پنهنجي گهر جيان ديوانِ عام بڻائي ڇڏيو هوندو.

امتحان ۾ فيل ٿيڻ کانپوءِ مونکي هڪ ٻي عارضي نوڪري ڊبلن پرسان ڪائونٽي ڪلڊير شهر ۾ ملي. ٿيو اهو جو اخبار ۾ اشتهار پڙهڻ کانپوءِ اُتان جي ڊاڪٽر والڊرن کي فون تي پنهنجو نالو ٻڌائي نوڪريءَ جي خواهش جو اظهار ڪيم. ڊاڪٽر والڊرن کي منهنجو نالو سمجهه ۾ نه پئي آيو ۽ مونکان پڇيائين ته ڇا منهنجو نالو شير گار نالي انهيءَ گهوڙي تي آهي جيڪو تازو گُم ٿي ويو آهي. ان زماني ۾ آغا خان جو مشهور ۽ انتهائي قيمتي گهوڙو شير گار آئرلينڊ ۾ اغوا ٿي گُم ٿي ويو هو. مون پنهنجو پاڻکي گهوڙي جي نالي تي سڏيو وڃڻ تي اعتراض نه واريو. هُن ايندڙ ڏينهن اسپتال ۾ اچي ملڻ لاءِ چيو.

اُن وقت ٿي گهران نڪري پيس ۽ گالوي ريلوي اسٽيشن تان ريل گاڏيءَ ذريعي ٽن ڪلاڪن ۾ ڊبلن پهچي ويس. سوچيم هئم ته ڊبلن ريلوي اسٽيشن پرسان مسجد ۾ مفت رات رهي صبح سوير هليو ويندس، پر مسجد ۾ هڪ نئون مسئلو پيدا ٿي پيو، اُهو هيءُ ته جڏهن اتي پهتس ته اُن جي منتظم مونکان منهنجو پاسپورٽ گهريو جيڪو جيتوڻيڪ مون وٽ موجود هو پر آءُ اصولي طور تي اهو ڪيس ڏيکارڻ لاءِ تيار نه هئس. آءُ پنهنجي مختلف سفرن دوران انيڪ مندرن، گوردوارا ۽ چرچن ۾ رهي چڪو هئس ۽ اڄ تائين ڪنهن به مونکان پاسپورٽ نه گهريو هو. ڏند ڇڪ کانپوءِ به آءُ ڪيس پاسپورٽ

ڏيکارڻ لاءِ تيار نہ هئس سو هُن مونکي رات رهڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. جڏهن مسجد جي ڊاڪٽرن تان لٿس پئي تہ ملائشيا واسي هڪ شاگرد مونکي رات پنهنجي گهر هلي رهڻ جي نيند ڏني، جنهن اسان جي ڳالهہ ٻولهہ ٻڌي هئي. سو اُها رات گذارڻ لاءِ عبدالرحمان جي فليٽ تي هليو ويس. هُن مونکي پنهنجي ملڪ جي انداز واري ماني کارائي ۽ سمهڻ لاءِ گرم ڪمري ۾ بسترو پٽ ڏنو. عبدالرحمان ٻڌايم تہ اُن وقت ڊبلن جي سمورن تعليمي ادارن سان ملائيشيا جي وزيراعظم مهاتير محمد جي حڪومت ناهہ ڪيا آهن جن تحت ملائشيا جا شاگرد نہ رڳو تعليم حاصل ڪري رهيا آهن پر اسڪالرشپ ملڻ سبب زندگي بہ بهتر پيا گذارين. اڄ مونکي احساس ٿو ٿئي تہ مها تير محمد جي تعليمي پاليسي مڪمل طور تي ڪامياب ٿي وئي آهي ۽ ويهن سالن اندر ملائيشيا اُسرندڙ کان اُسريل ملڪ ڏانهن وڌي رهيو آهي، هاڻ اُتان جا شاگرد ٻين ملڪن ۾ تعليم پرائڻ نٿا وڃن پر ٻين ملڪن جا انيڪ شاگرد تعليم لاءِ ملائشيا پيا وڃن، تعليم جو جادو ايئن پنهنجو اثر ڏيکاريندو آهي. ڪافي ڏينهن تائين عبدالرحمان سان منهنجو رابطو برقرار رهيو، پڪ سان اڄڪلهہ ملائشيا ۾ هڪ لائق ڊاڪٽر طور ڪم ڪري رهيو هوندو. ان رات سوچيندو رهيس تہ پاڪستان ۾ ڪا حڪومت اهو ڇو نٿي سوچي تہ ترقيءَ جي واٽ فقط تعليم ذريعي ئي طئي ڪري سگهجي ٿي ۽ تعليم کانسواءِ اهو ممڪن ئي ناهي تہ ڪو ترقي ڪري سگهجي.

ايندڙ ڏينهن اسپتال ۾ ڊاڪٽر والڊرن جي رجسٽرار ڊاڪٽر گريوال منهنجو انٽرويو ورتو ۽ ڪجهہ بنيادي سوالن ڪانپوءِ چيائين تہ آءٌ پنهنجو پاڻکي آئرش ميڊيڪل ڪائونسل ۾ رجسٽر ڪرايان، ميڊيڪل پروٽيڪشن سوسائٽي جي فيءَ جمع ڪرايان ۽ ڪم شروع ڪري ڏيان. ناس کان پوءِ ڊبلن ويس جتي رجسٽريشن ڪرايم ۽ لنڊن

۾ پنهنجي دوست حسن مُلان ذريعي ميڊيڪل پروٽيڪشن سوسائٽي جي فيءَ جمع ڪرائي ڪم شروع ڪيم. ڊاڪٽر ڪيهر گانپوءِ ڊاڪٽر ڳريوال ٻيو سڪ هو جنهن دل کولي منهنجي مدد ڪئي. نيروبيءَ ۾ ئي منهنجي من مان سڪن جو ڊپ نڪري ويو هو. ناس ۾ سڪن تي اعتماد ۾ اضافو ٿيو. هيل تائين زندگيءَ ۾ جيڪي به سڪ آيا آهن تن کو نقصان رسائڻ بدران فائدو ئي رسايو آهي. عام طور تي هو کلمک، زنده دل ۽ ٻين جي مددڪرڻ لاءِ آتا رهن ٿا.

ناس ۾ سٺو وقت گذاريم، اسپتال ۾ڪم ڪرڻ ڪانسواءِ اُتي هڪ گهوڙي بانيءَ جي اداري راڪي مائونٽين هارس رائيڊنگ ڪلب ۾ پڻ داخلا ورتم. ان ڳالهه تي دنگ رهجي ويندو هئس ته آئرلينڊ جي انتهائي گهٽ آباديءَ وارو ملڪ هوندي به انجا شهري تفريحي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو ٿا وٺن. آءُ به پنهنجي طور تي ان مان لاڀ پرائي رهيو هئس جيتوڻيڪ منهنجو بنيادي مقصد سائڪلنگ، گهوڙي سواري يا جمنازيم نه هو. پڙهائي واري بنيادي ڪم ۾ مونکي ڪا ڪاميابي نه پئي ملي، جنهن لاءِ هتي آيو هئس. عارضي ملازمتن مان مونکي مالي لاڀ ته حاصل پئي ٿيا ۽ اهو پتو لڳي رهيو هو ته هاڻ آءُ هڪ محفوظ ڊاڪٽر آهيان، پر اجان تائين پنهنجي پسند واري شعبي ۾ ڪم حاصل ڪري نه سگهيو هئس.

ناس واري نوڪريءَ ڪانپوءِ واپس گالوي موٽي ويس ۽ ٽيون پيرو امتحان ڏئي معمول جيان ان ۾ فيل ٿي ڏيکاريم. هاڻ باقي به پيرا امتحان ڏئي پئي سگهيس، اُن زماني ۾ رائل ڪاليج جي امتحانن ۾ شامل ٿيڻ جو محدود تعداد هو. اهو سوچي مونکي ٿڌا پگهر ٿي آيا ۽ سوچيندو هئس ته ڪهڙي مصيبت ۾ ڦاسي پيو آهيان. فيصلو ڪيم ته پوري ايمانداريءَ سان به پيرا وڌيڪ امتحان ڏيندس ۽ جيڪڏهن انهن ۾ به فيل ٿي پيس ته طب وارو شعبو ڇڏي ڪجهه ٻيو

ڪرڻ تي ويچاريندس. بابا ۽ امان کي سمجهائڻ ڏکيو ٿيندو پر مون سان گڏ کين به سمجهڻو پوندو ته ڪجھ ماڻهو زندگيءَ ۾ ڪجھ ڪم نه ڪري سگهندا آهن. هڪ ڀيرو اهڙو فيصلو ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجو پاڻ کي هلڪو محسوس ڪرڻ شروع ڪيم، ان دوران سوچيم ته هاڻ ڪنهن ريت آبسٽيٽرڪس ۽ گائناڪولوجيءَ واري شعبي ۾ نوڪري ڳولهڻ گهرجي ته جيئن ان ملڪ ۾ ان ميدان جو به ڪجھ تجربو پرايان. مونکي ٻڌايو ويو ته گالوي کان لڳ ڀڳ سٺ ميلن جي فاصلي تي پورٽيئنڪلا اسپتال ۾ ڊاڪٽر سي جي ڪار منهنجي مدد ڪري سگهي ٿو. کيس خط لکيم ته هڪدم وراڻي اچي وئي، جنهن ۾ مونکي انٽرويو لاءِ گهرايو هئائين. مون ۾ اهڙي ڪا خاص ڳالھ ته نه هئي پر نه ڄاڻ ڇو ڊاڪٽر ڪار مونکي اعزازي نوڪريءَ جي آڇ ڪئي جيڪا مون هڪدم قبولي ورتي.

ڊاڪٽر ڪونرجي ڪار هڪ انتهائي ايماندار ۽ ذميوار ڊاڪٽر هو. هو هڪ شريف ڪيٿولڪ انسان هو ۽ آئرلينڊ جي اخبار آئرش ٽائيمز ۾ اڪثر عورتن جي حقن ۽ خاص طور تي حمل ڪيرائڻ بابت آئرش قانونن تي لکندو رهندو هو. آئرلينڊ ۾ رهڻ دوران اهڙو ڪو ڏينهن ورلي ئي گذريو هوندو جڏهن آئرش ٽائيمز اخبار نه پڙهي هونديم، اڄ به ڪڏهن ڪڏهن انٽرنيٽ تي اها اخبار پڙهي وٺندو آهيان. ڊاڪٽر ڪار بابا وانگر پيدائشي طور تي هڪ اُستاد هو، جيڪو هر وقت ڪجھ نه ڪجھ سيکارڻ يا سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو هو. هو عورتن جو تمام گهڻو احترام ڪندو هو، عورتن بابت سندس ورتاءُ انتهائي شاندار هوندو هو، سندس نظر ۾ سموريون عورتون احترام لائق هيون، پوءِ ڀل سندن تعلق ڪهڙي به طبقي سان هجي. ان احترام جو مظاهرو سندس روزمره واري عمل ۾ صاف نظر ايندو هو.

اسپتال ۾ پهرين ڏينهن ئي مونکي اندازو ٿي ويو ته ڊاڪٽر ڪار وارڊ راﺋﻮنڊ دوران جونيئر ڊاڪٽر مان اُميد رکندو هو ته هو مريض عورت جو نالو ۽ هيمو گلوبين زباني طور تي ٻڌائين منهنجي لاءِ آئرش نالا ياد رکڻ انتهائي ڏکيو هو پر مون اهو طريقو ڳولهي ڪڍيو ته وارڊ راﺋﻮنڊ کان اڳ صبح ساڻ وارڊ ۾ موجود سمورين مريضن عورتن جا نالا ۽ هيموگلوبين سندن چارٽ مٿان اردو ۾ لکي ڇڏيندو هئس ۽ راﺋﻮنڊ دوران هر ڪنهن جو نالو ۽ هيمو گلوبين چارٽ کولڻ ڪانسواءِ ٻڌائي ڇڏيندو هئس. ڪجهه ڏينهن اينڊر ان لائق ٿي ويس جو انهيءَ طريقي جي ضرورت نه رهي. ڊاڪٽر ڪار لاءِ اها هڪ غير متوقع ڳالهه هئي ۽ ڪيس اهو انتهائي چڱو لڳو ته آءٌ نه رڳو مريضن جا نالا پر سندن هيموگلوبين پڻ زباني ٿو ياد رکان. ڪافي ڏينهن ڪانپوءِ جڏهن ان ڳالهه تي اچرج جو اظهار ڪيائين ته ڪيس پنهنجي حرڪت بابت ٻڌايم ته زوردار ٽهڪ ڏنائين.

ڇهن مهينن ڪانپوءِ ڊاڪٽر ڪار مونکي باضابطا نوڪري ڏني ۽ مونکي پگهار ملڻ شروع ٿي ويو، ان زماني ۾ ڊاڪٽر رچل پٽين رجسٽرار طور وارڊ ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو. هوءَ به انتهائي ايماندار ۽ محنتي ڊاڪٽرياڻي هئي جيڪا ٻين آئرش ڊاڪٽرن جيان تنزانيا جي ڪنهن مشنري اسپتال ۾ ڪم ڪري آئي هئي. هُن اُتي ڇهن سالن کان وڌيڪ جو عرصو گذاريو هو ۽ هاڻ واپس آئرلينڊ موٽي پنهنجي پڙهائي شروع ڪئي هئائين. رچل کي MRCOG پارٽ ون جو امتحان ڏيڻو هو، سو مون به ساڻس گڏ پڙهڻ شروع ڪيو، پوءِ عجيب ڳالهه ٿي جو اسين ٻئي امتحان ۾ پاس ٿي ويا سين. اهو مارچ 1984 جو قصو آهي. اهو امتحان مون پنهنجي محنت سان پاس ڪيو يا رچل جا ڀاڳ به ڀائيوار هئا يا مختلف مذهبن سان تعلق رکندڙ دوستن جي مائرن جو نيڪ خواهشون هيون يا امان ۽ بابا جون دعائون هيون

پر هڪ ڳالهہ ضرور هئي تہ اِهو امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ مون ليکيو تہ ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جي پنجن سالن وارا سمورا امتحان هاڻ پاس ڪيا اٿم ۽ هاڻ پنهنجو پاڻکي ڊاڪٽر ليکي سگهان ٿو. ميڊيڪل ڪاليج ۾ مون پڙهائي نہ ڪئي هئي ۽ اُتي امتحاني سرشتو ايترو نقص پريو هو جو ڪنهن نقل، سفارش ياغنداگرديءَ ڪانسواءِ بہ پاس ٿيندو رهيس. منهجا ياڳ ڀلا هئا جو هڪ سٺي سرشتي ۾ اچي پنهنجي ذاتي ۽ ميڊيڪل ڪاليج جي خامين کي سمجهي ورتم. جيڪڏهن پاڪستان کان ٻاهر نہ نڪران ها تہ جاهل ئي رهان ها ۽ نہ ڄاڻ ڪيترن مريضن جو غلط علاج ڪريان ها. هاڻ وقت اچي ويو هو جو امان کي ٻڌايان تہ آءٌ عورتاڻي بيمارين جو ماهر پيو بڻجان.

هيل تائين امان ۽ بابا کي ڏيڍ سئو کان وڌيڪ خط لکي چڪو هئس پر ڪنهن بہ خط ۾ اهو نہ لکيو هئم تہ ڇا پيو ڪريان. سدائين اهوئي لکندو رهيس تہ پارٽ ون جي تياريءَ ۾ رڌل آهيان ۽ هو جيڪي بہ سمجهندا رهيا پر اها خاطري آهي تہ ڪين اهو پتو لڳي نہ سگهيو هو تہ آءٌ عورتاڻي بيمارين جو ماهر بڻجڻ جا خواب پيو ڏسان.

گهر فون ڪيم تہ امان ئي فون ڪنيو جنهن کي خبر ڏنم تہ پارٽ ون پاس ڪري ڇڏيو اٿم. جنهن تي سُرهائي جو اظهار ڪندي اُهوئي سوال پڇي ورتائين جيڪو گذريل ڇئن سالن کان ٽاريندو پئي آيس، سوال اهو هو تہ "ڪهڙي شعبي ۾ پارٽ ون ڪيو اٿئي؟" آهستي آهستي هٻڪندي وراڻيم، "آبس ٽٽ رڪس اينڊ گائني ڪولوجي" فون جي ٻئي پاسي ڪجهہ لمحن لاءِ ڄڻ سانت ڇائنجي وئي ۽ پوءِ آواز آيو "چڱو ٺيڪ آهي". شايد سوچيو هوندائين تہ گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن شعبي ۾ امتحان تہ پاس ڪيائين. سچي ڳالهہ اها آهي تہ وٽس انڪانسواءِ ڪو ٻيو جواب هو بہ نہ، جيتوڻيڪ سندس خيال هو تہ عورتاڻي بيمارين جو ماهر فقط ڪنهن عورت ڊاڪٽرياڻي کي ئي

هئڻ گهرجي پر وقت گذرڻ سان هُن منهنجي فيصلي کي قبولي ورتو هو. ان موقعي تي من ئي من ۾ ادي سراج جا ٿورا مڃيم جنهن لنڊن ۾ منهنجي اچڻ مهل هيٿرو ايئرپورٽ تي صلاح ڏني هئي تہ "امان کي في الحال ٻڌائڻ جي ضرورت ناهي تہ تون ڪهڙي شعبي ۾ وڃڻ ٿو چاهين. هوءَ منع ڪري ڇڏيندي"، جيڪڏهن ڪيس انهن ڏينهن ۾ ٻڌايان ها تہ اڄ آءُ گائناڪولوجسٽ بہ نہ هجان ها چاڪاڻ جو سندس ڳالهہ نہ مڃڻ جو آءُ سوچي بہ نٿو سگهان.

## فاصلو نہ پر وقت اهم آهي: ميراٿن جي تياري

جيڪا خبر امان ۽ بابا لاءِ سٺي نہ هئي سا ڊاڪٽر ڪار انتهائي سرهائي سان ٻڌي. ڊاڪٽر ڪيهر مونکي عورتاڻي مرض ڏانهن وڃڻ تي هرڪايو هو. ڊاڪٽر ڪار مونکي عورتاڻي مرض جو ماهر بڻائڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو ۽ امتحان کان هڪدم پوءِ مونکي رجسٽرار جي عهدي تي ترقي ڏنائين. هاڻ پگهار بہ چڱو هئم، ڪم ڪرڻ جا موقعا بہ ميسر هئا سو من اندر ۾ تمام گهڻو خوش هئس. گذريل ٽن سالن دوران لڳو هئم تہ سموريون واٽون بند ٿيل آهن ۽ هاڻ منهنجي اڳو هڪ کليل ۽ وشال ميدان هو جنهن ۾ جيستائين چاهيان اڳتي وڌان ۽ اڏامان.

بيلي نسلو جي شهر ۾ هڪ ناٽڪ گروپ "ريليز ڊراما گروپ" جي نالي سان هو جيڪو شوقيا فنڪارن قائم ڪيو هو. ان گروپ جو سربراهہ ايمن اوڊو ناهو نالي هڪ نوجوان همراهہ هو جنهن پنهنجو ڪم انتهائي اورچائپ سان تي ڪيو. مونکي پتو لڳو تہ هو ڪنهن ناٽڪ لاءِ شوقيا فنڪارن جو آڊيشن وٺي رهيا آهن سو آءُ بہ آڊيشن ڏيڻ هليو ويس. هُنن مونکي هڪ عرب جو ڪردار نڀائڻ لاءِ چونڊيو ۽ ڪجهہ ڊائلاگ ادا ڪرڻ لاءِ چيائون. منهنجي غير معمولي ناڪامين

واري تاريخ کان واقف ٿيڻ کانسواءِ ئي هنن مونکي آڊيشن ۾ فيل
ڪري ڇڏيو. جيڪا منهنجي لاءِ ڪا نئين ڳالهه نه هئي ڇاڪاڻ جو
مختلف امتحانن ۾ فيل ٿيڻ ڇڻ نه منهنجي عادت هئي، پر اها به
منهنجي عادت هئي نه فيل ٿيڻ جي باوجود مونکي جيڪي ڪجهه
ڪرڻو هوندو هو سو هر صورت ۾ ڪندو ضرور هئس. ناٽڪ گروپ
مونکي فنڪار طور تي قبول نه ڪيو پر ايمن اوڊو ناهو مونکي
پنهنجي گروپ ۾ رضاڪارانٽي ڪم ڪرڻ کان روڪي نه سگهيو. آءُ
ناٽڪ گروپ جي ٻين ڪمن ۾ جنبي ويس، سگهوئي سجو گروپ
مونکي پيڊي شور شاهه چوڻ لڳو. آئرش ٻوليءَ ۾ شور شاهه جو
مطلب آهي آزادي، سوان نالي تي ڪو اعتراض نه واريم. گروپ جي
ميمبرن جان بولينڊ، بيري لالي، جبراڊين مورن ،مائيڪ اوريلي، هيلن
سائمن، ميوڊارسي ۽ مونسان گڏ ڪم ڪندڙ ڊاڪٽر ميري بليڪ سان
زندگيءَ جا بهترين ڏينهن گذاريم. انهيءَ رتيل ناٽڪ جو نالو هو
"سوٽٽي پائي" جنهن ۾ ميري بليڪ مرڪزي ڪردار ڪري رهي هئي.
اهو ناٽڪ آئرش ناٽڪ فيسٽول دوران مختلف شهرن ۾ ٿيڻو هو.
گروپ سان گڏ مختلف شهرن ۾ ويس ۽ اهو هڪ شاندار تجربو هو
جنهن ۾ گهڻو ڪجهه سکڻ، سمجهڻ، ڏسڻ ۽ سوچڻ جو موقعو مليم
نه آئرش نوجوان ڪهڙي ريت زندگيءَ جي مختلف سرگرمين ۾ حصو
وٺي مستقبل لاءِ پنهنجو پاڻ کي تيار ڪندا آهن. مونکي پنهنجي
جوانيءَ وارن ڏينهن ۾ ڪيل سياسي سرگرمين تي ڪابه لڄ ناهي پر
اهو احساس ضرور ٿئي نه اسانجي ملڪ ۾ نوجوانن لاءِ ڪي خاص
سرگرميون ناهن جيڪي کين ذهني وسعت ڏين ۽ سندن ذهنن ۽
دماغن ۾ سائنس، انسانيت ۽ ايمانداريءَ بابت احساس پيدا ڪن.
اسانجو ناٽڪ فيسٽول جي فائنل تائين پهتو ۽ ميري بليڪ کي
بهترين فنڪار جو خطاب ڏنو ويو. ڊاڪٽر ميري بليڪ هاڻ سربيا ۾

هڪ مشهور ڊاڪٽر آهي ۽ اڪثر برٽش ميڊيڪل جرنل ۾ مضمون لکندي ٿي رهي.

آءُ پنهنجي ڪم ۾ مست هئس ۽ اڃان پنهنجي پارٽ ٽو واري امتحان جي تياري شروع نہ ڪئي هئم، نہ ڄاڻ ڇو منهنجي من ۾ اها ڳالهہ ويهي رهي تہ اهو امتحان منهنجي لاءِ ڏکيو ثابت ٿيندو. پڙهائي کان واندڪائي وارن انهن ڏينهن ۾ سوچيم تہ هاڻ وقت اچي ويو آهي جو پاڪستان جو هڪ چڪر هڻجي، پاڪستان ۾ گهڻو ڪجهہ ٿي چڪو هو. ادو سراج پاڪستان ۾ پيٿالوجسٽ طور ڪم ڪري رهيو هو، چاند جو وهانءُ ٿي چڪو هو ۽ هوءَ پنهنجي مڙس سيد جميل رضوي سان خوش هئي، سراج جميل کي ان تي راضي ڪري ورتو هو تہ هو ساڻس گڏ پيٿالوجيءَ ۾ ڪم ڪري جنهن ڪانپوءِ کيس شوق چڙهيو هو تہ هو بہ انگلستان مان اعليٰ تعليم پرائي ۽ بابا جي صلاح تي پنهنجي پاڇي ڪيل رقم انتي خرچ ڪرڻ جو فيصلو ڪيائين. هُن لنڊن جي مشهور رائل پوسٽ گريجوئيٽ ميڊيڪل اسڪول ۾ داخلا ورتي جتان ڪلينڪل پيٿالوجيءَ ۾ ڊپلوما ڪرڻ جو ارادو هئس. ڊپلوما ڪرڻ ڪانپوءِ جميل لنڊن يونيورسٽيءَ مان MSC بہ ڪئي جنهن ڪانپوءِ پاڪستان موٽيو. لنڊن ۾ جميل جي آخري ڏينهن دوران چاند بہ لنڊن آئي ۽ ڪنگس ڪاليج اسپتال ۾ ٿورن ڏينهن لاءِ الٽرا سائونڊ واري شعبي ۾ ڪم سکندي رهي. عفيہ سنڌ ميڊيڪل ڪاليج مان MBBS ڪئي ۽ ڪن، نڪ ۽ گلي واري مضمون ۾ ڊسٽينڪشن حاصل ڪيائين. عفيہ امان سان گڏ سندس ويم گهر ۾ ڪم بہ ڪيو پر گائناڪولوجسٽ بڻجڻ نٿي چاهيائين، ادي سراج عفيہ کي بہ جيمل وانگر پيٿالوجيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ چيو جيڪو کيس پسند آيو ۽ اُن ۾ اعليٰ تعليم پرائڻ جو فيصلو ڪيائين. ان دوران بابا عفيہ جو سنگ ڊاڪٽر سيد افتخار حيدر سان ڪيو جيڪو تن ڏينهن ۾ ليبيا ۾ ڪم

ڪري رهيو هو. هوءَ شاديءَ کانپوءِ لبيا وئي ۽ پنهنجي مڙس جي همٿائڻ تي لنڊن مان ڊي سي پي ڪرڻ جو ارادو پئي ڪيائين، جنهن ۾ ڊگريءَ حاصل ڪرڻ کانپوءِ هوءِ ليبيا موٽي وئي. اڳتي هلي عفيه ۽ افتخار ٻئي ٻيهر انگلينڊ آيا، هنن ٻنهي پنهنجي شعبن ۾ اعليٰ تعليم مڪمل ڪري ورتي هئي.

عفيه انهن ڏينهن ۾ نوابشاهه ميڊيڪل ڪاليج جي آخري سال ۾ هئي ۽ غوثيا جي داخلا سنڌ ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي وئي هئي. شاهين پنهنجي شادي شده زندگي گذاري رهي هئي. بابا ظاهري طور تي حالتن مان مطمئن هو، سندس مرضيءَ موجب سندس ٻارن تعليم پرائي رهيا هئا، ادي ٽيپو جا ٻار به سواءِ حنا جي، سندس ئي مرضيءَ موجب تعليم حاصل ڪرڻ مصروف هئا، پر ڪوبه ان ڳالهه کان واقف نه هو ته شاهين جي گهريلو زندگي ڪيئن پئي گذري. ظاهري طور تي مطمئن نظر ايندڙ زندگيءَ جي تهه ۾ ڪيترائي طوفان لڪيل هئا.

پورٽن ڪلا اسپتال ۾ هڪ ٻي به ڳالهه هئي جنهن شايد منهنجي زندگي تي سڌو سنئون اثر وڌو، اها اسپتال عيسائي سلسلي فرانسڪس راهبن ۽ ننن جي هئي. ٽيو ڪجهه اهو ته منهنجي اتان جي راهبن ۽ ننن سان دوستي ياري ڪجهه گهڻي ٿي وئي. آءُ سندن مذهبي ويچارن سان ڪو خاص سهمت نه هئس. پر سندن انساني ورتاءُ، جانورن سان پنهنجائپ ۽ زندگيءَ بابت سندن سوچ جو انداز منهنجي لاءِ اچرج جوڳو هو، عام زندگيءَ ۾ هو انتهائي محبتي ماڻهو هئا. هڪ ڏينهن چئن ننن مونکي ۽هڪ چائنيز ڊاڪٽر کي گالوي جي هڪ ريسٽورينٽ ۾ مانيءَ جي دعوت ڏني. ماني کائڻ کان اڳ اسين اتان جي هڪ مشهور تاريخي شراب خاني دي ڪرينز وياسين، جيتوڻيڪ مونکي شراب ۾ ڪڏهن به دلچسپي ناهي رهي ۽ نه ئي اڃان تائين انجو ذائقو چکيو اٿم (انجو سبب رڳو اهو آهي ته امان شراب ۽ سوئر کان سدائين بچڻ جو چيو آهي)، پر آءُ پنهنجي پياڪ دوستن سان

سدائين شراب خانن ويندو هئس ڇاڪاڻ جو اُتان جو ماحول مونکي وڻندو هو. ڪلنڊر ۾ ڳالهائيندڙ، آزاد خيال ۽ سهپ وارا ماڻهو جتي دنيا جي هر موضوع تي ڳالهائي سگهجي ٿو، ڪوبہ ڪنهن کي اڻڳو ٿئو ڳالهائي ۽ نہ ئي ڪنهن کي سندس ويچارن تي قتل ٿو ڪيو وڃي. اسين پل شرابين کي ڏڪاريون پر هو ويچارا اسان غير شرابين جي پنهنجي شراب خانن ۾ اچڻ تي ڪو اعتراض نٿا وارين. اُن ڏينهن اسان بيئر ۽ گلوڪو ڊيڊ سان اسيس پئي ماڻي جو هڪ شخص جيڪو شايد اسپتال ۾ مريض رهي چڪو هو، انهن ٽنهي ننن کي اُتي ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو ۽ ننن کي صلاح ڏنائين تہ هو هڪدم ڪانوينٽ واپس هليون وڃن. مزو تہ اوڏي مهل آيو جڏهن ننن سان ڳالهائيندي ڳالهائيندي هو بہ ساڻن گڏ بيئر پيئڻ لڳو. ان قسم جا زنده دل هئا اُتان جا ماڻهو. اُتان جون ننون ۽ راهب فرانسڪش هئڻ جي حد تائين تہ مذهبي هئا پر دنياوي معاملن ۾ ڪنهن قسم جي ڏڪار يا ڪاوڙ ڪانسواءِ زندگي تي گذاريائون، شايد اهوئي سبب آهي جو مشنري ادارا سڄي دنيا ۾ پنهنجو پيغام پکيڙڻ ۾ ايترو سوپارو رهيا آهن.

زندگيءَ ۾ اهو سڀ ڪجهہ ٿيو پئي جو اوچتو هڪ اهڙي ڳالهہ پيش آئي جو مون پنهنجي لاءِ هڪ وڏيڪ آزمائش چونڊي ۽ انکي پورو ڪرڻ ۾ جنبي ويس. ٿيو هيءُ جو هڪ آچر تي پنهنجي پراڻي دوست وجي ناڪر سان حال احوال ڪرڻ لاءِ ڪيس لنڊن فون ڪيم. ڳالهين ڳالهين ۾ پڇيومانس تہ هو ڇا پيو ڪري تہ وراڻيائين تہ ٽيليويزن تي لنڊن ميراٿن پيو ڏسي. جنهن تي پڇيومانس تہ يار! ڪو پاڪستاني يا هندستاني بہ ان ڊوڙ ۾ شامل آهي، موٽ ۾ ٺهڪ ڏيندي چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن هندستانين يا پاڪستانين کي پتو لڳي ها تہ اڄ ڏينهن هيڏا سارا ماڻهو گڏ ٿيندا تہ هو جيڪر پنهنجا دڪان کولين ها. اسين ٻئي ٺهڪ ڏيڻ لڳاسين، انڪانپوءِ مون چرچي طور چيو تہ "ٺيڪ آهي، آءُ ئي ٿو ڊوڙان ميراٿن ۾"، جنهن تي ناڪر جو چوڻ هو تہ اها منهنجي وس جي ڳالهہ ناهي. ناڪر جي اها ڳالهہ مونکي خراب

ته نه لڳي پر پنهنجي من ۾ پڪو پهه ڪري ڇڏيم ته ميراٿن ۾ ڊوڙندس. اسپتال ۾ هڪ پورٽر وليرائن کي اڪثر ڪهڻين ۾ ڊوڙندو ڏٺو هئم ۽ سندس بابت پتو لڳو هئم ته هو ميراٿن ۾ ڊوڙندو هو. هڪدم وليرائن کي ڳولهيم ۽ چيومانس ته آءٌ ميراٿن ۾ ڊوڙڻ ٿي چاهيان. آءٌ سڄي زندگي رڳو امتحانن پويان ڊوڙندو رهيو هئس ۽ حقيقي ڊوڙ سان ڪڏهن به پلئه نه پيو هئم. ويلرائن ٻڌايو ته اپريل جو مهينو پيو هلي ۽ اينڊڙ ڊبلن ميراٿن آڪٽوبر ۾ ٿيندي. جيڪڏهن آءٌ چاهيان ته اُن ۾ ڊوڙي سگهان ٿو پر ان لاءِ مونکي جوتا خريد ڪرڻا پوندا. اسين ٻئي راندين جي سامان واري هڪ دڪان تي وياسين ۽ وليرائن مونکان هڪ انتهائي مهانگو جوتو خريد ڪرائي منهنجي لاءِ هڪ منصوبو جوڙي ڏنو. پهرين پنج منٽ، پوءِ اٺ منٽ، ڏهه منٽ، چوڏهن منٽ، ويهه منٽ، پنجويهه منٽ يعني آهستي آهستي وقت وڌائڻو هو. هُن اهو به چيو ته جنهن ڏينهن آءٌ لاڳيتو ٻه ڪلاڪ ڊوڙي سگهيس ان ڏينهن خاطري ٿي ويندي ته آءٌ چوڏهن ميلن جو فاصلو به طئي ڪري وٺندس. مون ڊبلن سٽي ميراٿن جا فارم جمع ڪرايا ۽ ميراٿن جي تياري شروع ڪري ڏنم.

عام طور تي ميراٿن ۾ ڊوڙندڙ فرد پنهنجي ڊوڙ ڪنهن نه ڪنهن مقصد کي ارپيندا آهن سو مون به ڊبلن جي ريپ ڪرائسس سينٽر لاءِ ڊوڙڻ جو فيصلو ڪيو. اهو سينٽر انهن ڇوڪرين جي واهر ڪندو هو جيڪي جنسي ڏاڍائي جو شڪار ٿي ٻڻيون، ان اداري ۾ کين هر قسم جي مدد فراهم ٿي ڪئي وئي. ان اداري سان منهنجي واقفيت ڊاڪٽر مائيڪل او ڊائو ذريعي ٿي، ڊاڪٽر او ڊائو ۽ ڊاڪٽر ائرس گرين ڊاڪٽر ڪار جا جونيئر ڪنسلٽنٽ هئا ۽ ٻئي افريڪا ۾ ڪجھ وقت گذاري آئرلينڊ موٽيا هئا. ڊاڪٽر او ڊائو سان گڏ مون لچالٽ جي شڪار عورت ڏٺي هئي ۽ جنهن ريت هُن سندس معائنو ۽ واهر ڪئي سي منهنجي لاءِ اچرج ڀريا هئا. اهو انتهائي نازڪ معاملو

هوندو آهي جنهن ۾ لچالٹ ڪندڙ شخص اڪثر پڇجي ويندو آهي۽ ڇوڪريون تشدد جو نشانو ۽ نفسياتي پيچيدگين جو شڪار بڻبيون آهن. اهڙين ڇوڪرين ۽ عورتن لاءِ سار سنڀال جو بهتر انتظام هئڻ گهرجي، ان سينٽر لاءِ ڊوڙي هڪ حوالي سان ڊاڪٽر اوڊائو جو ٿورو ني مڃڻ چاهيم. جرارين، ميوڊارسي ۽ هيلن سائمن نالي ٽن ڇوڪرين ميرائن ذريعي ان اداري واسطي چندو جمع ڪرڻ ۾ منهنجي وڏي مدد ڪئي. اسين سيئي گڏجي ڊبلن وياسين ۽ جڏهن ميرائن ختم ٿي تہ هو سمورا منهنجي آڌر ڀاءُ لاءِ پڇاڻيءَ واري هنڌ بيٺل هئا. ميرائن کان اڳ ٽاڪر ڪي فون ڪرڻ نہ وساريو هئم، هو منهنجي انهيءَ ڪم تي دنگ رهجي ويو هو. ميرائن جي پڇاڻيءَ کان پوءِ ڪيس ٻيهر فون ڪيم تہ اسان ٻنهي وڏا ٿهڪ ڏنا هئا. اها منهنجي زندگي جي پهرين ميرائن هئي جيڪا چئن ڪلاڪن ۾ ختم ڪيم. ميرائن جي پڇاڻيءَ تي منهنجي اُڌ من ڪي اُهي چڱي ريت پروڙي سگهن ٿا جيڪي ان قسم جي سرگرمين ۾ شامل رهيا هوندا. سڄي بُت ۾ رت تيزيءَ سان گردش ڪري رهيو هوندو آهي ۽ اوهانکي ايئن لڳندو آهي تہ ڄڻ اوهان دنيا فتح ڪري ورتي آهي، ٿورن ڏينهن تائين جسم ۾ مٺي سور سان گڏ هلڪو هلڪو سرور بہ رهندو آهي.

هاڻ مونکي پاڪستان وڃڻو هو ۽ پاڪستان وڃڻ کان اڳ بابا جي فرمائش ڪيل شيون خريد ڪيم جن ۾ گهڻي ڀاڱيون شيون سندس شاگردن يا گڏ ڪم ڪندڙ استادن واسطي ئي هيون. مختلف قسمن جون پنسلون، قلم، ربڙ ۽ پينسل شاپنر وغيره. هن هڪ ٽرانسٽر ريڊيو جي بہ فرمائش ڪئي هئي. هو سموريون شيون عام طور تي پنهنجي اسڪول جي انهن ٻارن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو جنکي همٿائڻ ضروري سمجهندو هو. آءُ اڳي بہ ڏسندو رهيو هئس تہ ادي ٽيپو ۽ ادي سراج جون اڻدل شيون جلدي ورهائجي وينديون هيون. اها ئي بابا جي خاصيت هئي، پنهنجي لاءِ ڪجھ بہ نہ ۽ ٻين لاءِ سڀڪجھ.

## 9. ڪٿي نہ پڄبو ٽڪ مسافر

1980 ۾ بابا سرڪاري نوڪريءَ تان ريٽائر ٿيو. سندس ريٽائرمنٽ سان ڪجھ بہ نہ بدليو سواءِ انجي جو هاڻ ڪيس روزانو صبح سوير اسڪول نہ پئي وڃڻو پيو پر سندس ٻيون سرگرميون جاري رهيون، جھڙوڪ پنھنجي اوسي پاسي ماڻھن کي قائل ڪرڻ تہ هو تعليم پرائين، خاص طور تي ڇوڪريون، جن بابت سندس خيال هو تہ ڪين جھڙي بہ قسم جي تعليم ملي سگھي سا حاصل ڪن. تعليم پکيڙڻ ڪانسواءِ سندس ٻي دلچسپي اها بہ ٿي وئي هئي جو هو والدين کي سندن ٻارن خاص طور تي ڌيئرن جي شادين جون صلاحون ڏيندو هو ۽ ان ڏس ۾ سندن مدد ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائين، انھن ٻنھي معاملن ۾ ڪنھن جي بہ مدد ڪرڻ ڪان ڪڏهن بہ ڪيٻائيندو نہ هو. ورهين تائين هيڊ ماسٽر رهڻ سبب سندس واقفن ۽ دوستن جو هڪ وسيع حلقو هو جيڪي اڪثر اهڙن معاملن تي ساڻس صلاح مشورو ڪندا هئا. بابا وٽ هر ڪنھن ايندڙ جو هڪجھڙو مقام هو. هو هر ڪنھن کي پنھنجي ٻارن جيان ڀائيندو هو، ماڻھن جي تعليم ۾ دلچسپي يا ماڻھن لاءِ سنگ ڳولهڻ، ڏنو وڃي تہ هڪ ئي نوعيت جا ڪم آهن ڇاڪاڻ جو انھن ٻنھي جو بنيادي مقصد اهوئي هوندو آهي تہ ماڻھو پنھنجي زندگيءَ ۾ ٺانيڪو ٿين.

ڇئن سالن ڪانپوءِ جڏهن پاڪستان موٽيس تہ بابا ريٽائر ٿي چڪو هو. ٿنھي وڏن ڀائرن جي صلاح سان هُن پنھنجو پاڻکي مصروف رکڻ واسطي امان جي ويم گھر ڀاهران هڪ ميڊيڪل اسٽور کوليو هو. بنيادي طور تي اهو اسٽور سندس ٽاڪ هو جتي هو ماڻھن سان ملندو هو تہ اسپتال جي ضرورت پٽاندر دوائون بہ فراهم ڪندو

هو. امان جناح اسڪوائر واري پنهنجي ڊسپنسري بند ڪري سمورو ڏيان عطيہ ويم گهر تي ٽي ڏنو. انهيءَ ويم گهر ۾ منهنجي سمورين ڀينرن ڪم تہ ڪيو پر چاند، عفيا، صفيا ۽ غوثيا ضروري نہ سمجهيو تہ امان جي پوئواري ڪندي عورتاڻي مرض ۾ مهارت حاصل ڪن جڏهن تہ شاهين امان کي پنهنجو آئيڊيل بڻائيندي سندس ئي راهہ جي پانڌيئڙي ٿي.

بابا پنهنجي ميڊيڪل اسٽور جي ڪمن ۾ رڌل هو جتي سرگرمي تہ گهڻي هئي پر نفعو ڪو خاص نہ هو ڇاڪاڻ جو هو انڪي ماڻهن جي واهر لاءِ هلائي رهيو هو نہ ڪي ڏوڪڙ ڪمائڻ لاءِ، هو تہ اڪثر ماڻهن کي مفت ۾ دوا ڏئي ڇڏيندو هو. ڪٽنب ۾ ڪنهن کي بہ انتي ڪو اعتراض نہ هو ڇاڪاڻ جو جيڪڏهن بابا خوش هو تہ پوءِ ڪنهن بي ڳالهہ جي ضرورت نہ هئي. اهو ميڊيڪل اسٽور جهڙوڪ بابا جي دربار بڻجي ويو جتي هر وقت ڪونہ ڪو ويٺل هوندو هو ۽ هر ڪنهن کي اجازت هئي تہ پنهنجي ڪنهن بہ مسئلي بابت بابا کان مفت صلاح وني. ان دربار ۾ هڪ اصول تي سختيءَ سان عمل ڪندي ڪنهن کي بہ سگريٽ ۽ چانهہ جي استعمال جي اجازت نہ هئي.

گهر ۾ امان ۽ بابا ڪانسواءِ ادي ٽيپو ۽ ادي سراج جا ڪٽنب هئا. چاند ۽ عفيا پنهنجي پنهنجي ساهرن ۾ هيون، صفيا نوابشاهہ ۾ ۽ غوثيا سنڌ ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهي رهيون هيون. طلعت ۽ ياسمين ياڃائين ڪري گهر جو وهنوار نيڪ طريقي هلي رهيو هو، ان دوران شاهين کي پنهنجي ساهرن کان پيڪن واپس اچڻو پيو.

شاهين اسان سمورن ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ سڀ کان وڌيڪ ذهين هئي، هُن سمورا امتحان پهرين ڀيري ۾ سدائين چڱين مارڪن سان پاس ڪيا هئا. بابا کي ڪڏهن بہ شاهين جي تعليمي معاملن لاءِ پريشان ٿيڻ جي ضرورت پيش نہ آئي هئي. ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جي

فائنل ايئر واري امتحان ۾ شاهين عورتاڻي مرضن واري مضمون ۾ سٺيون مارڪون حاصل ڪيون پر سگهوئي فيصلو ڪيائين ته هوءَ ميڊيسن ۽ سرجريءَ ۾ هائوس جاب ڪندي. امان سان گڏ ڪم ڪندي ڪيس عورتاڻي مرضن ڪي ڏسڻ ۽ سمجهڻ جو ڪافي تجربو ٿي ويو هو انڪري سندس خواهش هئي ته هوءَ پهرين ميڊيسن ۽ سرجريءَ ۾ ڪم ڪري ته جيئن انهن شعبن جو ادراڪ حاصل ڪري سگهي.

شاهين جو خيال هو ته هائوس جاب ختم ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي پوسٽ گريجوئيشن بابت ڪو فيصلو ڪندي ۽ ڪيس پڪ هئي ته اها سولائي سان ڪري وٺندي پر وچولي طبقي جا ماءُ پيءُ سدائين ان ڳالهه ڪان ڇرڪيل ئي رهندا آهن ته وڏيڪ پڙهيل ڳڙهيل ڌيءُ پاڻ ته اعليٰ تعليم حاصل ڪري وٺندي آهي پر هُن لاءِ مناسب سنگ اڻلڀ ٿي پوندا آهن، انڪري بابا جي اهائي ڪوشش هئي ته ايندڙ مائٽين مان ڪنهن هڪ تي راضپو ظاهري ڪري جيڪا سندس شرطن تي پورو لهي ۽ ڪيائين به اهوئي. هائوس جاب کانپوءِ شاهين امان سان گڏ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ان دوران ئي فيصلو ڪيائين ته عورتاڻي مرضن جي ماهر بڻبي. اجان امتحان جي تياريءَ ۾ هئي جو بابا 1982 ۾ ڪيس پرڻائي ڇڏيو.

شاديءَ کانپوءِ پتو لڳو ته شاهين جي مڙس جو خيال هو ته پوسٽ گريجوئيشن جي ڪا ضرورت ناهي ۽ ڪيس فيملي فزيشن بڻجڻ گهرجي. جهڙي ريت اسانجي معاشري جو اصول آهي ته ڇوڪريون وهانءُ کانپوءِ پنهنجو سموريون رٿابنديون پنهنجي مڙسن جي خواهش موجب ختم ڪري ڇڏينديون آهن سو شاهين سان به اهوئي ٿيو ۽ اوچتو ئي اوچتو اسان کي پتو لڳو ته شاهين ۽ سندس مڙس اورنگيءَ ۾ هڪ ڊسپنسري قائم ڪرڻ چاهين ٿا، ان ڏس ۾ بابا ڪافي مدد ڪئي ۽ عمر دراز ڪي، جيڪو عطيا ڪلينڪ ۽ اسپتال

جي اڏاوت ڪري رهيو هو، ڪي اورنگيءَ ۾ ڊسپنسري ناهڻ لاءِ چيائين، جنهن جي مڪمل ٽيڻ ڪانپوءِ شاهين اُتي ڪم شروع ڪيو.

بابا ۽ امان پنهنجي ورتاءُ بابت ڪجھ اصول جوڙيا هئا. ڪين پنهنجي ٻارن ۽ سندن زالن ۽ مڙسن جي معاملن ۾ ٽنگ اڙڪائڻ پسند نہ هو. بابا ۽ امان ٻہ اهڙيون هستيون هئا جن سدائين ٻين جو احترام ڪيو ۽ اهوئي ورتاءُ پنهنجي نائين ۽ نهن سان بہ رکيائون، اهوئي سبب هو جو هر ڪنهن دل سان سندن احترام تي ڪيو. جميل رضوي جيڪو گهر جو وڏو ناني آهي، هن ڪتاب لاءِ هيٺيان لفظ ٿو لکي:

”هو منهنجي ٻارن جو نانو ۽ منهنجو سهرو هو پر مون بہ سندس ٻارن جيان هميشہ ڪيس بابا ئي سڏيو. هو رڳو وڏو ماڻهو نہ هو پر پنهنجي ذات ۾ ادارو هو، هُن پنهنجي زندگيءَ ۾ يقيني طور تي هزارين ماڻهن کي ڪنهن نہ ڪنهن ريت متاثر ڪيو. نہ رڳو اهو تہ پنهنجي ڪٽنب جي سار سنڀال لڌائين پر انيڪ ٻين ماڻهن جي بہ واهر ڪندو رهيو. ساڻس ملڻ کان گهڻو اڳ هُن بابت ٻڌي چڪو هئس. جڏهن منهنجي داخلا سلهٽ ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي تہ اهڙا ڪيترائي ماڻهو مليا جن ڪيس چڱن لفظن سان ٿي ياد ڪيو. اهي ڳالهيون سندس حوصلي، ارادي ۽ جدوجهد بابت هيون، اُن وقت بہ ڪاليج ۾ ڪجھ اهڙا شاگرد هئا جيڪي سندس صلاح تحت ئي اُتي داخل ٿيا هئا. هُن ڪيترن ادارن کان وڌيڪ ماڻهن جي زندگين کي بدلائڻ ۾ هٿ ونڊايو ۽ انيڪ ماڻهن کي ڪنهن نہ ڪنهن ريت سهارو ڏنائين. سلهٽ ۾ ئي پتو لڳم تہ هُن پنهنجي زال جي زندگي بدلائي ڇڏي آهي ۽ هڪ نيم پڙهيل ڳڙهيل عورت مان ڪيس ڊاڪٽرياڻي بڻائي ڇڏيو اٿس، اهو بہ پتو لڳو تہ سندس پٽ سراج الدولہ بہ ساڳي ڪاليج جو شاگرد هو. سلهٽ ۾ اچڻ وڃڻ ڪري ڪافي ماڻهو ڪيس سڃاڻندا هئا ۽ هُن بابت ڪيترائي قصا مشهور هئا. مذهب، رنگ ۽

نسل جي مت پيد ڪانسواءِ هُن ڪيترن ئي شاگردن جي والدين کي ان ڳالهه تي راضي ڪيو هو ته هو ڪين ميڊيڪل ڪاليج اماڻين ۽ جڏهن ڪيس پڪو ٿي لڳو ته داخلا ٿيڻ جي باوجود وٽن مناسب معاشي وسيلا ناهن ته ان ڏس ۾ به سندن مدد ٿي ڪيائين. جڏهن ڪراچي آيس ته سلهٽ جي پنهنجي هڪ دوست سان گڏجي خاص طور تي ساڻس ملڻ ويس. سندس ڳالهين مان ته انتهائي متاثر ٿيس پر سندس خُلئي مونکي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. هو حيران ڪُن حد تائين سادو سودو هو. مون ڪائنس ڏکين حالتن سان مهاڏو اٽڪائڻ سکيو بلڪ اهو چوڻ ۾ ڪا هٻڪ نه اٿم ته ڏکيائين سان مهاڏو اٽڪائڻ واري طريقيڪار کي هُن هڪ فن ۾ بدلائي ڇڏيو هو. هو ان ڳالهه جو سخت مخالف هو ته ڪو نااُميد ٿجي. سندس سياءُ هو ته ڪو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ لاڳيتو پتوڙجي. سندس همٿائڻ تي مون به پنهنجي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي جوا ايم بي بي ايس ڪرڻ جي ڏهن سالن ڪانپوءِ ڪيڏي ۽ هڪ بهترين نوڪري ڇڏي اعليٰ تعليم پرائڻ واسطي لنڊن هليو ويس. پنهنجي ڪٽنب کي ڪراچيءَ ۾ ئي ڇڏيم جو مون وٽ ايترا وسيلا نه هئا جو سيني کي انگلينڊ وٺي وڃان ها. اها رڳو بابا جي حوصلي افزائي هئي جو مون ايڏو وڏو قدم کنيو جنهن بابت ڪو سوچي به نه پئي سگهيو. ماڻهو ته حيران ٿيندا هئا ته مون اهو بيوقوفيءَ وارو فيصلو ڇو ڪيو آهي. سچ ڳالهه اها آهي ته ان فيصلي جو سڀ کان وڏيڪ فائدو مونکي ئي ٿيو آهي. بابا جي تقريباً سمورن ٻارن، نهن ۽ نائين ايم بي بي ايس ڪانپوءِ اعليٰ تعليم پرائي ۽ هاڻ سندن ٻار به ڊاڪٽر ٿي ويا آهن ۽ اعليٰ تعيلم پرائي رهيا آهن. سندن اها ڪاميابي رڳو انڪري ممڪن ٿي سگهي جو هو ايماندار، جدوجهد ڪندڙ ۽ سدائين ٻين جي مدد ڪندڙ شخص هو. الله تعاليٰ جو انتهائي شڪر گذار آهيان جو زندگيءَ جو وڏو حصو ساڻس گڏ. سندس ڳالهيون ٻڌي

۽ سندس صلاحن تحت گذاريم ۽ انڪري پنهنجو پاڻکي پاڳن وارو انسان ٿو سمجهان. جيڪڏهن بابا عظيم شخص هو ته اهو چوڻ به مناسب ٿيندو ته امان به پنهنجي ذات ۾ هڪ خاص قسم جي شخصيت هئي. بابا ته امان جي رڳو حوصلي افزائي ڪري پئي سگهيو ته هو پڙهي پر پڙهڻو ته امان کي ئي هو. بابا ته ٻين ٻارن کي گهر آڻي پئي سگهيو ته کين به هتي رهڻو آهي ۽ پڙهڻو آهي. اها امان ئي هئي جنهن همدردي، اُڪير ۽ قربانيءَ جي جذبن سان سرشار ٿي ٻين جي ٻارن کي گهر جهڙو ماحول ۽ اڻ ميو پيار ڏنو. امان جي معمولي ورتاءُ سان اهي نوجوان ٻار گهران پڄي سگهياٽي، امان ڪهاڻين واري ماءُ آهي محبتن سان ٿمٿار ۽ پنهنجائپ پري، هر ڪنهن سان پيار وندبيندڙ. هوءَ سدائين مثبت انداز ۾ سوچيندي هئي ۽ سندس خيال هو ته هر مسئلي جو ڪو چڱو حل نڪري سگهي ٿو. خود پنهنجي شاديءَ جي ٽيهن سالن کانپوءِ اهو سوچي مونکي حيرت ٿي ٿئي ته امان جو ڪڏهن به ڪنهن سان به ، ڪنهن قسم جو جهيڙو يا بحث مباحثو نه ٿيو. هُن ٻين جو احترام ڪري پنهنجي لاءِ احترام حاصل ڪيو. ٻين سان پيار وندي پنهنجي لاءِ اُڪير ڪمائي“.

جهڙي ريت جميل لکيو آهي ته بابا ۽ امان جو طريقو اهو ئي هو ته آخر وقت تائين ضُلع صفائي ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي، اهو ئي سبب آهي جو هُنن اورنگيءَ ۾ ڪلينڪ ڪولرائڻ ۾ شاهين جي ڀرپور مدد ڪئي ۽ اها نيڪ ناڪ هلڻ شروع ٿي وئي. شاهين سگهوئي پرپاسي ۾ مشهور ٿي وئي پر اسانجي سماجي وهنوار ۾ هڪ وڏي خامي اها آهي ته اڪثر زال مڙس ۾ اهڙين ڳالهين تي به تڪرار ٿي پوندو آهي جيڪي غير ضروري هونديون آهن، مثال جي طور تي ڊاڪٽر بڻجڻ کانپوءِ امان جي آمدني بابا کان گهٽي هئي پر هنن ٻنهي لاءِ اها ڳالهه اهميت جوڳي نه هئي. ان قسم جي انيڪ

ڳالهين سبب هڪ وقت اهڙو آيو جو شاهين کي ڪڙو ڍڪ پيئڻو پيو ته سندس شادي وڌيڪ هلي نٿي سگهي ۽ گهڻي سوچ ويچار ڪانپوءِ هوءَ پنهنجي ٻنهي ٻارن سوڌو پيڪن موٽي آئي. شروعات ۾ ته هوءَ انتهائي مايوسيءَ جو شڪار رهي ۽ ڪيتري عرصي تائين پنهنجي مستقبل بابت ڪو فيصلو نه پئي ڪري سگهي. جيتوڻيڪ گهر ۾ سڀني جو ساڻس انتهائي همدرديءَ ڀريو ورتاءُ هو پر هوءَ ذهني طور تي پنهنجو پاڻ کي ناڪام سمجهي مڪمل طور تي اونداهين ۾ گم ٿي وئي هئي. هوءَ ماڻهن سان ملڻ کان به پاسو ڪندي هئي، ڳالهه ٻولهه دوران سندس هٿ ڪنبندا هئا ۽ سندس اکين جي اُها چمڪ جيڪا سندس شخصيت جو جُز هئي، ڪومائجي وئي هئي. ايئن ٿي لڳو ته ڄڻ هوءَ زندگيءَ جي بازي هارائي چڪي آهي. بابا سائين مسلسل ڳالهه ٻولهه ڪندو رهيو، هُن مثال ٿي ڏنا، همت وڌائڻ جون ڳالهيون ٿي ڪيائين ۽ هر هر ان ڳالهه جو اظهار ٿي ڪيائين ته کيس مٿس مڪمل اعتماد آهي، سندس ڌيءُ هارائي نٿي سگهي. سندس ڌيءُ جو زندگيءَ ۾ ڀاڳ فقط ۽ فقط ڪاميابي آهي. هو کيس چوندو هو ته هوءَ سڀني کان وڌيڪ ذهين آهي، بي انتها محنتي آهي، اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته سڄي زندگي گهر ويهي گذاري ڇڏي، کيس انهيءَ نراسائي مان نڪرڻو پوندو، اڳتي وڌڻو ۽ سوڀارو ٿيڻو پوندو. وٽس انڪانسواءِ ڪا ٻي واٽ ناهي، شاهين ڪڏهن به ٽڪجي ٽاڪ نه ڪندو آهي. بابا جي لفظن جي انداز ۾ جادو ڀري سگهه هئي. هو ڪيترن ئي ڏينهن تائين شاهين کي سمجهائيندو رهيو ۽ ڪيترن ئي ڏينهن تائين اونداهين ۾ ڀٽڪڻ کانپوءِ شاهين فيصلو ڪيو ته کيس پڙهڻو آهي، اڳتي وڌڻو آهي ۽ هڪ ڏينهن اطلاع مليو ته شاهين لنڊن پهچي وئي آهي ۽ امتحان جي تياري پئي ڪري.

## ٽرينٽي ڪاليج ڊبلن

انگلستان موٽڻ کان اڳ ڪراچيءَ جي ليڊي ڊفرن اسپتال ۾ ڊاڪٽر فريدون سيٺنا سان ملڻ ويس. هو شهر جي ٻن يا ٽن مرد گائنوڪولوجسٽن مان هڪ هو. فون تي سائنس ملاقات جو وقت طئي ڪيم ۽ اسپتال پهچي ويس. سندس ڪمرو ننڍڙو پر انتهائي صاف سٿرو هو جتي سمورو سامان طريقي سان رکيل هو. پهريون تاثر اهو پئدا ٿيم ته ڊاڪٽر صاحب هڪ سادو سودو ماڻهو آهي، هن ڪنهن قسم جي غرور، وڏائي يا شان شوڪت جو مظاهرو نه ڪيو. مونکي اهو قطعي نه چيائين ته مردن کي عورتاڻي مرضن جو ماهر نه بڻجڻ گهرجي. مونکي اسپتال ۽ ليبر وارڊ به ڏيکاريائين، سڄي اسپتال سندس ڪمري وانگر ئي صاف سٿري هئي. پاڪستان ۾ عام طور تي رڳو "پروفيسر صاحب" جو ڪمرو ئي صاف سٿرو هوندو آهي جڏهن ته مريضن جا وارڊ ان لائق نه هوندا آهن جو ڪن پل لاءِ انهن ۾ بيهجي. هن ميٽرن کي گهرائي مونکي ويم وارڊ جو رجسٽر ڏيکاريو جنهن ۾ اندراج آئرلينڊ ۾ ڊاڪٽر ڪار جي وارڊ وانگر ئي هئا. من ۾ سوچيم ته پاڪستان ۾ به اهو ممڪن آهي ته هڪ صاف سٿرو بهتر وارڊ هلائجي. شايد آءٌ به واپس اچي اهڙي ڪنهن وارڊ ۾ ڪم ڪريان.

آئرلينڊ ۾ ڊاڪٽر ڪار هڪ ڏينهن مونکي ٻڌايو ته ٽرينٽي ڪاليج ۾ ليڪچرر جي خالي جاءِ بابت هڪ اخبار ۾ اشتهار شائع ٿيو آهي. اهو پروٽسٽنٽ عيسائين جو جوڙايل لڳ ڀڳ ست سئو سال پراڻو ڪاليج هو، جنهن ۾ 1922 تائين ڪيٿولڪن جي داخلا بند هئي.

آءُ سوچي به نٿي سگهيس ته ڪو مونکي اُتي ڪم ڪرڻ جو موقعو ملي سگهندو، انڪري درخواست جمع ڪرائڻ فضول آهي، پر ڊاڪٽر ڪار زور ڀريو ته درخواست جمع ڪرائڻ گهرجي وڌ ۾ وڌ ناڪام ٿي ٿبو. سو مون درخواست جمع ڪرائي ڇڏي ۽ اهو ڏسي حيرت ٿيم ته مونکي انٽرويو لاءِ گهرايو ويو. موجود اٺن اميدوارن مان آءُ اڪيلو ايشيائي هئس، منهنجي توقع جي اُبتڙ مونکي چونڊيو ويو. ٻي جاءِ لاءِ ڊاڪٽر جو ڪيوگليءَ کي چونڊيو ويو جيڪو هاڻ ڊروهيندا ۾ ڪنسلٽنٽ آهي. ٻڌو اٿم ته هو غير آئرش ڊاڪٽرن جي تمام گهڻي مدد تو ڪري.

پاڪستان مان نڪرڻ ڪانپوءِ ۽ پارٽ ون جو امتحان پاس ڪرڻ تي مونکي انتهائي خوشي ٿي هئي پر ٽرينٽي ڪاليج ۾ نوڪري ملڻ ڪانپوءِ گهڙي پل لاءِ پنهنجا هوش حواس وڃائي ويٺو هئس. پنهنجو پاڻ کي ان قابل نٿي سمجهيم جو انهيءَ تاريخي ۽ باوقار درس گاهه جي تدريسي عملي ۾ شامل ٿيان. فوٽو گرافيءَ واري شعبي ۾ ٽرينٽي ڪاليج جي سيڪاٽپ ڪارڊ لاءِ منهنجي تصوير ڇڪي وئي، تدريسي عملي جي ڪلب جي ڏگهي چاٻي مهنجي حوالي ڪئي وئي. ٿوري دير لاءِ ايئن لڳم ته ڄڻ منهنجا پر نڪري آيا هجن ۽ آءُ ڪڪرن تي پيو اڏامان، شڪر آهي جو جلدي پنهنجي حواسن ۾ موٽي آيس.

انهيءَ يادگار ڪاليج ۾، پروفيسر جان بونر، پروفيسر رابي هيريسن ۽ ڊاڪٽر ايمن مگينس سان گڏ ڪم جي شروعات ڪيم. پروفيسر جان بونر هڪ انتهائي محنتي سرجن هو جنهن جي دلچسپي عورتن ۾ رت ضائع ٿيڻ وارين بيمارين ۽ عورتن جي ڪئنسر سان هئي جڏهن ته رابي هيرسين سُنڊپٽي جو ماهر هو. رابي هيريسن

آئرلينڊ ۾ ٽيسٽ ٽيوب بيبيءَ جي ٽيڪنالوجي متعارف ڪرائي
آئرلينڊ جي پهرين ٽيسٽ ٽيوب بيبيءَ جي تياريءَ ۾ آءُ ۽ پشاور جي
ڊاڪٽر روبي فيض سندس نائب هئاسين. اسانجا ياڳ ڀلا هئا جو اهڙن
چڱن ۽ ڄاڻو ماڻهن سان گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو ماڻيوسين.

ڊبلن ۾ منهنجي تعيناتي سينٽ جميز اسپتال ۾ تي، اڳتي هلي
ڊاڪٽر روبي فيض اسانجي شعبي ۾ آئي، سندس مڙس فيض به ڊبلن
۾ هو ۽ سرجريءَ جي تربيت حاصل ڪري رهيو هو. ٻئي زال مڙس
انتهائي محنتي ۽ ايماندار ڊاڪٽر آهن جن ۾ غرور ڳولهي نه ملندو.
پاڪستان موٽڻ کانپوءِ ٻنهي ليڊي ريڊنگ اسپتال پشاور ۾ ڪم
ڪرڻ شروع ڪيو جتي ڊاڪٽر روبي هاڻ پروفيسر آهي. سينٽ جيمز
اسپتال ۾ هفتيوار پيرينيٽل گڏجاڻي ٿيندي هئي جنهن ۾ ٻارن جي
ڄمر، ويم، مرتين ۽ پيچيدگين بابت سوال جواب ٿيندا هئا. آئرلينڊ ۾
جيترو عرصو ڪم ڪيم حمل يا ويم دوران ڪنهن ماءُ جي موت جو
ڪو واقعو نه پروڙيم. انهيءَ گڏجاڻي ۾ ڊاڪٽرن، نرسن، مڊوائفن ۽
سينئر ڊاڪٽرن جي ڪارڪردگيءَ جو جائزو ورتو ويندو هو، سندن
غلطين جي نشاندهي ٿيندي هئي ۽ غلطين تي معافي گهري آئنده
اهڙي غلطي نه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي هئي. اهڙين گڏجاڻين
۾ ڊبلن جي ٻين اسپتالن جا ڊاڪٽر به ايندا هئا ۽ اسين به ٻين اسپتالن
جي گڏجاڻين ۾ ويندا هئاسين. تعليم ۽ تربيت، هڪبئي کان پرائڻ،
غلطين کان سبق سکڻ جو لاڳيتو عمل منهنجي لاءِ ٻنهه نئين ڳالهه
هئي. مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪنهن يونيورسٽي اسپتال ۾
ڪم نه ڪيو هو. سچي ڳالهه اها آهي ته انهيءَ نوڪريءَ منهنجي دماغ
کي روشن ڪري ڇڏيو ۽ اندازو ٿيم ته نه رڳو ڪيڏو جاهل هئس پر

اسانجي ملڪ جي ميڊيڪل تعليم جو سرشتو پڻ ڪيترو پوئتي پيل آهي. افسوس اِهو آهي تہ اڄ بہ سڄي ملڪ ۾ سون جي تعداد ۾ ميڊيڪل ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي موجودگيءَ جي باوجود تعليمي سرشتي ۾ ڪا بہ اهڙي تبديلي نہ آئي آهي، جنهن تي درست طور فخر ڪري سگهجي. انهيءَ اسپتال ۾ انتهائي شاندار نرسنگ ۽ مڊوائفريءَ جا اسڪول هئا جتي اچڻ وڃڻ ڪانپوءِ ئي پتو لڳم تہ ميڊيڪل جا اهي شعبا بہ انتهائي اهم آهن ۽ انهن جي ترقي ڪانسواءِ صحيح معنائن ۾ اسپتال هلي نٿو سگهي. ان ڏس ۾ اسانجي ملڪ ڪا خاص اڳرائي نہ ڪئي آهي ۽ هتي نرسون، مڊ وائف ۽ پيرا ميڊڪ عملو اڃان تائين اونداهي دور ۾ آهي.

انهن ئي ڏينهن ۾ شاهين لنڊن پهتي ۽ اتان جي مشهور راڻي شارلٽ اسپتال ۾ MRCOG امتحان جي تياري شروع ڪيائين. ڪورس مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ جڏهن امتحان پاس ڪري ورتائين تہ صلاح ڏني مانس تہ هوءَ گالوي اچي. مونکي گالوي جو اندازو هو ۽ سمجهيم تي تہ شاهين اُتي پنهنجي نئين زندگيءَ جي شروعات ڪري سگهي ٿي. پيرٽسن جو ڪٽنب ،روزينا ۽ طاهر بہ اُتي موجود هئا جيڪي شاهين جي مدد ڪري پئي سگهيا. شاهين پنهنجا ٻئي ٻار پاڪستان ڇڏي آئي هئي، اُن اُميد تي تہ امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ حالتن آهر ڪو فيصلو ڪندي. پنهنجي ڏاهپ ۽ محنت سان شاهين پهرين ڀيري ۾ ئي سولائي سان امتحان پاس ڪري ورتو هو. ان ڏس ۾ منهنجي ۽ سنڌس وچ ۾ ڪا ڀيٽ ٿي ئي نٿي سگهي.

ان موقعي تي ياچائي طلعت، شاهين جي ٻنهي ٻارن ۽ امان سان گڏ ورهن ڪان ڪم ڪندڙ گنج خاتون سوڌو آئرلينڊ اچي پهتي. گنج

خاتون جو تعلق ملير جي هڪ ڳوٺ سان آهي ۽ ڪيس امان سان گڏ
ڪم ڪندي ايڏو عرصو گذري چڪو آهي جو هوءَ چڻ تہ اسانجي
ڪٽنب جو حصو آهي. هوءَ ٻارن ۽ شاهين سان گڏ گالوي جي هڪ
ننڍڙي ڳوٺڙي ڪلر گالوي ۾ رهڻ آئي هئي. گالوي ۾ هڪ لوڪم
ڪرڻ ڪانپوءِ شاهين کي اُتان ڪان 20 ميل پري هڪ ننڍڙي شهر
ٽريليءَ ۾ ڪم مليو هو ۽ هوءَ پنهنجي ٻارن سوڌو اوڏانهن هلي وئي.
ٽريليءَ ۾ ڇهن مهينن جي نوڪريءَ ڪانپوءِ شاهين کي آئرليند جي
شهر بلفاسٽ ۾ نوڪري ملي جتي ڊاڪٽر هارٽ لامڪي، ڊاڪٽر جم
ڊورفن، پروفيسر هارلي، پروفيسر ٽامسين ۽ ڊاڪٽر اين ٽراب سان گڏ
ڪم ڪيائين. پنهنجي روائت موجب شاهين محنت ۽ ڏاهپ سان رائل
وڪٽوريا اسپتال ۾ ڪم ڪندڙ سمورن سينئر ۽ جونيئر ساٿين جون
دليون کٽي ورتيون ۽ هن سمورن شاهين جي وڏي تعريف ڪئي.
انهن ئي ڏينهن ۾ شاهين کي سنڊيٽي جي علاج ۾ دلچسپي پيدا ٿي.
شاهين سان لڳ ڀڳ روزانو فون تي ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي هئي پر جڏهن
هوءَ بلفاسٽ آئي تہ منهنجي لاءِ وٽس چڪر هڻڻ بہ سولو ٿي پيو
ڇاڪاڻ جو ڊبلن ڪان بلفاسٽ جو فاصلو هڪ سئو ميلن ڪان بہ گهٽ
هو.

جن ڏينهن ۾ شاهين بلفاسٽ ۾ پير ڪپائي رهي هئي، ياڄائي
ياسمين ڀيهر انگلستان آئي. جڏهن هوءَ ادي سراج سان گڏ انگلستان
۾ هئي تہ پنهنجي تعليم ڏانهن ڌيان ڌري نہ سگهي هئي. شاديءَ وقت
هُن پنهنجو هائوس جاب بہ مڪمل نہ ڪيو هو ۽ شاديءَ جي پهرين
سال ئي ڪيس وڏي ذيءَ صبا ڄائي هئي. هُن پاڪستان موٽي هائوس
جاب مڪمل ڪيو ۽ واپس انگليند اچي پليب وارو امتحان پاس

ڪيائين. ڪجهه عرصو گذرڻ ۾ ڪم ڪرڻ کانپوءِ به هوءَ فيصلو نه ڪري سگهي هئي ته ڪهڙي شعبي ۾ مهارت حاصل ڪري جڏهن ادو سراج وطن واپس وريو ته ڀاڄائي ياسمين وٽ پوسٽ گريجوئيشن جي ڊگري نه هئي جنهن جو کيس افسوس هو. ان ڏس ۾ هوءَ بابا سان حال اوريندي رهي جنهن معمول وانگر کيس همٿايو.

ڇهن سالن کانپوءِ ٽن ٻارن جي ماءُ بڻجڻ کانپوءِ هُن فيصلو ڪيو ته کيس برطانيا مان اعليٰ تعليم پرائڻ گهرجي. امان ۽ بابا ٻنهي سندس پذيرائي ڪئي، ٻئي پاسي ادو سراج ڪراچيءَ ۾ ٻارن واسطي سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار هو. سندن ننڍي ڌيءَ سحر ستن مهينن جي مس هئي پر ڀاڄائي ڄاتو ٿي ته امان، بابا، ادو سراج ۽ ڀاڄائي طلعت ٻارن جو خيال رکڻ لاءِ موجود هئا. عفيا به لنڊن ۾ هئي ۽ منظر ڀائي هميشه جيان هر قسم جي مدد لاءِ حاضر هو. ڀاڄائي ياسمين لنڊن پهچي ڊي سي پيءَ واري ڪورس ۾ داخلا ورتي ۽ انتهائي محنت سان امتحان پاس ڪري ورتائين. ايتريون سٺيون مارڪون کنيائين جو سندس سپروائزر کيس پي ايڇ ڊيءَ لاءِ نامزد ڪري ڇڏيو پر ڀاڄائي ڊپلوما تي ئي بس ڪئي ۽ پاڪستان موٽي آئي.

گنج خاتون اڃان تائين شاهين سان گڏ هئي پر کيس پنهنجا ٻارڙا ياد اچڻ لڳا سو امان زرخاتون کان پڇيو ته ڇا اهو ممڪن آهي ته گل بيبي شاهين ڏانهن وڃي، زرخاتون کي ڪو اعتراض نه هو. زرخاتون سان امان جو پراڻو واسطو هو، سندس تعلق هڪ انتهائي غريب هاري ڪٽنب سان هو، هوءَ ٻني ٻاري جو ڪم ڪندي هئي ۽ هر پيري امان لاءِ ڪجهه نه ڪجهه جهڙوڪ پٽاٽا، واڱڻ، موري، گجر کڻي ايندي هئي. وٽس امان جي علاج معالجي جي فيءَ ڏيڻ جو اهو ئي

طريقو هو. اُن وقت جو معاشرو بہ ڊاڪٽرن جي ان ريت عزت ڪندو هو ڇاڪاڻ جو ڊاڪٽرن جو پنهنجي مريضن ۽ عام ماڻهن سان گهرو ۽ ذاتي تعلق جُڙي پوندو هو ۽ نتيجي طور مريض ڊاڪٽر لاءِ سڀ ڪجھ ڪرڻ تي تيار ٿي ويندا هئا. گل بيبي پنهنجي مرڪندڙ مُک سان نمودار ٿي ۽ سگهو ئي ٻارن ۾ علائقي واسين جي دلين ۾ پنهنجي لاءِ هڪ خاص حيثيت ماڻي ورتائين. گل بيبيءَ جي اچڻ سان شاهين لاءِ وڏيڪ سهولتون پيدا ٿي ويون ۽ هوءَ پنهنجي ڪم تي وڏيڪ ڌيان ڏري سگهي. زندگيءَ جي انهيءَ مرحلي تي شاهين کي ان قسم جي مدد جي سخت ضرورت هئي.

انهن ڏينهن ۾ بابا فيصلو ڪيو تہ هو ادي سراج سان گڏ انگلينڊ ويندو. امان انگلستان مان چڪر هڻي آئي هئي، ادي سراج کيس انگلستان گهمايو ۽ اُتي رهندڙن مٽن مائٽن سان ملايو هو. بابا جو مقصد بہ اهو ئي هو پر گڏوگڏ هُن شاهين ۽ سندس ٻارن کي پڻ ڏسڻ ٿي چاهيو. هُن مطمئن ٿيڻ ٿي چاهيو تہ هوءَ ڇا پئي ڪري ۽ ڪهڙي ريت پئي رهي. بابا جو طريقيڪار اهڙو ئي هو، هو سدائين پنهنجي ٻارن لاءِ فڪرمند رهندو هو. ظاهري طور تي ڪجھ بہ پتو نہ لڳندو هو پر سندس ذهن تاجي پيٽو اُٽيندو رهندو هو. هو حال بابت گهٽ ۽ آئيندي بابت گهڻو سوچيندو هو. سچي زندگي سندس فلسفو اِهوئي رهيو تہ ماضيءَ کان پرايو ۽ مستقبل جو فڪر ڪريو جڏهن تہ حال سگهوئي گذري ويندڙ زمانو ٿئي ٿو. هو ادي سراج سان گڏ انگلينڊ لاءِ روانو ٿي ويو.

برطانيا ۾ بہ بابا پنهنجو لباس نہ بدلايو. وڏن پائچن وارو اڇو سوٽي پاجامو، ٿلهي ڪپڙي جي ڊگهي بند قميص جنهن جي ٻنهي

پاسي وڏا ڪيسا هوندا هئا ۽ پيرن ۾ اڇي هوائي چپل. لنڊن کي به هن زندگيءَ جي عام معاملن جيان پرکيو ۽ سڃاڻيو. بس رڳو پاڻ سان گڏ خاڪي رنگ جي هڪ گرم چادر کڻيائين، جيڪا لنڊن جي ٿڌ لاءِ ضروري هئي. هو اُتي لڳ ڀڳ ڇهه هفتا رهيو. جيتوڻيڪ ڪنهن قسم جي جذباتي انداز جو مظاهرو نه ڪيائين پر هرڪو سندس اکين ۾ اڻندڙ چمڪ واضح طور تي ڏسي پئي سگهيو، خاص چمڪ جيڪا ان ڳالهه جو اظهار هئي ته هو پنهنجي من ۾ ڪيترو مطمئن آهي. هُن فيصلو ڪيو هو ته پنهنجي ٻارن کي پڙهائيندو ۽ ان ۾ سوڀارو رهيو، سندس سمورا ٻار پڙهي لکي ويا هئا ۽ انگلستان مان پڻ تعليم پرائي هئائون. اُن زماني ۾ والدين جو اهوئي خواب هوندو هو.

سندس دوري جو سڀ کان اهم حصو اُهو هو جڏهن هو لنڊن ۾ برطانوي پارليامينٽ جي ڪاروائي ڏسڻ ويو. ليبر پارٽيءَ جي ڪابي ڌر واري مشهور اڳواڻ ٽوني بنڪو کي خط لکيو هئم ته منهنجو والد انگلينڊ پيو اچي ۽ هو پارليامينٽ ڏسڻ ٿو چاهي. هُن مونکي پارليامنٽ جون چار پاسون اُماڻيون هيون، بابا، آءٌ، ڀاڄائي ياسمين ۽ ادو سراج اسين سڀئي پارليامنٽ ۾ وياسين. بابا جو اهو دورو زبردست رهيو ۽ سندس چهري تي مختلف قسمن جا تاثر پيدا پئي ٿيا ماضي سندس ذهن جي پردي تي فلم جيان هلي رهيو هو. ڪيس اُهو وقت ياد اچي رهيو هوندو جڏهن انگريزن خلاف جدوجهد ۾ جلوس ڪڍندو هو، جلسا ڪندو هو، گرفتار ڪيو ويندو هو، قيد خاني ۾ واڙيو ويندو هو. ڪيس اُهي انگريز به ياد اچي رهيا هوندا جن مير پورخاص کي گرفتار ڪيو هو، بند ڪمرن ۾ گورن مٿس تشدد ڪيو هوندو. سنگينن جي پهري ۾ ڪيس ٿياس لاءِ نيو ويو هوندو، ٿياس

ڪي ٽنگجڻ کان اڳ سندس ڇهري تي ڪاوڙ هوندي، نيڻن ۾ آزاديءَ
جي چمڪ هوندي، ڪيس ڦاسي ڏئي هڪ گمنام قبر ۾ دفن ڪيو ويو
هوندو. هو پنهنجي تصور ۾ چرچل جي اُها تقرير ٻڌي رهيو هوندو
جنهن ۾ هندستان بابت فيصلن جو اعلان ڪيو ويو هو. ڪجهه گهڙيون
لاءِ هو انهيءَ ماحول ۾ گم ٿي ويو هو. جڏهن گهمندا ڦرندا لسٽر
اسڪوائر پهتاسين ته سندس پراڻو سياءُ موٽي آيو ۽ اُتي هڪ فنڪار
اڏو ويهي پنهنجو قلمي چتر پڻ ٺهرايائين.

لنڊن کان هو شاهين ڏانهن بلفاسٽ ويو، جتان ڊبلن ويو. هُن
محسوس ڪرڻ ٿي چاهيو ته آزاد آئرلينڊ ڪيئن آهي. بابا کي آئرلينڊ
جي تاريخ جي چڱي موچاري ڄاڻ هئي ۽ هو انجا تفصيل ڄاڻائي
خوش ٿيندو هو. آئرلينڊ ۾ هو طاهر ۽ روزينا کان تمام گهڻو متاثر
ٿيو. طاهر بابا وانگر ئي همدرد ۽ ٻين جي ڪم ايندڙ شخص هو
جيڪو مذهب، نسل ۽ رنگ جي مامرن ۾ نه وچرندڙ هو. بابا طاهر کي
جنتي جو لقب ڏئي ڇڏيو هو ڇاڪاڻ جو سندس خيال هو ته طاهر
ايترن ماڻهن جي واهر ڪئي آهي جو ڪيس جنت ۾ وڃڻ کان ڪوبه
روڪي نه ٿو سگهي. بابا جون سموريون مصروفيتون، ملڻ جلڻ،
گهمڻ ڦرڻ پنهنجي جاءِ تي پر هو اوڏانهين ويو هو اهو ڏسڻ ته شاهين
ڪيئن آهي، ڇا پئي ڪري، خوش آهي يا نه. هُن پروڙي ورتو هو ته
زندگيءَ جي ڳنڀير مسئلن سان مهاڏو اٽڪائي هُن سندس صلاح
موجب اعليٰ تعليم حاصل ڪري ورتي هئي ۽ جهڙي ريت ٿيندو آهي،
تعليم سندس زندگيءَ ۾ بنيادي تبديليون آڻي ڇڏيون هيون. منجهس
اعتماد هو ۽ هوءَ اڳتي جي دنيا لاءِ تيار هئي. هو هڪ مطمئن اُستاد ۽
خوش پيءُ طور واپس آيو.

## اوقيانوس سمنڊ جي هُن پار

برلن، لنڊن، ڊبلن ميرائن ۾ ڊوڙڻ کانپوءِ فيصلو ڪيم ته هاڻ نيويارڪ ميرائن ۾ ڊوڙڻ گهرجي. وليرائن صلاح ڏني هئم فاصلي جو فڪر ڪرڻ ڪانسواءِ ”وقت“ ڊوڙڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.انهيءَ اصول تي ڪاربند هئس ۽ ڊوڙڻ واري پنهنجي مشق دوران اهائي ڪوشش ٿي ڪيم ته وڌ کان وڌ وقت ڊوڙي سگهان ۽ اڪثر فاصلو نه ماپيندو هئس. امريڪا وڃڻ جو هڪ مقصد اهو به هو ته منهنجا ڪيترائي ڪلاس ڀيچي امريڪا پهچي زندگيءَ جي پتوڙ جي شروعاتي سالن ۾ هئا ۽ سائن ملڻ ٿي چاهيم. انڪانسواءِ منهنجو هڪ چاچو ابو البر رضوي به ڪيترن ئي سالن کان امريڪا ۾ هو جڏهن ته ٻيو چاچو سيد ابو طالب تازوئي ڪوئيت کان امريڪا منتقل ٿيو هو. چاچو ابوزر رئيس پاڪستان ۾ ئي هڪ اعليٰ سرڪاري عهدي تي فائز هو.

ابوذر رئيس بابا سان گڏ پاڪستان آيو هو ۽ شروعات ۾ طاهرستان پرويزن اسٽور جي نالي سان پنهنجو واپار شروع ڪيائين پر ان ۾ من نه لڳس ته اهو بند ڪري هڪ واپاري رسالي مينا بازار ۾ ايڊيٽر طور ڪم شروع ڪيائين. اڳتي هلي ڪيس انڪم ٽئڪس کاتي ۾ سرڪاري نوڪري ملي وئي ۽ ڪيس سکر ۾ مقرر ڪيو ويو. هو انڪم ٽئڪس ڪمشنر ڪراچيءَ طور ريٽائر ٿيو. هو هڪ محنتي ۽ روشن خيال شخص هو جيڪو پنهنجي ريٽائرمنٽ کانپوءِ چاچي رقيا ۽ ٻن پٽن وقار ۽ فرخ سوڌو امريڪا وڃي ٿانيڪو ٿيو. چاچا ابوذر رئيس جو مطالعو انتهائي وسيع هو، اردو ادب ڪانسواءِ انگريزي

ڪتاب پڻ شوق سان پڙهندو هو. هو اڪثر روشن خيال ۽ ترقي پسند موضوعن تي اخبارن ڏانهن خط اُماڻيندو رهندو هو. سندس ذيءَ زيبا پنهنجي مڙس جاويد اقبال سان گڏ ڪراچيءَ ۾ ئي ٽانيڪو آهي. سيد ابو طالب منهنجو سڀ کان ننڍو چاچو هو جنهن اردو ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪامرس ۾ بيچلرجي ڊگري حاصل ڪئي ۽ انڪانپوءِ انشورنس جو ڪم شروع ڪيائين. انشورنس جي ڪم دوران ئي هو ڪوئيت هليو ويو ۽ امريڪا وڃڻ تائين اُتيئي رهيو. ڪيس اردو ڪاليج ۾ بابا ئي اردو مولوي عبدالحق سان گڏ ڪم ڪرڻ جو پڻ موقعو مليو. ان زماني جون انيڪ ڳالهيون انتهائي دلچسپ انداز ۾ ٻڌائيندو آهي. ڪيترائي ڀيرا ڪيس منٿ ڪئي اٿم تہ هو اُن دور جا واقعا قلم بند ڪري شائع ڪرائي تہ جيئن اڄ جا ماڻهو انهن ڪان واقف ٿين پر وعدن جي باوجود انتي عملي طور تي ڪجهہ بہ نہ ڪيو اٿس. هو سدائين دوستن جي ميڙاڪي ۾ رهڻ جو عادي آهي ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو وٺندو آهي. ڪاش هو منهنجي صلاح تي عمل ڪري ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي شروعاتي دور جي ڪهاڻي ۽ مولوي عبدالحق جي ساٿين جون ڳالهيون سيني سان ونڊي، گڏوگڏ ڪراچيءَ ۾ ورهاڱي ڪانپوءِ جي شروعاتي ڏينهن واري جيوت، ڪراچيءَ جي سينيما هالن ۽ ڪراچيءَ ۾ ٿيندڙ مختلف ادبي، ثقافتي ۽ ناٽڪي سرگرمين جو داستان لکي. اهو هن پاران هڪ وڏو ڪم هوندو.

بابا جي ننڍي ڀيڻ خورشيد جمال فاطمہ بہ امريڪا ۾ هئي، ننڍپڻ ۾ سندس ڏٺل چهرو اڄان تائين ياد هئم. ابوذر رئيس ۽ ابو طالب جي وچ ۾ چاچو ابو البر رضوي هو جيڪو گهڻو اڳاتو امريڪا هليو ويو هو. بابا ابو البر رضويءَ کي گهڻو ويجهو هو ۽ خاص طور تي سندس تعليمي قابليتءِ ڪاميابين بابت هر ڪنهن کي فخر پري

انداز ۾ ٻڌائيندو رهندو هو. بابا جي نظرن ۾ چاچي ابو البر جو قد اوڏي مهل اچائين وڌي ويو جڏهن هُن بابا جي چوڻ تي راتو رات ڏاڏا جي حج ڪرڻ جا انتظام مڪمل ڪيا. بابا انهيءَ جو ذڪر پڻ انتهائي پاڀوھ مان ڪندو هو.

ابو البر رضويءَ ڪراچي يونيورسٽيءَمان فزڪس ۾ ماسٽرز ڪئي ۽ وڌيڪ تعليم لاءِ امريڪا هليو ويو. بابا ڪيس ڏگها حوصلي پريا خط لکندو هو ۽ جڏهن "پي ايچ ڊي" مڪمل ڪيائين ته بابا سندس ڪاميابيءَ تي خوشي وچان ڪپڙن ۾ نه پئي ماپيو. سندس سائنس سان وابستگي ۽ بابا جو هن لاءِ پيار جو اظهار منهنجي ۽ سندس وچ ۾ تعلق جو سبب بڻيا. ڪائنس هر اُهو سوال ڪري پئي سگهيس جيڪو پاڪستان ۾ ناممڪن هو. سندس جواب سائنسي هوندا هئا ۽ سائنسي هئڻ ڪري انهن جي سچائي واضع هئي، سائنس ۽ سچ کي سمجهڻ لاءِ چاچي ابو البر رضويءَ منهنجي زندگيءَ ۾ انتهائي اهم ڪردار ادا ڪيو. سندس اها زبردست عادت هئي ته هو مامرن بابت جيڪو به نظريو رکندو هو سو سائنسي ڏاهپ تي آڌاريل هوندو هو.

بابا ڪان ٻڌندو پئي آيس ته چاچي ابو البر کي ننڍپڻ ڪان وٺي فلڪيات واري علم سان دلچسپي هئي ۽ گهر ۾ جيڪي ڪجهه پڙهڻ جوڳو ملندو هئس سو پڙهي وٺندو هو. ڏهن سالن جي ڄمار ۾ ڪجهه عددن جي مدد سان هڪ ٽيلي اسڪوپ ٺاهيائين ۽ آسمان جي وشالتا ۾ تارا ڳولهڻ تي لڳي ويو. اهو ٽيلي اسڪوپ پراڻيون اخبارون مروڙي ٺاهيل هڪ ناليءَ جي شڪل ۾ هو جنهن جي اڳيان ۽ پويان پراڻين عينڪن ۽ هڪ پراڻي ڪئمرا جا شيشا هنيا ويا هيا. پهريون پيرو پنهنجي ٽيلي اسڪوپ ذريعي چنڊ کي ڏسڻ تي دنگ رهجي ويو هو ۽ انجي ماپ / ويڪر بابت ڪيترن ئي ڏينهن تائين مختلف

ڳالهيون ڪندو رهيو. ان ڏينهن کان ڪائنات، ستارن، گرهن ۽ سائنس ۾ سندس دلچسپي جيئن پوءِ تيئن وڌندي وئي.

فزڪس ۾ ماسٽرز ڪرڻ ڪانپوءِ هو سرسيد گرلز ڪاليج ۽ پي اي سي ايچ ايس گرلز ڪاليج ۾ ليڪچرر طور پڙهائيندو رهيو. جڏهن ڪائنس پڇيم ته اهو ڪيئن ممڪن ٿيو جو هر گرلز ڪاليجن ۾ پڙهائڻ لڳو جتي مردن جي داخلا بند هوندي آهي. وراڻيائين ته اهي ڪراچيءَ جا نوان ڪاليج هئا ۽ فزڪس ۾ ماسٽرز ڪيل عورتن جي کوٽ هئي. سندس اُستاد ڊاڪٽر مجتبيٰ ڪريم ڪيس اوڏانهن اُماڻيو. سندس خيال هو ته هو انتهائي لڄارو آهي ۽ يونيورسٽيءَ ۾ تعليم دوران به ڇوڪرين کان پرڀرو رهيو آهي، ڪيس سندس اها خوبي تعليمي قابليت کان وڌيڪ پسند آئي هئي. چاچي ابو البر رضويءَ سڄي زندگي شادي نه ڪري هڪ لحاظ کان ڊاڪٽر مجتبيٰ ڪريم جي ڳالهه کي سچ ثابت ڪيو. امريڪا ۾ هو مختلف جاين تي ڪم ڪندو رهيو، شروعات ۾ هارورڊ يونيورسٽيءَ جي هڪ پروگرام تحت هارورڊ ميڊيڪل اسڪول ۽ ميسا چيوسٽ جنرل اسپتال ۾ حياتياتي فزڪس واري شعبي ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. پوءِ نارٿ ايسٽرن يونيورسٽيءَ جي اُن ڪلاس ۾ شامل رهيو جنهن پهريون پيرو ليزر تي ڪم شروع ڪيو هو. 1990 ۾ هو سليڪون ماٽريءَ ۾ فوٽو رونڪس ۽ فوٽو ماسڪس سان تعلق رکندڙ رٿائن تي ڪم ڪرڻ لڳو. اهو ڪم ڪمپيوٽر چپس جي صلاحيت وڌائڻ متعلق هو، سندس ڪم انتهائي اهميت جوڳو ثابت ٿيو جنهن تي ڪيترائي مقالا ۽ ڪتاب لکيائين، جڏهن ته ڪجهه جو ايڊيٽر پڻ رهيو. اڄڪلهه هو نينو ٽيڪنالوجي سچويشن اينڊ ڪنسلٽنگ سروسز (NECS) نالي هڪ ادارو هلائي رهيو آهي.

جيتوڻيڪ سندس تعلق فزڪس جهڙي خشڪ مضمون سان آهي

پر پنهنجي عملي سرگرمين سان گڏ هن ”انجنيئرز اينڊ سائنٽسٽ فار اينيمل (ESAR)“ نالي هڪ تنظيم جوڙي آهي جيڪا جانورن جي بهتري ۽ حقن لاءِ پتوڙي ٿي. هو پاڻ سبزي خور آهي ۽ جانورن جي کل ۽ هڏين مان ٺهيل شيون نه واپرائيندو آهي. سندس چوڻ آهي ته انجي شروعات هڪ معمولي واقعي سان ٿي. سندس تعلق هڪ اهڙي معاشري سان هو جنهن ۾ جانورن جي نه ڪا خاص اهميت هئي ۽ نه وري اڄ به آهي. هو به جانورن بابت سوچ ۾ ٻين کان مختلف نه هو. 1970ع ۾ جڏهن هو ٽيڪساس ۾ رهندو هو ته سندس هڪ پاڙيسري پنهنجون به ٻليون پنهنجي گهر ڇڏي ڪنهن ٻئي شهر هليو ويو. اهي پالتو ٻليون هيون جيڪي انسانن ڪانسواءِ رهي نٿي سگهيون. پاڙيسريءَ جي گهران انهن جا آواز ايندا رهيا جن تي ڪو ڌيان نه ڊريائين. ٻن ڏينهن کان پوءِ ساڳي علائقي ۾ رهندڙ هڪ ڇوڪريءَ کائنس اچي پڇيو ته ڇا ڪيس انهن ٻنهي ٻلين بابت ڪجهه پتو آهي، جنهن تي وراڻائين ته ڪيس انهن جو ته پتو آهي پر ڪيس ڇا ڪرڻ گهرجي تنهن بابت نٿو ڄاڻي.

ان جي جواب ۾ ڇوڪريءَ وراڻيو ته گهٽ ۾ گهٽ انهن ٻلين کي ڪجهه کاڌو کارائي سگهين ٿو. چاچي جو چوڻ آهي ته اها ڇوڪري ايتري ته سهڻي هئي جو هُن اهو سوچي ٻلين کي کاڌو کارائڻ شروع ڪيو ته متان ان بهاني ڇوڪريءَ سان سنگت ٿي وڃي. سچي ڳالهه اها آهي ته منجهن دوستي به ٿي وئي ۽ هوءَ جڏهن به ٻلين کي ڏسڻ ايندي هئي ته ساڻس به ڪچهري ڪندي هئي. هنن ٻنهي گڏجي ٻلين جا نالا گوند ۽ سوفينا رکيا. ٿوري عرصي کانپوءِ اُها ڇوڪري ته پنهنجي زندگيءَ جي واٽ تي هلندي ڪيڏانهن پري نڪري وئي پر چاچا ابو البر جي بقول ٻليون ۽ جانور سندس زندگيءَ ۾ نه رڳو شامل ٿيا پر اهم حيثيت پڻ حاصل ڪري ورتائون ۽ هُن

جانورن جي ڇڱڀلائي بابت هڪ تنظيم ۾ شموليت اختيار ڪئي. سندس چوڻ آهي ته جلدي ڪيس ان ڳالهه جو احساس ٿي ويو ته رڳو ڪتن ۽ ٻلين ڪي ئي نه پر سمورن جانورن ڪي انسانن جيان پيڙا جو احساس ٿئي ٿو، هو ڏڪارا ٿين ٿا ۽ خوشيءَ جي گهڙين جو مزو پڻ ماڻين ٿا. هو انسانن کان گهڻو مختلف ناهن ۽ اسان سڀني کي گهرجي ته انهن جو احترام ڪريون.

هو جانورن کي به انسانن جيتري ئي اهميت ڏئي ٿو ۽ سمجهي ٿو ته انسان انيڪ جانورن جي استحصال لاءِ ذميوار آهن. جيڪو ظلم انسان جانورن تي ڪري رهيا آهن تنهن جي ڪا ضرورت ناهي، سندس ويچار انتهائي متاثر ڪندڙ آهن. ننڍپڻ ۾ بابا مونکي هڪ ڳئون خريد ڪري ڏنو هو. مون ته انهيءَ معصوم کي پاپوهه مان سانڍڻ ٿي چاهيو پر نانيءَ کي اهو نيڪ نه لڳو ۽ ٿورن ڏينهن اندر ئي انهيءَ ڳئون کي گهر نيڪالي ڏني وئي. جانورن ۾ منهنجي دلچسپي ته برقرار رهي پر انهن لاءِ ڪجهه به ڪري نه سگهيس. تازوئي جانورن بابت ٻارن لاءِ به ڪتاب لکيا اٿم. جڏهن پاڪستان ميڊيڪل ايسوسئيشن جو جنرل سيڪريٽري هئس ته هڪ ڪانفرس جي موقعي تي جانورن بابت احساس پئدا ڪرڻ واسطي چترڪاريءَ جي ڪُل پاڪستان چٽاپيٽي ڪرائي انهن چترن جو نماءُ ڪرايم.

چاچي ابو البر جي سڀ کان وڌيڪ خاص ڳالهه اها آهي ته هو انسانن ۽ جانورن بابت انتهائي نفيس جذبا رکي ٿو، پنهنجي مصروف زندگيءَ جي انهن لمحن ۾ جڏهن هو فارغ هوندو آهي ته جانورن بابت مختلف سرگرمين ۾ مصروف ٿي ويندو آهي. سندس سائنسي ذهن منجهس انتهائي نرمي ۽ عاجزي پئدا ڪري ڇڏي آهي. هو سڀ ڪجهه سکڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. هو ڪيليفورنيا جي شهر سين هائوزيءَ ۾ ٽانيڪو آهي جتي انيڪ ثقافتي ۽ سماجي سرگرميون

ٿينديون ٿيون رهن، هو انهن سمورين سرگرمين ۾ انتهائي دلچسپيءَ سان حصو وٺندو آهي. ڪيليفورنيا ڪيس تمام گهڻو پسند آهي ڇاڪاڻ جو اُتان جا ماڻهو آزاد خيال آهن ۽ دنيا جي هر رهواسيءَ کي هتي اچي پنهنجي ويچارن جو اظهار ڪرڻ جي مڪمل آزادي آهي سندس چوڻ آهي ته اهو ڇو ممڪن ناهي ته دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ماڻهو هڪٻئي جو احترام ڪندي گڏجي زندگي گهارين، ڪنهن کي به قائل ڪرڻ جو ڏچ ڪيس قتل ڪرڻ نه هجي.

## ڪائونٽي ڪيريءَ جو دائرو

ڪيئي ميراٿنون ڊوڙڻ ڪانپوءِ ٽريننٽي ڪاليج ۾ ڪم ڪرڻ دوران منهنجي زندگي انتهائي مزي سان گذري رهي هئي. گهڻو ئي ڪجهه سکي رهيو هئس ۽ مونسان گڏ ڪم ڪندڙ سينئر ۽ جونيئر ڊاڪٽر مون سان خوش هئا، منهنجي اعليٰ عملدار مونکي حد کان وڌيڪ مان ڏئي رهيا هئا. ٻي ڳالهه اها ته ٽريننٽي ڪاليج جي شاگردن سان منهنجو گهاٽو ناتو جڙي ويو هو. واندڪائي ۾ ڊوڙڻ، ڊبلن شهر ۾ ناٽڪ ڏسڻ ۽ ڪاليج جي وڏي شاهي لائبرريءَ ۾ ڪتاب پڙهڻ کي پنهنجي عادت بڻائي ڇڏيو هئم. انهن ئي ڏينهن ۾ ڪاليج جي ڪجهه شاگردن ٻڌايو ته هو ڪائونٽي ڪيريءَ جي مشهور ڪيري رنگ ۾ سائيڪل هلائڻ پيا وڃن ۽ جيڪڏهن آءٌ به ساڻن گڏجان ته ڪين خوشي ٿيندي آءٌ هڪدم تيار ٿي ويس ۽ ايندڙ ڇنڇر صبح سوير اسين ريل گاڏيءَ ذريعي ڪلارني پهچي وياسين. ڪيريءَ جو دائرو آئرلينڊ جي ڪجهه خوبصورت ترين ماڳن جي گاڏڙ سان ٺهيو آهي. ايترا من موهيندڙ ماڳ دنيا ۾ ورلي ئي هوندا. اهو رستو ننڍن وڏن ڳوٺن مان گذري ٿو. 135 ميلن وارو اهو رستو ڪلارنيءَ کان ڪينمير (26 ميل)،

ڪينمير ڪان سينمر (19 ميل)، سينمر ڪان واٽر ويل (22 ميل)، واٽر ويل
ڪان پورٽ مگي (18 ميل)، پورٽ مگي ڪان ڪرشيون ۽ ويلنشا (10
ميل)، ڪرشيون ڪان ڪلورگلين (26 ميل) ۽ پوءِ ڪلور گلين ڪان
ڪلارني (14 ميل) تائين پکڙيل آهي. ماڻهن جو چوڻ آهي تہ انهيءَ من
موهيندڙ ماڳ تي سڄو هفتو سائيڪل هلائي گهمڻ گهرجي. اسان
وٽ وقت گهٽ هو انڪري ٻن ڏينهن ۾ اهو سفر پورو ڪيوسين ۽
آچر جي شام جو ريل گاڏيءَ ذريعي واپس ڊبلن پهچي وياسين. اهو
انتهائي شاندار تجربو هو ۽ فيصلو ڪيم تہ ٻيهر اتي سائيڪل
هلائيندس. انجو موقعو جلدي ملي ويم جڏهن ڪريملن اسپتال ۾
ڪم ڪندڙ زمبابوي جي ڊاڪٽر مائيڪل ڪوئن اوڏانهن وڃڻ جو
فيصلو ڪيو. هو ٻارن جو ڊاڪٽر هو ۽ ڪيس سياست خاص طور تي
زمبابوي (رهوڊيشيا) ۽ ڏکڻ افريڪا جي نسلي مت ڀيد واري سياست
بابت تمام گهڻي ڄاڻ هئي. اسين نيلسن مانڊيلا بابت ڳالهائيندا رهيا
سين ۽ ڪجهہ سالن ڪانپوءِ جڏهن نيلسن مانڊيلا جيل مان آزاد ٿيو تہ
مائيڪل جون ڪيل ڪيترين ئي ڳالهين ياد آيم جيڪي هو
سائيڪل هلائڻ دوران ڪندو رهيو هو. آئرلينڊ ۾ مختلف قسمن جي
سرگرمين ۾ شامل ٿيندي اهڙين ڳالهين جو موقعو ملندو رهيو ۽
ڪيترين ئي اهڙين ڳالهين جو پتو لڳو جن بابت اخباري خبرون
ڪجهہ هونديون آهن پر اصل ۾ مامرا ڪجهہ ٻيا هوندا آهن. مون ڊبلن
۽ بلفاسٽ وچ ۾ سائيڪل هلائڻ ۾ پڻ حصو ورتو جنهن جو نالو ڪو
آپريشن نارٿ آهي، اها ساليانی سرگرمي آهي جنهن جو مقصد اتر
آئرلينڊ جي پروٽسٽنٽ ۽ ڏاکڻي آئرلينڊ جي ڪيٿولڪ آباديءَ ۾ ناتا
بهتر ڪرڻ آهي. ڊبلن ۽ بلفالسٽ مان ڇنڇر جي صبح جو اٺ ڏهہ هزار
سائيڪل سوار هڪ ئي وقت نڪرندا آهن ۽ ڊبلن جي ڪوئينز
يونيورسٽيءَ ۽ بلفاسٽ جي ٽرينٽي ڪاليج جي هاسٽلن ۾ ترسندا

آهن، سائيڪل هلائڻ واري انهيءَ سرگرميءَ ۾ منهنجي انيڪ ماڻهن
سان ملاقات ٿي ۽ آئرلينڊ جي تاريخ جي ڪيترن ئي پهلوئن کان
متعارف ٿيس. پروڙيم ته عام ماڻهو ته پنهنجي زندگيءَ ۾ رڳو امن ٿا
چاهين. يارت ۽ پاڪستان جي رهواسين وچ ۾ به اهڙين سرگرمين جي
ضرورت آهي ته جيئن حاڪمن ڪانسواءِ ئي عوام ۾ ويجهڙائپ پيدا
ٿئي.

اسپتال کان ٻاهر جتي مختلف قسمن جي سرگرمين ۾ رڌل
هئس، اتي اسپتال ۾ پڻ ڪجهه انتهائي شاندار ڊاڪٽرن سان مڪا ميل
ٿيڻ جو موقعو مليو جن ۾ فلپ ڪرولي، ايماڪرٽس، ايلزبيٿ
ڪرائن، ايڊن هيليگن، نورين گليسن، نول فٽزجيرالڊ ۽ ٻيا شامل
آهن. انڪانسواءِ منهنجي تعليم ۾ جن سينئر ڊاڪٽرن منهنجي مدد
ڪئي تن ۾ پيٽريشياڪرولي، پيٽر لينيهن، پيٽر بوائلن ۽ جواين
ڊوڪري شامل هئا جيڪي پڙهائڻ ۽ سيکارڻ لاءِ هر وقت تيار ٿي مليا.

فلپ ڪرولي صحيح معنائن ۾ آئرش شخص آهي، هو هڪ آزاد
خيال ۽ آزاد منش انسان آهي جنهن جو من سڄي دنيا جي غريبن لاءِ
ڪڙهي ٿو، جڏهن ميڊيڪل ڪاليج جو شاگرد هو ته پاڪستاني شهر
سيالڪوٽ جي اسپتال ۾ پڻ ڪم ڪيو هئائين. ڊبلن ۾ پنهنجي
پوسٽ گريجوئيشن مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ فلپ ۽ سندس زال ايمائن
ڪيترن ئي سالن لاءِ نڪاراهوا هليا ويا جتي رضاڪاراڻي طور تي
ڪم ڪيائون، نڪاراهوا کان واپسيءَ تي هو پاڪستان آيو ۽ ڪجهه
ڏينهن اسانجي گهر ترسيو. ڪراچيءَ ۾ هن پاڪستان ميڊيڪل
ايسوسئيشن جي آفيس ۾ نڪاراهوا جي صحت سرشتي بابت هڪ
ليڪچر پڻ ڏنو، سندس ۽ بابا جي پاڻ ۾ ياري ٿي وئي. بابا ڪائنس
آئرلينڊ جي تاريخ بابت انيڪ سوال ڪيا. مون ڊبلن ۾ پنهنجي رهڻ
دوران به ڪرسمس فلپ جي گهر گذاريا. فلپ جي ماءُ سان منهنجي

انتهائي دوستي تي وئي هئي ۽ سچي ڳالهه اها آهي تہ قميص جي ڪالر تي ٺيڪ طريقي سان استري ڪرڻ مون ڪائنس ئي سکيو. هوءَ هڪ شاندار خاتون هئي. محبتن سان پريل هڪ ماءُ ۽ فلپ جي دوستن جي هڪ پلي دوست.

ايلزبيٿ ڪرائن اڄڪلهه آئرليند ۾ دماغي مرضن جي هڪ وڏي ڊاڪٽرياڻي آهي، هُن ڇهہ مهينا مونسان گڏ ڪم ڪيو آهي، هوءَ جڏهن نئين نئين آئي هئي تہ هڪ نئين مريض جي اچڻ تي ڪيس انڪي چڪاسڻ لاءِ چيم ۽ سندس پويان پويان ويس تہ متان ڪيس ڳوهاري عورتن جي ٽپس جو تجربو نہ هجي ۽ هوءَ ڪا غلطي نہ ڪري وجهي. اُتي ڏٺم تہ مريض مائي کي ڪينولو هڻڻ کان اڳ رڳن جي ڇئني پاسي چمڙي سُن ڪندڙ دوا هڻي رهي هئي. پڇڻ تي ٻڌايائين تہ ان ريت مريض کي ايذاءُ نہ ٿيندو آهي ۽ سولائي سان ڪينولو لڳي ويندو آهي. پنهنجي زندگيءَ ۾ هُن جهڙا گهٽ ڊاڪٽر ڏٺا اٿم ۽ رڳو اُميد ئي ٿو ڪريان منهنجي بيمار ٿيڻ تي هن جهڙوئي ڪو ڊاڪٽر منهنجو علاج معالجو ڪري. ان زماني ۾ جڏهن پاڪستان آيس تہ امان سان ايلزبيٿ جو ذڪر ڪيم تہ سندس نيڻن ۾ هُن لاءِ پسنديدگيءَ وارا احساس نظر آيا. امان جو چوڻ هو تہ طب جي تعليم سان گڏوگڏ ڪنهن ڊاڪٽر جو سٺو ڊاڪٽر هئڻ انتهائي ضروري آهي، منجهس همدردي ۽ دردمندي هئڻ گهرجي. اسانجو سرشتو اهڙا ڊاڪٽر پيدا نٿو ڪري. اسانجي ڊاڪٽرن ۾ غرور هوندو آهي ۽ هو مريضن سان برتريءَ واري احساس سان ملندا آهن.

پاڪستان ۾ بہ حالتون ڪافي بهتر ٿي ويون هيون. ادو ٽيپو ۽ سراج پنهنجي پنهنجي شعبن ۾ نيڪ ناڪ ڪم ڪري رهيا هئا، عطيا ويم گهر اسپتال طور علائقي ۾ پنهنجي ساک قائم ڪري ورتي هئي، ۽ آءُ مالي طور تي آسودو هئس ڇاڪاڻ جو مونکي پاڪستان

ڀيڻا ڏوڪڙ نٿي موڪلڻا پيا. ان زماني ۾ مون پاڪستان موٽڻ جو فيصلو ڪيو. ٽرڪش ايئر لائينز جو ٽڪيٽ خريد ڪيم ڇاڪاڻ ته جيئن پاڪستان موٽندي پنهنجي ترڪ دوست ۽ ڪلاس پيچي علي ياجيءَ سان هڪ هفتو گذاريان. ترڪيءَ بابت بابا کان انيڪ قصا ٻڌا هئم، هو ڪمال اتاترڪ کي پسند ڪندو هو ۽ ڪانگريس جو ميمبر هئڻ جي باوجود خلافت تحريڪ جو مخالف هو. اهو پتو هئم ته علي ياجي ٽگرس دريا جي ڪناري تي واقع شهرديار بڪر جي اسپتال ۾ ڪم ڪري رهيو هو. استنبول ايئرپورٽ لهڻ ڪانپوءِ پنهنجو سامان لاڪر ۾ رکرائي ست سئو ميل پري ديار بڪر لاءِ بس ۾ سوار ٿيس. ديار بڪر جي اسپتال پهچڻ ڪانپوءِ پتو پيم ته علي ياجيءَ جي پوئين هفتي اُتان کان 500 ميل پري هڪ ٻئي شهر آفيون ۾ بدلي ٿي وئي آهي. ٽي چار ڪلاڪ ديار بڪر ۾ گذاريم جيڪو هڪ تاريخي شهر هو ۽ هر تاريخي شهر جيان انجي به پنهنجي خوبي ۽ سياءُ هو. اُتي هڪ حجم کان سنوارت نهرايم ۽ حمام مان وهنجي سهنجي تازو توانو ٿي بس ذريعي آفيون روانو ٿيس. دياربڪر ۾ ماڻهن جو ورتاءُ انتهائي دوستاڻو هو، هو پنهنجي ترڪ ٻوليءَ ڪانسواءِ ڪا ٻي ٻولي ڳالهائي نه پئي سگهيا پر پاڪستان جو نالو ٻڌي سندن ورتاءُ دوستاڻو ٿي پئي ويو، ترڪيءَ جي ڳوٺاڻن علائقن ۾ پڻ پاڪستانين کي اجان تائين مان ملي ٿو.

آفيون جي شهر سندڪل جي جنرل اسپتال ۾ علي ياجيءَ کي ڳولهڻ ۾ خاص ڏکيائي نه ٿي، سواءِ انجي جو شروعات ۾ آءُ سرجن علي ياجيءَ جي پڇا ڪندو رهيس جيڪو ڪنهن کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ڇاڪاڻ جو ترڪ ٻوليءَ ۾ سرجن کي آپريٽر سڏيندا آهن.

سندڪل واري اسپتال پاڪستان جي ڳوٺاڻي صحت مرڪز وانگر نهيل هئي، فرق رڳو اهو هو ته اها اسپتال مڪمل طور تي

ڪم ڪري رهي هئي. هتي اُهي سموريون شيون ۽ عملو موجود هو جيڪي ان قسم جي اسپتال هلائڻ لاءِ گهربل هجن ٿا. ڪمال اتاترڪ اقتدار سنڀاليندي ئي پنهنجي پهرين ڪم طور سڄي ترڪيءَ ۾ صحت ۽ تعليم جي مرڪزن جو ڄار وڇائي ڇڏيو. هڪ اهڙو نظام جوڙيو جنهن تحت عام ماڻهن جي صحت ۽ تعليم جي سهولتن تائين رسائي ممڪن ٿي سگهي. علي به سرجريءَ ۾ پوسٽ گريجوئيشن ڪرڻ ڪانپوءِ ڳوٺاڻي علائقن ۾ پنهنجي ٻن سالن وارن لازمي نوڪري ڪري رهيو هو. عليءَ جي گهر منهنجي شاندار خاطر تواضع ٿي. سندس زال لذيذ ترڪ کاڌا تيار ڪيا. زوردار ٿڌ ۾ کاڌل اهي گرما گرم کاڌا مونکي اڄ به ياد آهن. علي مونکي پاڻ سان گڏ عاليانا وٺي ويو جتي سندس پيءُ رهندو هو جيڪو عليءَ کان ان ڳالهه تي ناراض هو ته هُن پنهنجي مرضيءَ آهر شادي ڪئي هئي. مونکي ساڻس ان لاءِ ملائڻ وٺي ويو هو جو هُن پهنجي مٽن مائٽن سان پاڪستان ۽ پنهنجي پاڪستاني دوستن جو ذڪر ڪيو هو ۽ منهنجي اچڻ جو فائدو وٺي مونکي پنهنجي مٽن مائٽن سان ملرائڻ ٿي چاهيائين. هڪ وڏيڪ ڏگهو سفر ڪري اسين عاليانا پهتاسين. عليءَ جا گهر ڀاتي ڪيس ڏسي خوشيءَ مان نه پئي ماپيا. عليءَ جي مٽن مائٽن منهنجي مزماني جهلي ۽ اتي گذاريل ٻن ٽن ڏينهن جي گرمجوشي اڄ به وساري نه سگهيو آهيان.

علي مونکي استنبول تائين ڇڏي آيو ۽ اُتي هڪ ريسٽورنٽ ۾ ماني کائيندي اسين ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ گهاريل ڏينهن کي ساريندا رهياسين. هُن مونکي ترڪيءَ ۾ تعليم ۽ صحت وارن شعبن ۾ ايندڙ تبديلين بابت ٻڌايو. آءٌ ويهه سال اڳ ترڪي ويو هئس ۽ اُن وقت اتانجي ڳوٺاڻي صحت مرڪز ۾ اهو سڀ ڪجهه موجود هو جيڪو عام ماڻهن جي علاج معالجي لاءِ گهربل هوندو آهي. ڪجهه

سالن کانپوءِ جڏهن پاڪستان واپس موٽيس ۽ پاڪستان جي ڳوٺاڻي آبادي کي ميسر صحت جي سهولتن کي ڏسڻ جو موقعو مليم ته اندازو ٿيم ته ترڪي اسان کي ڪيترو اڳتي آهي، ترڪيءَ ۾ ان وقت به عوام کي اُهو ڪجهه فراهم پئي ڪيو ويو جنهن جي ڪين ضرورت هئي. اتان جي سرشتي ۾ اعليٰ ٽيڪنالوجيءَ واريون شيون نه هيون پر هڪ عملي سرشتو هو جيڪو هاڻ وڏيڪ سگهارو ٿي ويو آهي. اسانجي ملڪ جي غريب ڳوٺاڻي عوام جي ڀاڱن ۾ اجان تائين انهن سهولتن جي مڪمل اٿهوند آهي. ترڪيءَ وٽ ايٽم بم ۽ ڊاڙ هڻندڙ ايٽمي سائنسدان ناهن پر اُتان جو عوام پڙهيل ڳڙهيل ۽ صحتمند آهي، نه ڄاڻ ڇو پاڪستان جي ڀاڳ ۾ اهو سڀ ڪجهه ناهي.

## پيا جي بيماري

پنهنجي موڪلن جا باقي ڏينهن ڪراچيءَ ۾ گذاريم جتي صفيا نوابشاهه مان ڊاڪٽر بڻجي موٽي آئي هئي ۽ عطيا اسپتال ۾ امان جو هٿ ونڊائي رهي هئي، غوثيا سنڌ ميڊيڪل ڪاليج جي ٽين سال ۾ هئي ۽ بابا پٽنا ميڊيڪل اسٽور تي پنهنجو وقت گذاري رهيو هو. پيا گذريل ڪيترن ئي سالن کان جگر جي بيماريءَ جو شڪار هو، سندس حالت چڱي نه هئي ۽ اسين سڀئي سندس بيماريءَ سبب نراس هئاسين. شوڪت باجي ۽ سندن ٻار پيا جي بيماريءَ ڪري انتهائي فڪر مند هئا، بابا ۽ امان جو من ڦسيل هو جيتوڻيڪ هو زندگيءَ جي معمولن سان مهاڏو اٽڪائيندا پئي آيا پر ڳالهه ٻولهه دوران پيا ۽ سندس بيماريءَ جو ذڪر هر اُتلي ٿي آيو. آءُ سدائين سندس ويجهو رهيو هئس ۽ پتو هئم ته هو مونکي تمام گهڻو پيائيندو آهي، هن ڪڏهن به منهنجي ڳالهه نه ٽاري ۽ آءُ به سندس هر ڳالهه هر وقت ڪوبه

سوال اُٿارڻ ڪانسواءِ مڃڻ لاءِ تيار هوندو هئس. اسان ٻنهي وچ ۾ هڪ خاص قسم جو ناتو هو. سندس پيار ۽ پنهنجائپ نه وساري سگهيو آهيان ۽ نه وري وساري سگهندس.

آئرلينڊ واپس اچي پنهنجي ڪم ۾ جُنبي ويس. شاهين کي پيا بابت ٻڌايم ته هوءَ به ڏکياري ٿي پئي، پيا اسان سمورن ڀائرن ۽ ڀينرن جي زندگيءَ ۾ خاص اهميت رکندو هو، اسين پيئي مٿس انتهائي پروسو ڪندا هئاسين ۽ هر قسم جي حالتن ۾ پيا هڪ اهڙي شخصيت هو جنهن کي هرڪو اعتماد جي نظر سان ڏسندو هو.

انهن ئي ڏينهن ۾ ڊي او آر سي پي آءِ وارو امتحان پاس ڪيم، ڊرائيونگ لائسنس واري امتحان ڪانپوءِ اهو ٻيريون امتحان هو جيڪو مون پهرين ڌڪ ۾ پاس ڪيو هو. آئرلينڊ ۾ اُهي سمورا ڊاڪٽر، ر جن کي جنرل پريڪٽس ڪرڻي هوندي آهي تن کي اهو امتحان ڏيڻو پوندو آهي، شايد ان امتحان جي مون لاءِ انڪري به وڏي اهميت هئي جو پهرين ڀيري ۾ ئي پاس ڪري ورتو هئم.

انهيءَ امتحان ڪانپوءِ ٻيهر پاڪستان ويندي مصري ايئر لائينز جو ٽڪيٽ ورتم ته جيئن پنهنجي دوست ڊاڪٽر حداد سان ملي سگهان. ترڪيءَ ۾ علي ملي ويو هئم پر مصر ۾ ڳولاجي باوجود حداد کي هٿ نه ڪري سگهيس، پوءِ به فرعونن، عيسائين ۽ مسلمانن جا مختلف عجائب گهر گهميس، اسڪندريا، جنهن کي سهڻن ماڻهن جو شهر سڏيو ويندو آهي، مزي سان گهمي ڏٺم. ان دوران هڪ شهريءَ هڪ ڳوٺاڻي اسپتالن ۾ به وٺي نڪتس جتي ضرورت موجب هر ڪا سهولت موجود هئي، اها ڳالهه واضع هئي ته مصري حڪومت پنهنجي عوام جي صحت تي پئسا ڏوڪڙ خرچ ڪري رهي هئي.

مصر گهمڻ دوران سوچيندو رهيس ته جيڪڏهن پاڪستان ۾ منهنجي داخلا نه ٿئي ها ته آءُ پڙهائي لاءِ مصر اچان ها ته زندگي

کهڙي ريت گذري ها. بابا هڪ پيرو مذاق وچان چيو هو ته چڱو ٿيو جو تون مصر نه وئين، ٿي سگهي ٿو ته انتها پسند مسلمانن جي سياست ۾ شامل ٿي وڃي ها. پتو اٿم ته هُن اها ڳالهه مذاق وچان ئي چئي هئي، هو مذهبي انتهاپسنديءَ جو سدائين مخالف رهيو ۽ مذهبي هٺ سان گڏوگڏ سڪيولر پڻ هو، هو مذهبي سهپ جو پيندار هُو پر امن بقاءِ باهمي سندس اصول هو ۽ مذهب جي نالي ۾ قتل عام جو شديد مخالف هو، من ته گهٽ ئي ٿيو پئي ته مصر ۾ ڪجهه وڌيڪ عرصو رهان پر اهو ممڪن نه هو.

ڪراچي پهچندي ئي پيا سان ملڻ لاءِ اسپتال ويس جتي هو ڪيترين ئي پيڙائن وگهي داخل هو، ڊاڪٽر سرور زبيري سندس علاج ڪري رهي هئي جيڪا انتهائي قابل ڊاڪٽرياڻي هئي. بابا سندس تمام گهڻي عزت ڪندو هو ۽ اڪثر چوندو هو ته هُن وٽ اعليٰ تعليم جي ڪا ڊگري ته ناهي پر پنهنجي محنت سان هُن ڊاڪٽرن ۾ جيڪو مقام ماڻيو آهي تنهن جو ڪو مثال نٿو ملي. سرور زبيري جو ڳاڻيٽو انهن ڊاڪٽرن ۾ ٿئي ٿو جيڪي اسانجي دور جا بهترين ڊاڪٽر آهن. هڪ آپريشن ڪانپوءِ رت جي منتقليءَ واري پيچيدگي سندس موت جو سبب بڻي.

اسپتال ۾ ئي هئس جو پتو لڳم ته جنرل ضيا جو جهاز ڦاٽي تباهه ٿي ويو آهي، ان سان گڏئي سندس آمراڻو دور پڄاڻي تي پهتو جنهن سڄي ملڪ کي فولادي پنجوڙ ۾ ڦاسائي رکيو هو. پيا اڪيون ٻٽيون ته ڪيس اها خبر ٻڌايم ته مُرڪي پيو. هو هڪ آزاد منش ۽ لبرل شخص هو ۽ پڪ سان اهو سوچي خوشي ٿي هوندس ته هاڻ ملڪ مان مذهبي تسلط جو خاتمو ٿي ويندو. ٽن ڇئن ڏينهن ڪانپوءِ هڪ رات هو انتهائي بيچين هو ۽ مونکي هر هر پيرن جي مالش ڪرڻ لاءِ چوندو

رهيو جنهن سان کيس آرام نه مليو ٿي پر سندس بيچيني واضع ٿي ۽ سائنس نظر ملائڻ ڏکيو ٿي پيو هو. صبح ٿيڻ کان اڳ سندس پساهه پورا ٿيا. سندس لاش ايمبولنس ۾ کڻائي برف سان ڍڪيل مڙدي خاني پهتس جتي کيس رکيو ويو هو.

پيا پنهنجي بيماري / مرتئي مهل فقط 56 سالن جو هو. بابا انڊيا ويل هو سندس ويساهه هو ته اجمير شريف ۾ خواجه معين الدين چشتيءَ جي درگاهه تي هُن لاءِ دعا گهربي ته ٺيڪ ٿي ويندو. هو پيا لاءِ سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار هو پر جڏهن واپس پهتو ته کيس پتو لڳو ته هو هاڻ دنيا ۾ ناهي رهيو. جڏهن کيس تفصيل پتو لڳو ته چيائين ته جنهن وقت پيا گذاري ويو ان مهل سندس چڱ ڀلائي جي دعا گهري رهيو هو پر نه ڄاڻ ڇو کيس ان ڳالهه جو احساس هو ته سندس دعائون نه اگهامبيون. زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو بابا کي روئندي ڏٺم، سندس چهرو ڏک ۾ وڪوڙيل هو، هو پنهنجي املهه شيءِ کان محروم ٿي ويو هو. حقيقت اها آهي ته پيا جو موت بابا جي زندگيءَ سان گڏ رهيو، هو کيس وساري نه سگهيو ۽ نه ئي وسارڻ سندس وس ۾ هو.

ڪجهه عرصي لاءِ ڪراچيءَ جي زندگي پيا ڪانسواءِ اڌوري اڌوري محسوس پئي ٿي جيتوڻيڪ اسان سڀني کي اندازو هو ته هو گهڻو عرصو نه جيئندو. اسان سڀني اهو سمجهيو ٿي ته اسانکي انجي تياري ڪرڻ گهرجي پر اهو سڀ ڪجهه سمجهڻ جي باوجود سندس هليووڃڻ اسان لاءِ قبولڻ جوڳو نه هو. پيا جو وڏو پٽ سلمان ظفر پيٿالوجسٽ آهي جڏهن ته سندس ننڍي پٽ فرقان پبلڪ هيلٿ ۾ مهارت حاصل ڪئي آهي. حنا ۽ شوڪت باجي ڪراچيءَ ۾ ئي ٽانيڪو آهن، اڄ ڏينهن تائين اڪثر پيا جي کوٽ محسوس ٿيندي آهي، سندس ساروڻيون اسان سان گڏ ٿيون هلن.

## نيٽ ايم آر سي او جي

1989 ۾ ٽريننگ ڪاليج ۾ منهنجو ڪو ختم ٿيو، ان عرصي دوران ايم آر سي او جيءَ واري امتحان ۾ ٽي پيرا فيل ٿي چڪو هئس. منهنجو خيال هو ته ايمانداريءَ سان ٻه وڌيڪ پيرا امتحان ڏيندس ۽ جيڪڏهن پاس ٿي ويس ته ٺيڪ نه ته ميڊيڪل وارو شعبو ئي ڇڏي ڏيندس. چوٿون پيرو شاهين سان گڏ امتحان ڏنم جيڪا سنڌس پهرين ڪوشش هئي، مونکي پوري پڪ هئي ته شاهين امتحان ۾ پاس ٿي ويندي ڇاڪاڻ جو هوءَ سدائين سٺي شاگردياڻي رهي هئي ۽ ڏاهپ ۾ مونکان گهڻو اڳتي هئي. منهنجو خيال هو ته هن پيري آءٌ ٻه پاس ٿي ويندس پر اهو نه ٿيو. سچي ڳالهه اها آهي ته چوٿون پيرو فيل ٿيڻ ڪانپوءِ انتهائي پريشان ٿي ويس، سوچڻ لڳس ته شايد ميڊيڪل واري شعبي ۾ رهي نه سگهان. انهيءَ زماني ۾ سوچيم ته پاڪستان وڃي ايف سي پي ايس وارو امتحان ڏيان ڇاڪاڻ جو ان سان مون ۾ اعتماد پئدا ٿي سگهي ٿو. ڪراچيءَ ۾ اچي FCPS امتحان ٻه ڏنم پر منهنجي توقع جي اُبتڙ ان ۾ ٻه فيل ٿي پيس. ان قسم جي امتحانن ۾ اميدوارن کي پتو هوندو آهي ته هُنن امتحان ڪيئن ڏنو آهي ۽ انجو نتيجو ڇا ايندو، منهنجو امتحان چڱو ٿيو هو پر فيل ٿي پيو هئس. مون نٿي چاهيو ته اهو سمجهان ته مونکي ناجائز فيل ڪيو ويو آهي.

انگلستان واپس موٽي آيس ۽ رائل ڪاليج جي تعليم بابت صلاحڪار ذريعي مونکي ايڊن بروڪ اسپتال ڪيمبرج ۾ ڊاڪٽر روبنسن ۽ ڊاڪٽر ليزلي اور بگن سان گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو ته جيئن امتحان جي تياري ڪري سگهان. رائل ڪاليج ۾ ئي مونکي

ٻڌايو ويو تہ پاڪستان جي ڪاليج مان آيل خط موجب جيئن تہ آءٌ CPSP جي امتحان ۾ فيل ٿي چڪو آهيان سو مونکي MRCOG جي امتحان ۾ وڌيڪ داخلا نہ ڏني وڃي. اڄ ڏينهن تائين اهو سمجهي نہ سگهيو آهيان تہ CPSP جي تڏهونڪي انتظاميا اهو ڇو ڪيو هو ۽ ان سان گڏوگڏ اها ڳالهہ پڻ سمجهہ ۾ آيم تہ مونکي ناجائز فيل ڇو ڪيو ويو هو. اسان جهڙن ملڪن ۾ اهوئي ٿيندو آهي، جڏهن قابليت بنياد نہ هوندي آهي ۽ ذاتي پسند ۽ ناپسند تي فيصلا ڪيا ويندا آهن تہ ماڻهن کي ايئن تنگ ڪيو ويندو آهي.

پاڪستان اچڻ جو اهو مقصد تہ پورو نہ ٿيو تہ مون ۾ اعتماد پئدا ٿئي پر اهو ضرور ٿيو جو هن ڀيري امتحان پاس ڪرڻ لاءِ نهن چوٽيءَ جو زور لڳايم. امتحان چڱو ٿي ويو ۽ امتحان ڪانپوءِ لنڊن جي هڪ اسپتال ۾ زباني امتحان بہ چڱو ٿي ويو. جيڪي مريض مونکي ڏنا ويا هئا سي انتهائي چڱا مريض هئا ۽ هنن مونکي پنهنجي باري ۾ سڀ ڪجهہ ٻڌايو جنهن جو مونکي تمام گهڻو فائدو ٿيو.

آءٌ ڪيئي ڀيرا امتحان ڏئي چڪو هئس ۽ هر ڀيري انيڪ ماڻهو مهنجي لاءِ دعائون ڪندا هئا، جن ۾ يهودي، سک، پارسي، ڪيٿولڪ، پروٽسٽنٽ، مسلمان ۽ هر قسم جا ماڻهو شامل هوندا هئا. انهن سمورن ماڻهن جو دعائون منهنجي ڪم نہ اچي سگهيون ۽ نہ ئي منهنجي نالائقي جو بار ڪٽي سگهيون پر هن ڀيري شايد منهنجا ڀاڳ ڀلا هئا جو منهنجو ٻن اهڙن مريضن سان واسطو پيو جن منهنجي هر طرح مدد ڪئي ۽ آءٌ امتحان ۾ پاس ٿي ويس. سبب ڪهڙو بہ هجي امان ۽ بابا لاءِ ان ڪان بهتر ڪا ٻي خبر ٿي نہ پئي سگهي.

شاهين ايم آرسي او جي پارٽ I ۽ II جا امتحان ٽن سالن جي عرصي ۾ فيل ٿيڻ ڪانسواءِ پاس ڪري ورتا جڏهن تہ مون نو ڀيرا امتحان ڏنو ۽ ان ۾ اٺ سال لڳايم. مون ۾ ۽ شاهين ۾ اهو فرق هو،

هوءَ ذهين هئي ۽ پنهنجي مرضي سان ڊاڪٽر بڻجي ڊاڪٽري ڪرڻ
ٿي چاهيائين. آءُ ذهين نہ هئس ۽ ڊاڪٽر بڻجڻ نٿي چاهيم پر حالتن
مونکي ڊاڪٽر بڻايو ۽ اڳتي هلي مون گائنوڪولوجسٽ بڻجڻ جو
فيصلو ڪيو. جنهن ڏينهن مون اهو فيصلو ڪيو تہ مونکي ڊاڪٽر ٿي
ٿيڻو آهي ۽ گائنوڪولوجسٽ ئي بڻجڻو آهي، ان ڏينهن ڪانپوءِ اهڙو
ڪو پل نہ آيو آهي جنهن ۾ مون پنهنجي پيشي سان انصاف نہ ڪيو
هجي، اِهي امان ۽ بابا هئا جن مون جهڙي ماڻهو لاءِ اُهو پيشو چونڊيو
جيڪو دنيا جو بهترين پيشو آهي. اهو سفر انتهائي ڏکيو هو پر
انهيءَ سفر ۾ مونکي امان ۽ بابا جي اهڙي حمائت حاصل هئي جيڪا
گهڻ ماڻهن کي حاصل هوندي آهي. امان ۽ بابا جو جيترو بہ ٿورائتو
رهان سو گهٽ ٿيندو.

## جهان پيا بہ آهن

شاهين جي رهائش ڪريگ ايون ۾ هئي ۽ هُن بلفاسٽ ۾ ٿي
ڪم ڪيو. شاهين فيصلو ڪيو تہ هوءَ سنڊيپٽي جي علاج ۾ مهارت
حاصل ڪندي. عفيہ ۽ افتخار اعليٰ تعليم لاءِ ليبيا کان برطانيا اچي
ويا هئا ۽ هنن ٻنهي بلفاسٽ ۾ رهڻ جو فيصلو ڪيو. عفيہ کي
بلفاسٽ ۾ هڪ سٺي نوڪري ملي وئي هئي ۽ هُن هڪ ڪانپوءِ ٻيو
ايم آر سي پيٿالوجيءَ جا امتحان پاس ڪري ورتا هئا. ان دوران
افتخار لنڊن يونيورسٽيءَ مان گيسٽرو انٽرولوجيءَ ۾ ايم ايس سي
ڪري ورتي.

ڪراچيءَ ۾ امان جو ويم گهر هلي رهيو هو ۽ اها ڳالهہ پئي
هلي تہ انکي اسپتال ۾ تبديل ڪجي. ياجائي طلعت ويم گهر ۾ ٻارن
جو علاج ڪري رهي هئي جڏهن تہ ياجائي ياسمين بہ بنيادي نوعيت
جي هڪ ننڍي ليبارٽري هلائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. صفيا

ايم بي بي ايس ڪري ورتي هئي ۽ مان جي ڪمن ۾ هٿ ونڊائي رهي هئي، هُن اڃان فيصلو نه ڪيو هو ته ڪيس اڳتي ڇا ڪرڻو آهي ۽ بابا ٻه هُن لاءِ اڃان ڪنهن مناسب سنگ جي منظوري نه ڏني هئي سڀ کان ننڍي پيڻ غوثيه جنهن جي ۽ ادي ٽيپو جي ڄمار ۾ 19 ورهين جو فرق هو، سنڌ ميڊيڪل ڪاليج جي آخري سال ۾ هئي. بابا هڪ لحاظ کان مطمئن هو ته سندس سمورا ٻار ڊاڪٽر ٿي ويا هئا، هاڻ سندس ذهن ۾ فقط اهوئي خيال هوندو ته ڪنهن ريت ڊاڪٽرن سان ئي سندن وهان ڪرائجي.

ادي ٽيپو کي سول اسپتال ڪراچيءَ جي اينسٿيسيا واري شعبي ۾ عارضي نوڪري ملي وئي هئي، هُن اينسٿيسميا ۾ فيلوشپ جو امتحان پاس ڪيو هو جيڪو ان زماني ۾ ماڻهو عام طور تي نه ڏيندا هئا. ڪائنس اڳ ۾ پاڪستان مان ڊاڪٽر حسين احمد ايف ايف اي ڪئي هئي، پوءِ ڊاڪٽر منير احمد ڊپلوما حاصل ڪئي. ڊاڪٽر حسين احمد سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ اينسٿيسيا واري شعبي کي ترقي ڏياري ۽ تمام گهڻين خراب حالتن ۾ شعبي جي جوڙ جڪ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائين، هو پاڪستان ۾ اينسٿيسيا واري شعبي جي شروعاتي باني مان هڪ هو. ڊاڪٽر منير احمد جناح اسپتال ۾ ان شعبي جو انچارج هو. ڊاڪٽر حسين احمد ننڍي ڄمار ۾ اوچتو گذاري ويو ۽ سول اسپتال ڪراچي جو شعبو هڪ ڀلي سربراهه کان محروم ٿي ويو، ادو ٽيپو انهن حالتن دوران انهيءَ شعبي ۾ آيو. شروعات ۾ ڪيس نوڪري حاصل ڪرڻ لاءِ انتهائي ڏکيائين کي منهن ڏيڻو پيو، سول اسپتال ۾ جاءِ خالي هئڻ جي باوجود ڪيترن ئي مهينن تائين بيروزگار رهيو ۽ هيڏانهن هوڏانهن مختلف اسپتالن ۾ ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. جڏهن بيزار ٿيندو هو ته بابا ڪيس سمجهائيندو هو ته سٺو وقت ايندي ويرم ئي نه لڳائيندو آهي. سول

اسپتال ۾ نوڪريءَ ڪانپوءِ ادي ٽيپو هڪ ڏکي جدوجهد جي شروعات ڪئي. اينستيسيا ۽ پيٿالوجي، ريڊيولاجي وغيره اهڙا شعبا هئا جن ڏانهن چڱا شاگرد رخ نه ڪندا هئا، پر ادي ٽيپو جو خيال هو ته هو اينسٿيسيا کي هڪ اهڙو شعبو بڻائيندو جو چڱا شاگرد ان ئي شعبي کي ٻين شعبن جي ڀيٽ ۾ ترجيح ڏيندا. شروعاتي دور جي پريشانين ۾ ڪامورا شاهيءَ جي اڏنگي ورتاءَ جي باوجود هو پنهنجي انهي مقصد ۾ ڪامياب رهيو ۽ آهستي آهستي تمام گهڻا ماڻهو تعليم ۽ تربيت لاءِ وٽس اچڻ لڳا.

هُن آهستي آهستي سول اسپتال ڪراچيءَ جي سرشتي کي چيرنگ ڪراس اسپتال جهڙو بنائڻ جي ڪوشش ڪئي. اڳي اُتي پنجن ڇهن آپريشن ٽيبلن تي ڪم ٿيندو هو جيڪو تعداد ڏاڪي به ڏاڪي وڏي ٿيهه تي ويو ڇاڪاڻ جو سندس شعبي جي پوسٽ گريجويٽ پروگرام ۾ ڊاڪٽرن جي هڪ وڏي انگ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو. پروفيسر اديب رضويءَ گڙدي جي پيوندڪاري ڪئي ته ادي ٽيپو جي ٽيم ئي اينستيسيا ڏنو هو. ادو ٽيپو 1985 ۾ پروفيسر بڻايو ويو. بابا وانگر ادي ٽيپو ۾ به اها زبردست صلاحيت آهي ته هو ماڻهن کي اعليٰ تعليم ۽ تربيت ڏانهن راغب ڪري وٺندو آهي. منجهس بابا جون ٻه وڏندر خصوصيتون جمع ٿي ويون آهن هڪ ته هو ڊاڪٽر آهي ۽ ٻي اها ته هو اُستاد پڻ آهي. سندس اڻٿڪ محنت جو نتيجو اهو نڪتو جو سندس شعبي مان ٽي سئو کان وڌيڪ ڊاڪٽر اينسٿيسيا جي تربيت مڪمل ڪري چڪا آهن، ڪاليج آف فزيشن مان اينسٿيسيا ۾ ميمبرشپ حاصل ڪندڙ ڊاڪٽرن مان 33 سيڪڙو اُهي ڊاڪٽر آهن جن ادي ٽيپو کان تربيت حاصل ڪئي آهي.

جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته پاڪستان جي صحت واري شعبي ۾ ادي ٽيپو جو اهو زبردست حصو آهي. سندس سڀ کان وڌيڪ چڱي ڳالهه

اها آهي تہ پنهنجي شعبي ۾ شاندار ڪارڪردگيءَ جي باوجود ادي ٽيپو جي ڪنڌ ۾ ڪلي نہ لڳي آهي. سندس طريقيڪار اهو آهي تہ هو پنهنجي جوڙيل اصولن تي خاموشي سان هلندي پنهنجي نشاني تي پهچڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. اڄ هو پنهنجي شعبي جي نامياري شخصيت آهي ۽ پاڪستان ڪانسواءِ انگلينڊ، آئرلينڊ، ملائيشيا، سعودي عرب، بنگلاديش ۽ نيپال جي ڪاليجن جا اينسٿيسيا وارا شعبا ڪيس امتحانن لاءِ گهرائيندا آهن. CPSP جي خواهش تي هُن ڪاليج آف فزيشنز اينڊ سرجنز ۾ اينسٿيسيا وارو شعبو قائم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو، جيڪو اڄ ترقي ڪري ملڪ لاءِ جوڳيون خدمتون سر انجام ڏئي رهيو آهي. ادي ٽيپو ۽ سندس ٽيم جو هڪ ٻيو بيمثال ڪم اهو آهي تہ هنن سول اسپتال جهڙي سرڪاري اداري ۾ سرجريءَ جو انتهائي سار سنڀال وارو ادارو قائم ڪيو آهي جنهن ۾ مريض جو بلڪل مفت علاج ڪيو ٿو وڃي ۽ انهيءَ شعبي ۾ ڊاڪٽرن ۽ پيرا ميڊيڪل جي عملي جي مسلسل تربيت ڪئي ٿي وڃي ان ڪم جي شروعات هڪ غير سرڪاري تنظيم فرينڊز آف سرجيڪل آءِ سي يو قائم ڪري ٿي، ان اداري شروعاتي طور تي عطين ذريعي هڪ وڏي رقم گڏ ڪئي ۽ پوءِ حڪومتي مدد حاصل ڪري سول اسپتال اندر ئي جاءِ ڳولهي انتهائي سار سنڀال جو هڪ اهڙو مرڪز قائم ڪيو جتي اهي مريض جيڪي خانگي اسپتالن ۾ ٽيهہ پنجٽيهہ هزار رپيا روزانو خرچ ڪريءَ علاج نٿا ڪرائي سگهن، بلڪل مفت علاج معالجو حاصل ڪن ٿا. ادي ٽيپو ۽ سندس ٽيم جي انهيءَ اداري مان هيل تائين هزارين مريض لاڀ پرائي چڪا آهن.

ادي ٽيپو ڪجهہ وقت لاءِ ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جو پرنسپل پڻ رهيو پر ان وقت پنهنجي عهدي کان استعفا ڏئي ڇڏيائين جڏهن ڊائو ميڊيڪل ڪاليج کي يونيورسٽيءَ جو درجو ڏنو ويو ۽ تمام گهڻن

قاعدن ۽ ضابطن کي مُڏو ڪيو ويو ته جيئن ڪجهه مخصوص ذرين کي لاڀ رسي. سندس طريقو اهو ئي پئي رهيو آهي ته هو اهڙن ڪمن کان خاموشيءَ سان پرپرو ٿي ويندو آهي جيڪي اصولن جي خلاف ٿي رهيا هجن ۽ جنکي هو ٺيڪ نه ڪري سگهندو هجي، هُن پنهنجي سڄي زندگي اهڙن ئي اصولن تحت گذاري آهي.

## ادو سراج ڪراچيءَ ۾

ادو سراج 1982ع ۾ ڪراچي موٽي آيو هو، هو سنڌ جو پهريون ڊاڪٽر هو جنهن هسٽوپيٿالوجيءَ ۾ ميمبرشپ جي ڊپلوما حاصل ڪئي هئي، اُن وقت سڄي پاڪستان ۾ پنج ڊاڪٽر ئي اهڙي ڊپلوما رکندڙ هئا. ادي ٽيپو ۽ سراج پنهنجي لاءِ اهڙن شعبن جي چونڊ ڪئي هئي جنهن ۾ ماڻهن جي کوٽ هئي ۽ سندن خيال هو ته هو انهن شعبن جي واڌ ويجهه ۾ حصيدار بڻجن پر بنهي کي ملڪ ۾ موجود اهڙي سرشتي سان مهاڏو اٽڪائڻو پيو جنهن جو بنياد ڪوڙ، بي ايماني ۽ نا اهليءَ تي بڌل آهي. هڪ دلچسپ ڳالهه اها آهي ته جڏهن سراج ايم آر سي پيٿي جو امتحان پاس ڪري ورتو ته ادي ٽيپو ڪيس پبلڪ سروس ڪميشن ذريعي نوڪري حاصل ڪرڻ لاءِ درخواست جو هڪ فارم اُماڻيو، ادي سراج فارم ته ڀري اُماڻيو پر ڪيس انجو ڪوبه جواب نه مليو. اها حيرت واري ڳالهه هئي ڇاڪاڻ جو سندس تعليمي قابليت جهڙو ڪو ٻيو اُميدوار هوئي نه. بعد ۾ پتو لڳو ته ڪيس انکري انٽرويو لاءِ نه گهرايو ويو جو سمريءَ ۾ لکيو ويو هو ته اُميدوار ايم آر سي پي ڪئي آهي جڏهن ته اُميدوار لاءِ پيٿالوجيءَ ۾ اعلي ڊگري گهربل آهي ۽ ايم فل ڪيل هڪ اُميدوار کي چونڊيو ويو. اصل ۾ اهو ايم فل اُميدوار جنهن وٽ هر قسم جي سفارش ۽ تعلقات هئا، اُن لاءِ ان قسم جي سمري تيار ڪئي وئي ته جيئن ڪيس

نوڪري ڏئي سگهجي. پاڪستان ۾ قابليت ۽ ميرٽ کي جهڙي ريت سفارش ۽ جانبداريءَ تي قربان ڪيو ٿو وڃي، اهو انجو معمولي مثال آهي.

ادي سراج پاڪستان موٽڻ تي بيهر پبلڪ سروس ڪميشن تحت درخواست ڏني، ڪيس چونڊيو ويو پر تعيناتيءَ ۾ سدائين ڪو نه ڪو اهڙو طريقو اختيار ڪيو ويو جو هو نوڪري ڇڏي ڏئي. ڪڏهن ڪيس نوابشاهه ۾ لڳايو ويو ته ڪڏهن وري لاڙڪاڻي بدلي ڪئي وئي ته وري ڪڏهن حيدرآباد. ادي سراج کي پڙهائڻ ۽ سيکارڻ جو انتهائي شوق آهي، اهو ئي سبب آهي جو هو جتي به ويو اهڙن شاگردن جي فوج تيار ڪيائين جن سندن جيان پيٿالوجيءَ ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪئي. هُن ڊائو ميڊيڪل ڪاليج، سنڌ ميڊيڪل ڪاليج، لياقت ميڊيڪل ڪاليج، ڪراچي ميڊيڪل اينڊ ڊينٽل ڪاليج ۾ استاد طور پڙهايو. جن ڏينهن ۾ ادي سراج جي هر هر بدلي ٿي ڪئي وئي ته ملڪ ۾ قائم ٿيندڙ پهرين خانگي ميڊيڪل يونيورسٽيءَ جي ڊين پروفيسر شيواسمٿ ڪيس انتهائي سٺن شرطن تي نوڪري آڇي پر بابا جي صلاح اها هئي ته سرڪاري اسپتالن ۾ ڪم سکي چڱي حيثيت تي پهچندڙن کي گهرجي ته هو سرڪاري ادارن ۾ ئي ڪم ڪن. ادي سراج سرڪاري اسپتال ۾ ئي رهڻ جو فيصلو ڪيو، سرڪاري سرشتي ادي سراج کي ڪڏهن به ان ڳالهه جو موقعو نه ڏنو ته هو هڪ جاءِ لڳي ڪم ڪري ۽ پيٿالوجيءَ جي تعليم ۽ تربيت کي جديد انداز ۾ روپ ڏئي، ان هوندي به هُن انيڪ ڪلينڪل پيٿالوجسٽ ۽ پيٿالوجيءَ کي پيراميڊيڪس کي تربيت ڏني، هُن جيترو عرصو خانگي شعبي ۾ گذاريو سندس ڪارڪردگي شاندار رهي. جيڪڏهن ڪيس بابا جون صلاحون نه ملن ها ته هو به ٻين انيڪ ماڻهن وانگر ملڪ ڇڏي وڃي ها. منهنجي ڪلاس پيچين مان استاد

جمشيد ڀرانا، افتخار يوسف، اعجاز خالد، حافظ ادريس، لحينا متين، فاروق حبيب، حسن ارشد، شمير خان، اقبال حشمت، شڪيل عبيد، امير الحق، منير نثار پراچا، حميد پراچا، آصف حسن، جاويد يوسف، پروين بخاري، سلما قريشي، يونس واڪلا ۽ ظهير بابر جهڙا انيڪ ماڻهو آهن جنکي اسانجي سرشتي ملڪ ۾ واپس اچي ڪم ڪرڻ لاءِ ڇ همتايو. اڄ سڄي دنيا ۾ پاڪستان جا انيڪ ڊاڪٽر انتهائي اعلى پيشيوراڻي سرگرمين ۾ رُڌل آهن ۽ مونکي چڱي ريت اندازو آهي ته سجهاڻ ڪيترائي پاڪستان موٽڻ چاهين ٿا پر اسانجي ملڪ جي سرشتي ۾ هنن لاءِ ڪا گنجائش ناهي چاڪاڻ جو پاڪستان ۾ ڪاميابي، لاءِ سفارش، ڪوڙ ۽ چاپلوسي انتهائي ضروري آهن.

ادي سراج جي هڪ ٻي دلچسپي پوسٽ مارٽم جي حوالي سان آهي. هُن برطانيا ۾ اٽ سئو کان وڌيڪ پوسٽ مارٽم ڪيا جن مان اڪثر ميڊيڪوليگل ڪيس هئا، سندس خواهش هئي ته هو هتي ان ڏس ۾ ڪجهه ڪري، پاڪستان ۾ انسانن جو ٿيندڙ پوسٽ مارٽم ته ترقي يافته ملڪن ۾ جانورن جو به نه ٿيندو آهي پاڪستان ۾ پوسٽ مارٽم لاءِ استعمال ٿيندڙ ڪمرا انتهائي غليظ هوندا آهن. مثال جسم جي چير ڦاڙ عام طور تي پنگي ڪندا آهن ۽ هو ئي عضوا ڪڍي ٻاهر ڪن ۾ وجهندا آهن. ڊاڪٽر انهن ڪمن ۾ هٿ نه وجهندا آهن پوسٽ مارٽم جو مقصد عام طور تي اهو هوندو آهي ته موت جو ڪارڻ معلوم ڪجي. ميڊيڪل سائنس جي انهي، شعبي ذڪر جوڳي ترقي ڪئي آهي. انجو هڪ اهم پاسو اهو آهي ته مرندڙن جي وارثن کي پتو لڳي ته مرڻ جو ڪارڻ ڇا هو ۽ اڪثر اهو به پتو لڳندو آهي ته ڪنهن مريض جي علاج معالجي ۾ ڪنهن قسم جي ڪوتاهي ته ڪئي وئي آهي. دنيا جي اسريل ملڪن ۾ مرندڙن جو پوسٽ مارٽم ضروري طور تي ٿيندو آهي ۽ ان قسم جي ڪم لاءِ تعليم ۽ تربيت

جا خاص انتظام به ڪيا ويندا آهن طب جو اهو شعبو هاڻ ترقيءَ يافته شڪل ۾ موجود آهي. ياد اٿم ته گالوي ۾ پروفيسر فٽز جيرالڊ مونکي اناٽوميءَ جي ڊائيسڪشن هال ۾ وٺي ويو ۽ عزت ۽ احترام سان مئل جسم ڏيکاريائين جنهن عمل مونکي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو هو. مڙدا جسم پهرين پلاسٽڪ سان ڍڪيا ٿي ويا انکانپوءِ انهن تي چادر وڌي وئي جڏهن ته آءٌ هڪ اهڙي ملڪ مان ويل هئس جتي جي سڀ کان پلي ميڊيڪل ڪاليج جي اناٽومي هال ۾ مڙدن جو ڪو احترام نٿي ڪيو ويو. ڊي ايم سيءَ جي اناٽومي هال ۾ مون پنهنجي اکين سان ڏٺو آهي ته مئل جسمن کي نيٽ بڻائي ٽيبل ٽينس کيڏي ٿي وئي يا ڪجهه شاگرد مئل جسمن جو چٽر اڏائيندا رهيا. جنهن سرشتي ۾ مئل جسمن جو احترام نه ڪيو ويندو هجي اُتي جيئري ماڻهن جي به عزت نٿي ٿي سگهي، اسانجو پوسٽ مارٽم وارو سرشتو انجي ئي عڪاسي ٿو ڪري.

ڪجهه سال اڳ جڏهن ڪراچيءَ جي هڪ هوٽل سامهون بم ڌماڪو ٿيو ۽ انجي نتيجي ۾ ڪجهه فرانسيسي شهري به مارجي ويا ته هڪ فرانسيسي ڊاڪٽر پنهنجي ملڪ جي شهرين جو پوسٽ مارٽم ڪرڻ آيو هو. حڪومت تڙ تڪڙ ۾ جناح اسپتال جي پوسٽ مارٽم واري ڪمري ۾ ايئرڪنڊيشن هٽايو. جڏهن فرانسيسي ڊاڪٽر هڪ هڪ مڙدي جو پوسٽ مارٽم ڪرڻ ۾ ڇهه ڪلاڪ ٿي لڳايا ته اسانجي ڊاڪٽرن اُن تي پنهنجي اچرج جو اظهار ٿي ڪيو ته سنئين سڌي بم ڌماڪي ۾ مارجي ويلن جي پوسٽ مارٽم ۾ ايتري دير جي ڪهڙي ضرورت آهي؟، اها اچرج ظاهر ٿي ڪري ته اسان وٽ پوسٽ مارٽم ڪندڙ ڪيترو علم ۽ اهليت ٿا رکن، ڪوهه جو ڏيڏر ڪيترو ڏسي ۽ سمجهي سگهي ٿو. سڄي دنيا ۾ پوسٽ مارٽم ڪرڻ بابت واضع هدايتون آهن ، مثال جي طور تي انگلستان ۾ گهر تي ٿيندڙ هر موت

جو پوسٽ مارٽم سندن ڪٽنبي ڊاڪٽر جي هدايت تي ضروري هوندو آهي ته جيئن موت جو سبب ڄاڻي سگهجي. هر اهو موت جيڪو اسپتال ۾ داخل ٿيڻ جي چوويهن ڪلاڪن ٿو ٿئي ته انجو پوسٽ مارٽم لازمي ڪيو ويندو، هر اهو موت جنهن ۾ ڊاڪٽر يا مريض جا مٽ مائٽ پوسٽ مارٽم ڪرائڻ چاهين ته اهڙي فرد جو به پوسٽ مارٽم لازمي طور تي ڪيو ويندو، اهي سموريون عورتن جيڪي ماءُ بڻجڻ واري عمل دوران موت جو ڪاڄ بڻجڻ يا اهي سمورا ٻار جيڪي ماءُ جي ڪُک ۾، ويم دوران يا ڄمڻ جي ستن ڏينهن اندر موت جو ڪاڄ بڻجن، گڏوگڏ حادثي جو شڪار ٿي گذاري ويندڙن جا پڻ پوسٽ مارٽم ڪيا ويندا آهن. پاڪستان ۾ پوسٽ مارٽم جي خلاف مذهبي بنيادن تي هڪ قسم جو فيصلو ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ اهم شعبي ڏانهن ڪو ڌيان نه ڏريو ويو آهي، جڏهن ته حقيقت اها آهي ته ڪيترن ئي اسلامي ملڪن جهڙوڪ سعودي عرب ۽ ملائيشيا ۾ پوسٽ مارٽم هڪ لازمي ۽ معمول وارو عمل آهي. ادي سراج جي ڪوشش جي باوجود پاڪستان ۾ پوسٽ مارٽم جو جديد سرشتو متعارف نه ڪرايو ويو آهي.

ادي سراج ۾ هڪ خاص خوبي آهي جنهن تي اسين سمورا ڀائر ۽ ڀينرون سندن ٿورائتا آهيون، اها هيءَ ته هو سماجي طور تي انتهائي سرگرم آهي، هو سمورن مٽن مائٽن سان اسانجي تعلق جي پُل آهي ۽ ڪٽنب جي هر قسم جي ڪاڄن ۾ شريڪ ٿيندو آهي. هو بابا ۽ امان جيان دريا دل آهي ۽ ڪنهن ضرورتمند جي حمائت ۽ مدد ڪرڻ کان ڪڏهن به نه ڪيٻائيندو آهي. ادي سراج جو خيال آهي ته بابا سڄي زندگي غريب هوندي به اها ڪوشش ڪندو رهيو ته وڌ کان وڌ تعليم پکيڙي ھاڻ اسان تي به اهو فرض ٿو ٿئي ته اهوئي ڪجھ ڪريون

## مئل عورتون

جڏهن بہ پاڪستان اينڊو هئس تہ ها ڳالهہ ضرور ٿيندي هئي تہ پاڪستان ۾ ڇا ڪندس. اهو سوال تہ هوئي نہ تہ ڪو واپس نہ ايندس، واپس تہ مونکي هر صورت ۾ اچڻو هو ان ڪري پنهنجي لاءِ واٽ جو تعين بہ ضروري هو. مونکي ان ڳالهہ جي ڳڻتي هئي تہ مرد هئڻ ناتي عورتاڻي مرضن جو ماهر هئڻ جي حيثيت ۾ ڪم ڪري سگهندس يا نہ. سچي ڳالهہ اها آهي تہ واپس موٽڻ جي ڪجهہ سالن دوران مونکي انتهائي ڏکيائين کي منهن ڏيڻو پيو پر ان ڳالهہ جو بہ موقعو مليو تہ عورتن جي عمومي صحت واري صورتحال کان واقف ٿيان ۽ اهو بہ پتو لڳم تہ اسانجي ملڪ ۾ عورتن جي حيثيت جانورن کان بہ بدتر آهي.

پروفيسر صادقا جعفري پاڪستان جي نامور گائناڪولوجسٽ آهي، سندس سڀ کان اهم خوبي اها آهي تہ هوءَ بدترين حالتن ۾ بہ چڱائي جي اُميد رکندي آهي ۽ ڪوشش ڪندي آهي تہ جيترو بہ چڱو ڪم ممڪن هجي ڪرڻ گهرجي. سندس نالو اسان ننڍپڻ کان ٻڌو هو ڇاڪاڻ جو امان اهڙي مريض عورتن کي جن کي ڪا پيچيدگي هوندي هئي جناح اسپتال اُماڻيندي هئي، جتي پروفيسر محمودا سعيد ۽ پروفيسر صادقا جعفري ڪم ڪري رهيون هيون. پاڪستان موٽڻ ڪانپوءِ ساڻس ملڻ ويس تہ هوءَ انتهائي پنهنجائپ سان ملي ۽ مختلف تجويزن تي ڳالهہ ٻولهہ ڪانپوءِ آچيائين تہ جيستائين مونکي ڪا نوڪري وغيره ملي آءُ سندس وارڊ ۾ پوسٽ گريجوئيشن جي شاگردن سان تعليمي سرگرمين ۾ وقت گذاريان. هڪدم هائوڪار ڪندي لڳ ڀڳ ارڙهن مهينا جناح اسپتال جي عورتاڻي مرضن واري وارڊ ۾

پروفيسر صادق جعفريءَ وٽ گذاريم. اهو تجربو منهنجي مستقبل ۾ انتهائي ڪارائتو ثابت ٿيو.

جناح اسپتال ۾ پهرين ڏينهن ئي صبح واري گڏجاڻي ۾ هڪ ڊاڪٽر گذريل چوويهن ڪلاڪن جي رپورٽ پيش ڪندي ٻڌايو ته چوويهن ڪلاڪن ۾ ٻاويهه ٻار پيدا ٿيا، اٺ سيزيرين سڪشن ٿيا، ٻه فار سيپ ويم ٿيا، ٻه پي پي ايڇ ٿيا، هڪ مريض عورت اي پي ايڇ سان آئي، هڪ مئل ٻار پيدا ٿيو ۽ ٻه DOA ٿيون، پنهنجي پاسي ۾ ويٺل ڊاڪٽر رضيا ڪوريجو کان پڇيم ته اهو DOA ڇا آهي؟ ڊاڪٽر رضيا انهن ڏينهن ۾ اُتي آر ايم او هئي، تنهن سرهاڻن ۾ وراڻيو ته DOA جو مطلب آهي ڊيڊ آن ارائيول يعني مريض عورت مُئل حالت ۾ وارڊ پهتي هئي. ڪينيا، انگلينڊ ۽ آئرلينڊ ۾ ڪڏهن ٻه نه ٻڌو هئم ته ڪو مريض عورت مئل پهتي آهي. سگهوئي پتو لڳم ته حمل دوران ڪيترين ئي عورتون مئل حالت ۾ اسپتال پهچن ٿيون ۽ انجو سبب اهو آهي ته سندس مٽ مائٽ ڊاڪٽر جي ڪلينڪ يا اسپتال پهچڻ ۾ دير ڪريو ٿا ڇڏين ۽ عام طور تي عورتون رستي ۾ ئي مريو ٿيون ويون. نيروبيءَ ۾ عورتاڻي مرضن وارو شعبو انهيءَ ڪري چوڻديو هئم جو علاج معالجي لاءِ ايندڙ عورتون جوان هونديون آهن، سندن ويم سولائي سان ٿي ويندا آهن ۽ وارڊ ۾ هر وقت مٺائي، ٽافيون ۽ خوشيون هونديون آهن جڏهن ته پاڪستان ۾ عورتاڻي مرض جي وارڊ ۾ پيچيدگيءَ جون شڪار ڳوٺاڻي عورتون ٿيون اچن ۽ هتي ويم دوران ماءُ جو مرتيو هڪ عام ڳالهه آهي. اهو ٻه پتو لڳم ته پاڪستان ۽ ٻين اسرندڙ ملڪن ۾ مائرن جي مرتئي جو سبب ٽن قسمن جي دير آهي، پهرين دير جيڪا گهر تي ٿئي ٿي، جتي سس ۽ مائرون اهو فيصلو ڪرڻ ۾ دير ٿيون ڪن ته مائي کي اسپتال وٺي وڃجي يا نه، ٻي دير اها آهي ته جڏهن مرد اهو فيصلو ڪري ٿا وٺن ته مائي کي

اسپتال وٺي وڃڻ ضروري آهي تہ سندس منتقليءَ ۾ دير ٿي ٿئي، ڪڏهن اها دير ٽرانسپورٽ نہ هئڻ سبب ٿئي ٿي تہ ڪڏهن اها دير انڪري ٿي ٿئي جو رستو خراب آهي يا آهي ئي ڪونہ يا رستي ۾ ڪنهن جلوس، جلسي، مظاهري يا هڙتال سبب گاڏيءَ کي لنگهڻ جي وٿي نٿي ملي، ٽين دير اُن وقت ٿئي ٿي جڏهن مائي اسپتال تہ پهچي وڃي ٿي پر اسپتال ۾ ڪيس علاج ملڻ ۾ دير ٿئي ٿي ڇاڪاڻ جو اسپتال ۾ ڊاڪٽر موجود نہ هوندو آهي، دوائون نہ هونديون آهن يا اهڙيون سهولتون نہ هونديون آهن جو سندس تڪڙي آپريشن ڪري سگهجي. پاڪستان ۾ حمل دوران عورتن جي مرتئي جا وڏا سبب اهيئي آهن.

جناح اسپتال ڪراچي شهر جي وچ ۾ هڪ ادارو آهي، جنهن جي عورتاڻي مرضن واري شعبي ۾ وڏي تعداد ۾ عورتون پهرين ۽ ٻئي دير جو شڪار ٿيڻ ڪانپوءِ ٿي پهتيون. مئل مائرن جو تہ ڪجھ بہ نٿو ڪري سگهجي، پر پيچيدگين جي شڪار عورتون جو تڪڙو علاج ڪيو ٿي ويو. هاڻ اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ انهن مريض سان ڪهڙي جُٺ هوندي جيڪي ڏورانهن علائقن ۾ رهن ٿا ۽ اهڙين اسپتالن يا صحت مرڪزن ۾ تا پهچن جتي بنيادي سهولتون ئي موجود ناهن. گهڻي ڀاڱي مريض ڪنهن بيماريءَ وگهي نٿا مرن، هو انڪري مريو ٿيو وڃن جو سندن ڪٽنب ۾ سس، ماءُ، سهرو يا مڙس سجاڳي نہ هئڻ سبب ڪيس اسپتال پيڙو ڪرڻ لاءِ تيار نہ هوندا آهن يا سندن مرڻ جو سبب اهو هوندو آهي جو حڪومتون ۽ معاشرو پنهنجي وڏين دعوائن جي باوجود مرندڙ عورتن جي منتقليءَ لاءِ ڪي جوڳا اُپاءَ وٺڻ ۾ ناڪام آهن ۽ آخري ڳالھ اها تہ مريض عورتن اهڙن صحت مرڪزن تي پهچي پساھ ٽيون ڏين جتي جان بچائيندڙ بنيادي سهولتون موجود نہ هونديون آهن، اها ڳالھ ڪنهن هاجي ڪان گهٽ

ناهي. مون جناح اسپتال ۾ سمورو عرصو رضاڪاراڻي طور تي ڪم ڪندي گذاريو پر اُتي ڪم ڪندي اهو اندازو ٿيم ته پاڪستان ۾ عورتائي مرضن جو علاج ڪرڻ ڪو سولو ڪم ناهي. هتي ٿي اندازو ٿيم ته پاڪستان ۾ ڇوڪرين جي شادي اُن وقت ڪرائي ويندي آهي جڏهن هو اڃان ٻار ئي هونديون آهن. اسانجي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ جهالت جنهن ريت وڌي ويجهي رهي آهي انهن حالتن ۾ اهو ممڪن نظر نٿو اچي ته عورتن کي بنيادي سهولتون رسائي سندن حياتيون بچائي سگهجن.

اهي سموريون ڳالهيون سمجهڻ سان گڏوگڏ اهو به ڪيم جو ڪراچيءَ جي مختلف خانگي اسپتالن ۾ هنگامي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ پنهنجو نالو درج ڪرايم. اڪثر ٿيندو هو جو راتيں جو مونکي سيزيرين سيڪشن سان آڪٽوپڪ حمل واري عورت جو آپريشن ڪرڻ لاءِ گهرايو ويندو هو پر سگهوئي پروڙي ورتم ته گهڻي ڀاڱي خانگي اسپتالون ڊاڪٽرن کان ڪم ته وٺيو ڇڏين پر سندن محنتاڻو ڏيڻ ۾ دير ٿيون لڳائين، ان لاءِ عجيب و غريب بهانا ٺي ڪيا وڃا ۽ اڪثر ڊاڪٽر پنهنجي فيءَ کان محروم رهجي ويندا هئا حمل دوران پيچيدگين جو شڪار ٿيندڙ عورتن جي علاج ۾ دير يا سندن موت جو سبب ته سمجهي ويو هئس پر خانگي اسپتالن کان محنتاڻي ملڻ ۾ دير جو سبب سمجهڻ ۾ مونکي تمام گهڻي دير لڳي اهو سمجهڻ جي باوجود مون ۾ اها همت پئدا نه ٿي سگهي جو مرندڙ ماڻرن لاءِ ڪٽي گهرايو وڃان ته منع ڪري ڇڏيان.

ان دوران به اهم ڳالهيون ٿيون، هڪ ته غوثيا ڊاڪٽر بڻجي وئي ۽ بابا جو اهو سپنو پورو ٿي ويو جيڪو هُن گهڻو اڳ ڏٺو هو ماڻ سندس سمورا ٻار ڊاڪٽر بڻجي چڪا هئا. مون جهڙا، جيڪي جڏا هئا، چاند جهڙا به جن ڊاڪٽر بڻجڻ نٿي چاهيو ۽ غوثيا جهڙا به جنهن

پهنجي تعليمي زندگيءَ جي شروعات ڪرڻ ۾ ئي دير ڪئي هئي. بابا اڪثر چوندو هو تہ نپولين وانگر سندس لغت ۾ بہ ناممڪن جو لفظ ناهي. هُن پنهنجي اڻٿڪ محنت، انيڪ قربانين ۽ آرام ۽ آسائش جو فڪر ڪرڻ ڪانسواءِ اسان سڀني کي ڊاڪٽر بڻايو، اڄ بہ جڏهن امان ۽ بابا جي زندگين تي نظر ٿو ڊوڙايان تہ بي اختيار منهنجي نيڻن ۾ ڳوڙها ٽا تري اچن تہ هنن ٻنهي پنهنجي ٻارن جي آئيندي، پنهنجي انيڪ مٽن مائٽن ۽ دوستن جي آئيندي لاءِ ڪيڏيون قربانيون ڏنيون. پنهنجي آرام جو فڪر ڪيائون نہ پنهنجي خواهشن ۽ ضرورتن جو خيال رکيائون ۽ جڏهن وٽن مناسب دولت آئي بہ تڏهن بہ ڪنهن قسم جي شان ۽ شوڪت جو مظاهرو نہ ڪيائون، ٻئي سڄي زندگي سچ وانگر سادا رهيا ۽ ٻين لاءِ جيئرا رهيا. اسين سڀئي اهڙن ماءُ پيءُ تي جيترو بہ فخر ڪريون سو گهٽ ٿيندو. ٻي ڳالهہ اها ٿي جو بابا صفيہ جي شادي طئي ڪري ڇڏي. سرور جميل صديقي برطانيا مان ايم آر سي پي پارٽ ون جو امتحان پاس ڪري آيو هو، بابا وقت سان گڏ ان معاملي ۾ پنهنجي اندر تبديلي آندي ۽ اهو پهريون پيرو ٿيو جو بابا صفيہ کي اهو موقعو ڏنو تہ هوءَ سندس پسند بابت ها يا نہ ڪري سگهي، اصل ۾ هُن صفيہ کي ان ڳالهہ جو بہ موقعو ڏنو تہ هوءَ سرور کي ڏسي بہ وٺي. صفيا جي راضپي ڪانپوءِ سرور جميل صديقيءَ سان سندس وهانءُ ٿي ويو ۽ ڪجهہ ئي عرصي ۾ هوءَ برطانيا هلي وئي، جتي سرور پنهنجي فائنل سال جي امتحان جي تيارين ۾ رڌل هو. صفيہ ڪراچيءَ ۾ ادي ٽيپو سان گڏ ڪم ڪندي اينسٿيسيا ۾ ايم سي پي ايس وارو امتحان پاس ڪري ورتو هو ۽ ايف سي پي ايس ڪرڻ جو سوچي بہ رهي هئي جو سندس شادي ٿي وئي ۽ ڪيس برطانيا وڃڻو پيو، برطانيا ۾ ڪيترائي سال گذارڻ جي باوجود صفيہ ميڊيڪل جي ڪنهن بہ امتحان ۾ ويهي نہ سگهي ڇاڪاڻ جو هُن

نوابشاهه ميڊيڪل ڪاليج مان ايم بي بي ايس پاس ڪئي هئي ۽ اهو ڪاليج جنرل ميڊيڪل ڪائونسل جو منظور ڪيل نه هئي جنهن ڪري ڪيس پليب جي امتحان ۾ ويهڻ جي به اجازت نه ملي، اها هڪ لحاظ کان نراسائي ڀري ڳالهه هئي ۽ ڀاڳ جي هڪ اهڙو ڦيرو جنهن تي سوچي کل ٿي اچي. انٽر واري امتحان ۾ صفيا جون جيڪڏهن چار مارڪون گهٽ اچن ها ته سندس داخلا ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي وڃي ها ۽ هو به سرور وانگر پوسٽ گريجوئيشن ڪري وٺي ها ته جيڪڏهن سندس چار مارڪون وڌيڪ هجن ها ته سندس داخلا سنڌ ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي وڃي ها ۽ هوءَ عطيه وانگر پوسٽ گريجوئيشن ڪري وٺي ها، هوءَ پنهنجي مارڪن جي ڪري نوابشاهه پهتي ۽ آءُ جنهن کي اصولي طور تي ڪنهن به ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا نه ملڻ گهربي هئي سو حالتن تحت ڊائو ميڊيڪل ڪاليج پهچي ويو. ڀاڳ، اتفاق، حادثا يا دعائون، انجو ڪهڙو سبب هو، سو اڄ ڏينهن تائين سمجهي نه سگهيو آهيان.

ڪراچي واپس اچي صفيه سول اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ گڏوگڏ ايف سي پي ايس لاءِ پڻ تياري ڪرڻ لڳي، تمام ٿورڙي وقت ۾ ٻن ٻارن جي پالنا سان گڏوگڏ اهو امتحان به پاس ڪري ورتائين، اڳتي هلي بيهوشيءَ جي خاص شعبي (سور ۽ انجو علاج) ۾ ايم ايس سي به ڪيائين. صفيه ۾ سکڻ جي زبردست صلاحيت آهي ۽ سٺي ڳالهه اها آهي ته هوءَ هڪ چڱي ڊاڪٽر آهي جنهن کي اڳتي وڌڻ لاءِ ڪنهن سهاري جي ضرورت ناهي، جيڪي ماڻهو ڪنهن سهاري تي ترقي ڪندا آهن تن جي ساک جو هر ڪنهن کي پتو هوندو آهي. سرور نيورولوجيءَ ۾ اعليٰ تعليم پرائي ۽ ڪراچيءَ جي سول اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين پر جهڙي ريت ادي سراج سان ٿيو سرور کي به لڳ ڀڳ ساڳي قسم جي حالتن جو منهن ڏسڻو پيو.

قابليت بدران اثر رسوخ رکندڙن کي مٿس ترجيح ڏني وئي سو نيٺ هڪ ڏينهن سرڪاري نوڪري ڇڏي خانگي شعبي جي هڪ اسپتال هليو ويو جتي قابليت جي بنياد تي سڀ ڪجهه ٿئي ٿو. سرور اتي پنهنجي ڪم کان خوش آهي پر سرڪاري اسپتال ۾ انيڪ غريب مريضن جو جيڪو نقصان ٿيو انجي ڪنهن کي به ڪا پرواهه آهي ۽ نه ئي ڪو فڪر.

جنهن سال صفيه ڪراچيءَ کان برطانيا وئي، ان ئي سال شاهين واپس پاڪستان موٽي. شاهين سُنڊيپٽي جي علاج ۾ مهارت حاصل ڪئي ۽ ڪراچيءَ جي هڪ خانگي اسپتال ۾ سنڊيپٽي جي علاج جو مرڪز قائم ڪيائين جتي ڪراچيءَ جو پهريون ٽيسٽ ٽيوب ٻار پيدا ٿيو. انکان پوءِ شاهين پنهنجو ڌيان عطيه اسپتال تي ڏنو ۽ اُتيئي ڪم ڪري رهي آهي جتي هُن پنهنجي انهيءَ خاص شعبي ۾ تربيت ڏيڻ جو ڪم پڻ شروع ڪيو آهي.

## ويڙهي جي هُن پار

1992 ۾ پاڪستان موٽڻ جي ٻن سالن کانپوءِ مونکي به سرڪاري نوڪري ملي وئي. پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان معمول جي ابتڙ پهرين ڪوشش ۾ ئي پاس ڪري ورتو هئم، جنهن کانپوءِ مونکي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ اسٽنٽ پروفيسر جو آرڊر مليو، ساڳي ڪاليج مان تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ اُتي جي تعليمي عملي ۾ شامل ٿيڻ انتهائي ڀلي ڳالهه هئي. ڊائو ميڊيڪل ڪاليج سان منهنجون انيڪ سارو ٽيون هيون ۽ اهو به خيال هو ته اُتي منهنجي تعليم دوران زندگيءَ جي تعليمي معاملن ۾ مختلف هئڻ گهربو هو آءٌ سدائين اهو سمجهندو هيس ته اهو شايد دنيا جو بهترين ڪاليج

آهي، اهو انڪري سوچيندو هئس جو مون دنيا ڏٺي ئي نہ هئي.
يونيورسٽيءَ ڪاليج گالوي جو ميڊيڪل ڪاليج ڏسڻ ڪانپوءِ مونکي
اندازو آيو تہ آءٌ ڪيڏو نہ غلط هئس، مون ڊي ايم سيءَ جي تعليمي
سرشتي کي پنهنجي ذهن ۾ اعليٰ ترين درجو ڏئي رکيو هو جڏهن تہ
حقيقت اها هئي تہ ڊي ايم سي ۽ ڪراچي يونيورسٽي جو سنديافتا
هوندي بہ هر مناسب امتحان ۾ ڪيترائي ڀيرا فيل ٿيس جڏهن تہ ڊائو
۾ اناٽوميءَ کان سواءِ سمورا امتحان پاس ڪري چڪو هئس. حقيقت
اها هئي تہ ميڊيڪل ڪاليج جو تعليمي سرشتو ڪجھ اهڙي قسم جو
هو جو مون جهڙن شاگردن کي ان ڳالھ تہ مجبور نہ ٿيڻو پوندو هو تہ
اسانکي پڙهڻ جي ضرورت آهي، سڄي ملڪ ۾ ميڊيڪل جي تعليمي
سرشتي جو اهو ئي حال آهي. ادي ٽيپو، سراج، چاند، شاهين، عفيہ،
صفيہ ۽ غوثيا انهن ئي ميڊيڪل ڪاليجن ۾ پڙهڻ ويا هئا، منجهائن
هر ڪنهن جيڪا تعليم حاصل ڪئي سا هنن پنهنجي سمجھ آهر ئي
حاصل ڪئي ۽ پنهنجي محنت سان امتحانن ۾ پاس ٿيندا رهيا،
بلڪل ايئن ئي جيئن ٻيا انيڪ شاگرد انهن ئي ميڊيڪل ڪاليجن ۾
پنهنجي سر محنت ڪن ٿا ۽ پنهنجي تعليمي قابليت وڌائين ٿا، ان ۾
تعليمي سرشتي جو ڪو ڪمال ناهي. آءٌ بلڪل ئي ڏڏ ۽ عقل کان
وانجهيل شاگرد نہ هئس، سچي ڳالھ اها آهي تہ پهريون ڀيرو امتحان
۾ فيل ٿيڻ ڪانپوءِ مون سرشتي جي خرابي پروڙي ورتي هئي ۽ اهڙا
طريقا ڳولهي لڌم جن ذريعي سرشتي کي بيوقوف بڻائي، پڙهڻ
کانسواءِ ئي پاس ٿيندو رهيس. انهيءَ طريقيڪار کي سمجهڻ ۾ آءٌ
اڪيلو نہ هئس، مون جهڙا ٻيا بہ انيڪ هئا، افسوس رڳو ان ڳالھ جو
اٿم تہ ڊائو جي تعليمي سرشتي منهنجي صلاحيتن کي تعليم ڏانهن
راغب نہ ڪيو، آءٌ هڪ جاهل پر سنديافتا ڊاڪٽر بڻجي ويس،
جيڪڏهن پاڪستان کان ٻاهر نہ وڃان ها تہ پتوئي نہ لڳيم ها تہ سنو

ڊاڪٽر ڪنهن کي ليکيو ويندو آهي. ڊائو مان ڪمايل جهالت ختم ڪرڻ ۾ مونکي اٺ سال لڳي ويا. پنهنجي محنت ۽ تعليم سان انهن ماڻهن جي نظرن ۾ عزت ڪمايم جيڪي هر لحاظ کان مونکان مختلف هئا، رنگ، نسل، مذهب، ثقافت ۽ گهڻو ڪجهه هنن ۾ مونکان مختلف هو پر قابليت ۽ محنت جي آڌار تي مونکي اڳتي وڌڻ ۾ ڪابه ڏکيائي پيش نه آئي. انجو ادراڪ انڪري ٿي سگهيم جو آءُ ٻاهر وچي ٻين سرشتن سان مڪا ميل ٿي سگهيس پر اهڙن ڊاڪٽرن جو هڪ وڏو انگ آهي جيڪي مون وانگر جاهل ٻڌجي نڪتا ۽ صحت واري سرشتي جو حصو بڻيا ۽ جيڪڏهن سڄي ڳالهه ڪجي ته هو جعلي ڊاڪٽرن کان به بدتر آهن.

اجان گالوي ۾ ئي هئس جو ڊاڪٽرن جي پيشيواراڻي انشورنس ڪمپني MPS منهنجي لنڊن واري پتي تي هڪ خط اُماڻيو جنهن موجب مونکي نيروبي وڃي هڪ ڊاڪٽر جي حق ۾ گواهي ڏيڻي هئي. ٿيو اهو جو نيروبيءَ ۾ مون ڊاڪٽر پاٽيا سان گڏ ڪم ڪيو هو، جيڪو سک هو ۽ لاهور جي ڪنگ ايڊورڊ ڪاليج مان ايم بي بي ايس ڪري انگلستان مان ايف آر سي ايس ڪئي هئائين. هُن هڪ اطالوي مريض سرجيوپولوجي آپريشن ڪئي هئي جنهن ۾ آءُ سندس اسسٽنٽ هئس، منهنجي اچڻ کانپوءِ ڊاڪٽر پاٽيا هڪ موتمار دل جي دوري ۾ گذاري ويو هو، سندس گذاري وڃڻ کانپوءِ مريض اسپتال تي ڪيس داخل ڪيو هو ته سرجن پاٽيا سندس صحيح آپريشن نه ڪيو هو. سرجن پاٽيا جي انشورنس ڪمپني برطانيا جي هئي ۽ ان سمورا ڪاغذ جانچڻ کانپوءِ فيصلو ڪيو ته مريض سان قانوني جنگ وڙهبي ۽سرجن پاٽيا جو نالو بدنام ٿيڻ نه ڏبو ڇاڪاڻ جو هو هڪ سٺو ۽ معزز ڊاڪٽر هو. سندس گذاري وڃڻ کانپوءِ مٿس الزام ڏرڻ مناسب عمل ناهي. ان آپريشن جا نوٽس منهنجا لکيل هئا سو گواهه طور

منهنجو پيش ٿيڻ ضروري هو. مون سان گڏ لنڊن جي هڪ ماهر
سرجن پروفيسر چارلس ڊريو کي به هڪ ماهر طور گهرايو ويو هو.
منهنجي لکيل رپورٽ جي آڌار تي ڪيس وڙهڻ ۾ سهولت ٿي پئي.
اهي تفصيل انڪري به لکي سگهيو هئس جو شبانا نقويءَ جي والد
جي ميڊيڪل رپورٽ جي بنياد تي اهڙي ئي رپورٽ لکڻ لڳو هئس
ڊاڪٽر ڀاٽيا جي نالي تي ڪو داغ نه لڳو ڇاڪاڻ جو اسين اُهو ڪيس
ڪٽي وياسين. اڄ به سوچيندو آهيان ته جيڪڏهن اُها رپورٽ صحيح
طرح سان لکيل نه هجي ها ته اهو ڪيس ڪڏهن به ڪٽي نه سگهون ها
۽ شايد مرڻ ڪانپوءِ ڊاڪٽر ڀاٽيا جو نالو خراب ٿئي ها ته هو خراب
ڊاڪٽر هو، جيڪو اصل ۾ انتهائي شاندار انسان ۽ ڊاڪٽر هو.

اهو سڀ ڪجهه ٽن هفتن اندر ٿيو ۽ ان پوري مامري ۾ مونکي
وڏو مزو آيو، انجا ڪيترائي سبب هئا، پهرين ڳالهه اها ته مونکي
ڪافي اطمينان ٿيو ته مون هڪ چڱو ڪم ڪيو ۽ منهنجي ڪيل ڪم
سبب اسين ڪيس ڪٽي وياسين، ٻي ڳالهه اها ته زندگيءَ ۾ پهريون
ڀيرو نيروبيءَ جي هڪ پنجن ستارن واري هوٽل ۾ ترسيس جيڪا
پنهنجي سر مزيدار ڳالهه هئي. هڪ ٻي ڳالهه به ٿي جيڪا اُن وقت ته
مونکان ٿي وئي پر پوءِ اُن تي پڇتائيندو رهيس. گالوي ۾ منهنجو
هڪ ملائيشيائي چيني دوست چنگ لائي هو، جيڪو مهاتير محمد
جي تعليمي اسڪالرشپ تي گالوي جي ميڊيڪل اسڪول ۾ تعليم
حاصل ڪري رهيو هو، جڏهن ڪيس ٻڌايم ته ڪجهه ڏينهن لاءِ نيروبي
پيو وڃان ته هڪدم پڇيائين ته ڪهڙي ايئر لائين ذريعي، ٻڌايومانس
ته سوڊان ايئر لائنز جي ٽڪيٽ خريد ڪئي اٿم. جيتوڻيڪ انشورنس
ڪمپنيءَ هڪ وڏي رقم اُماڻي هئي پر مون سوڊان ايئر لائنز جو
سستو ٽڪيٽ خريد ڪري ڪجهه پائونڊ بچائڻ ٿي چاهيم. چنگ لائي
جو چوڻ هو ته هو شوق جي خاطر مختلف ايئر لائنز جا ڪمبل گڏ

ڪندو آهي ۽ پنهنجي فليٽ تي الماري کولي ڏيکاريائين جنهن ۾ پنجاهه کان وڌيڪ ايئر لائينن جا ڪمبل پيل هئا، جيڪي هُن انتهائي سليقي سان ملڪن جي جهنڊن سان سينگاري رکيا هئا. هُن مونکان وعدو ورتو ته آءٌ هُن لاءِ سوڊان ايئر لائنز جو ڪمبل چورائي ايندس. هُن مونکي هر هر چيو ته وٽس ڪنهن به افريڪي ملڪ جي ايئر لائن جو ڪمبل ناهي ۽ جيڪڏهن آءٌ اهو ڪم ڪري ڏيان ته پوءِ وٽس هر کنڊ جي نمائندگي ٿي ويندي، مون ساڻس سندس منشا آهر ڪم ڪرڻ جو واعدو ڪري ورتو. آئرش ايئر لائنز ذريعي لنڊن پهتس جتان سوڊان ايئر ويز ذريعي قاهرا ۽ خرطوم کان ٿيندو نيروبي پهتس. اهو مشاهدو ڪيم ته سوڊان ايئر ويز جون ايئر هوسٽون ڪمبلن جي معاملي ۾ انتهائي محتاط هيون، سوچيم ته ڪمبل چورائڻ جو خيال ئي من مان ڪڍي ڇڏيان پر چنگ لائي جو مرڪندڙ چهرو نظرن آڏو تري آيو ۽ وڏي ڏکيائي سان ڪنهن نه ڪنهن ريت سوڊان ائير ويز جو ڪمبل چورائي خاموشي سان پنهنجي بيگ ۾ وجهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس، گالوي ريلوي اسٽيشن تي چنگ لائي مونکي وٺڻ آيو ۽ پهريون سوال ئي ڪمبل بابت ڪيائين. جيتوڻيڪ هُن لاءِ ڪمبل ته آندو هئم پر ڪيترن ئي ڏينهن تائين من ۾ اها ڳڻتي رهي ۽ اڃان به آهي ته مونکي اهو ڪمبل چورائڻ نه گهربو هو.

انهيءَ سفر ۾ ڪجهه سئو پائونڊ بچڻ کانسواءِ ٻي ٻيون اهم ڳالهيون به ٿيون، هڪ ته مهيندر سنگهه ووهرا سان ڀيھر مليس جنهن جو گهريلو نالو پمي هو. کيس هڪ ڀيانڪ حادثي ڪانپوءِ آغا خان اسپتال آندو ويو هو جتي ڪيترائي ڏينهن بيهوش رهيو. انهيءَ علاج دوران ووهرا ڪٽنب سان منهنجي سنگت ٿي وئي هئي، مهيندر کي جيئرو ۽ ڪم ڪار ڪندو ڏسي مونکي انتهائي خوشي ٿي، اسانجي سنگت اڄ ڏينهن تائين قائم آهي. ٻي ڳالهه اها ٿي جو آءٌ ڊي ايم سيءَ

۾ پاڻ کان هڪ سال سينئر ڊاڪٽر دوست خير النسا سان ملڻ ملاوي ويس. هوءَ اين ايس ايف جي سرگرم ڪارڪن ۽ بهترين مقرر هئي، هوءَ عورتن جي حقن ۽ ڇوڪرين جي تعليم جي زبردست حمائتي هئي، ڪاليج ۾ خيرالنسا سان منهنجي دوستي ٿي وئي هئي. سندس شادي صديق جهڪورا سان ٿي جنهن سان به منهنجي گهاٽي سنگت ٿي وئي هئي، جهڪورا ڪٽنب جو ملاوي ۾ وڏو ڪاروبار هو. خير النسا مونکي ڪوئين ايلزبيٿ اسپتال ڏيکاري جڏهن ته هنن ٻنهي مونکي ملاوي جي سهڻي ترين ڍنڍ ليڪ ملاوي پڻ گهمائي، اها ڍنڍ 365 ميل ڊگهي ۽ 53 ميل ويڪري آهي جيڪا ملاوي، موزمبيق ۽ تنزانيا مان لنگهي ٿي. اِها ڌرتيءَ تي قدرت جي هڪ شاندار سوکڙي آهي. ملاويءَ جو اهو دورو ۽ اُتي ٿيل ملاقاتون مونکي سدائين ياد رهنديون، بعد ۾ خير النسا برطانيا آئي جتان هوءَ ٻيهر افريڪا هلي وئي ۽ اڄڪلهه هوءَ ڏکڻ افريڪا ۾ ٿي رهي ۽ تمام گهڻي مذهبي ٿي وئي آهي. بدواتم ته هوءَ پڙدي جي ايتري پابند ٿي وئي آهي جو شايد مون سان به نه ملي، اهو سوچي سراپجي ٿو وڃان. ٽين ڳالهه اها ٿي جو نيروبي پهچندي ئي اتان جي ميڊيڪل بورڊ جو امتحان بابت ڄاڻ حاصل ڪيم. مونکي ٻڌايو ويو ته امتحان ساڳي هفتي،ڪيس جي اينڊڙ ڏينهن ٿي رهيا آهن. هڪدم فيءَ جمع ڪرائي امتحان ۾ وينس ۽ پنهنجي عادت جي ابتڙ پهرين ڀيري ۾ ئي پاس ڪري ورتم، اهو انڪري ٿيو جو گالوي ۾ سنجيدگيءَ سان پڙهائي ڪئي هئم.

ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ٿيندي ئي ڪوشش ڪيم ته هتي به شاگردن سان اُهو ورتاءُ رکان جهڙو ٽريننگ ڪاليج ڊبلن ۾ هو ڇاڪاڻ جو هاڻ آءٌ پڙهائڻ جو شوقين ڊاڪٽر هئس جنهن وٽ پڙهائڻ جو تجربو ۽ اعليٰ تعليم ڊپلوما به هو پر سگهوئي اندازو ٿي ويم ته آءٌ هڪ ڀيرو ٻيهر غلط سوچي رهيو هئس، جنرل ضيا جي

يارهن سالن واري فوجي راڄ نہ رڳو ملڪ جي پينگ ڪئي هئي پر تعليمي سرشتي کي اجائين وڏيڪ تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو هو. ڪاليج ۾ بہ اهو ڪجھہ ٿي رهيو هو جيڪا باقي ملڪ ۾ جاري هو. نسلي، فرقيوار ۽ قوميتن جي بنياد تي وڏي پئماني تي ورهاڱو ٿي چڪو هو. اجان آئرليند ۾ ٿي هئس جو پتو لڳم تہ وامق يوسف (جيڪو هاڻ هيوسٽن ۾ دل جو ڊاڪٽر آهي) کي اسلامي جمعيت طلبا جي ڪارڪنن ايڏي مارڪٽ ڪئي جو مٿي ۾ آيل ڌڪن سبب هو ڪيترن ئي ڏينهن تائين انتهائي سار سنڀال واري وارڊ ۾ بيهوش رهيو. آصف ماسٽر جيڪو اين ايس ايف جو يونٽ سيڪريٽري هو، تي جمعيت وارن قاتلاڻو حملو ڪيو. اهو حملو جنهن پيشيوراڻي طريقي سان ڪيو ويو هو تنهن جو مقصد قتل ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجھہ بہ نہ هو. آصف ڪيترين ئي آپريشنن ڪانپوءِ مشڪل سان بچي سگهيو هو. آءُ پاڻ اين ايس ايف جو سرگرم ڪارڪن رهيو هئس ۽ ياد نہ اٿم تہ ڪو ڪڏهن اين ايس ايف يا ان سان لاڳاپيل پورهيت تنظيم اسانجي ڪنهن ساٿيءَ کي هٿيار کڻڻ يا تشدد جو رستو اختيار ڪرڻ لاءِ چيو هجي. اسانکي سدائين اهو چيو ويندو هو تہ ڳالھہ ٻولھہ ذريعي ماڻهن کي پنهنجو سهمت بنائڻو آهي. اين ايس ايف ۾ ڪم ڪرڻ دوران منهنجون زين الدين خان، معراج محمد خان، رشيد حسن خان، شميم زين الدين خان، زاهد حسين، انجم رشيد، نسرين زهره، جاويد حسن، گوهر تاج نقوي، مهناز رحمان، لالہ رخ انصاري، عنائت رضا، وجيهہ قادري، شهريار مرزا ،حبيب الله شاڪر، لطيف چوڌري ۽ نجم الهديٰ جهڙن ماڻهن سان ملاقاتون ٿيون، اهي سمورا پڙهيل ڳڙهيل ۽ ڳالھہ ٻولھہ ذريعي قائل ڪندڙ هئا پر جنرل ضيا جي دور کان حالتون بدلجڻ شروع ٿي ويون، نقل ڪرڻ، بدمعاشي ذريعي امتحان پاس ڪرڻ معمول جي ڳالھہ بڻجي ويون. ڪوبہ ايمانداريءَ سان امتحان

ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو، ڪتاب سامهون رکي کليل نقل ٿيڻ لڳي هئي.
سچو سرشتو شرمناڪ حد تائين وڏيڪ تباهہ ۽ برباد ٿي چڪو هو.
انتظاميا ۾ همت نہ هئي جو ان سلسلي کي روڪي ۽ انفرادي طور
تي ڪوبہ ان صورتحال خلاف ڪجهہ بہ ڪرڻ کان ڪيٻائي رهيو هو.
مون پهرين مهيني ئي امتحان ۾ ٽينڊڙ نقل روڪڻ جي ڪوشش
ڪئي ۽ گريڊ جي ڪتاب لاءِ ايمانداريءَ سان ٽيسٽ وٺڻ جي ڪوشش
ڪئي جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو شاگردن جي ٽن تنظيمن جي
ڪارڪنن مونکي منهنجي آفيس ۾ اچي مارڪٽ ڪئي ۽ ڪوبہ
منهنجي واهر لاءِ اڳتي نہ آيو، انتظاميہ ڪجهہ بہ ڪرڻ کان قاصر هئي.
ان واقعي جي خبر ڏان اخبار ۾ ڇپجي وئي، جنهن کان پوءِ مونکي
ناظم آباد جي هڪ پلوڙ ڏاڪٽر سيد حسين نقويءَ جو همدردي ڀريو
فون آيو. مونکي ساراهيندي چوڻ لڳو تہ گهٽ ۾ گهٽ مون حالتون
تبديل ڪرڻ جي ڪوشش تہ ڪئي آهي. هُن مونکي احتياط ڪرڻ جي
بہ صلاح ڏني، اڄ بہ جڏهن اُهو فون ياد ايندو آهي تہ اکين ۾ ڳوڙها
ڀرجي ايندا آهن. هاڻ ان قسم جا مهربان فيملي ڏاڪٽر دنيا ۾ ناهن
رهيا.

## هڪ نئين واٽ تي

ميڊيڪل ڪاليج واري انهيءَ واقعي مونکي انتهائي نراس
ڪري ڇڏيو هو ۽ پنهنجو ڌيان سول اسپتال جي وارڊ تي ڏيڻ جي
ڪوشش ۾ جنبي ويس. مونکي پنهنجي بيوقوفيءَ تي ڪاوڙ پئي آئي
تہ ان ڳالهہ جو اندازو ڇو نہ لڳايم تہ حالتون ان حد تائين خراب ٿي
چڪيون آهن. بابا سان ان ڏس ۾ تفصيلي ڳالهہ ٻولهہ ٿي. اهو ڄاڻي
حيرت ٿيم تہ کيس حالتن جو پتو هو، سندس صلاح هئي تہ آءٌ اسپتال
۾ مريضن تي ڌيان ڏريان ۽ شاگردن ۽ تعليم کان پري رهان تہ بهتر

ٿيندو. سائس ڪچهري ڪري مونکي اها اچرج ڀري خوشي ٿي ته ڪيس عورتن جي صحت ۽ سندن مسئلن بابت چڱي موچاري ڄاڻ آهي. ڪيس فسٽيولا وغيره جو ته پتو نه هو پر ايترو ضرور ڄاڻندو ته حمل ۽ ويم دوران عورتون انيڪ مسئلن جو شڪار ٿيون بڻجن. مونکي صلاح ڏنائين ته گائناڪولوجسٽ طور آءٌ عورتن جي تمام گهڻي مدد ڪري سگهان ٿي تنهنڪري مونکي لاڳو تعليمي سرشتي ۾ دخل اندازي ڪرڻ بدران عورتن جي وارڊ ۾ ڪجهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

انهن ئي ڏينهن ۾ مونکي اٺن هفتن جي هڪ ڪورس لاءِ سوئيڊن وڃڻ جو موقعو مليو. راڄڌاني اسٽاڪهوم ڪان پنجاهه ميلن جي فاصلي تي آپسالانالي هڪ سهڻو تعليمي شهر آهي جتان جي آپسالا يونيورسٽيءَ جو ڳاڻيٽو يورپ جي قديم ترين يونيورسٽين ۾ ٿئي ٿو. ان ڪورس جو انتظام پروفيسر اسٽيفن برگ اسٽورم ڪيو هو جيڪو عورتن جي صحت لاءِ ڪم ڪرڻ واسطي سڄي دنيا ۾ ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. هو اهو ڪورس ٽين دنيا جي انهن ڊاڪٽرن لاءِ ڪندو آهي جيڪي عورتن جي صحت، خاص طور تي مائرن جي موت ۾ دلچسپي رکن ٿا. ان ڪورس دوران منهنجي ملاقات پروفيسر گونيلالندمارڪ، ڊاڪٽر پيا ايڪسيمو، ڊاڪٽر اندرس ملن ۽ ان جهڙن انيڪ ماڻهن سان ٿي، هنن ڪان مون تمام گهڻو ڪجهه سکيو، جنهن ڪري عورتن جي صحت ۽ مائرن جي موت بابت منهنجي نقطي نظر ۾ تمام گهڻي تبديلي آئي. زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو اهڙيون نرسون ۽ مڊ وائفون ڏٺم جن پنهنجي شعبي ۾ پي ايڇ ڊي ڪئي هئي. سائڻ ڳالهائيندي ۽ ڪين ڪم ڪندو ڏسي اهو ڪاٿو لڳائڻ ڏکيو نه هو ته هو انتهائي پيشوراڻي صلاحيتن جون مالڪ آهن ۽ پنهنجي ڪم تي مڪمل عبور ٿيون رکن. آئرلينڊ ۾ سينٽ جيمز اسپتال جي



بابا سيد ابو الظفر آزاد، دسناجي
نيڻن ۾ هڪ خوش لباس نوجوان.



امان سيده عطيا خاتون، اکيون بند ڪري بابا
جي خنشن کي خوشگوار حالتن ۾ تبديل
ڪندي رهي.



هڪ مسجد (مٿي) پٽ جي ناليءَ تي ۽ هڪ امام بارگاهه (هيٺ) ڏيءُ جي ناليءَ تي. مير بشارت جون مذهبي نشانيون ديسنا ۾ اڃان تائين موجود آهن.





مٿي گروپ فوٽو مشهور ڪلڪتا محمدن فٽ بال ڪلب جو آهي جنهن ۾ بابا گول ڪيپر هو (بيٺل، کاٻي کان چوٿون). بابا فٽبال شوق سان کيڏندو هو.



هيٺين تصوير ۾ ديسنا لائبريري نظر پئي اچي.



سيد ابو طاهر
اسانجي ملير واري گهر ۾.



ڏاڏو شرف آباد ۾ چاچا جي گهر ۾ سندس ڪٽنب سان.



رضوي چاچو، بابا ۽ ڏاڏو



اسانجو نانو سيد علي اڪبر



1943 ۾ بابا ۽ امان جي وهان کان هڪدم پوءِ ورتل تصوير



بابا ڪراچي يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيل پنهنجي ماسٽرس واري ڊگريءَ سان.



بابا جي سپنن جي ساڀيان : امان ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ايم بي بي ايس واري سند حاصل ڪئي.



ديسنا بهار ۾ ابو طاهر جو ڪٽنبي گهر، طاهر ستان جيڪو اڄڪلهه بند پيو آهي پر پاڪستان ڪان بهار اُسهندڙن لاءِ وڏي ڪشش ٿو رکي. مٿين تصوير ۾ ابو طالب جو ڪٽنب آهي جڏهن ته هيٺين تصوير ۾ زيبا ابوذر جي ڌيءُ پنهنجي مڙس جاويد اقبال ۽ پٽ دامق سان.






بابا غازي محمد بن قاسم اسڪول بهار ڪالوني ڪراچيءَ جي اسڪائوٽ گروپ سان
(هيٺ ڪابي) سندس پٽ ٽيپو سلطان ۽ سراج الدوله، ٻي تصوير ۾ بابا اسڪول جي هڪ
تقريب ۾ تقرير ڪندي.







امان (مٿي چشمي سان) سلهٽ ۾ گهڻو ٽٽو وقت لکڻ پڙهڻ ۾ گذاريندي هئي، پنهنجي دوست مايا خان سان گڏ پڙهائي ۾ رڌل. ادو ٽيپو، آءُ ۾ ادو سراج پٽا پٽي قميص ۾ چاند. شاهين ۾ عافيا سان گڏ انيڪ مرڪون سينگاريل.





سلهٽ جي هڪ سفر دوران بابا سجي ڪٽنب کي گڏيل تصوير لاءِ ولي ويو. امان جي کابي پاسي ويٺل صدرل حسن رضوي آهي، جيڪ تن ولڻينهن ۾ اسانجو مقامي سرپرست هو.
هيٺ امان (پهرين ۾ کابي کان چوٿين) سلهٽ ۾ پنهنجي گريجوئيشن واري ڪاڄ ۾ نظر پئي اچي.





تاج محل جي سامهون ادو ٽيپو. آءٌ ۽ بابا. امان ۽ ادو سراج بينچ تي ويٺل. پهرين قطار ۾ (کاٻي کان) شاهين، چاند ۽ عافيا.



امان (مٿي انتهائي ساڄي) فاطمه جناح ڊينٽل ڪاليج ڪراچيءَ وارن ڏينهن ۾ ڪجهه سائين، فيڪلٽي ميمبرن ۾ هڪ پرڏيهي پروفيسر سان گڏ. مانواري پروفيسر ساره صديقي به بيٺل آهي.



ادو ليو شپ سرجن جي حيثيت ۾ پهريون پيرو گهر آيو. بيٺل (ساڄي کان) چاند، عاقيا، شاهين ۽ آءٌ جڏهن ته پهرين صف ۾ صفيا (کابي) ۽ غوثيا، سراج امان جي کابي پاسي آهي.



امان لياري ڪلينڪ ۾، جتان هُن پنهنجي ميڊيڪل جي پيشيور انه سرگرمي شروع ڪئي.



تعليم جي سوڀ جو جيئرو جاڳندو ثبوت (مٿي) دين محمد درگاهي ۽ (هيٺ) غلام شبير کوکر جا ڪٽنب. انتهائي ساڃي عزا. شبير جي ڏيءُ جيڪا هڪ ٽڪونيندڙ حادثي ۾ موت جو کاڄ بڻجي وئي جڏهن هوءَ ميڊيسن ۾ پنهنجي شاندار مستقبل ڏانهن گامزن هئي.





امان ۽ بابا حج تان واپسيءَ تي. بيٺل انتهائي کاٻي امان جو ڀاءُ ماما سيد مشير احمد.



ملير ۾ بابا پنهنجي دوستن سان گڏ

مڊوائفري، واري اسڪول ۾ مون اُنان جي پرنسپل جون فٽز جيرالڊ، شيلا سوگورو، ميري بروٽن ۽ مارگريٽ ڊيوٽ جهڙين نرسن ۽ مڊ وائفن سان ڪم ڪيو هو ۽ ان نتيجي تي پهتو هئس ته عورتن جي صحت ۽ ڪين موت کان بچائڻ ۾ مڊ وائفن جو اهم ڪردار آهي، پر سوئيڊن جي ڳالهه ئي ڌار هئي، اتان جو مڊوائفري، وارو تربيتي پروگرام انتهائي ترقي يافته هو ۽ مڊ وائفن جو ڪردار اوترو ئي اهم هو جيترو ڊاڪٽرن جو.

پروفيسر برگ اسٽورم شايد دنيا جو پهريون ڊاڪٽر آهي جنهن افريڪا جي 39 ملڪن ۾ ڊاڪٽرن کانسواءِ صحت ڪارڪنن جي تربيت ڪئي آهي جو هاڻ هو عورتن ۽ تازي ڄاول ٻارن جون زندگيون بچائڻ لاءِ سيزيرين سڪشن آپريشن به ڪري ٿا سگهن. اڄڪلهه هو تنزانيا ۾ ڪم پيو ڪري. منهنجي درخواست تي هو به پيرا ڪراچي اچي پوسٽ گريجوئيٽ شاگردن جي تعليم ۽ تربيت ۾ مدد ڏئي چڪو آهي. سوئيڊن کان موٽڻ تي مون ڪوشش ڪئي ته پنهنجي وارڊ ۾ ڪم اهڙي طرح منظم ڪريان جو نه رڳو مريضن جو فائدو ٿئي پر تربيت حاصل ڪندڙ شاگردن ۾ مريضن بابت به مثبت جذبا پيدا ٿين ۽ مريضن جو علاج معالجو انسانيت ۽ همدردي، سان ڪيو وڃي،پر سچي ڳالهه اها آهي ته منهنجي ڪوششن جو ڪو خاص ڪارڻبل نه نڪتو. منهنجي وارڊ ۾ مريضن جا لڳ ڀڳ پنجاهه بسترا هئا جڏهن ته پروفيسر کان وٺي هائوس آفيسر تائين لڳ ڀڳ اوترائي ڊاڪٽر به ڪم ڪري رهيا هئا. سگهو ئي اندازو ٿي ويم ته شهرن جي سرڪاري اسپتالن ۾ ڊاڪٽرن جي گهٽائي آهي جڏهن ته شهرن کان ٻاهر ڊاڪٽر ڏئي نه ملندا آهن. ڊاڪٽرن جي تربيت جو ڪو خاص انتظام نه هو. حقيقت اها آهي ته اهڙي صورتحال آ، ڪنهن به ريت بدلائي نٿي سگهيس، بدلائڻ ته خير پري جي ڳالهه آهي، ذميوار فردن

ڪي تہ ان ڳالھ جو ادراڪ بہ نہ هو تہ اسانجي سرشتي ۾ ڪيڏي وڏي خرابي آهي.

انهن ئي ڏينهن ۾ فسٽيولاجي مريضن جو وڏو تعداد ڏٺم. فسٽيولا ويم دوران ٿيندڙ هڪ اهڙي بيماري آهي جنهن ۾ مريض جي پيشاب يا ڪاڪوس واري ڳوٿريءَ ۾ سوراخ ٿي پوندو آهي، ڪجھ مريضن کي ٻئي سوراخ ٿيندا آهن، مريضن جي جسم مان هر وقت پيشاب يا ڪاڪوس يا ٻئي شيون خارج ٿينديون رهنديون آهن، اهو ان وقت ٿيندو آهي جڏهن ويم دوران ٻار جو مٿو ڦاسي پوندو آهي ۽ ٻار مري پوندو آهي. اهو نتيجو آهي انهيءَ دير جو جنهن لاءِ عورت جو مڙس ۽ ٻيا ڪٽنب ڀاتي ذميوار هوندا آهن، ڪيڏو نہ وڏو هاڃو آهي جو ساڳيا ڪٽنب ڀاتي ڪيس گهران ڪڍي ڇڏيندا آهن. يورپ ۽ ٻين اُسريل ملڪن ۾ فسٽيولاجي خاتمي کي سئو سالن کان وڌيڪ جو عرصو لنگهي چڪو آهي. نيويارڪ جي فيسٽولا اسپتال 1925 ۾ بند ڪئي وئي ڇاڪاڻ جو عورتن جي صحت تي ڌيان ڌرڻ ڪانپوءِ اهو مرض مڪمل طور تي ختم ٿي ويو هو. ان مرض کان مڪمل طور تي بچي سگهجي ٿو. ضرورت رڳو ان ڳالھ جي آهي تہ حمل دوران مائرن کي سهولتون فراهم ڪجن تہ جيئن هنگامي صورتحال ۾ کين طبي امداد ملي سگهي. اڄ جا اُسريل ملڪ انهيءَ لعنت مان نجات حاصل ڪري چڪا آهن جڏهن تہ ايشيا ۽ افريڪا ۾ عورتون اڃان تائين انهيءَ شرمناڪ ۽ ناپاڪ مرض جو شڪار بڻيل آهن. انجو سبب اهو آهي تہ اسانجون حڪومتون عورتن جي صحت کان وڌيڪ پنهنجي سياسي مقصدن بابت لاءِ سنجيده آهن. اُهي عوام جي مسئلن کان واقف ضرور آهن پر انهن مسئلن کي حل ڪرڻ جي ضرورت محسوس نٿيون ڪن.

بي افسوس ناڪ صورتحال اها هئي تہ انتهائي ٿورڙا سرجن ان

مرض جي علاج ۾ دلچسپي ڏيکاري رهيا هئا. انجو بنيادي سبب اهو هو ته اها غريبن جي بيماري آهي ۽ غريبن وٽ ايترا ڏوڪڙ ئي نه هوندا آهن جو هو سرجنن جون ڳريون فيون ڏئي سگهن، جڏهن اهڙا مريض جناح اسپتال يا سول اسپتال ۾ ڏنم ته من ۾ اهو جهٽڪو آيم ته ڪاش آءُ ان ڏس ۾ ڪجهه ڪري سگهان پر اندازو نه هئم اهڙن مريضن جو علاج ڪهڙي ريت ڪيو ويندو آهي. سول اسپتال جي يورولوجيءَ واري شعبي ۾ ڊاڪٽر اديب الحسن رضوي هڪ زماني ۾ اهڙا آپريشن ڪندو هو پر هاڻ سندس گهڻي ڀاڱي ڌيان ۽ دلچسپي عضون جي پيوندڪاريءَ ۾ آهي ۽ هو اوڏانهن مصروف ٿي ويو آهي. هن وقت انهن مريضن جي مفت علاج جو ڪو بيو مرڪز ناهي. اديب رضوي صاحب جو SIUT هڪ فرد جي جدوجهد جو هڪ عجيب و غريب مثال آهي، هُن اڻٿڪ محنت ۽ لاڳيتو جدوجهد ڪانپوءِ هڪ اهڙو ادارو ناهي ورتو آهي جتي لکين مريض اچي پنهنجو مفت علاج ڪرائين ٿا. ڊاڪٽر اديب رضوي هڪ مثالي ڊاڪٽر آهي جهڙو ڪنهن ڊاڪٽر کي هئڻ گهرجي. هو هڪ ڊاڪٽر آهي ۽ نه ڪي واپاري جنهن جو بنيادي مقصد پئسا ڏوڪڙ ڪمائڻ هوندو آهي. اديب رضويءَ جي محنت سان پيوندڪاريءَ جو هڪ تمام وڏو ادارو ٺهي ويو آهي ۽ يقيني طور تي لکين مريضن جو فائدو به ٿيو آهي پر ان سان فسٽيولا جي مريضن جو نقصان ٿي پيو.

انهيءَ دوران مون آئرلينڊ ۾ پنهنجي پراڻي باس پروفيسر جان بونر کي خط لکيو ته آءُ پنهنجو پاڻ کي فسٽيولاجي مريضن آڏو بيوس ٿو محسوس ڪريان ڇاڪاڻ جو سندن علاج نه پيو ڪري سگهان. هُن صلاح ڏني ته آءُ رائل ڪاليج جي فيلوشپ لاءِ درخواست ڏيان ۽ ايٿوپيا جي فسٽيولا اسپتال مان انجي تربيت پرايان. سندس

چوڻ موجب درخواست ڏنم جنهن جي منظوريءَ کانپوءِ ايٿوپيا جي
راڄڌاني عديس ابابا جي مشهور فسٽيولا اسپتال پهچي ويس. انهيءَ
اسپتال جو قصو دلچسپيءَ کان خالي ناهي. نيوزيلينڊ جي هڪ ڊاڪٽر
ريجنلڊ ۽ سندس آسٽريلوي زال ڪيٿرين هيملن برطانيا جي ميڊيڪل
جرنل ٽينسٽ ۾ شائع ٿيل هڪ اشتهار جي جواب ۾ ايٿوپيا ۾ ڪم
ڪرڻ لاءِ درخواست جمع ڪرائي. اها 1959 جي ڳالهه آهي، جڏهن
صحت کاتي چاهيو ٿي ته اهو عورتاڻي مرضن جي اهڙن ماهرن کي
گهرائي جيڪي مڊ وائفن جي تربيت به ڏئي سگهن. ڊاڪٽر ايجنلڊ ۽
ڊاڪٽر ڪيٿرين کي عريس ابابا ۾ نوڪري ڏني وئي.

جڏهن اهي ٻئي زال مڙس ايٿوپيا پهتا ته ڊاڪٽرن کين ٻڌايو ته
وٽن فسٽيولا جا ڪيترائي مريض ايندا آهن پر هو سندن علاج نٿا
ڪري سگهن. ٻنهي زال مڙس جو خيال هو ته فسٽيولا جو مرض
مڪمل طور تي ختم ٿي چڪو آهي، ۽ هاڻ ته انجو ذڪر رڳو ڪتابن
۾ ئي ٿو ملي پر سگهوئي کين ادراڪ ٿيو ته افريڪي عورتون اڃان
تائين انجو شڪار ٿيون بڻجن. هنن ٻنهي فيصلو ڪيو ته هو اهڙين
مريض عورتن جي آپريشن ڪندا، هنن ڪتابن ۾ فسٽيولا ٺيڪ ڪندڙ
سرجنن جي تجربن بابت پڙهي اهي آپريشن ڪرڻ شروع ڪيا.
پهرين سال دوران ٽيهه آپريشن ڪيائون. سگهوئي سندن اسپتال
فسٽيولا جي مريضن جو مرڪز بڻجي وئي، جڏهن ڏور پري کان مريض
اچڻ لڳا هئا.

1990 ۾ جڏهن آءٌ اتي پهتو هئس اهي ٻئي زال مڙس جوش ۽
خروش سان مريضن جي آپريشنن ۾ رڌل هئا. جيتوڻيڪ ڊاڪٽر
ريجنلڊ کي ڪينسر ٿي پئي هئي پر سندس جذبي ۾ ڪا ڪوٽ نه آئي
هئي. منهنجا ڀاڳ ڀلا هئا جو مونکي هنن ٻنهي سان ڪم ڪرڻ جو

موقعو مليو، ڊاڪٽر ڪيٿرين هڪ ڪتاب - A Hospital by the River (دريا ڪناري هڪ اسپتال، اُميد ڀريو هڪ داستان) Astory of hope لکيو آهي جيڪو پڙهڻ لائق ڪتاب آهي

نوي سيڪڙو ڪان وڌيڪ فسٽيولا سولائي سان ٺيڪ ٿي سگهن ٿا. ست ڪان اٺ سيڪڙو فسٽيولا ڏکيائي سان ٺيڪ ٿيندا آهن ۽ شايد ٻه ياٽي سيڪڙو فسٽيولا مڪمل طور تي ٺيڪ ٿي نه سگهن اُتي ميميتو ۽ عائشا نالي ٻه اهڙيون ڇوڪريون هيون جن جو فسٽيولا مڪمل طور تي ٺيڪ ٿي نه سگهيو هو. جڏهن ٻنهي جي آپريشن ناڪام ٿي ته هنن اسپتال ۾ ئي رهڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اسپتال ۾ رضاڪاراڻي خدمت ڪرڻ جو فيصلو ڪيائون ڇاڪاڻ جو ٻنهي وٽ واپس موٽڻ لاءِ ڪو گهر نه هو. ڊاڪٽرهيملن ڪائنن هلڪا ڦلڪا ڪم وٺڻ شروع ڪيا، پوءِ هو آپريشنن ۾ مددگار طور ڪم ڪرڻ لڳيون ۽ پوءِ هڪ وقت اهڙو به آيو جو هو پاڻ آپريشنون ڪرڻ لڳيون. ميميتو جون خدمتون ميجيندي رائل ڪاليج آف سرجن هن کي هڪ ايوارڊ پڻ ڏنو آهي. منهنجا پاڳ پلا هئا جو مون سائٽس گڏ اسپتال ۾ ڪم ڪيو ۽ ڪائنس آپريشن ڪرڻ به سکيس، پر انڪان وڌيڪ اهم ڳالهه اها ته ڪائنس خراب ترين حالتن ۾ به جيئڻ ۽ اُها زندگي ڀين لاءِ گهارڻ ۽ خوشيون پکيڙڻ سکيس. انتهائي خراب حالتن ۾ خوشيون ڦلهورڻ به هڪ فن آهي. فسٽيولا اسپتال ۾ رهڻ دوران پنجاهه کان وڌيڪ آپريشنن ۾ هٿ وندايم ۽ ڏهه سوليون آپريشنون پنهنجي سر به ڪيم واپس موٽڻ مهل درست طريقي سان فسٽيولاجي آپريشن ڪرڻ لائق هئس. زندگي، جي انهيءَ مرحلي تي اهو سوچي رهيو هئس ته سنڌ پٽي جو علاج معالجو ڪري زندگي گذاريان ۽ ان واسطي هڪ وڏو مرڪز قائم ڪريان پر حالتن انڪان اڳ مونکي آپسالا پهچايو جتي عورتاڻي مرض جي هڪ ٻئي رخ جو پتو پيم ۽ هاڻ ايٿوپيا

واري تجربي مان پروڙيم ته اسانجي ملڪ ۾ عورتن جي صحت جا
مسئلا اسريل ملڪن جي عورتن جي مسئلن کان بنهه ڌار آهن.

سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ گنگا منهنجي پهرين مريض هئي
سندس تعلق ٿر سان هو. ياد اٿم ته سندس ماءُ چيو هو ته "ڪيترين
ئي عورتون ويم ۾ مري وينديون آهن، اسانجي علائقي ۾ ته اها عام
ڳالهه آهي، گنگا ايتري اياڻي هئي جو مئي نه پر اهو مرض وڪوڙي
ويس". اهو سڀ ڪجهه روئندي، سڏڪا ڀريندي چيو هئائين، گنگا جي
ڇهري تي موتي آيل مرڪ وسارڻ جوڳي نه هئي. سندس نيڻن جي
جوت ۽ مُک جو ٻهڪڻ اڄ به منهنجي ذهن جي پڙدي تي تازا آهن.
مونکي امان جي مريض زرخاتون ياد ايندي آهي، اُها زرخاتون جنهن
جي امان زندگي بچائي ۽ جنهن جي ڌيءُ گل بيبي شاهين وٽ آئرلينڊ
۾ رهي هئي. هوءَ پاڻ خراب حالتن جو شڪار ٿي اوڏانهن وئي هئي
ڇاڪاڻ جو سندس مڙس ڪيس سُنڌ هڻڻ ڪري طلاق ڏئي ڇڏي هئي،
اِهو اسانجي معاشري جو هڪ عام معمول آهي. گل بيبيءَ پنهنجي
سمورن مسئلن ۽ هاڃن جي باوجود پنهنجي مُک تي مرڪ برقرار
رکي هئي ۽ ڪوشش ٿي ڪيائين ته زندگيءَ ۾ خوشيون وکيريندي
رهي. هوءَ اڻپڙهيل هئي، ڪيس بلوچي ۽ اردو کانسواءِ ڪا ٻي ٻولي
نٿي آئي پر ذهين هئي ۽ پنهنجي ذهانت سان آئرلينڊ ۾ ٻين ماڻهن
سان ڳالهه ٻولهه ڪري سگهي ورتو هئائين. شاهين جي زندگيءَ جي ان
مرحلي هُن انتهائي اهم ڪردار ادا ڪيو، جيڪو وسارڻ جوڳو ناهي
بلڪل ائين، جيئن طاهر، روزينا ۽ پيٽرسن ڪٽنب جو ڪردار وساري
نٿو سگهجي.

اهي سموريون ڳالهيون منهنجي من ۾ هيون. سوچڻ لڳس ته
جيڪڏهن اُن ڏينهن امان سندس جهڳيءَ ۾ نه پهچي ها ته شايد گل
بيبي مري وڃي ها. امان کان معصوميت ۾ سوال ڪيو هئم ته "اهڙ

ڪر ڪري ڏڪجي نٿي پوين؟"، ته هُن وارڻيو هو، "ڀين جي ڇهري تي مرڪون وکيرڻ سان ڪيئن ٿو ڏڪجي سگهجي" اُن وقت ته امان جي ورندي سمجهه ۾ نه آئي هئم پر گنگا جي مک تي مرڪ ۽ سرهائي ڏسي امان جي ورندي پنهنجي سموري تفصيل سان سمجهي ويو هئس ۽ اُن ڏينهن پنهنجي باقي زندگيءَ جي واٽ طئي ڪري ڇڏيم. اهو به سوچيم ته اها واٽ ڀين ڪمن جي پيٽ ۾ مونکي يقيني طور تي مالدار نه بڻائيندي پر بابا، امان پائرن ۽ پينرن ڪڏهن به رڳو پئسن ڏوڪڙن جو ناهي سوچيو. سيني اُهوئي ڪيو آهي جيڪو ڪين مناسب لڳو آهي، پئسا ڏوڪڙ ته سدائين آخري وٽ هئي جنهن بابت ڪٿنب جي پاتين سوچيو هوندو. جڏهن امان ڪي گنگا ۽ سندس علاج ڪانپوءِ سندس مُک تي آيل مرڪ بابت ٻڌايم ته سندس ڇهري تي اطمينان جا تروار روشن ٿيندي ڏٺم. سندس نيڻن ۾ غرور هو ته آءُ به ڪجهه زندگين ۾ رنگ پيو پريان ۽ اهو ڪجهه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو اٿم. ايئن لڳم ته جڻ هُن منهنجي گائناڪولوجسٽ ٿيڻ ڪي قبولي ورتو آهي.

## غوثيا جي نئين زندگيءَ جي شروعات

1991 ۾ ڊاڪٽر بڻجڻ ڪانپوءِ غوثيا به عطيا اسپتال ۾ امان جو هٿ ونڊائڻ شروع ڪيو. سندس روپ ۾ امان ڪي هڪ بهترين مددگار مليو، هوءَ ڊگهي عرصي تائين ساڻس گڏ ڪم ڪندي رهي، غوثيا جي مريضن سان تمام سٺي سنگت تي ويندي هئي ڇاڪاڻ جو سندس ورتاءُ انتهائي دوستاڻو هوندو هو ۽ مريضن ساڻس پنهنجون ڳالهيون سلي خوش ٿيندا هئا. هوءَ عطيا اپستال ۾ امان سان گڏ هڪ اهم ڪردار بڻجي وئي هئي. غوثيا ڪي اکين جي مرض ۾ دلچسپي هئي پر شايد هوءَ ان ڏس ۾ گهڻو سنجيده نه هئي. انهيءَ دوران بابا سندس

لاءِ سيد عميم انور جو سنگ قبوليو. عميم فوج ۾ ڊاڪٽر هو ۽ اينسٿيسيا واري شعبي ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ ٿي چاهيائين. هو ايف سي پي ايس جي تيارين ۾ رڌل هو جيڪو 1994 ۾ پاس ڪيائين. تنهن کانپوءِ سعودي عرب وڃڻ جو فيصلو ڪيائين جتي ڪجهه عرصو گذارڻ کانپوءِ هو ۽ غوثيا آئرلينڊ اُسهيا، جتي عميم اينسٿيسيا ۾ فيلوشپ حاصل ڪرڻ جي تياري شروع ڪئي. ان موقعي تي عفيه ۽ افتخار پنهنجي تعليم ڪمل ڪري پاڪستان واپس اچي چڪا هئا ۽ مناسب نوڪريءَ جي ڳولا ۾ هئا. ٿوري ئي عرصي ۾ ٻنهي خانگي شعبي ۾ هلندڙ ڪراچيءَ جي ٻن وڏين اسپتالن ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

آءٌ سول اسپتال ۾ ڪم ته ڪري رهيو هئس پر ڪم جي گهٽتائي سبب بور پئي ٿيس. ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهائڻ وارو تجربو به ڪو چڱو نه رهيو هو. سچي ڳالهه اها آهي ته هتي مناسب تعليمي سرشتو هوئي نه ۽ سرشتو نه هئڻ ڪري شاگردن ۽ شاگرديائين کي تعليمي سرگرمين سان ڪا خاص دلچسپي به نه هئي. ان دوران منهنجي ملاقات ڪجهه اهڙن ڊاڪٽرن سان ٿي جيڪي ڪشن ديوي چيتومل سوڀراج اسپتال ۾ ڪم ڪري رهيا هئا. هنن مونکي ٻڌايو ته هو اُتي اعليٰ تعليمي ڊپلوما حاصل ڪرڻ لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن پر بدقسمتيءَ سان هڪ سپروائزر ريٽائر ٿي وئي آهي. جڏهن ته ٻي سپروائزر هيپا ٽائٽس بيءَ وگهي موت جو کاج بڻجي وئي آهي، سپر وائزرزن جي غير موجودگيءَ سبب سوڀراج اسپتال ۾ ڪم ڪندڙ اميدوارن کي وڏن مسئلن جو شڪار ٿيڻو پيو پوي. هُنن رٿيو ته جيڪڏهن آءٌ پنهنجي بدلي سوڀراج اسپتال ڪرايان ته انهن اميدوارن جو ڀلو ٿي ويندو پر گڏوگڏ سندن اهو به چوڻ هو ته صوبائي حڪومت جي صحت کاتي تحت سول اسپتال ۽ ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڇڏي

ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جي ويم گهر ۾ وڃڻ شايد ٿوري
بيعزتي واري ڳالهه ٿيندي. سوڀراج اسپتال بابت پتو ڪيم، اها
ڪراچيءَ جي هڪ انتهائي پراڻي اسپتال آهي جيڪا 1928 ۾ ٺهرائي
وئي ۽ اُتي هر وقت مريضن جو هجوم ٿو رهي. منهنجي لاءِ ان ڳالهه
جي ڪا اهميت نه هئي ته آءُ ڪٿي پيو ڪم ڪريان. منهنجي بنيادي
دلچسپي ته رڳو ان ۾ هئي ته مونکي ڪم ڪرڻ جو موقعو ملي،
ڪنهن اهڙي هنڌ وڃان جتي معاملا تبديل ڪري سگهان، مريضن جو
علاج معالجو ڪري سگهان. مونکي لڳو ته سوڀراج اسپتال ۾ شايد
اهو ڪم ٿي ويندو، هڪدم سعيد صديقيءَ سان ملڻ هليو ويس
جيڪو صحت کاتي جو سيڪريٽري رهي چڪو هو ۽ هاڻ سنڌ جو
چيف سيڪريٽري هو. صحت کاتي جي سيڪريٽريءَ طور هُن SIUT
جي ترقيءَ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو هو ۽ انتهائي سار سنڀال واري
شعبي جي جوڙ جڪ ۾ ادي ٽيپو جي به مدد ڪئي هئائين. مونکي
خوشگوار حيرت ٿي جڏهن سعيد صديقيءَ هڪدم منهنجي رٿ قبولي
ورتي. ڪامورا شاهيءَ جو حصو هوندي به هو سدائين انهن ڪمن کي
ترجيح ڏيندو هو جن مان عوام کي ڪو فائدو رسندو هجي. هو ڪمن
۾ رڪاوٽون وجهڻ بدران انهن کي جلدي اُڪلائڻ جي ڪوشش ڪندو
هو.

ساٿس ملاقات جي ٿورن ڏينهن ڪانپوءِ مون سوڀراج اسپتال ۾
ميڊيڪل سپرينٽنڊنٽ ۽ گائنا ڪولوجسٽ طور ڪم ڪرڻ شروع
ڪيو، اهوهڪ بهترين تجربو ثابت ٿيو. سوڀراج اسپتال ۾ ڊاڪٽر
گهٽ ۽ ڪم وڌيڪ هو. سول اسپتال ۾ ٽي يونٽ هئا ۽ هفتي ۾ ٻه
ڏينهن ايمرجنسي هوندي هئي جڏهن ته سوڀراج ۾ روزانو ايمرجنسي
هوندي هئي ۽ سوين مريض روزانو او پي ڊيءَ ۾ ايندا هئا. اتان جي
تربيتي سرشتي کي درست ڪرڻ تي تڪڙو ڌيان ڏريم، ۽ سگهوئي

اها صورتحال تي وئي جو تقريباً روز پوسٽ گريجوئيشن ڪرڻ جي
شوقين شاگرديائڻين جو هڪ وڏو تعداد اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ تي
دلچسپي ڏيکارڻ لڳو. هر ڪنهن کي تہ اُتي تربيت نہ پئي ڏني
سگهيس سو تعليمي سرگرمين لاءِ وقت مقرر ڪيم جنهن دوران
اسپتال کان ٻاهر وارين شاگرديائڻين کي بہ اچڻ جي اجازت هوندي
هئي.

مڊوائفري اسڪول جي پرنسپل نرملا طالب جي مدد سان
اسپتال جي مڊوائفري تربيتي پروگرام کي نئين انداز ۾ منظم ڪرڻ
شروع ڪيم. اهو سکيو هئم تہ اسپتال ڊاڪٽر ناهن هلائيندا اصل ۾
اهي نرسون، مڊوائفون ۽ پيراميڊيڪس ئي هوندا آهن جيڪي اسپتال
کي صحيح معنائن ۾ اسپتال بڻائيندا آهن. انهيءَ خواهش کي اڳ
رکندي سگهوئي اهو ممڪن تي ويو جو سوڀراج اسپتال جو
مڊوائفري اسڪول هڪ مناسب اسڪول بڻجي ويو. انهيءَ پتوڙ ۾
نرملا طالب انتهائي مدد ڪئي. اسان ٻنهي جيڪا رٿا بندي ڪئي هئي
تنهن کي لاڳو ڪرايائين. سوڀراج اسپتال ۾ ئي ڪم ڪرڻ دوران
مونکي رائل ڪاليج جي هڪ وڌيڪ فيلوشپ ملي، جنهن تحت لنڊن
وڃي ڊاڪٽر جان اسٽڊ سان گڏجي وڏي ڄمار وارين عورتن جي علاج
معالجي بابت پنهنجي ڄاڻ وڌايم.

سوڀراج اسپتال ۾ نوان ڊاڪٽر تہ اعلي تربيت واري پروگرام
۾ جنبي ويا هئا پر اُتي موجود ڊاڪٽر بہ پنهنجي روزمره واري علاج
معالجي جي سرگرمين ۾ معروف هئا. هو سمورا انتهائي محنتي ۽
ايماندار ڊاڪٽر هئا. مونکي سگهوئي اندازو تي ويو هو تہ اهي
مونکان وڌيڪ ذهين ۽ ذميوار آهن. هڪ ڏينهن ڪم جي پڄاڻي تي
مون سيني کي چانهہ تي گهرايو ۽ کين سمجهايم تہ ڪو سبب ناهي

جو منجهائن ڪو به اعليٰ تعليم حاصل نه ڪري سگهي، ڳالهين
ڳالهين ۾ ليڊي ڊاڪٽرياڻين پنهنجا مسئلا ونديا، مونکي اندازو هو ته
اهو ئي ٿيندو ۽ هر ڪو پنهنجا پنهنجا مسئلا اوريندو. سيني ڪي امان
جو داستان ٻڌايم ۽ چيم ته امان جهڙيون حالتون ته ڪنهن جون به
ناهي، جن مسئلن ڪي هُن ٿي منهن ڏنو ان جي ڀيٽ ۾ اوهانجي
مسئلا ته ڪجهه به نه آهن. انهيءَ ڳڌجاڻيءَ جو تمام گهڻو فائدو ٿيو.
انجو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته جيڪي ايم سي پي ايس
هئا، تن ايف سي پي ايس لاءِ تياري شروع ڪئي ۽ رڳو ايم بي بي
ايس ڪيل ايم سي پي ايس لاءِ تيار ٿي ويا. ڪيترن ئي ڇوڪرين
ٻئي امتحان ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. رڳو ڊاڪٽر روبي عباسي ۽ ڊاڪٽر
عذرا جي عورتاڻي مرضن جي ماهر ٿيڻ ۾ ڪا دلچسپي نه هئي هنن
ڪانسواءِ هر ڪنهن امتحانن جي تياري شروع ڪري ڏني ۽ وقت
گذرڻ سان گڏ امتحان پاس به ڪري ورتائون. امان جي ڪهاڻيءَ ۾
ايتري سگهه هئي، تنهن جو مونکي اندازو نه هو. سوڀراج اسپتال ۾
چار سال مڪمل ڪيم ته جهڙي ريت ڪامورا شاهيءَ جي عادت
هوندي آهي ۽ جنهن ڪي مفاد پرست ماڻهو استعمال ڪندا آهن، اهڙي
ئي ڪنهن اشاري تي مونکي اوچتو ئي معطل ڪيو ويو.
معطليءَ جي فيصلي منهنجي لاءِ ڪا اهميت نه ٿي رکي پر منهنجي
توقع جي اُبتڙ اسپتال ۾ تربيت حاصل ڪندڙ ليڊي ڊاڪٽرياڻين ۽ مڊ
وائفن هڙتال ڪري ڇڏي ۽ روزانو پريس ڪلب جي سامهون مظاهرن
جو سلسلو شروع ٿي ويو. اها به هڪ حقيقت آهي ته ڪامورا شاهيءَ
۾ وڏينل سازشي ماڻهو ڏڄڻا به ٿيندا آهن ۽ معمولي دٻاءُ اڏو جهڪي
ويندا آهن، منهنجي معاملي ۾ به اهو ئي ٿيو ۽ سرڪار ڪي مونکي
سوڀراج اسپتال ۾ بحال ڪرڻو پيو. انڪانپوءِ جڏهن سوڀراج اسپتال

۾ منهنجا ڊيپوٽيشن وارا پنج سال مڪمل ٿيا ته مونکي واپس سول اسپتال وڃڻو پيو جتي جو ساڳيو حال هو، ضرورت کان وڌيڪ ڊاڪٽر، انتهائي گهٽ نرسون ۽ تمام ٿورڙو ڪم. مونکي هڪ ڀيرو ڀيهر شديد بوريت ٿيڻ لڳي، انهن ئي ڏينهن ۾ ڊاڪٽر جمال شيخ مونسان ملڻ آيو جنهن بابت اڳتي هلي پتو پيم ته هو سنڌ گورنمنٽ قطر اسپتال جو انتهائي سرگرم ڊاڪٽر آهي ۽ ان ڪوشش ۾ رڌل آهي ته قطر اسپتال کي اتان جي غريب آبادي واسطي هڪ فعال اسپتال بڻائجي. هُن مونکي آڇ ڪئي ته آءُ قطر اسپتال اچي اتان جي عورتاڻي مرضن واري وارڊ ۾ ڪم ڪريان. مون هڪدم هائوڪار ڪئي، انجو سبب اهو هو ته سوڀراج اسپتال ۾ ٿيندڙ مائرن جي موتن جو اڌ کان وڌيڪ تعداد اورنگيءَ سان تعلق رکندڙ عورتن جو هو اڪثر صبح وارين گڏجاڻين ۾ چوندو هئس ته ڪاش اورنگيءَ ۾ ڪا اسپتال هجي ته جيڪر انهن عورتن جي موت کي ٽاري سگهجي، هاڻ مونکي اوچتو ئي اوچتو موقعو پئي مليو ته آءُ اورنگيءَ ۾ ڪم ڪري سگهان سو ڊاڪٽر جمال جي آڇ قبولڻ ۾ ويرم ئي نه لڳايم.

ايندڙ ڏينهن سنڌ حڪومت جي صحت کاتي واري سيڪريٽري خالد لطيف چوڌريءَ سان ملڻ هليو ويس. سعيد صديقيءَ وانگر هُن به مونکي حيران ڪري ڇڏيو. مونکي ٻڌايو ويو هو ته هو عام طور تي ڊاڪٽرن سان نه ملندو آهي، اهم ماڻهن کي به هن سان ملڻ لاءِ انتظار ڪرڻو پوندو آهي. نه ڄاڻ ڇا سبب هو جو هو عورتن جي صحت واري مسئلن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو ۽ هڪدم حڪم جاري ڪيائين جنهن تحت مونکي ٻه ڏينهن سول اسپتال ۾ ۽ چار ڏينهن قطر اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ جي ذميواري ڏني وئي. هڪ سال اندر قطر اسپتال ۾ ڪم جي گهڻائي سبب ڪاليج آف فزيشنز اينڊ سرجنز پاڪستان ۽ رائل

ڪاليج آف آبسٽيٽرڪس اينڊ گائناڪولوجي انگلينڊ قطر اسپتال کي پوسٽ گريجوئيشن جي تربيت لاءِ منظور ڪري ورتو. خالط لطيف چوڌريءَ جي مڪمل حمائت ۽ ڊاڪٽر جمال شيخ جي ٽيم جي همڪاريءَ ڪانسواءِ اسپتال کي اهو درجو ملڻ ممڪن نه هو.

ڪامورا شاهيءَ جي ٻنهي اهم رڪنن جن منهنجي بدلي ڪئي، جو تعلق ڊاڪٽريءَ واري پيشي سان نه هو انڪري اسپتال، ڊاڪٽر ۽ مريضن جا مسئلاسمجهڻ هنن لاءِ سولو نه رهيو هوندو پر هنن ٻنهي مسئلو سمجهڻ ڪانپوءِ جنهن ريت منهنجي مدد ڪئي انجو سئو سيڪڙو فائدو مريض کي ئي ٿيو. عجيب ڳالهه اها آهي ته جڏهن ته ڊاڪٽر ڪامورا شاهيءَ جو حصو بڻيا آهن ته سندن رويو سمجهه کان ٻاهر هوندو آهي. ڊاڪٽر هئڻ ناتي کين مريضن جي مسئلن جو وڌيڪ ادراڪ هئڻ گهرجي پر ٿيندو اهو آهي جو هو پنهنجي پراڻين محرومين ۽ ناڪامين جو پلاند ڪرڻ شروع ڪندا آهن ۽ سندن ڌيان مريضن، اسپتالن ۽ بيمارين تان هٽي ٽرانسفر ۽ پوسٽنگ تي لڳي ويندو آهي جنهن ذريعي هو پنهنجي اڻوڻندڙ ماڻهن کي تنگ ڪندا آهن. هو پنهنجي اختيارن جو غير ضروري استعمال ڪري پنهنجو قد وڌائڻ چاهيندا آهن، اهڙن چاهڙن جي اسانجي پيشي ۾ ڪا کوٽ ناهي، پاڪستان ۾ صحت واري سرشتي کي تباهه ۽ برباد ڪرڻ ۾ انهن چاهڙن جو وڏو ڪردار آهي. صحت واري سرشتي مان انهن چاهڙن جو خاتمو اوڏي مهل ئي ممڪن آهي جڏهن سرشتي ۾ فقط قابليت جو پئمانو رائج هجي ۽ ان سان گڏوگڏ سخت پڇاڻي وارو وهنوار لاڳو هجي.

جڏهن قطر اسپتال چڱي ريت منظم ٿي وئي ۽ اُتان هر سال اعليٰ تعليم حاصل ڪري اُميد وار ايم سي پي ايس، ايف سي پي ايس ۽ ايم آرسي اوجي ڪرڻ لڳا ته هڪيرو ٻيهر مونکي مسئلن

کي منهن ڏيڻو پيو. اهو ڪامورا شاهيءَ ۽ اقتدار ۾ رهندڙن جو مسئلو آهي ته ڪين ادارن ۽ فردن جي ڪارڪردگيءَ کان وڌيڪ پنهنجي نڪ ۽ انا جو فڪر هوندو آهي، اِهو ئي سڀ ڪجهه سول اسپتال سوڀراج اسپتال ۽ هاڻ قطر اسپتال ۾ ٿي رهيو هو. جڏهن هفتي جا چار ڏينهن قطر اسپتال ۾ ۽ ٻه ڏينهن سول اسپتال ۾ ڪم ڪري رهيو هئس ته اوچتو ئي ڊائو يونيورسٽيءَ مان حڪم نامو آيو ته آءٌ قطر اسپتال ۾ ڪم نٿو ڪري سگهان. يقيني طور تي اهو فيصلو مريضن لاءِ چڱو نه هو، انجو مقصد فقط اهو ٻڌائڻ هو ته حڪمران جتي چاهين مونکي اُماڻي سگهن ٿا جيڪا يقيني طور تي صحيح ڳالهه هئي. منهنجي لاءِ سول اسپتال هڪ قيد خانو هو ڇاڪاڻ جو اُتي ڪم نه هئڻ جي برابر هو ۽ فقط آرام ڪرڻ ڪان مونکي چڙ آهي. پر ٿيو اِهو جو اورنگيءَ مان صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبر جنهن کي آءٌ نه سڃاڻندو هئس ۽ نه ئي وري ڪڏهن مليو هئس، سنڌ اسيمبليءَ ۾ طوفان ڪڙو ڪري ڇڏيو ته قطر اسپتال ۾ انتهائي چڱو ڪم ٿي رهيو آهي جتان ڊاڪٽر شير شاهه جي بدلي ڪري مريضن کي نقصان رسائڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه ڪيو ويو آهي، انجو رد عمل اهو ٿيو جو نه چاهيندي به ڊائو ميڊيڪل يونيورسٽيءَ جي عملدارن مونکي ٻيهر قطر اسپتال بدلي ڪيو.

قطر اسپتال ۾ فسٽيولاجي آپريشن پئي ٿي، نارمل ويم ۽ ايمرجنسي آپريشن پئي ٿيا ۽ گڏوگڏ عورتن جي ٻين بيمارين جو به علاج هلندڙ هو، انڪانسواءِ اعليٰ تعليم ۽ تربيت جو پروگرام پڻ منظم ٿي ويو هو. مڊوائفري اسڪول کي تمام گهڻي هٿي وٺرائي وئي هئي ۽ نرسنگ اسڪول کي منظم پئي ڪيو ويو. دنيا جي سڀ کان وڏي ڪچي آباديءَ ۾ موجود اهو ادارو نه رڳو علائقي واسين کي

سهولتون فراهم ڪري رهيو هو پر هتان جي غريب پڙهيل ڳڙهيل ڇوڪرين جي تربيت جو پڻ اهتمام ڪري رهيو هو. پروفيسر رب جي وزارت دوران صوبائي صحت کاتو اهو حڪم جاري ڪري چڪو هو ته قطر اسپتال کي ڊائو ميڊيڪل ڪاليج سان ڳنڍيو وڃي ته جيئن ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جي شاگردن ۽ مريضن جي بسترن وارو تناسب بهتر ٿئي ۽ گڏوگڏ ميڊيڪل جا شاگرد ڪچين ۽ غريب آبادين جا مريض به ڏسي سگهن پر يونيورسٽيءَ جي عملدارن جي دماغن ۾ ايتري وسعت ئي نه هئي جو هو ان قسم جي فيصلي تي عمل ڪري سگهن. سندن تنگ نظريءَ سبب اُلٽو اِهو ٿيو جو هنن مونکي قطر اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو پر مريضن جي احتجاج تي اهڙو فيصلو واپس ورتائون.

ٿورڙن ئي ڏينهن ۾ ڊائو يونيورسٽيءَ جي عملدارن سان منهنجا اختلاف تمام گهڻا وڌي ويا ڇاڪاڻ جو آءُ اڪثر ميڊيڪل جي تعليمي سرشتي بابت اخبارن ۾ مضمون لکي رهيو هئس ۽ پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئشن جي سيڪريٽري جنرل طور ميڊيڪل يونيورسٽين جي مايوس ڪندڙ ڪارڪردگيءَ تي پنهنجن خيالن جو اظهار ڪندو رهندو هئس. منهنجو خيال هو ۽ اڃان تائين به آهي ته يونيورسٽيون شاندار عمارتن، مهانگن اوزارن ۽ جزوقتي تعليمي عملي سان نه جڙنديون آهن، دنيا ۾ يونيورسٽين جي نالي تي اهڙو ناٽڪ ڪٿي به نه رچايو ويو آهي. اهي خيال يونيورسٽي انتظاميا کي قبول نه هئا، سو هڪ وقت اهڙو آيو جو ميڊيڪل يونيورسٽيءَ مان استعفا ڏئي ڇڏيم ته جيئن پنهنجو سموروقت قطر اسپتال کي ڏئي سگهان. منهنجي استعفا ته هڪدم ئي خوشيءَ سان قبولي وئي پر مونکي سزا ڏيڻ واسطي صحت کاتي طرفان حڪم جاري ڪيو ويو ته

آءُ هفتي جا ٻہ ڏينهن نوابشاهہ جي سول اسپتال ۾ ڪم ڪريان. انجو مطلب اهو هو تہ هر هفتي مونکي ٽي سئو ميل فاصلو طئي ڪري نوابشاهہ وڃڻو هو.

اها سزا منهنجي لاءِ رحمت بڻجي وئي. نوابشاهہ ۾ چئن پنجن سالن جو عرصو انتهائي شاندار گذريو ڇاڪاڻ جو اُتي ڪم تمام گهڻو هو، سمورا ڪم ڪندڙ ڊاڪٽر، عملو خاص طور تي آپريشن ٿيٽر جا صحت ڪارڪن سدائين چڱي ريت ملندا هئا. پوسٽ گريجوئيشن جا اُميدوار پنهنجي تعليمي معاملن ۾ منهنجي مددجو قدر ڪندا هئا. هر هفتي منهنجي آپريشن جو تعداد وڌندو پئي ويو ۽ سچي ڳالهہ اها آهي تہ هر هفتي ٽي سئو ميلن جو سفر ڪري بہ نوابشاهہ اچڻ وڃڻ مونکي خراب نتي لڳو. جيترو عرصو نوابشاهہ ۾ رهيس، مونکي ڪم جو مزو آيو، اتان جي شاگرديائٽين ڪي پڙهائڻ، اُتان جي مريضن جو علاج ڪرڻ ۽ اسپتال جي عملي جي پنهنجائپ ۽ پيار ڪي وساري نٿو سگهان. زندگيءَ ۾ هر سٺي شئي جو انت ايندو آهي، اهڙي ريت ئي هڪ وقت اهڙو آيو جو مونکي پنهنجي مرضيءَ جي اُبتڙ نوابشاهہ مان بہ موڪلائڻو پيو ۽ رڳو قطر اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ لڳس. جڏهن قطر اسپتال ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هئم تہ اسپتال ۾ ساليانو 1500 ڪان بہ گهٽ ٻار ڄمندا هئا، هنگامي حالتن ۾ آپريشن جو سهولتن بنهہ گهٽ هيون. ڊاڪٽر جمال ۽ ٻئي عملي جي مدد سان نہ رڳو اهو تہ اُتي ڪم وڌي ويو پر ويمن جو تعداد 7600 تائين وڃي پهتو. ساڳي سال سول اسپتال جي ٽنهي يونٽن ۾ گڏيل طور 8200 ويم ٿيا هئا جڏهن تہ جناح اسپتال جي ٻن يونٽن ۾ 1100 ويم سياليانو ٿيا هئا، ساڳي ريت عباسي شهيد اسپتال، جتي ٽي يونٽ آهن، ۾ ويمن جو تعداد 4500 سياليانو هو. جڏهن تہ اُن سال قطر

اسپتال ۾ پندرهن مائرن جو موت ٿيو جن مان ڏهه مشڪل حالت ۾
اسپتال آنديون ويون هيون. جيڪڏهن قطر اسپتال جي مناسب طريقي
سان سار سنڀال لڌي وڃي ۽ صحت جي رٿا بندي ڪندڙن جي نگاهه
بلند هجي ته ان اسپتال کي ڪنهن به ميڊيڪل ڪاليج سان ڳنڍي
شاگردن جي تعليم ۽ تربيت جو بهترين مرڪز بڻائي سگهجي ٿو
جنهن سان نه رڳو مريضن کي فائدو ٿيندو پر هتان جي تمام گهڻن
مستند ڊاڪٽرن کي به موقعو ملندو ته هو پنهنجي سگهه آهر ڪم
ڪري سگهن. پر مسئلو اهو آهي ته صحت کاتو گهڻ عقل ۽ تنگ
نظر ماهرن سان ڀريل آهي جيڪي پنهنجي ذاتي مفادن لاءِ ته سڀ
ڪجهه ڪري سگهن ٿا پر ڪين عوام ۽ غريب مريضن سان ڪا
دلچسپي ناهي. هاڃو اهو آهي ته حڪومت ڪنهن جي به هجي، انهن
ماڻهن ۾ خوشامد جي اهڙي زبردست صلاحيت آهي جو حڪومت جا
سگهارا رڪن سندن پيروي ڪرڻ ۾ خوشي ٿا محسوس ڪن

## 11. سماجي اثاثن ۾ سيڙپ

ڀَنا ميڊيڪل اسٽور کولڻ جو مقصد نفعو ڪمائڻ نہ هو پر اها ڳالهہ اڃرج ۾ وجهندڙ آهي تہ ان اٽسٽي ريت تمام گهڻو نفعو ڪمايو، جنهن جو ڪنهن کي بہ اندازو نہ هو. انجو تفصيلي ذڪر دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندو. بابا پنهنجي بيڪاري ٽارڻ لاءِ اهو اسٽور کوليو هو، ٻي ڳالهہ اها هئي تہ اهو اسٽور هڪ لحاظ کان سندس اوطاق هئي جتي سندس واقف، دوست ۽ پاڙيسري ساڻس خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هئا. تقريباً روز جو معمول هو تہ گپ شپ ڪانپوءِ آخر ۾ هڪ اڌ اهڙا ماڻهو بچندا هئا جن جو بابا ۾ ڪو ڪم هوندو هو يا ڪائنس ڪا صلاح ڪرڻي هوندي هئن. ڪنهن ڊاڪٽر سان مشورو ڪرڻ لاءِ سفارش ڪرائڻي هوندي هئي، ڪنهن سنگ بنديءَ لاءِ ڄاڻ گهربل هوندي هئي، ڪنهن ٻار جي تعليم بابت مدد يا مشورو کپندو هو يا اڃا تائين ڪو پيو ڪم هوندو هو. اهڙي ئي هڪ شام سيني ماڻهن جي هليو وڃڻ ڪانپوءِ هڪ شريف ماڻهو بابا آڏو پنهنجي مجبوري بيان ڪري ڪجهہ مالي سهائتا گهري. بابا معمول جيان اهو ڄاڻي تہ هي شريف ٿو لڳي ۽ ڪيس ڪا مجبوري هوندي جو مدد پيو گهري، سندس واهر ڪيائين. ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ اهو همراهہ ٻيهرآيو ۽ بابا کي ٻڌايائين تہ ڪي ڊي اي پيشيور ماڻهن لاءِ هڪ هائوسنگ اسڪيم شروع ڪئي آهي، اوهانجي گهر ۾ هيڏا سارا پيشيور ٻاتي آهن، اوهان مان ڪنهن نہ ڪنهن جو نالو پُڪن ۾ نڪري ايندو. پاڻ تي ڪيل ٿورن جو اظهار طور هو درخواست جمع ڪرڻ وارا فارم بہ پاڻ سان ڪڻي آيو هو. جڏهن بابا گهر ۾ انجو ذڪر ڪيو تہ اسان ڀائرن ۽

پيئرن مان ڪنهن به ان معاملي ۾ ڪا دلچسپي ظاهر نه ڪئي پر بابا پنهنجي طور تي سمورا فارم ڀريا. ڪاغذ مڪمل ڪيا ۽ اسان سمورن ڪان صحيون وٺي فارم جمع ڪرائي ڇڏيائين. حيرت انگيز ڳالهه تي جو پُڪن ۾ ڇهه وڏا پلاٽ اسانجي نالن تي نڪتا، جن مان چار ته هڪ ئي قطار ۾ هئا جيتوڻيڪ اُن علائقي ۾ اڃان ترقياتي ڪم شروع نه ٿياهئا پر پوءِ به پلاٽن جا اگهه لڳڻ شروع ٿي ويا. بابا جي بقول گذريل ڪيترن ئي سالن دوران هُن ماڻهن جي پٽنا ميڊيڪل اسٽور ذريعي جيڪا مدد ڪئي هئي سا پلاٽن جي قيمت ڪان گهڻو گهٽ هئي.

اسان انهن پلاٽن جو قسطون ڏيڻ شروع ڪيون ۽ آهستي آهستي اهو علائقو وچولي طبقي جي هڪ وسندي طور اُڀرڻ لڳو. ڪجهه سالن ڪانپوءِ اوچتو پتو لڳو ته جيتوڻيڪ پلاٽن جو سموريون قسطون ته اسان ڀريون آهن پر انهن تي قبضي مافيا قبضو ڪري ورتو آهي ۽ هاڻ شايد اهي پلاٽ ڪڏهن به اسانکي نه ملي سگهن. بابا انهيءَ خبر کي ڪا خاص اهميت نه ڏني. شايد سوچيو هوندائين ته پٽنا ميڊيڪل اسٽور جو گهاٽو وڏي ويو.

ان علائقي ۾ ڪجهه وڪيلن جا به پلاٽ هئا، هنن ٻين الاٽيز سان گڏجي هڪ ايڪشن ڪميٽي ٺاهي ته جيئن پلاٽن تان قبضو ختم ڪرائي سگهجي. ڪنهن کي به اُميد نه هئي ته ڪو اسين لينڊ مافيا خلاف ڪامياب ٿي سگهندا پر ڪيترن ئي سالن جي عدالتي ڪارواين ڪانپوءِ اهو ٿيو جو سمورن پلاٽن تان قبضو ختم ٿي ويو ۽ پلاٽ اسانجي حوالي ٿيا. انهن ڪيترن ئي سالن دوران پلاٽن جي اگهن ۾ تمام گهڻو اضافو ٿي چڪو هو ۽ بابا جي بقول پٽنا ميڊيڪل اسٽور جو نفعو تمام گهڻو وڌي چڪو هو.

جنهن وقت انهن پلاٽن جو ٻيهر قبضو مليو اسين ملير ڇڏي چڪا هئاسين. انهن پلاٽن بابت بابا جي هڪ خاص راءِ هئي، جيئن ته

انهن پالڻن بابت اسين سيئي پنهنجي طور تي نراس ٿي چڪا هئاسين ته اهي اسانکي واپس نه ملندا سو فيصلو اهو ٿيو جو هاڻ جيڪڏهن اهي ملي ويا ته اسانکي ڪو اهڙو ڪم ڪرڻ گهرجي جنهن سان ماڻهن جو ڀلو ٿئي. اسان اهي پلاٽ وڪڻي انهن جي آمدنيءَ مان ڪنهن جي روڪ رقم ذريعي مدد نٿي ڪرڻ چاهي پر اهڙو ڪو ڪم ڪرڻ ٿي چاهيوسين جنهن جو فائدو وسيع پئماني تي هجي ۽ مستقل ملندو رهي. ان ڏس ۾ زمين جي ڳولا جاري هئي جو ڪوهي ڳوٺ مليرَ ۾ سورهن ايڪڙ زمين جو پتو لڳي جتي هڪ مدرسو قائم ٿيڻو هو پر شروعاتي اڏاوت ڪانپوءِ انتي ڪم بند ڪيو ويو هو. زمين جا مالڪ انتهائي ايماندار ۽ شائستا ماڻهو هئا جن شروعاتي ڳالهه ٻولهه ڪانپوءِ مارڪيٽ ۾ اگهه تي پلاٽ وڪرو ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيو. پلاٽ ته ملي ويو پر ان سان ڪي مسئلا پڻ ڳنڍيل هئا. ڳوٺ واسين نٿي چاهيو ته اُتي سندن مرضيءَ جي ابتڙ ڪو ڪم ٿئي. وڏي سوچ ويچار ڪانپوءِ ڳوٺ جي معتبرن سان هڪ گڏجاڻي گهرائي وئي ۽ کين ٻڌايو ويو ته اسين هتي عورتن جو اسپتال ٺاهڻ چاهيون ٿا، جنهن ۾ مفت علاج ڪيو ويندو. ڳوٺ واسين کي اسانجي ڳالهه تي اعتبار نه آيو. شروعاتي ڳالهه ٻولهه جو ڪڙ تيل نڪرندي نظر نه پئي آيو. ڳالهه ٻولهه دوران عطيه اسپتال ۽ ڊاڪٽر عطيه ظفر جو ذڪر نڪتو. جيئن ئي کين پتو لڳو ته اسين ڊاڪٽر عطيه ظفر جو اولاد آهيون ته گڏجاڻي جو هڪدم رويو ئي تبديل ٿي ويو. ڳوٺ واسين ٻڌايو ته سندن ڳوٺ ۾ ڪيترائي ماڻهو ڊاڪٽر عطيا هٿان ڄاول آهن، کين اڄان تائين ياد هو ته هو کهڙي ريت پنجاهه نمبر واري بس ذريعي ڪالا بورڊ کان ڳاڻو ڊسپنسري ايندي هئي. گرما گرميءَ ۾ شروع ٿيل گڏجاڻي سٺي ماحول ۾ ختم ٿي ۽ ڳوٺ واسين ۾ سرهائي ڇانيل هئي ته هاڻ ڳوٺ

۾ ڊاڪٽر عطيه ظفر جا ٻار اسپتال ٺاهيندا.

پلاٽ حاصل ڪرڻ ۽ انتي ڪم شروع ڪرائڻ ۾ پلاٽ جي مالڪ بلگرامي ڪٽنب تمام گهڻو سهڪار ڪيو. اسانجي پلاٽن جي وڪري مان حاصل ٿيل رقم، سمورن پائرن ۽ ڀينرن جي پاڇي ڪيل رقم ۽ سيد افضال رضوي (مڪو)، نسيم شيخاڻي ۽ رانا توقير جهڙن دوستن جي مدد سان ڪوهي ڳوٺ وومين اسپتال جو بنياد رکيو ويو. اڄ ان اسپتال ۾ فسٽيولاجي مريضن جي آپريشن ڪان وٺي ڳورهارين جي ويم دوران سار سنڀال ۽ عورتن جي هر قسم جي مرضن جو مفت علاج ۽ آپريشن جاري آهن، ابو ظفر انسٽيٽيوٽ آف ميڊيڪل سائنسز جو بنياد رکيو ويو آهي جنهن جو اعزازي سربراهه ادو ٽيپو سلطان آهي. هتي تعليم ۽ تربيت جون سرگرميون شروع ٿي چڪيون آهن، جن ۾ نرسن، مڊوائفن، پيراميڊيڪس جي تعليم ۽ تربيت سان گڏوگڏ نرسز، مڊوائف ٽيوٽر ٽريننگ پروگرام بہ شامل آهي. هتي مختلف تعليمي ڪورس ٿيندا رهندا آهن، هڪ تربيتي پروگرام نوجوان سرجنن لاءِ آهي، جنهن ۾ ڪين محفوظ سرجري سيکاري ويندي آهي. ادي سراج هڪ سٺي پيٿالوجي ليبارٽريءَ جو بنياد رکيو آهي جيڪا وقت گذرڻ سان اجائين وڌيڪ بهتر ٿيندي ۽ هتي پيٿالوجيءَ جي مختلف شاخن ۾ تربيتي پروگرام شروع ڪري سگهبا.

ڪوهي ڳوٺ ۾ محترما انيتا غلام علي ۽ سنڌ ايجوڪيشن فائونڊيشن جي سهڪار سان بالغ عورتن لاءِ تعليمي پروگرام شروع ٿي چڪو آهي. هت هڪ اهڙو مرڪز بہ آهي جنهن ۾ مريض عورتون، نرسون، مڊوائفون ۽ علائقي جون ڇوڪريون مختلف قسمن جو ڀرت وغيره بہ سکي سگهن ٿيون. تازوئي دي سٽيزن فائونڊيشن سان هڪ

ڏنو ويو آهي جنهن تحت اسپتال سان لڳو لڳ هڪ پرائمري ۽ هڪ سيڪنڊري اسڪول ٺاهيا ويندا جتي ڳوٺ جا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون تعليم حاصل ڪري سگهندا. ڪوهي ڳوٺ ۾ ادي سراج هڪ ساوڪ پريو علائقو قائم ڪيو آهي جنهن ۾ مختلف قسمن جي وڻڪاري ڪئي پئي وڃي ۽ مستقبل ۾ هتي وڻن ۽ زرعي مسئلن بابت تعليم ۽ تربيت جو بندوبست پڻ ڪيو ويندو.

ڪوهي ڳوٺ اسپتال امان ۽ بابا جي انهن غير ارادي سماجي ڪمن جو نتيجو آهي جيڪي هو ڪندا رهيا آهن. اهو امان جي مريضن جو علائقو آهي، جن سدائين امان جي عزت ڪئي ۽ جنجو علاج ڪندي هوءَ سدائين ٻهڪندي رهي. اهو بابا جي اُن ڪم جو نتيجو آهي، جڏهن هن ڪجهه پلاٽن لاءِ درخواست جمع ڪرائي ۽ انهن پلاٽن جي وڪري ڪانپوءِ اسين ان لائق ٿي سگهياسين جو ڪوهي ڳوٺ ۾ زمين خريد ڪري سگهون. ان ڪم ۾ مٿن مائٽن ۽ دوستن مدد ڪئي. بابا جي دوستن ۽ سندس گهڻ گهرن، اڳتي وڌي ان ۾ حصو ورتو. عرفان قادري، جيڪو منهنجي ماسي تسنيم قادري ۽ ماسٽر ابو الخير قادريءَ جو پٽ آهي، ان پراجيڪٽ جو انتهائي سرگرم ڪارڪن آهي. بابا ئي ماسي تسنيم ۽ ابو الخير جو وهانءُ ڪرايو هو ۽ هو ابو الخير قاضيءَ جي انهيءَ ڳالهه تي انتهائي خوش ٿيو هو ته هن ڏاج وٺڻ کان بلڪل انڪار ڪري ڇڏيو هو. ابو الخير قادري اڳتي هلي اسٽيٽ بينڪ ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. عرفان جي پاءُ ريحان کي ان ڳالهه تي راضي ڪيو ته هو پنهنجي نوڪري ڇڏي ميڊيڪل جي تعليم حاصل ڪري، جنهن لاءِ هو روس ويو ۽ اُتان موٽڻ ڪانپوءِ PMDC جو امتحان ڏئي هاڻ اينسٽيسٽ طور ڪم ڪري رهيو آهي.

## هڪ ڏيک

ڪوهي ڳوٺ ۾ زمين حاصل ڪرڻ مهل اسانکي اندازو نہ هو اتي ڇا ڪبو پر وقت گذرڻ تي فيصلو ڪيو ويو تہ اتي عورتن لاءِ هڪ اهڙي اسپتال قائم ڪجي جتي سمورن مريضن جو علاج معالجو مفت ٿئي. ملڪ ۾ عمومي صورتحال انتهائي خراب آهي، بنيادي انساني حقن جي 1940واري پڌرنامي موجب "صحت هر انسان جو بنيادي حق آهي" اهوئي حق 1946 ۾ عالمي صحت تنظيم WHO پڻ تسليم ڪيو. 2002 ۾ گڏيل قومن واري اداري جو چوڻ هو تہ "هر انسان ڪي اهو حق حاصل آهي تہ ڪيس هر قسم جون صحت سهولتون فراهم ڪيون وڃن". گڏيل قومن انساني حقن جي پڌرنامي جي شق 25 ڪي بہ تسليم ڪيو آهي ۽ گڏوگڏ شقن 55، 57 ۽ 62 تحت صحت ڪي بنيادي انساني حق ليکيو آهي، ان سان گڏوگڏ صاف پاڻي ۽ نڪاس واري سرشتي ڪي بہ صحت ماڻڻ جو بنيادي طريقو ليکيو آهي.

اها ڳالهہ طئي آهي تہ صحت جو بنيادي حق اوستائين حاصل نہ ٿيندو جيستائين ڪجهہ بنيادي شين بابت فيصلا نہ ڪيا وڃن، حڪومت ان ڏس ۾ اهم ترين ڪردار ادا ٿي ڪري ۽ اهو حڪومت جو فرض آهي تہ اُها پنهنجي عوام لاءِ بنيادي ۽ هنگامي صحت جي حصول کي ممڪن بڻائي، ان واسطي حڪومت کي هر شيءِ پنهنجي آڏو رکڻي پوندي.

پاڪستان ۾ تہ انهي، ڪم ڪي ئي وڌو ڪم ليکيو ٿو وڃي تہ هنگامي صحت جو حصول ممڪن ٿي سگهي. ملڪ ۾ صحت تي تمام گهٽ خرچ ڪيو ٿو وڃي، پاڪستان انهن ملڪن ۾ شامل آهي جتي صحت ڪي عوام جو بنيادي حق نٿو ليکيو وڃي. ملڪ ۾ صحت

وارو سرشتو مستقل طور تي بربادي ڏانهن گامزن آهي، اهو رڳو انڪري ناهي جو صحت جي ڏس ۾ گهٽ خرچ ڪيو پيو وڃي پر اهو انڪري به آهي جو صحت وارو سرشتو ڪنهن مرڪزي پاليسي تحت نه پيو هلايو وڃي بلڪ اهو ڪجهه فردن حوالي ڪيو ويو آهي. اها هڪ عجيب ڳالهه آهي ته هڪ پاسي پاڪستان انهن ملڪن ۾ شامل آهي جن وٽ ائٽمي سگهه آهي ته ٻئي پاسي پاڪستان انهن ملڪن جي پهرين ڊوڙ ۾ آهي جتي سلهه ۽ پوليو جهڙين بيمارين جو خاتمو نه ٿي سگهيو آهي، جتي آيوڊين جي کوٽ سبب ذهني پسماندگي آهي ۽ وٽامن اي جي کوٽ سبب ٻار بينائي کان محروم پيا ٿين، اُسريل ملڪن ۾ انهن بيمارين جو ذڪر فقط تاريخ جي ڪتابن ۾ ئي ملي.

ملڪ جي سرڪاري اسپتالن جي ڪارڪردگي بدعنوانين جي وائکو ٿيڻ ۽ رتا بندي ۽ پڇاڙي جي اٿهوند سبب انتهائي خراب آهي. ٻئي پاسي ڪجهه خانگي اسپتالون آهن جتي ڪارڪردگي ته بهتر آهي پر اُهي انتهائي مهانگيون ۽ غريبن جي رسائي کان پري آهن، انهن جو بنيادي مقصد نفعو ڪمائڻ آهي، انڪري آبادي جو وڏو حصو اوڏانهن وڃڻ کان قاصر آهي. اهڙين حالتن ۾ جڏهن آبادي جي اڪثريت بنيادي صحت جي سهولتن کان محروم آهي، اُتي عورتن جي صحت واري صورتحال ته اڃائين وڌيڪ خراب آهي. غريب طبقي جون اڪثر عورتون انساني سطح کان هيٺ واري زندگي گهارڻ تي مجبور آهن.

عورتن جي صحت جي اسانجي نظام ۾ نه ڪا حيثيت آهي ۽ نه ئي انکي اهميت ٿي ڏني وڃي. صحت تي خرچ ٿيندڙ رقم انتهائي گهٽ آهي ۽ ان مان به انتهائي معمولي رقم عورتن جي صحت تي خرچ ٿي ڪئي وڃي، اهڙين حالتن ۾ ڳوهاريون بدترين صورتحال جو شڪار آهن. سڄي ملڪ ۾ حمل دوران هنگامي صورتحال کي منهن ڏيڻ جو ڪو اثرائتو سرشتو ناهي، جنهن جو نتيجو اهو ٿو نڪري ته

۾ هڪ لک حمل تي لڳ ڀڳ 353 عورتون موت جو کاڄ ٿيون بڻجن مائرن جي موت جي اها شرح ايشيا ۾ سڀ کان وڌيڪ آهي. ملڪ ۾ هر سال ٽيهه هزار کان وڌيڪ عورتون ان ريت گذاري ٿيون وڃن. اهي عورتون انڪري نه ٿيون مرن ته کين ڪا بيماري آهي بلڪ انڪري ٿيون موت جو شڪار بڻجن جو نظام ۾ سندن تحفظ لاءِ ڪو اثرائتو طريقيڪار ناهي رکيو ويو. ڇوڪريون پنهنجي نوجوانيءَ ۾ جڏهن سندن ڄمارون ويهن کان ٽيهن سالن وچ ۾ هونديون آهن، موت جو شڪار ٿين ٿيون. اهي اُن وقت ٿيون مرن جڏهن هو پنهنجي زندگيءَ جي هڪ عام عمل مان گذري رهيون هونديون آهن. هو حمل دوران رت وهڻ سبب مريو پون ڇاڪاڻ جو انکي روڪڻ لاءِ کين اثرائتي مدد نٿي ملي. هو مريو وڃن ڇاڪاڻ جو اسين سندن وڌيل بلڊ پريشر جو علاج ڪرڻ ۾ ناڪام تا ٿيون جنهن سان سندن دماغ ۽ گرڙدا ناڪاره ٿيو وڃن. هو انڪري مري ٿيون وڃن جو سندن رت ۾ جيوڙا وڌي وڃڻ لڳندا آهن، ڇاڪاڻ جو هو انتهائي خراب ماحول ۾ ويم ٿيون ڪرائين يا ويم ڪانپوءِ نال جو ڪجهه حصو سندن ٻچيدانيءَ ۾ رهجيو وڃي جنهن جو انفيڪشن کين ماريو وجهي. مرندڙ اهي سموريون عورتون انتهائي سور جو شڪار تي ڪسمپرسيءَ ۾ ٿيون مرن. کين دماغي جهٽڪا لڳي رهيا هوندا آهن ۽ جيئرو رهڻ جي شديد خواهش جي باوجود هو تيزيءَ سان موت جو کاڄ بڻجي ٿيون وڃن. ڪجهه عورتون انڪري مري ٿيو پون جو حمل دوران منجهن رت جي کوٽ ٿي پوندي آهي جيڪا دل جي ناڪاميءَ جو سبب ٿي بڻجي. هو انڪري مريو ٿيون پون جو ويم دوران ٻار جو مٿو سندن ڏڏ وارين هڏين وچ ۾ ڦاسي پوندو آهي ڇاڪاڻ جو انهن نينگرين جي شادي ننڍي ڄمار ۾ ڪرائي ويندي آهي ۽ اهي اڃان ٻار ڄڻڻ لائق نه بڻيل هونديون آهن. افسوس جي ڳالهه اها آهي ته هزارن جي تعداد ۾ مرندڙ اهي عورتون پنهنجي زندگيءَ جي ان حصي ۾ مرن ٿيون

جڏهن هو جوان هونديون آهن ۽ هنن اڃان دنيا پوري ريت ڏٺي ٿي نه هوندي آهي. شايد انڪان به وڌيڪ ڏکوئيندڙ ڳالهه اها آهي ته هر هڪ مرندڙ عورت جي پيٽ ۾ پندرهن عورتون اهڙين پيچيدگين جو شڪار ٿيون بڻجن جيڪي سندن زندگي موت کان به بدتر ٿيون بڻائين. فسٽيولا انهن مان هڪ آهي جيڪا عورت جي جسم سان گڏوگڏ سندس ذهن کي به گهائل ٿي ڪري. اها هڪ اهڙي حالت هجي ٿي جنهن ۾ عورت ٻاڪاري پنهنجي موت جون دعائون گهرندي آهي، ۽ ڪڇندڙ ساهه ۽ زندگيءَ جو هر نئون ڏينهن سندس پيڙائن ۾ اضافو ڪندو آهي. افسوس جي ڳالهه اها آهي ته پاڪستان جي سرحدن جي ٻن پار هندستان ۾ به صورتحال ڪا گهڻي مختلف ناهي. ٻئي ملڪ هٿيارن ۽ ائٽم بمن جي ڊوڙ ۾ رڌل آهن ۽ اهيئي ملڪ پنهنجي عوام کي عزت جوڳي زندگي ڏيڻ کان قاصر آهن. اها ڪيڏي پوائتي ڳالهه آهي جو اهي ٻئي ملڪ هٿيارن، ائٽم بمن ۽ ميزائلن جي چٽاڀيٽيءَ ۾ اهو وساري ويٺا آهن ته سندن ملڪن ۾ عورتون مرن پيون، اسڪول وڃڻ جي ڄمار وارا ٻار رستن تي پنن پيا ۽ ننڍڙيون نينگريون ننڍي ڄمار ۾ ئي پنهنجي زندگي طوائفن جيان گهارڻ شروع ڪريو ڏين، ٻئي ملڪ ٻارن جي تعليم تي ڏوڪڙ ڇونٿا خرچ ڪن ته جيئن عوام امن، سڪون ۽ عزت سان زندگي گذاري سگهن. اهي ٻئي ملڪ مائرن کي موت کان بچائڻ ۾ ناڪام رهيا آهن، ان کان وڌيڪ اخلاقي ڏيوالپڻو ٻيو ڪهڙو ٿو ٿي سگهي.

چيو ٿو وڃي ته نازڪ صنف سان اهو سڀ ڪجهه انڪري ٿي رهيو آهي جو معاشرو بنيادي طور تي مردن جي قبضي ۾ آهي پر اها به حقيقت آهي ته اسانجي اوسي پاسي وارن ملڪن ۾ هڪ کان وڌيڪ ڀيرا ملڪ جي اقتدار ۽ اختيار تي عورتن جو ڪنٽرول رهيو آهي. سريلنڪا ۾ سري مائو بندرا نائيڪي، هندستان ۾ اندرا گانڌي، بنگلاديش ۾ حسينه واجد ۽ خالده ضيا ۽ پاڪستان ۾ بينظير ڀٽو

اقتدار جي اعليٰ ترين ايوانن تائين پهچي چڪيون آهن جڏهن ته
امريڪا ۾ ڪابه عورت اڄان تائين سڀ کان وڏو عهدو حاصل نه ڪري
سگهي آهي، ايستائين جو اڳوڻي خاتون اول هيلري ڪلنٽن به
صدارتي عهدو ماڻڻ ۾ ناڪام رهي.

جتي اها هڪ حقيقت آهي ته اسانجي ملڪن ۾ ڪيتريون ئي
عورتون اهم عهدن تي پهچي چڪيون آهن اتيئي اها بدقسمتي به
آهي ته انهن عورتن به عورتن جي مسئلن کي ان لائق نه ليکيو جو
انهن تي خاص ڌيان ڏرين. انهن عورتن جي اقتدار ۾ اچڻ سان عام
عورتن جي ڀاڳن تي ڪو فرق نه پيو، سندن زندگي ڏکويل داستان ئي
رهي، جتي پيڙائون ۽ محروميون سندن ساٿي ئي رهيون، هو ساڳي
چڪيءَ ۾ پسجنديون رهيون جن ۾ سندن مائرون ۽ نانيون
پيسجنديون رهيون هيون. پاڪستان ۾ عورتن کي غيرت جي نالي
تي قتل ڪيو ٿو وڃي، ڪين گهرن ۾ تشدد جو نشانو بنايو ٿو وڃي.
جهالت سندن ڀاڳ ٻڌيل آهي ۽ صحت جون سهولتون حاصل ڪرڻ
هنن لاءِ ناممڪن آهي. سياستدان عورتون ڀل حڪومت ۾ هجن يا
مخالف ڌر ۾، عورتن جا مسئلا ۽ انهن جو حل هنن لاءِ ڪا اهميت نٿا
رکن ۽ سندن ترجيح واري فهرست ۾ ڪا حيثيت نٿا رکن. اعليٰ
طبقي جون عورتون، پوءِ ڀل اُهي عوام جون چونڊيل هجن يا ڪامورا
شاهيءَ سان تعلق رکندڙ هجي، عورتن جي مسئلن، خاص طور تي
سندن صحت جي مسئلن جي حل ۾ ڪا دلچسپي نٿيون رکن. ڪوهي
ڳوٺ اسپتال عورتن جي صحت جا بنيادي مسئلا حل ڪرڻ جي هڪ
ننڍڙي ڪوشش آهي پر اهو هڪ بنيادي عمل آهي. شايد اسين انهيءَ
ڪوشش ۾ ڪامياب ٿي وڃون ۽ ان علائقي ۾ عورتن جي هڪ سٺي
اسپتال ٺهي وڃي. اسين دنيا ته بدلائي نٿا سگهون پر پنهنجي حصي
جو ڏيئو ته ٻاري سگهون ٿا.

# مائرن جي بچاءُ واري مهم Safe Motherhood

پاڪستان موٽڻ کان اڳ مون آئرلينڊ ۽ انگلينڊ ۾ حمل ۽ ويم دوران ڪنهن عورت جي مرڻ جو نه ٻڌو هو ۽ نه ئي فسٽيولاجي جي مريض عورت ڏٺي هئي. پاڪستان موٽڻ کانپوءِ صورتحال جو ادراڪ ٿيڻ تي گهر ڀاتين ۽ دوستن جي صلاح سان اسان هڪ پروگرام جي شروعات ڪئي جنهن جا ڪيترائي مقصد هئا. هڪ پاسي ته هڪ اهڙو سرشتو جوڙيو ويو هو جنهن تحت حمل ۽ ويم واري حالت ۾ ايندڙ عورتن جي هنگامي ۽ بنيادي علاج جو بندوبست ڪيو ويو. سول اسپتال، قطر اسپتال، سوڀراج ويم گهر ۽ نوابشاهه ۾ ڪم ڪرڻ سبب مونکي اهو اندازو ٿي ويو هو ته عورتن جي صحت جا مسئلا حل ڪرڻ واسطي مڊوائفن جي هڪ فوج گهربل آهي، يقيني طور تي اها فوج تيار ڪرڻ جي صلاحيت اسان ۾ نه هئي ڇاڪاڻ جو اهو ڪم رڳو حڪومت ئي ڪري سگهي ٿي پر اسان ايترو ضرور ڪيو جو مڊوائفري اسڪول قائم ڪيوسين ته جيئن مستعد ۽ ماهر مڊوائفون پيدا ٿي سگهن. ڪوهي گوٺ اسپتال ۾ پاڪستان نيشنل فورم آن وومينز هيلٿ ۽ يو اين ايف پي اي جي سهڪار سان هڪ پروگرام شروع ڪيو ويو آهي جنهن تحت ان مرڪز ۾ فسٽيولاجي مريضن جو بروقت ۽ مفت علاج ڪيو ٿو وڃي. يو اين ايف پي اي جي مدد سان ئي اهو ممڪن ٿي سگهيو جو پاڪستان جي مختلف علائقن ۾ اهڙن سرجنن جي تربيت جو اهتمام ڪيو ويو جيڪي فسٽيولاجي آپريشن ۾ دلچسپي رکن ٿا. اهڙن سرجنن کي پڻ گولهيو ويو جيڪي فسٽيولاجي مريضن جو علاج معالجو ٿا ڪن. پاڪستان نيشنل فورم ۽ يو اين ايف پي اي جي سهڪار سان پاڪستان جي شهرن ڪراچي،

حيدرآباد، اسلام آباد، لاهور، ملتان، پشاور، ڪوئيٽا ۽ لاڙڪاڻي ۾ فسٽيولاجي علاج جا مرڪز ڪم ڪري رهيا آهن جتي فسٽيولاجي مريضن جو مفت علاج ڪيو ٿو وڃي. انهن مرڪزن تي مريضن ۽ سندن سار سنڀال لهندڙن جي ماني ٽڪيءَ جو بندوبست ڪيو ٿو وڃي ۽ ڪين اچ وڃ جو ڀاڙو پتو پڻ ڏنو ٿو وڃي.

ڪوهي ڳوٺ ۾ تجربيڪار يورولوجسٽ ڊاڪٽر عزيز عبدالله انتهائي پابنديءَ سان فسٽيولاجي انهن مريضن جو علاج ڪندو آهي جيڪي تمام گهڻين پيچيدگين سان اينديون آهن. ڊاڪٽر عزيز نه رڳو هڪ بهترين سرجن آهي پر هڪ مهربان ۽ انسان دوست شخص پڻ آهي، هو ڪوهي ڳوٺ اسپتال ۾ جيترو وقت سيڙائي ٿو اوترو جيڪر ڪنهن خانگي اسپتال کي ڏئي ته ڪر لکين رپيا ڪمائي پر سندس ترجيح زندگيءَ کان مايوس، غريب عورتن جي مُک تي اطمينان ۽ سرهائي جي تجلي واپس آڻڻ آهي. اهڙا انيڪ مريض آهن جن جي زندگيءَ ۾ عزيز جي ڪري ٻيهر روشني جرڪي آهي. اهڙي ئي هڪ مريض عورت سنڌ جي هڪ ڏورانهين علائقي مان آئي هئي، هوءَ ڪيترين ئي اسپتالن مان ناڪام علاج ڪرائي ڪوهي ڳوٺ اسپتال پهتي هئي. سندس فسٽيولا ٺيڪ ڪرڻ ڪانپوءِ عزيز عبدالله سندس اپنڊڪس استعمال ڪندي پيشاب جي اخراج جي نالي ٺاهي، اهوئي سندس بهترين علاج ٿي پئي سگهيو. جنهن ڪانپوءِ سندس حالت تمام گهڻي بهتر ٿي ۽ هوءَ خوشي پنهنجي گهر موٽي. ڪيس هڪ ڪارڊ پڻ ڏنو ويو جنهن تي سندس علاج جا سمورا تفصيل درج هئا. بدقسمتيءَ سان ڪجهه مهينن ڪانپوءِ ڪيس پيٽ ۾ سور پيو ۽ هوءَ هڪ خانگي اسپتال وئي جتي ڊيوٽي ڪندڙ ڊاڪٽر ڪيس ڏنل ڪارڊ پڙهڻ جي زحمت نه ڪئي ۽ هڪ سرجن کي فون تي سندس تڪليف بابت ٻڌايائين. هُن فون تي ٻڌل هسٽريءَ تحت فيصلو ڪيو ته ڪيس هڪدم

آپريشن ٿيٽر منتقل ڪري سنڌس اپينڊڪس ڪڍيو وڃي جونيئر ڊاڪٽر کي چيائين ته هر ڪا شئي تيار رکي وڃي ته جيئن هو اينڊي ٿي آپريشن ڪري ۽ وقت ضائع نه ٿئي. هُن به مريض عورت کان هسٽري نه پڇي ۽ پيٽ کولڻ کانپوءِ ڪيس پتو لڳو ته مريض جو اپينڊڪس ته پيشاب جي اخراج واري ناليءَ طور استعمال ٿي رهيو آهي، پر ان دوران آپريشن سان عزيز جو ناهيل سرشتو تباهه ٿي چڪو هو. اهو واقعو ڪجهه خانگي اسپتالن ۾ ڪم ڪندڙ پيشيور ڊاڪٽرن جي ڪم جو انداز ڄاڻائي ٿو.

جڏهن سرجن کي غلطيءَ جو احساس ٿيو ته هُن جونيئر ڊاڪٽرن ۽ مريض عورت جي مٽن مائٽن کي ڏڙڪا ڏيڻ شروع ڪيا، پر مريض عورت جي سموري هسٽري ته ڪارڊ تي درج هئي ۽ هُن پنهنجي حالت بابت ٻڌايو به هو پر اسانجي ملڪ ۾ تربيت جو جيڪو معيار آهي تنهن موجب اهو هڪ معمولي واقعو هو. "ائين ته ٿيندو رهندو آهي".

مريض عورت کي ٻيهر ڪوهي ڳوٺ اسپتال آندو ويو جتي عزيز هڪ ڏگهو آپريشن ڪيو ۽ هن پيري توليدي نالين کي پيشاب جي اخراج لاءِ استعمال ڪيو ويو. ڪجهه هفتن کانپوءِ مريض عورت ڪامياب آپريشن ڪرائي ٻيهر پنهنجي گهر رواني ٿي. سنڌس ڀاڳ ڀلا هئا جو ڪيس عزيز جهڙو سرجن مليو نه ته وٽس ان ڪانسواءِ ڪو ٻيو چارو نه هجي ها ته مختلف اسپتالن ۾ ڊاڪٽرن جا ڌڪا کائيندي پساهه ڏئي ها.

رحيم يار خان سان تعلق رکندڙ هڪ ٻي مريض رضيا پيدائشي طور تي اکين کان نابين هئي. حمل دوران سنڌس مڙس هڪ حادثي ۾ گذاري ويو. رضيا جي ويم وارو عمل انتهائي ڏگهو ٿي ويو ۽ ڪيس VVF ۽ RVF ٻئي ٿي پيا ۽ ٻار گذاري ويو. رضيا ته اڳيئي انڌي هئي،

هاڻ انهيءَ ٻن قسمن جي فسٽيولا سندس زندگيءَ کي مڪمل طور تي اونداهو ڪري ڇڏيو. ارڙهن مهينن ڪانپوءِ ڪيس پتو لڳو ته ڪراچيءَ جي ڪوهي ڳوٺ ۾ سندس علاج ٿي سگهي ٿو. هُن ڪم ڪار ڪري پئسا ميڙيا ۽ ريل گاڏيءَ ذريعي ڪراچي پهتي. ريلوي اسٽيشن تان رڪشا جهليائين ۽ ڪوهي ڳوٺ پهچي وئي. ڪيس ڪيترائي مهينا اسپتال ۾ رهڻو پيو پر هو ٺيڪ ٿي وئي. هاڻ هوءَ ڪراچيءَ ۾ ئي رهي ٿي جتي سندس ٻي شادي بہ ٿي وئي آهي. شاديءَ ڪانپوءِ سندس سنڌپٽي جو علاج ڪرڻ جي بہ ڪوشش ڪئي وئي ۽ ڪيس IVF سينٽر پڻ اُماڻيو ويو پر ڪيترائي پيرا آپريشن ٿيڻ ڪري سندس توليدي عضوا ان لائق نہ رهيا آهن جو ٻار جهلي سگهن. ڪوششون جاري آهن شايد ڪاميابي ملي وڃي.

هڪ ٻي مريض اشرفيءَ جو تعلق گلگت سان هو ۽ هوءَ طلاق ملڻ ڪانپوءِ علاج لاءِ آئي هئي ۽ لڳ ڀڳ ٽن مهينن تائين اسپتال ۾ علاج ڪانپوءِ صحتمند ٿي گهر واپس موٽي.

فسٽيولا جي علاج لاءِ آپريشن ئي ڪافي ناهي. اهي مريض انتهائي نراس ۽ ڏکويل هوندا آهن ۽ منجهن جيئڻ جا اُدما ختم ٿي ويندا آهن. ڪوهي ڳوٺ ۾ آپريشن ڪانپوءِ کين موقعو ڏنو ويندو آهي تہ هو هنري مرڪز ۾ ڪو ڪم ڪار سکن تہ جيئن منجهن حوصلو ۽ جيئري رهڻ جو اُتساهہ پئدا ٿئي. ايٿوپيا جي فسٽيولا اسپتال وانگر موڪلائڻ مهل هٿ بہ کين سوٽي ڪپڙن جو هڪ جوڙو ۽ هنر سکيل ڇوڪريءَ کي سلائي مشين ڏني ويندي آهي تہ جيئن هو معاشري ۾ ڪرائتي زندگي گهاري سگهن. اسين علاج سان گڏوگڏ فقط اُميد ئي ڪري سگهون ٿا تہ فسٽيولا جي مرض جو انت اڃي پر اهو تڏهن ئي ممڪن ٿيندو جڏهن حڪومت ان معاملي ۾ خاص دلچسپي وٺي.



ٽيپو سلطان پنهنجي سڄي ڪٽنب سان



پيا سان هڪ يادگار تصوير



منظر ڀائي، شمع ۽ شبنم.



منظر ڀائي ۽ شبانا ڀاڄائي شمع جي وهان مهل



خورشيد پڦي ۽ ڪلام پڦڙ ٻارن سان.



خورشيد پڦيءَ جي هڪ يادگار تصوير.



صبا ۽ بابا لنڊن جي مادام تسائو ميوزيم ۾ گانڌي جيءَ جي مجسمي سان گڏ



امان، اڪمل سلطان ۽ صبا سيد لنڊن جي مادام تسائو ميوزيم ۾ اندرا گانڌيءَ جي مجسمي اڳ.



ٽيپو سلطان، شاهين ظفر ۽ سراج الدوله



طلعت ڀاڄائي اڪمل ۽ فرجاد سان گڏ



امان اڪمل ۽ صبا جي ختم قرآن جي موقعي تي.



امان، ياسمين ٻاجائي ۽ صبا لنڊن جي هڪ پارڪ ۾.



سيد ابو طالب سان گڏ



هڪ پڪنڪ



سيد ابو طاهر ڪٽنب جا ڪجهه ڀاتي ۽ مٽ مائٽ



چاچو ابو ذر رئيس چاچي رقيا وقار، زيبا ۽ فرخ سان.



چاچو ابوالبر رضوي



مقيط نانو، منظرياڻي ۽ علي اصغر سان گڏ نبيل ۽ عديل ويٺل آهن.



بابا لنڊن ۾ پنهنجي دوست ڊاڪٽر
وصي احمد انصاريءَ جي آخري آرام گاهه تي.



سيد ابو طاهر، اسانجو ڏاڏو



سيد جمال حسين رضوي ۽ ڦڦي حسينا خاتون جي ڪٽنب جا ڪجهه ڀاتي



فاطما ۽ عائشا ٻبلن ۾



عميم فيلوشپ حاصل ڪرڻ جي موقعي تي
ادي ٽيپو ۽ طلعت پاڇائي سان.



خورشيد ڀڳي پنهنجي پوٽي جي وهان تي، چاچو رضوي به بيٺل آهي.



گهوٽ ڪنوار ڪٽنب ڀاتين سان.



خورشيد ڀٽيءَ سان گڏ هڪ يادگار تصوير



خورشيد ڀٽيءَ جو پوٽو، سندس ڪنوار، آءٌ ۽ طيبا



نشاط چاچيءَ سان هڪ يادگار تصوير



سراج ۽ ياسمين سان هڪ تصوير



بابا شاهين جي بلفاسٽ واري گهر ۾ اسان سڀنيءَ جي جهرمٽ ۾ آرام ڪندي (هيٺ) لنڊن ۾ بش هائوس جي سامهون، BBC جو مشهور هيڊ ڪوارٽر آهي. بابا سڄي حياتي BBC جون خبرون اورچائپ سان ٻڌندو رهيو.



## ابو ظفر انسٽيٽيوٽ آف ميڊيڪل سائنسز

ڪوهي ڳوٺ اسپتال جي رٿا بنديءَ ۾ ابو ظفر انسٽيٽيوٽ آف ميڊيڪل سائنسز جو ڪردار سڀ کان وڌيڪ اهم آهي. فسٽيولاجي آپريشن سان ڪجهه مريضن جو پلو ٿيندو، ويم گهر ذريعي علائقي ۾ ڪجهه موت ٽاري سگهبا پر اسانجي خيال ۾ اهو انسٽيٽيوٽ مستقبل ۾ انيڪ تبديليون آڻڻ ۾ مدد ڪندو. ادي ٽيپو جي اها ڏميواري لڳائي وئي آهي ته هو انجي رٿا بندي اهڙي ريت ڪري جو ان اداري جا ڏور رس نتيجا نڪرن. ادي ٽيپو کي پيراميڊيڪس سان ڪم ڪرڻ جو وڏو تجربو آهي، هُن ان ڏس ۾ افغانستان ۽ بنگلاديش ۾ جان هاپڪنس يونيورسٽيءَ جي عملدارن سان گڏجي اهم تربيتي ڪم ڪيو آهي. رضيا ۽ اشرفي بيگم وانگر مريض انڪري ٿا اچن جو ڪين ويم دوران مناسب سهولتون نٿيون ملن. يو اين ايف پي اي جي هڪ رپورٽ موجب پاڪستان ۾ فسٽيولا جو بنيادي سبب اهو آهي ته هتي تربيت يافته مڊ وائفون موجود ناهن. اداري جي 2011 واري رپورٽ موجب پاڪستان ۾ هڪ هزار ويمن لاءِ ڏهه مڊوائفون ميسر آهن، ملڪ ۾ انهن جو ڪُل تعداد 54 هزار 704 آهي، جن مان گهڻي ڀاڱي جي مناسب تربيت پرايل ناهي جو هو ڏورانهن علائقن ۽ ڳوٺاڻي آباديءَ ۾ پنهنجو ڪم ڪري سگهن. پاڪستان ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ لک مڊوائفن جي ضرورت آهي، تنهنڪري ان ڳالهه جي شديد ضرورت آهي ته مڊوائفن جي معياري تعليم ۽ تربيت جو انتظام ڪيو وڃي. تربيت اهڙي هجي جو هو ڏورانهن علائقن ۾ خود مختياريءَ سان خدمتون سر انجام ڏئي سگهن. پاڪستان ۾ شروعات کان نرسن ۽ مڊوائفن جي مسئلن تي ڌيان نه ڏريو ويو آهي. نرسنگ

ڪائونسل جي هڪ رپورٽ موجب 1960 ۾ 43 هزار ماڻهن لاءِ هڪ نرس هئي جڏهن ته اوپر پاڪستان ۾ ٽي لک ماڻهن لاءِ هڪ نرس هئي. افسوس اهو آهي ته وڌندڙ آباديءَ سان حالتن ۾ ڪا خاص تبديلي نه آئي آهي. ڪجهه سال اڳ پاڪستان ۾ يونيسيف جي انچارج هڪ امريڪي خاتون ڪيرل لونگ هئي جنهن جو عمومي رويو انتهائي دوستاڻو ۽ عورتن جي ڏس ۾ همدرديءَ ڀريو هو. هُن سنڌ ۾ مڊوائفريءَ جا ڪيترائي اسڪول کولڻ ۾ مدد ڪئي. يونيسيف جي ڊاڪٽر آصف اسلم ۽ ڊاڪٽر سرير آرا اهي اسڪول قائم ڪرڻ ۾ خاص دلچسپي ورتي ۽ مدد ڪيائون. سگهوئي مونکي احساس ٿيو ته نرسن، مڊوائفن ۽ صحت ڪارڪنن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ اردو ۾ درسي ڪتاب موجود ناهن. ان ڳالهه جي شديد ضرورت هئي ته پاڪستان جي مقامي ٻولين ۾ ڪتاب تيار ڪيا وڃن، ان ڏس ۾ پاڪستان نيشنل فورم طرفان مڊوائفريءَ جي تعليم ۽ تربيت واسطي جڳ مشهور ڪتاب ”اي بوڪ فارمڊ وائفريز“ جي مدد سان اردو ۾ پهريون ڪتاب تيار ڪيو ويو. جامعه مليه اسڪول ۾ منهنجي ساٿي عبدالسلام سلاميءَ ان ڏس ۾ منهنجي ڀرپور مدد ڪئي. انڪانپوءِ اسان هيسپرين فائونڊيشن ۽ عالمي صحت تنظيم جي ڪجهه ڪتابن جي چونڊ ڪئي ۽ نرسنگ، مڊوائفري ۽ پيراميڊيڪس جي شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ اردو ۾ هيل تائين چوڏهن کان وڌيڪ ڪتاب تيار ڪيا اٿئون جن مان ٽن جو سنڌي ترجمو پڻ ڪيو ويو آهي. انڪانسواءِ هر سال پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن جي سهڪار سان ميڊيڪل اسپيڪٽرم جي ڊسمبر واري پرچي ۾ مائرن جي موت بابت خاص مضمون شائع ڪيا ويندا آهن ته جيئن ان مسئلي کي اڏو اٿي سگهجي.

نيشنل فورم تحت انگريزي اڙدو ڊڪشنري شائع ڪئي وئي

آهي جيڪا نرسن، مڊوائفن، پيراميڊيڪس ۽ ميڊيڪل جي شاگردن لاءِ انتهائي ڪارائتي آهي، انهن ڪتابن جي تعريف ۾ پاڪستان جي انگريزي اخبار ڊان ۽ امريڪي اخبار نيويارڪ ٽائمز ۾ ليک شائع ٿيا. اها عجيب ڳالهه آهي ته نرسنگ ڪائونسل جي 1960 واري رپورٽ ۾ ان ڳالهه جي نشاندهي ڪئي وئي هئي ته نرسنگ ۽ مڊوائفري واري پيشي ۾ ذهين ڇوڪرين لاءِ دلچسپي پيدا ڪئي وڃي ۽ تعليمي نصاب سائنسي بنيادن تي تيار ڪيو وڃي پر افسوس جي ڳالهه آهي جو سرڪار ان ڏس ۾ ڪو عملي ڪم نه ڪيو ۽ اڃان تائين نرسن کي گڏيل پڏيل طريقن سان پڙهايو پيو وڃي. اها حقيقت آهي ته انهن ڪتاب شائع ٿيڻ کان اڳ پاڪستان جي مقامي ٻولين ۾ ڪنهن معياري ڪتاب جو وجود ئي نه هو. ملتان ۾ ڪنهن ذهين نرس جا لکيل نوٽس سڄي پاڪستان ۾ فوٽو اسٽيٽ جي صورت ۾ موجود هئا ۽ پڙهيا پئي ويا.

ڪتابن جو ترجمو ڪرڻ ۽ شائع ڪرڻ ڪانپوءِ اهو احساس ٿيو ته پاڪستان جي نوي سيڪڙو نرسنگ ۽ مڊوائفري اسڪولن ۾ تربيت يافته پڙهائيندڙ ناهن، ان ڏس ۾ ڪيترائي ڀيرا پاڪستان نرسنگ ڪائونسل جي سيڪريٽري نگهت دراني ۽ آغا خان اسپتال جي تزئين سعيد سان ڳالهه ٻولهه ٿي. اندازو ٿيو ته ملڪ ۾ نرسنگ ۽ مڊوائفري پڙهائيندڙن جي کوٽ جو گهوٽالو ڪيترو ڳنڀير آهي. ان ڏس ۾ سوڀراج ويم گهر، ڪراچي ايڊونٽسٽ اسپتال، جناح پوسٽ گريجوئيٽ ميڊيڪل سينٽر جي اسڪول آف نرسنگ ۽ ايف ايم سي ايڇ واري اسڪول آف نرسنگ جي عملي سان خيالن جي مٽا سٽا ۽ سٺن ڪارائتن مشورن جي بنياد تي فيصلو ڪيوسين ته ڪوهي ڳوٺ اسپتال ۾ نرسن ۽ مڊوائفن کي پڙهائيندڙ استادن جي تربيت جو مرڪز قائم ڪيو وڃي. ان ڏس ۾ گليڪسو اسمٿ ڪلين، (GSK) جي

سلمان برنيءَ جي سهڪار جون ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. هو هڪ اُچو ذهين ڪوهي ڳوٺ آيو ۽ ڏکيي ڳالهه ٻولهه ڪانپوءِ ڪيس اندازو ٿيو ته ملڪ ۾ نرسنگ ۽ مڊوائفري پڙهندڙن لاءِ استادن ۽ تربيت ڏيندڙن جو انتظام ڪرڻ ڪيترو ضروري آهي. سندس ذاتي دلچسپيءَ جو نتيجو هو جو سڄي ملڪ مان هر ڇهن مهينن ڪانپوءِ ٿيهه اهڙيون نرسون ۽ مڊوائفون جمع ڪيون ويون جيڪي تربيت ۾ مصروف هيون يا تربيت ڏيڻ ۾ سندن دلچسپي هئي. هيل تائين اهڙا ڇهه گروپ هتان فارغ ٿي چڪا آهن، هر جتي ڪي پڙهائڻ لاءِ جتي مقامي طور تي تجربيڪار استادن جي مدد ماڻي وئي اُتي انگلستان جي گيز ميڪلين ۽ هيلن ميڪن ٽائز جهڙن تجربيڪار اُستادن پڻ تربيت ڏني. مستقبل ۾ سوئيڊن ۽ آئرلينڊ سان تعلق رکندڙ اعليٰ تعليم يافته عملو پڻ تربيت لاءِ هتي اچڻ لاءِ تيار آهي. ايندڙ گروپن جي تربيت لاءِ سندن خدمتن مان لاڀ پرايو ويندو.

نرسنگ، مڊوائف ٽيوٽر ٽريننگ پروگرام ڇهن مهينن جو آهي، جنهن دوران پڙهندڙن کي اسپتال ۾ ئي ٽو رهڻو پوي (ڪجهه اُميدوارن کي سندن مخصوص حالتن سبب گهر رهڻ جي اجازت ڏني وئي آهي) ڇهن مهينن جو ڪورس پڙهندڙن کي انتهائي مصروف ٿو رکي. اميدوارن کي پڙهائڻ جي جديد طريقن ڪانسواءِ ڪمپيوٽر جي استعمال جي پڻ خاص تربيت ڏني ويندي آهي، ڇوڪريون جيڪي خضدار، تربت، گلگت، سوات، ڪشمير ۽ خيبرپختونخواهه سان لاڳاپيل آزاد علائقن مان آيون هيون سي موٽڻ مهل پڙهائي ۾ ڪمپيوٽر استعمال ڪرڻ جي قابل هيون. انهن ڇوڪرين کي پڙهائڻ ڪانسواءِ مختلف قسمن جا ورڪشاپ ڪرڻا پوندا آهن. ان ڳالهه تي فخر اٿم ته انهيءَ پروگرام جو 98 سيڪڙو ڇوڪريون انتهائي ڪارائتيون ثابت ٿيون آهن. افسوس اِهو آهي ته اسانجي سرشتي ۾

ان ڳالھ جي گنجائش ناهي تہ ان قسم جي پروگرام کي سگهارو ڪيو وڃي ۽ ان مان لاڀ پرائجي. پي ايم ڊي سيءَ وانگر پاڪستان نرسنگ ڪائونسل بہ اهڙو ادارو آهي جنهن جي ميمبرن کي اندازو ئي ناهي تہ ملڪ ۾ نرسن ۽ مڊوائفن جي تربيت جا ڪهڙا مسئلا آهن. نرسنگ ڪائونسل جي ميمبرن آڏو مسئلن جي نشاندهي جي باوجود ڪين اها ڳالھ سمجھ ۾ نہ آئي يا سمجهڻ نٿي چاهيائون. سندن خيال هو تہ اهو ڪورس سڄي سال جو هئڻ گهرجي ۽ روزانو ٽن ڪان چئن ڪلاڪن تائين جي پڙهائي ڪافي ٿيندي. سندن سمجھ ۾ نٿو اچي تہ 28 هفتن دوران ڏينهن رات مصروف رکي جنهن ريت اُنهن اُستادن جي تربيت ڪئي ٿي وڃي، ان ڪانپوءِ هو ان لائق ٿي وڃن ٿيون تہ انهن اسڪولن کي هلائي سگهن جتي تعليم ڏيندڙ عملو موجود ناهي. نرسنگ ڪائونسل جي مانوارن ميمبرن جي خيالن تي عمل ڪرڻ ممڪن ناهي. اسين استادن جي تربيت ڪري رهيا آهيون، انهيءَ اميد سان تہ هو جتي بہ وڃن، تعليم پکيڙڻ ڪان ڪوبہ ڪين روڪي نہ سگهندو.

اها بہ هڪ عجيب ڳالھ آهي تہ ڪوهي ڳوٺ اسپتال جي پروگرامن ۾ يونيسيف، يو اين ايف پي اي، گليسڪو اسمٿ ڪلائن، گائناڪولوجسٽس ۽ آبسٽيٽريشنز جي عالمي تنظيم فيڪو ۽ ڪلنٽن گلوبل انيشيٽو تہ دلچسپي ورتي ٿا، ان بابت Lancet ۾ مضمون تہ ڇپجيءَ ڪين سمجھ ۾ ٿو اچي تہ پاڪستان ۾ ان قسم جي پروگرام جي ضرورت آهي پر مقامي اختياري جا صاحب نہ سمجهي ٿا سگهن ۽ نہ ئي وري سمجهڻ ٿا چاهين.

ڪوهي ڳوٺ اسپتال جا مختلف پروگرام هلائڻ لاءِ فنڊ جمع ڪرڻ هڪ اهم ڪم آهي، ان ڏس ۾ اسانجي هر ڪٿنب ياتيءَ طرفان مستقل مدد ڪئي ويندي آهي. اسانجا مٽ مائٽ ۽ دوست دل کولي ان ۾ حصو وٺندا آهن، مثال جي طور تي منهنجو دوست نسيم عزيز

شيخاڻي امريڪا ۾ مستقل طور تي اسپتال لاءِ رقمون گڏ ڪندو رهندو آهي. اسانجي ٽيم ۾ ڊاڪٽر شعيب سوباڻي ۽ ڊاڪٽر شبير نواز جعفري جهڙا ماڻهو آهن جيڪي اسپتال لاءِ مستقل بنيادن تي پنهنجو وقت سيڙائيندا آهن. شبير نواز منهنجو ڪلاس پيچي آهي ۽ انهيءَ علائقي جو رهواسي پڻ. سندس زندگيءَ جي ساٿي ساره صفويءَ جو تعلق انگلستان سان آهي ۽ اُتان نرسنگ جي باضابطه تربيت حاصل ڪئي اٿائين، نرسنگ جي تعليم ۽ تربيت ۾ سندن ڪردار انتهائي اهم آهي. شعيب منهنجو ڊي ايم سيءَ ۾ ڪلاس پيچي ۽ گهڻ رخي شخصيت جو مالڪ آهي، هو پائليٽ بہ آهي تہ غوطا خور بہ، زيورن جو ڊيزائنر بہ آهي تہ ڪمپيوٽر جو ماهر بہ. ان سان گڏوگڏ هو هڪ پلو آرڪيٽيڪٽ پڻ آهي. شعيب جي اهم خوبي اها آهي تہ هو ڏور تائين ڏسڻ جي صلاحيت جو مالڪ آهي، سندس اَملهہ صلاحن ۽ ڏور ڏسٽي نظر سبب تمام گهڻو فائدو ٿيو آهي بابا جو سدائين چوڻ هو تہ جيڪڏهن معاشري کي سگهارو بنائڻو آهي تہ پوءِ معاشري تي ئي خرچ ڪرڻو پوندو. سندس مشورن جي آڌار تي ابو ظفر انسٽيٽيوٽ آف ميڊيڪل سائنسز جو بنياد وڌو ويو آهي انهيءَ اُميد سان تہ هڪ ڏينهن اداري مان اهڙا ماڻهو نڪرندا جيڪي ملڪي صحت سرشتي ۾ پنهنجي ماهراڻي ڪاوشن ذريعي ڪي بنيادي تبديليون آڻيندا.

## پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن

ڪراچي اچي ايف سي پي ايس وارو امتحان ڏيڻ دوران آءُ ٻن وڏيڪ ڪمن ۾ شامل ٿي ويس، اِهي ٻئي ڪم اهڙا هئا جن وقت ٿي لهڻو اهي ٻئي ڪم مونکي پيارا هئا ۽ سدائين رهندا. پهريون ڪم تہ اهو ڪيم جو پنهنجي دوستن جي مدد سان پاڪستان ايمنسٽي

انٽرنيشنل جو بنياد وڌم. آئرلينڊ ۾ هڪ دوست ڪينٽ والش مونکي ايمنسٽي انٽرنيشنل جو ميمبر بڻايو هو. هو يونيورسٽي ڪاليج گالوي ۾ انگريزيءَ جو شاگرد هو، اسان ٻنهي ۾ انتهائي پلي سنگت هئي، ساٿس گڏ ايمنسٽي انٽرنيشنل جي سرگرمين ۾ شريڪ ٿيندو رهيو هئس. فلسطينين جي حقن لاءِ مظاهريءَ صدر ريگن جي گالوي اچڻ واري موقعي تي انساني هٿن جي زنجير ناهي احتجاج ڪندڙن ۾ آءُ به شامل هئس. اسانجي سنگت وڌڻ لڳي ۽ مون سندس گهر پڻ اچڻ وڃڻ شروع ڪيو. ڪينٽ جي ٻاجهاري ماءُ مونکي آئرش گيلڪ ناچ جي شروعاتي تربيت ڏيڻ جي پڻ ڪوشش ڪئي پر پنهنجي ڀرپور دلچسپيءَ جي باوجود آءُ ان ۾ مڪمل طور تي ناڪام ٿيس. پاڪستان اچڻ مهل ايمنسٽيءَ جو لنڊن آفيس مان ٿيندو آيو هئس ۽ سندن صلاح موجب پاڪستان ۾ ايمنسٽيءَ جي هڪ گڏجاڻي گهرائي وئي جنهن ۾ ڊاڪٽر مرزا اعلي اظهر کي ايمنسٽي پاڪستان جو باني ڪنوينر چونڊيو ويو. انڪانسواءِ ڊاڪٽر سعيده حيدر، حبيب حسن، حبيب سومرو، عرفان خان، شمسه، رحمان خان، آفتاب صديقي، حارث خليق ۽ ٻين انيڪ دوستن ان ۾ دلچسپي ورتي. ايمنسٽيءَ جي پهرين گڏجاڻي پي ايم اي هائوس ۾ ٿي جنهن دوران مستقبل جا پروگرام رٿيا ويا. منهنجي موٽي وڃڻ کانپوءِ مرزا علي اظهر دوستن جي مدد سان ايمنسٽي هلائڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو ۽ جڏهن آءُ مستقل طور تي پاڪستان موٽي آيس ته گروپ وڏي محنت سان ايمنسٽي جو چار سچي ملڪ ۾ پکيڙيو. انتهائي سٺو ڪم ڪندڙ ڪيترائي دوست اسان سان شامل ٿيا امجد رشيد، راشد رحمان، انور پانيز ئي وغيره اهڙا شخص هئا جن ايمنسٽي انٽرنيشنل کي پاڪستان ۾ سگهارو بنائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو پر ٿوري ئي ڏينهن ۾ محسوس ٿيوسين ته ايمنسٽيءَ ۾ ڪجهه اهڙا ماڻهو گهڙي آيا آهن جن جي

ذاتي ايجنڊا آهي ته هو ايمنسٽي کي ذاتي مفادن لاءِ استعمال ڪرڻ چاهين ٿا. ان موقعي تي آهستگي ۽ خاموشيءَ سان ڪم ڪي محدود ڪيو ويو. اڄ به ايمنسٽي انٽرنيشنل جو ميمبر آهيان ۽ جيڪو به ممڪن ٿي سگهندو آهي ڪندو رهندو آهيان پر ايمنسٽي انٽرنيشنل پاڪستان جي تنظيم پاڪستانين جي ڪري غير فعال ٿي وئي آهي. ايمنسٽي پاڪستان ڪيترائي ڪم ڪيا. انهن مان هڪ اهم ڪم اهو هو ته ايمنسٽيءَ جي مرڪزي سيڪريٽريٽ جي هدائتن موجب مالديپ ۾ ضمير جي قيدي محمد نشيد جي آزاديءَ واسطي مهم هلائي وئي. هُن انهيءَ سال برطانيا مان پنهنجي تعليم مڪمل ڪئي هئي جنهن سال آءُ به تعليم پوري ڪري پاڪستان پهتو هئس، محمد نشيد مالديپ ۾ جمهوريت واسطي هڪ پر امن تحريڪ شروع ڪئي ۽ سانگو نالي هڪ سياسي رسالو جاري ڪيائين. مامون عبدالرشيد جي حڪومت اهو رسالو بند ڪري نشيد کي قيد ڪيو ته ايمنسٽي انٽرنيشنل ڪيس ضمير جو قيدي قرار ڏئي سندس آزاديءَ لاءِ مهم شروع ڪئي. نشيد جي آزاديءَ لاءِ بنيادي مهم پاڪستان ڪان شروع ڪئي وئي. اسانجو ڪم سندس حمائت ۾ خط لکڻ ۽ دنيا جي هر حڪومت کي سندس آزاديءَ لاءِ دٻاءُ وجهڻ جي درخواست ڪرڻ هو. اها مهم ڪامياب ٿي ۽ مالديپ حڪومت محمد نشيد کي آزاد ڪري ڇڏيو، اڳتي هلي هو مالديپ جو صدر چونڊيو ويو. 2009 ۾ ڪيس انساني حقن جو تحفظ ڪرڻ تي عالمي "انالند" ايوارڊ ڏنو ويو. 2009 ۾ ئي امريڪي رسالي ٽائيم ڪيس "ماحول جي تحفظ جو سورمو" قرار ڏنو. 2010 ۾ ڪيس گڏيل قومن طرفان "زمين جي تحفظ واسطي ايوارڊ" ڏنو ويو. 2010 ۾ رسالي نيوز ويڪ ڪيس دنيا جي ڏهن بهترين اڳواڻن مان هڪ ليکيو. نشيد کي شايد پتو ئي نه هجي ڪو پي ايم اي هائوس ڪراچي ۾ ويٺل ايمنسٽي انٽرنيشنل جي ڪجهه

ميمبرن سنڌس آزاديءَ لاءِ مهم شروع ڪئي هئي، جنهن دوران اسانکي بہ پڪ نہ هئي تہ ڪو ڪيس آزاد ڪيو ويندو. 2012 ۾ مالديپ جي پوليس نشيد خلاف بغاوت ڪئي ۽ کيس اقتدار تان هٽائي سنڌس خلاف مهم شروع ڪئي وئي. سٺن ماڻهن سان اهوئي ڪجھ ٿيندو آهي، پر چڱا ماڻهو پنهنجو ڪم ڪندا رهندا آهن. شايد ٻيهر اهڙو ڪو وقت اچي جو ايمنسٽي نشيد جي لاءِ هڪ ٻي تحريڪ شروع ڪري.

ٻيو ڪم اِهو هو تہ پاڪستان ميڊيڪل ايسوسئيشن جي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ لڳس. انجو هڪ سبب تہ اهو هو جو مونکي پنهنجي شاگرديءَ وارن ڏينهن کان ئي پي ايم اي بابت پتو هو ۽ ٻيو سبب اهو هو تہ پاڪستان مونڻ ڪانپوءِ ڪو ٻاويهن مهينن تائين مون وٽ ڪا نوڪري نہ هئي سو واندڪائي مهل اڪثر پي ايم اي اچي ڪنهن نہ ڪنهن ڪم ۾ هٿ ونڊائڻ جي ڪوشش ڪندو هئس. پي ايم اي ۾ ڪم ڪندي مونکي پاڪستان جي صحت واري سرشتي جي چڱاين ۽ خرابين جو پتو لڳو ۽ ان دوران تجربيڪار ڊاڪٽرن کان انيڪ شيون سکيس ۽ اهو چوڻ غلط نہ ٿيندو تہ آءُ پي ايم اي ۾ ئي پاڪستان جي ڪجھ بهترين ڊاڪٽرن سان مليس جيڪي نہ رڳو پلا پيشيور ڊاڪٽر هئا پر گڏوگڏ انتهائي ايماندار ڊاڪٽر بہ هئا جن جي ميڊيڪل پريڪٽس ۾ پيشيوراڻي اخلاقيات بنيادي اهميت رکندڙ هئي. هي اُهي ماڻهو هئا جيڪي پنهنجي ذات کان مٿيرو ٿي ڏسندا آهن ۽ مريضن لاءِ سڀ ڪجھ ڪرڻ لاءِ تيار هوندا آهن. جڏهن ميڊيڪل ڪاليج جي آخري سال ۾ هئس تہ ادو ٽيپو سلطان پي ايم اي ڪراچيءَ جو جنرل سيڪريٽري بڻيو هو، سنڌس ڪابينا ۾ صدر خواجہ معين الدين هو جنهن کان آءُ انتهائي متاثر هئس. سنڌس تعارف اهوئي هو تہ هو انتهائي ايماندار ۽ مخلص ڊاڪٽر هو، هو ميڊيسن جو پروفيسر هو ۽ سنڌس بابت مشهور هو تہ هو طب جي پيشي جي

واپار جو سخت مخالف هو. هو پيا جو پڻ دوست هو ۽ هو هڪيرو مونکي وٽس وٺي ويو هو ۽ ڪائنس ميڊيڪل ڪاليج ۾ منهنجي داخلا بابت صلاح مشورو به ڪيو هئائين. اها منهنجي ساڻس پهرين ملاقات هئي، سندس ڳاڙهو ۽ اڇو چهرو ڪڏهن به وساري نٿو سگهان، منجهس هڪ خاص قسم جي پنهنجائپ ۽ پيار هو، هو هڪ عظيم انسان ۽ ڊاڪٽر هو، اڳتي هلي صدر ڀٽو کيس سنڌ ميڊيڪل ڪاليج جو پراجيڪٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو. خواجا صاحب کي ذميواري سونپي وئي ته هو گهٽ کان گهٽ وقت ۾ سنڌ ميڊيڪل ڪاليج قائم ڪري ۽ هلائي. هُن نه رڳو اهو ڪاليج قائم ڪيو پر انجو پهريون پرنسپل پڻ بڻيو. هُن سنڌ ميڊيڪل ڪاليج جي شروعاتي سالن ۾ انتهائي مستعد عملو مقرر ڪيو، جڏهن ڪاليج پنهنجي پيرن تي بيٺو ته هو ڊاڪٽر طور واپس پنهنجي مريضن ڏانهن موٽي ويو.

هو انهن ماڻهن کان بنهه مختلف هو جيڪي لکين رپيا خرچ ڪري پنهنجي لاءِ عهدا خريد ڪندا آهن ۽ هر قيمت تي انهن عهدن تي جٽيل رهندا آهن. اسانجي پيشي ۾ اهڙا انيڪ ماڻهو موجود آهن جن ان قسم جا منصوبا شروع ڪيا ۽ قوم کي نقصان رسائي پنهنجو ذاتي فائدو حاصل ڪيائون.

خواجه معين جهڙن ماڻهن لاءِ آخري دم تائين مريض ئي اهميت جوڳو هوندو آهي. پي ايم اي ۾ تمام گهڻو وقت ڊاڪٽر مير رحمان علي هاشمي، سان گذاريم جنهن کان گهڻو ڪجهه سکڻ جو موقعو مليو. ماهرن کي سمجهڻ جو وٽس هڪ خاص طريقو هو ۽ هو پهرين گڏجاڻي ۾ ئي اندازو لڳائي وٺندو هو ته سامهون واري فرد جو اصل مقصد ڇا آهي. هُن ٻڌايو ته جنرل ضيا جي يارهن سالن دوران حڪومت پي ايم اي خلاف انيڪ سازشون ڪندي اهي ۽ اڪثر ڊاڪٽرن تنظيم کي پنهنجي ذاتي مفادن لاءِ استعمال ڪرڻ چاهيو،

اهڙن ماڻهن تي گهري نظر رکڻ جي ضرورت آهي. هن ٻڌايو ته جڏهن پي ايم اي وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽو جي آزاديءَ واسطي مهم هلائي ته ڊاڪٽرن جي اڪثريت ايسٽائين جو سنڌي ڳالهائيندڙ پروفيسرن به ڀٽي جي جان بچائڻ واري درخواست تي صحيح ڪرڻ کان انڪار ڪيو. منجهن اڪثريت انهن جي هئي جن ڀٽي کان وڏا لاڀ پرايا هئا. هو اڪثر چوندو هو ۽ بلڪل صحيح چوندو هو ته "اڪثر ڊاڪٽر پي ايم اي کي پنهنجي ذاتي مفادن لاءِ استعمال ڪرڻ چاهين ٿا"، هو انهن کي مفاد پرست ٽولو ليکيندو هو ۽ سندس ڳالهه بلڪل صحيح هئي. چڱي ڳالهه اها آهي ته هر طرح جي خراب حالتن ۾ به پي ايم اي پنهنجو ڪم ڪندي رهي آهي، ڪجهه مفادپرست ڊاڪٽرن سان گڏوگڏ پي ايم اي ۾ اهڙن ڊاڪٽرن جي ڪڏهن به کوٽ ناهي رهي جن جو ضمير سجاڳ آهي ۽ هو پنهنجي ضمير جي آواز پٽاندر ڪم ٿا ڪن. واپس موٽڻ ڪانپوءِ منهنجا ڀاڳ ڀلا هئا جو مونکي انهن عظيم ڊاڪٽرن سان گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو، جنهن جو هر پل منهنجي لاءِ يادگار رهيو ۽ تمام گهڻو سکيس. اُن زماني ۾ پي ايم اي ڪراچيءَ جو سيڪريٽري اشتياق پاپا هو جنهن منهنجي انهيءَ رٿ جي پٺڀرائي ڪئي ته ڪراچيءَ جي خراب حالتن جي باوجود ميراٿن ڪرائي وڃي، سو 1989ع ۾ "پهرين پي ايم اي ڪراچي سٽي ميراٿن" ڪرائي وئي. يقيني طور تي اها ميراٿن نيويارڪ، لنڊن، ڊبلن ۽ برلن جهڙي ميراٿن نه هئي جن ۾ آءُ حصو وٺي چڪو هئس پر ڪراچيءَ جي لحاظ کان اها هڪ سٺي شروعات هئي. ڪراچيءَ جي هڪ خاصيت اها آهي ته هتي جيڪڏهن ڪو چڱو ڪم ڪرڻ چاهيو آهي ته شهر واسي بي اختيار ٿي واهر لاءِ اڳتي ايندا آهن. ڪراچي سٽي ميراٿن ۾ به اهوئي ٿيو، ڪراچيءَ جو هڪ پلوڙ اولمپڪ ڪوچ جوئل اينڊريو پنهنجي ٽيم سوڌو اچي ويو ۽ هيل ٽائين 2011ع ۾ 23 هين

ميراٿن تائين پنهنجي ٽيم سوڌو بنان ڪنهن معاوضي جي بي لوث طريقي سان انجو انتظام ڪندو پيو اچي. اها ميراٿن اڄ ڪراچيءَ جا ڄاتل سڃاتل سرگرمي آهي. ساڳي ريت پي ايم اي هاليجي ڍنڍ تي پڻ هڪ رائونڊ دي ليڪ ميراٿن جي شروعات ڪئي، اشتياق پاپا ان ۾ به وڏي مدد ڪئي. هو هڪ انتهائي بي لوث ماڻهو هو جنهن پنهنجي ذات کي اڳتي وڌائڻ جي ڪڏهن به ڪوشش نه ڪئي ۽ نه ئي ڪنهن ذاتي لوڀ لاءِ پتوڙيائين. اهي ٻئي ميراٿنون هر سال ٿين ٿيون جن ۾ شهر جا نوجوان شوق سان حصو وٺن ٿا، انهن جو بنيادي مقصد صحت بابت سڄاڳي پکيڙڻ آهي. افسوس جي ڳالهه آهي ته خواجا معين ۽ اشتياق پاپا ٻئي ننڍي ڄمار ۾ گذاري ويا. ٻنهي جي ڪٽنبن جو ته اهو ذاتي نقصان هو پر پي ايم اي ۽ ڊاڪٽرن جو به نقصان هو. هنن ٻنهي ڊاڪٽرن جو ان نسل سان تعلق هو جيڪي ايماندار ٿين ٿا، بي لوث ۽ پنهنجي ذات کي سدائين پوئتي رکندڙ هوندا آهن، اهو نقصان معاشري جو ٿيو، ميڊيڪل جي پيشي جو ٿيو ۽ سڀ کان وڌيڪ انهن مريضن جو ٿيو جن کي وٽائن فائدو رسندو هو. بدقسمتيءَ سان ڊاڪٽرن جو اهو نسل آهستي آهستي ختم ٿيندو پيو وڃي. جڏهن فقط ڏوڪڙ ئي زندگيءَ جو مقصد بڻجي وڃن ته پوءِ ڊاڪٽر به اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن جيڪو ڪين ڪڏهن به ۽ ڪنهن به صورتحال ۾ نه ڪرڻ گهرجي.

پي ايم اي ۾ منهنجي سرگرمين جو نتيجو اهو نڪتو جو 1994 ۾ سينئر ميمبرن مونتي زور بار وجهي مونکي پي ايم اي ڪراچيءَ جو سيڪريٽري بڻايو جيڪو لاڳيتو ٽي ڀيرا چونڊيو ويس. جيڪو پڇي سگهيو سو ڪراچيءَ جي ڊاڪٽرن ۽ مريضن جي مفادن لاءِ ڪندو رهيس. انڪانپوءِ مونکي پي ايم اي پاڪستان جي جنرل سيڪريٽريءَ جي چونڊ ۾ حصو وٺڻ لاءِ چيو ويو. ان موقعي تي

ڊاڪٽر ڪليم بٽ مونکي سمجهايو ته ان ريٽ آ سڄي پاڪستان جي صحت جي صورتحال جو ادراڪ ڪري سگهندس ۽ شايد ڪجهه بهتر ڪم ڪري سگهان. جيتوڻيڪ آءٌ مائرن جي موت ۽ عورتن جي صحت جي سلسلي ۾ ڪافي رڊل هئس پر دوستن ۽ مير رحمان علي هاشمي، جهڙن سينئر ڊاڪٽرن کي انڪار ڪرڻ ڏکيو هو. شروعات ۾ سوچيو هئم ته فقط ٻه ٽرم اهو عهدو سنڀاليندس پر مونکي نئين ٽرم مڪمل ڪرڻا پيا. مونکي ٻڌايو ويو ته هاشمي صاحب ٻارهن سال ۽ ڪليم بٽ چوڏهن سال سيڪريٽري رهيا پر منهنجو ان ڏس ۾ ٻنهه ڌار خيال هو ۽ ڪنهن به صورت ۾ ٽن ٽرمن کان وڌيڪ جنرل سيڪريٽري رهڻ نٿي چاهيم. اهو بهتر عمل آهي ته تنظيم ۾ سدائين نوان چهرا اڳتي ايندا رهن ۽ کين مڪمل آزاديءَ سان ڪم ڪرڻ جو موقعو ملي. پي ايم اي ڪراچي ۽ مرڪز جي سيڪريٽريءَ طور جيڪي ڪجهه ڪيم سو منهنجو فرض هو ۽ اهو سڀ ڪجهه دوستن ۽ گهڻ گهرن جي سهڪار کانسواءِ ممڪن نه هو. ڪو اڪيلو فرد ڪنهن اداري ۾ ڪجهه به نه هوندو آهي ۽ جنهن ڏينهن ڪو اڪيلو فرد اداري جو عقل ڪُل بڻبو آهي، اهو ادارو ان ڏينهن کان زوال جو شڪار بڻبو آهي. پي ايم اي تحت ڪيترائي ڪم ڪرڻ جي باوجود اهو چوڻ ۾ ڪا هٻڪ نٿي ٿيم ته آءُ پاڪستان جي ڊاڪٽر ڪميونٽيءَ ۾ عوام، مريضن ۽ طبي پيشي لاءِ اُهو جذبو پيدا نه ڪري سگهيس جيڪو هئڻ گهربو هو. جيڪي ڳالهيون ڊاڪٽر خواجا معين الدين، ڊاڪٽر حسنين نقوي، ڊاڪٽر ڇيپا جهڙن ڊاڪٽرن کان سکيون هئم، اهو جذبو اڄ پروفيسرن ۾ اڻلڀ آهي. شهرت، دولت، شان ۽ شوڪت حاصل ڪرڻ گهٽي ياڳي ڊاڪٽرن جي زندگيءَ جو مقصد بڻجي ويو آهي. اهوئي سبب آهي جو اڄ اسان جي معاشري ۾ ڊاڪٽرن کي اها عزت نٿي ملي جيڪو سندن ورثو هو. مون ڪوشش ڪئي ته پي ايم

اي جي رسالن ميڊيڪل گزيٽ، ميڊيڪل اسپيڪٽرم ، نبض ۽ جرنل آف پاڪستان ميڊيڪل ايسوسئيشن کي پابندي سان ڪيئي سگهان.اطمينان اٿم ته خراب ۽ اڻ موافق حالتن هوندي به رسالا پابنديءَ سان شائع ٿي رهيا آهن، جنهن لاءِ ڪيترن ئي دوستن جي سهڪار تي انتهائي ٿورائتو آهيان.

بي ايم اي ذريعي منهنجي ڪجهه چڱن ماڻهن سان ملاقات ٿي جن ۾ ڊاڪٽر ياسمين راشد، شاهد ملڪ، عظيم الدين زاهد، اظهار چوڌري، سرور چوڌري، نعيم آغا، شاهد رائو، اظهار جدون، نور محمد ميمڻ، اڪرم تنيو، رفيق ڪوکر ۽ ٻيا انيڪ ڊاڪٽر شامل آهن جن سان ڪم ڪندي مونکي ملڪ ۾ صحت جي مسئلن ۽ حالتن جو صحيح ادراڪ ٿيو ۽ اهو به پتو لڳم ته غريب ماڻهن جي ڇا صورتحال آهي.

مون پاڪستان جي لڳ ڀڳ سمورن ضلعن جو دورو ڪيو، اُتان جي ڊاڪٽرن سان مليس ۽ اندازو ٿيم ته ملڪ ۾ صحت جو سرشتو مڪمل طور تي ناڪام آهي. ميڊيڪل جي تعليم جو نصاب ملڪي حالتن پٽاندڙ نه ناهيو ويو آهي، صحت سرشتي ۾ بدعنوان ڊاڪٽرن ۽ وڏن پروفيسرن جي لابيءَ جو اهم ڪردار آهي ۽ ان سرشتي مان هنن ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي کي ڪو فائدو نٿو ٿئي. بدعنوان ڪامورا شاهي ۽ ڪوتاهه نظر سياسي ڪردارن انهن سان گڏجي مريضن جو نقصان ۽ پنهنجو فائدو ڪيو آهي. افسوس جو ملڪ جي هر صوبي ۾ لڳ ڀڳ هڪجهڙي صورتحال آهي. جڏهن اهي ڳالهيون بابا سان سليندو هئس ته سندس چوڻ هوندو هو ته انهيءَ صورتحال ۾ بهتري اوڏي مهل ايندي جڏهن عوام مان جهالت جو انت ايندو ۽ منجهن سجاڳي ايندي. سندس چوڻ هو ته آزاديءَ کانپوءِ سياسي سببن ڪري هڪ ڪانگريسي ڌڙي جو خيال هو ته مولانا ابو العلام آزاد کي وزيراعظم بڻائجي پر ڪيس ان عهدي سان ڪا دلچسپي نه هئي جنهن

جي انتها پسند هندن مخالفت ڪئي. سندن خيال هو ته هو هڪ تعصب پريو تعليم وارو وزير ثابت ٿيندو پر ابو الڪلام آزاد هندستان جي تعليم واري پهرين وزير طور هڪ اهڙي تعليمي سرشتي جو بنياد رکيو جنهن جو مقصد سجاڳي پئدا ڪرڻ ۽ ٻارن کي آئيندي لاءِ تيار ڪرڻ هو. سندس چوڻ هو ته تعليم کانسواءِ قومون هڪ گروهه ۽ هجوم ٿين ٿيون. بدقسمتيءَ سان پاڪستان ۾ تعليمي قابليت رکندڙ بالغ نظر ماڻهن کي تعليمي پاليسي جوڙڻ ۾ ڪو ڪردار نه ڏنو ويو ۽ اڄ نتيجو اسان سيني جي سامهون آهي.

پي ايم اي ۾ رهندي جتي مريضن جي ڀلائي لاءِ پتوڙيم اُتي انهن ڊاڪٽرن سان به مهاڏو اٽڪايم جيڪي بدعنوان آهن، مريض دشمن آهن ۽ ڊاڪٽرن جي روپ ۾ ڌاڙيل آهن. اياڻ اهو آهي ته ملڪ ۾ تعليم پرايل گهڻي ڀاڱي ڊاڪٽر جيڪي قابليت ۾ گهڻو اڳتي هوندا آهن سي پاڪستان کان ٻاهر وڃي واپس ئي نه ورندا آهن، جيڪي واپس موٽندا آهن سي اولهه وارن ملڪن جي ايماندار سرشتي ۾ ڪم ڪندي ان حد تائين ايماندار ٿي ويندا آهن جو اسانوٽ هلندڙ سرشتي ۾ صحيح ريت ڪم نه ڪري سگهندا آهن ۽ جيڪڏهن ڪندا به آهن ته شديد ڏکيائين ۽ نراسائي جو منهن ڏسڻو پوندو اٿن. هاڻ هڪ چڱي صورت اها نڪتي آهي جو اهڙن ڊاڪٽرن جي ڪجهه انهن ڪجهه ادارن ۾ ٿي وڃي ٿي جيڪي ايمانداريءَ وارن اصولن تحت ڪم ڪري رهيا آهن. اُهي ڊاڪٽر جيڪي ملڪ اندرئي تربيت پرائين ٿا تن جي ڪارڪردگيءَ جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته اسانجي ملڪ ۾ صحت ۽ ميڊيڪل جي تعليم وارا شعبا مڪمل طور تي تباهه ۽ برباد ٿي چڪا آهن. ڏکھي عرصي کان پي ايم اي جو ڪو عهديدار ناهيان پر اها جدوجهد جاري آهي ۽ جاري رهندي.

## اُميدن جي جدوجهد ۽ پي ايم ڊي سي

پي ايم اي سدائين اها جدوجهد ڪندي رهي آهي تہ پاڪستان ميڊيڪل اينڊ ڊينٽل ڪائونسل (PMDC) کي هڪ اهڙو ادارو بڻايو وڃي جيڪو پنهنجن ڪمن ڪارين ۾ مڪمل طور تي آزاد هجي، جهڙي ريت برطانيا ۾ جنرل ميڊيڪل ڪائونسل آهي. پي ايم ڊي سي مڪمل طور تي هڪ ناڪام ادارو بڻجي چڪو آهي. ڪجهہ سالن کانسواءِ انجي سربراهي اهڙن ماڻهن جي هٿن ۾ رهي آهي جن انهيءَ اداري کي فقط ڪجهہ گروهن جي مفادن واسطي استعمال ڪيو آهي. اهڙو ملڪ جتان جي بنيادي صحت مرڪزن، ڳوٺاڻن صحت مرڪزن، تعلقي اسپتالن ۽ ضلعي اسپتالن ۾ علاج معالجي جو بندوبست ناهي اُتي بيماريءَ وگهي مريضن جي بيوسي ۽ موت روز جو معمول آهي. رڳا بنديءَ کانسواءِ هلندڙ صحت سرشتو مڪمل طور تي ڏڦير جو شڪار آهي، انجو سبب اهو آهي تہ صحت سرشتو دوستين، مائٽين، سفارشن ۽ رشوتن جي بنياد تي انتهائي نااهل ماڻهن جي هٿن ۾ آهي جن جي ڪارڪردگي جانچڻ جو ڪو طريقي ڪار ناهي. پي ايم ڊي سي واحد ادارو آهي جنهن جي ذميواري آهي تہ اهو ميڊيڪل جي تعليم ۽ تربيت تي نظر رکي. گذريل ڪيترن سالن ۾ ميڊيڪل ڪائونسل تعليم پوري ڪندڙ ڊاڪٽرن جي رجسٽريشن کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڪيو آهي. اُن هر نئين کلندڙ سرڪاري ۽ خانگي ميڊيڪل ڪاليج جي منظوري ڏني آهي. ميڊيڪل ڪائونسل انهيءَ جڙتو اصول تي ڪم ڪري رهي آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن بہ اداري کي ميڊيڪل ڪائونسل منظوري ڏئي ٿي تہ پوءِ اُتي پاڻمرادو مثالي تعليم ۽ تربيت جو سلسلو شروع ٿي وڃي ٿو ۽ اُتان بهترين ڊاڪٽر پڙهائي پوري

ڪري نڪرن ٿا، حقيقي دنيا ۾ ايئن نہ ٿيندو آهي. ميڊيڪل جي تعليم هڪ پيچيدو معاملو آهي. هڪ سٺي ڊاڪٽر ڪي نہ رڳو اهو تہ مڪمل طور تي باصلاحيت هئڻ گهرجي پر ڪيس اخلاقي طور تي بہ انتهائي بلند ڪردار وارو هئڻ گهرجي. ڊاڪٽرن کي رجسٽر ڪرڻ سان اهو مسئلو حل نٿو ٿئي تہ ڪو هو ايماندار وهنوار اختيار ڪندا ۽ وقت سان گڏ پنهنجي تعليمي قابليت بہ وڌائيندا ۽ پنهنجي انهيءَ حلف جي پاسداري ڪندا رهندا جنهن جو مقصد مريضن جو تحفظ هوندو آهي.

انگلستان جي جنرل ميڊيڪل ڪائونسل پنهنجي فرضن بابت ڄاڻائي ٿي تہ ”انجو ڪم اهڙو معيار اختيار ڪرڻ آهي جو بيماريءَ دوران مريضن کي بهترين تحفظ فراهم ڪري سگهجي“. امريڪا ۾ ميڊيڪل جي تعليم جي نگراني ڪندڙ ادارو چوي ٿو تہ ”ميڊيڪل جي تعليمي سرشتي ۾ حڪومت عوام وٽان وصول ٿيندڙ رقم جو وڏو حصو خرچ ٿي ڪري. انڪري اسانجو فرض آهي تہ اسين عوام جي حقن جي حفاظت ڪريون. انجو مطلب اهو آهي تہ اسين اهڙا ڊاڪٽر پئدا ڪريون جيڪي نہ رڳو اعلي تعليم يافتہ تربيت يافتہ هجن پر عوام جي علاج معالجي ۾ هر ممڪن طريقي سان بهترين ڪردار پڻ ادا ڪن“.

پاڪستان ميڊيڪل اينڊ ڊينٽل ڪائونسل ان قسم جي خيالن کان عملي طور تي مڪمل ڪناري ڪشيءَ وارو رستو اختيار ڪيو آهي پي ايم ڊي سيءَ جي غير فعال بلڪہ بد فعال هئڻ جو بنيادي سبب اهو آهي تہ ڪائونسل جا اڪثر ميمبر اهڙا رهيا آهن جنڪي ڪائونسل جي مول متن سان سهمتي ئي نہ رهي آهي. هو ڪائونسل کي پنهنجي ذاتي مفادن ۽ پنهنجي ادارن لاءِ استعمال ڪندا رهيا آهن. ٻيو سبب اِهو آهي تہ ڪائونسل مڪمل طور تي غير جمهوري ادارو

آهي، ڪجھ ميمبرن جنڪي ووٽن ذريعي چونڊيو ويندو آهي، جي سيٽن تي پڻ ڪوشش ڪئي ويندي آهي تہ اهڙن ماڻهن کي اڳتي آندو وڃي جيڪي فعال هئڻ جو مظاهرو نہ ڪن. ان ڏس ۾ هڪ دلچسپ مثال اِهو آهي تہ ٻارهن سالن ڪانپوءِ 2005 ۾ پي ايم ڊي سيءَ جي ميمبرشپ لاءِ آءُ اُميدوار بڻيس. عوام ۽ ڊاڪٽرن جي دٻاءُ تي چونڊبون ڪرائڻ جو اعلان ڪيو ويو، جيڪو وري اڻڄاڻايل سببن ڪري ملتوي ڪيون ويون. نئين سر چونڊن جو اعلان 2007 ۾ ٿيو.هن ڀيري بہ چونڊون نہ ٿي سگهيون، نيٺ تمام گهڻي دٻاءُ ڪانپوءِ 6 آگسٽ تي چونڊون ڪرايون ويون. انهن چونڊن ۾ سنڌ جي ڊاڪٽرن مڪمل طور تي منهنجو ساٿ ڏنو ۽ آءُ وڏي اڪثريت سان ڪٽي ويس. چونڊن ۾ ڪٽڻ جو سرڪاري طور تي اعلان نہ ڪيو ويو ڇاڪاڻ جو خانگي ميڊيڪل ڪاليجن ڪي مالڪن منهنجي خلاف هڪ اتحاد قائم ڪيو ۽ انتهائي مهانگن وڪيلن ذريعي ڪورٽن کي استعمال ڪندي ڪيسن جو هڪ غير ضروري سلسلو شروع ڪيو ويو. منهنجو وڪيل سنڌ ۾ پراڻو دوست شوڪت حيات هو جيڪو عوامي مسئلن سان واسطو رکندڙ ڪيس انهيءَ ڳالھ کان قطع نظر وڙهندو آهي تہ ڪيس انهن مان ڪيترو مالي فائدو ٿيندو. انهن ڪيسن جو بنيادي مقصد اهو ئي هو تہ مونکي پي ايم ڊي سيءَ ۾ گهرڻ نہ ڏنو وڃي، خانگي ميڊيڪل ڪاليجن جا مالڪ پنهنجي مهانگن وڪيلن سان گڏجي ڪيس وڙهندا رهيا ۽ آءُ پنهنجي عوام دوست وڪيل جي مدد سان سندن مقابلو ڪندو رهيس، ايستائين جو سپريم ڪورٽ جي حڪم تي صحت سيڪريٽريءَ کي هڪ ڪميٽي ناهڻي پئي. انتهائي دير ڪانپوءِ 27 ڊسمبر 2007 تي ڪميٽيءَ جي گڏجاڻي ٿي جنهن جو خانگي ميڊيڪل ڪاليجن جي مالڪن بائيڪاٽ ڪيو پر سيڪريٽريءَ کي حقيقتن جي روشني ۾ منهنجي ڪاميابيءَ جو سرڪاري طور تي اعلان ڪرڻو

پيو. انهيءَ اعلان کانپوءِ مخالف ڌر ٻيهر ڪورٽ ويا ۽ هن ڀيري هنن سنڌ هاءِ ڪورٽ جي چونڊ ڪئي جتي نئين سر ڪيسن جو سلسلو شروع ٿي ويو. افسوس جي ڳالهه اِها هئي ته منهنجو سمورو وقت ڪورٽن ۾ ضائع ٿي رهيو هو، رڳو انهيءَ ڏوهه ڪري جو آءٌ ۽ منهنجا ساٿي هڪ اهڙي پي ايم ڊي سيءَ جا خواهشمند هئاسين جيڪا آزاداڻي طور تي پنهنجي ڪم ڪري ۽ اهڙن ماڻهن جي هٿن ۾ نه ڪيڏي جن ميڊيڪل جي تعليم کي مذاق بڻائي رکيو آهي. اسين فقط ايترو ٿا چاهيون ته پي ايم ڊي سي پنهنجو ڪم پنهنجي ٺاهيل قانونن موجب ڪري ۽ انهن اصولن جي پوئواري ڪري جن ذريعي مريضن کي تحفظ فراهم ڪري سگهجي.

شروعاتي ٽن ڏهاڪن دوران پي ايم ڊي سي اهڙن ماڻهن جي هٿن ۾ رانديڪو بڻيل رهي جن ميڊيڪل جي تعليم ۽ تربيت کي برباد ڪري ڇڏيو. وچ ۾ ڊاڪٽر سهيل ڪريم هاشميءَ کي ڪجهه عرصي لاءِ سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. هو ايترو گهڻو ايماندار هو جو قابض گروپ لاءِ وڏو مسئلو بڻجي ويو. پي ايم ڊي سيءَ تي ڪامورا شاهي، تنگ نظر سرڪاري عملدارن ۽ خانگي ميڊيڪل ڪاليجن جي مالڪن جو قبضو آهي، جن ڊاڪٽر سهيل ڪريم هاشميءَ خلاف هڪ اهڙي مهم شروع ڪئي جنهن جو مقصد ڪيس اداري مان ڪڍڻ هو. هو انتهائي ديانتدار، ايماندار ۽ بهادر ماڻهو آهي جيڪو انهن بدعنوانن خلاف جنگ ۾ رڌل آهي جن ميڊيڪل جي تعليم ۽ تربيت کي تباهه ۽ برباد ڪري اداري کي رڳو پنهنجي ذاتي فائدي لاءِ استعمال ڪيو آهي. افسوس ان ڳالهه جو آهي ته ملڪ جي گهڻن ڀاڳي ڊاڪٽرن کي ان ڳالهه جو احساس ئي ناهي ته هو ڪهڙي ريت اها جنگ اڪيلي سر مستقل طور تي وڙهي رهيو آهي اها ڳالهه

آهي ته ميڊيڪل واري پيشي جي بقا اجائين وڏيڪ افسوس جوڳي آهي ته ميڊيڪل واري پيشي جي بقا
واري جنگ ۾ سول سوسائٽيءَ جا مانوارا ۽ اهم ماڻهو جهڙوڪ
بيرسٽر اعتزاز احسن ۽ بيرسٽر عابد حسن منٽو انهن ماڻهن سان گڏ
بيٺل آهن جنجي زندگيءَ جو مقصد ذاتي مفاد کانسواءِ ڪجهه به ناهي،
جن کي عوام ۽ سندن مسئلن سان ڪا همدردي ناهي. منهنجو خيال
آهي ته ڪڏهن اهڙو وقت ايندو آهي جڏهن معزز وڪيلن کي
چئي ڏيڻ گهرجي ته هو انهيءَ راند جو حصو نٿا بڻجي سگهن.

پاڪستان ۾ طبي تعليم جي هاڻوڪي صورتحال جي باوجود
انيڪ ميڊيڪل يونيورسٽيون کولڻ جي مهم جاري آهي. اهڙو ملڪ،
جتي هڪ به سرڪاري ميڊيڪل ڪاليج، ڪُل وقتي ميڊيڪل ڪاليج
ناهي، جتي سواءِ هڪ اڌ جي، ڪو به ميڊيڪل ڪاليج پي ايم ڊي
سيءَ جي قانونن تحت مڪمل ناهي، اُتي انهن ميڊيڪل يونيورسٽين
جو مقصد سمجهه کان متاهون آهي. اسانجا ميڊيڪل ڪاليج انتهائي
ناقص ۽ غير ذميوار ڊاڪٽر پئدا ڪري رهيا آهن، آءُ انجو هڪ جيئرو
جاڳندو مثال آهيان.

تعليمي سرشتو مونکي پڙهائڻ ۾ سوپارو نه ٿي سگهيو ۽ نه
ئي مون ۾ اُهي بنيادي خصوصيتون پئدا ڪري سگهيو جيڪي هر
ڊاڪٽر ۾ هئڻ گهرجن. جيڪڏهن آءُ انگلينڊ ۽ آئرلينڊ نه وڃان ها ته آءُ
اهڙوئي ڊاڪٽر هجان ها جنهن کي مريضن کان وڌيڪ پنهنجو پاڻ سان
دلچسپي هوندي آهي. ضرورت ان ڳالهه جي هئي ته موجود ميڊيڪل
ڪاليجن ۽ ميڊيڪل جي تعليم تي ڌيان ڏري ان ۾ تبديلي آندي وڃي
ها پر ٿيو اهو جو سرڪار سولو رستو اختيار ڪيو ۽ جز وقتي
ميڊيڪل ڪاليجن کي جز وقتي ميڊيڪل يونيورسٽين ۾ تبديل
ڪري ڇڏيو. ڪجهه سال اڳ جنرل پرويز مشرف جي راڄ دوران

پوسٽن کي نوازڻ لاءِ حيدرآباد ۽ لاهور ميڊيڪل يونيورسٽيون کولبون ويون جنهن هاڻ هڪ وچڙندڙ بيماري جو روپ اختيار ڪري ورتو آهي. جنهن ڪري ميڊيڪل جي تعليم ۽ تربيت جو رهيل سرشتو به تباهه ۽ برباد ٿي ويو آهي.

جيڪڏهن ميڊيڪل يونيورسٽيون ناهيندڙن کي ميڊيڪل جي تعليم ۽ تربيت سان ڪا دلچسپي هجي ها ته پوءِ هو يونيورسٽيون ناهڻ ڪانپوءِ پنهنجي اهتمام هيٺ هلندڙ ادارن کي جز وقتيءَ کان ڪُل وقتي ادارن ۾ تبديل ڪن ها (انجو هڪ سٺو مثال آغا خان يونيورسٽي آهي جتي پڙهائيندڙ عملو ڪُل وقتي ملازم آهي)، پر يونيورسٽين جي عملدارن تدريسي عملي جي ڪارڪردگيءَ تي ڌيان ڏيڻ بدران هڪدم يونيورسٽيءَ جي نالي تي وڏا وڏا اڏاوتي ڪم شروع ڪري ڏنا ۽ گڏوگڏ مختلف سامان خريد ڪرڻ شروع ڪيو پاڪستان جهڙي ملڪ ۾ اڏاوتي ڪم ۽ خريداري ڇو ڪن ٿا انجو اندازو هر ڪنهن کي آهي. مون جهڙن ڪجهه ٻين ماڻهن به ان قسم جي سرگرمين متعلق آواز اٿاريو ته ان ڳالهه جي جاچ ٿيڻ گهرجي ته ان عمل سان پاڪستان ۾ ميڊيڪل تعليم جو ڪهڙو فائدو ٿي رهيو آهي سوال اٿاريا ويا ته ڇا انهيءَ گرانٽ سان تعليمي سرشتي ۾ ڪو فرق پيو آهي؟، خرچ ڪيل رقم سان ڪيترو لاڀ پهتو آهي؟ انهن سوالن بابت سنجيدگيءَ سان سوچڻ بدران ٿيو اهو جو هر يونيورسٽيءَ پنهنجي اعلي تعليمي ۽ تربيتي پروگرام پڻ شروع ڪري ڏنو.

ميڊيڪل ڪاليج جي تعليم وانگر اهو به هڪ جز وقتي سرشتو آهي ۽ ان ۾ اهي سموريون خاميون آهن جيڪي پهرين سرشتي ۾ آهن. ميڊيڪل يونيورسٽيون قائم ڪرڻ واري عمل اصل ۾ ميڊيڪل تعليم واري صورتحال کي ويتر خراب ڪري ڇڏيو آهي. هر

يونيورسٽي پنهنجو وجود مڃرائڻ لاءِ پنهنجا پروگرام شروع ٿي ڪري جڏهن ته انهن وٽ نه ته مناسب تعاد ۾ ڪُل وقتي پڙهائيندڙ آهن، نه ئي اسپتالن ۾ مناسب تعداد ۾ مريض ۽ نه ئي وري اُهي بنيادي سهولتون جيڪي ان قسم جي تعليمي سرگرمين لاءِ گهربل هونديون آهن.

ڪنهن به ملڪ ۾ ميڊيڪل جو تعليمي نصاب ۽ تربيتي پروگرام ان ملڪ جي ضرورتن پٽاندڙ تيار ڪيا ويندا آهن ته جيئن عوام ڪي لاڀ رسي. گذريل ستن ڏهاڪن کان اسين اهو پيا ڪريون جو رڳو ڊاڪٽر پيا پيدا ڪريون، اهڙا ڊاڪٽر جيڪي هن سرشتي ۾ رهندي به پنهنجي ڏاهپ برقرار رکي سگهن ۽ ملڪ کان ٻاهر وڃي ڪم ڪن پيا، اُهي خراب ڊاڪٽر آهن جيڪي ملڪ جي ڳريل سڙيل سرشتي جو حصو بڻجي تا وڃن، ميڊيڪل جي شاگردن ڪي نه اندازو آهي ۽ نه ئي وري ڪين ٻڌايو ٿو وڃي ته ملڪ ۾ صحت جا مسئلا ۽ سرشتي جا نقص ڪهڙا آهن ۽ انهن ڪي ڪهڙي ريت نيڪ ڪري سگهجي ٿو. اهوئي سبب آهي جو اسانجي ملڪ ۾ مائرن جي موت جو انگ قبول نه ڪرڻ واري حد کان به گهڻو آهي.

اسين پوليو جو خاتمو نه آڻي سگهيا آهيون، اسانجا تازا ڄاول ٻار مريو تا پون، ننڍپڻ ۾ ئي ٻارن جي بينائي هلي ٿي وڃي، ڳوٺن ۽ شهرن ۾ صحت مرڪز ڪم نه پيا ڪن، اسانجا گهڻي ڀاڱي ڊاڪٽر اخلاقي اصولن کان وانجهيل هوندي ڪم تا ڪن، ڇو؟ آخر ايئن ڇو آهي؟ انجا ٻنهه سولا سبب آهن، اسين پنهنجي پروگرامن جي شروعات بنا سوچڻ سمجهڻ جي انهن مخصوص ماڻهن لاءِ تا ڪريون جنڪي فائدو رسائڻو هوندو آهي، اسان آڏو اهو عوام نه هوندو آهي جن جي زندگي پيڙائن جو شڪار آهي. سندن مسئلن جو ته اسانکي ڪاٿو ئي نه هوندو آهي. ميڊيڪل جي تعليم ۽ صحت سرشتو رڳو انهن ماڻهن

جي فائدي لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن جنجي پنهنجي ڪا مخصوص ايجنڊا آهي ۽ هنن پنهنجين سازشن ذريعي سڄي سرشتي کي يرغمال بڻائي رکيو آهي. اخلاقي اصولن جي پوئواري ۽ قومي گهرجن کي آڏو رکڻ کانسواءِ انهن ماڻهن هر اهو طريقو اختيار ڪيو آهي جنهن ذريعي ڏوڪڙ ڪمائي سگهن ۽ پنهنجا اختيار هر جائز ۽ ناجائز ڪمن لاءِ استعمال ڪري سگهن، پوءِ پل انجي قيمت ڪجھ به آهي ۽ عوام پل ڪيڏو به پوڳي.

پوين سالن ۾ (سوا هڪ ميڊيڪل ڪاليج جي، جيڪو شايد مناسب رقم يا تعلقات جو انتظام نه ڪري سگهيو) جنهن به ميڊيڪل ۽ ڊينٽل ڪاليج پي ايم ڊي سيءَ کي منظوريءَ واسطي درخواست ڏني، قبول ڪئي وئي. هيل تائين سئو کان وڌيڪ ميڊيڪل ۽ ڊينٽل ڪاليجن کي منظوري ڏني وئي آهي، انهن مان گهٽي ياڳي ميڊيڪل ڪاليج پي ايم ڊي سيءَ جي پنهنجي گهٽ کان گهٽ شرطن تي پورا نٿا لهن. گڏوگڏ ڪاليجن ۾ سيٽون پڻ قانوني گهرجون پوريون ڪرڻ کانسواءِ وڌائڻ جي اجازت ڏني وئي آهي. انجو مقصد انڪانسواءِ ٻيو ڪجھ به ناهي ته گهٽ ۾ گهٽ وقت اندر وڌ کان وڌ ڏوڪڙ ڪمائجن، هن وقت سستو ترين ميڊيڪل ڪاليج به گهٽ ۾ گهٽ پنج لک رپيا ساليانو في وصول ڪري رهي آهي. اها رقم انڪانسواءِ آهي جيڪا پنجن سالن دوران مختلف بهانن سان ڦري تي وڃي، اهو هڪ اهڙو واپار بڻجي ويو آهي جنهن ۾ گهٽ کان گهٽ رقم سيڙائي وڌ کان وڌ نفعو ڪمائي سگهجي ٿو.

جيستائين پڙهائيندڙن جو تعلق آهي ته هن وقت صورتحال اها آهي جو بنيادي سائنس جي مضمونن اناٽومي، فزيالوجي، بايوڪيمسٽري، فارماڪولوجي ۽ هسٽالوجي پڙهائيندڙن جي سخت کوٽ آهي. انهن مضمونن جي اهميت اها آهي ته اسريل ملڪن ۾ ڪم

ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽرن کي جيڪو امتحان ڏيڻو پوندو آهي، تنهن جو سنڌ سيڪڙو انهن مضمونن مان هوندو آهي. تازوئي خانگي ميڊيڪل ڪاليجن جي مالڪن رٿيو آهي ته جيڪڏهن هڪ شهر ۾ چار پنج ڪاليج آهن ته هڪ ئي پروفيسر سيني ۾ اناٽومي پڙهائي سگهي ٿو. اهي مالڪ پروفيسر جي پگهار ۾ ڪوڙي وجهي پنهنجي رقم بچائڻ چاهين ٿا پر ان لاءِ تيار ناهن ته ڪو مختلف ميڊيڪل ڪاليجن کي گڏائي هڪ ڪيو وڃي. سرڪاري ميڊيڪل ڪاليجن جي حالت به ڪا چڱي ناهي، گهڻي ڀاڱي ميڊيڪل ڪاليج ان لائق ئي ناهن جو انهن کي ڪاليج ليکجي، مثال جي طور تي بلوچستان جي واحد سرڪاري بولان ميڊيڪل ڪالج ۾ استان جي ڪوٽ ڪنهن به ريت قبولي نٿي سگهجي. سوات جي ميڊيڪل ڪاليج جي به حالت خراب آهي. جيڪڏهن پي ايم ڊي سيءَ جا اصول ٺيڪ انداز ۾ لاڳو ڪيا وڃن ته پوءِ پنجاب ۽ سنڌ ۾ ڪيترن ئي سرڪاري ميڊيڪل ڪاليجن کي جاري رکڻ جو ڪو جواز ئي نٿو رهي. ڪجهه سرڪاري ميڊيڪل ڪاليج خانگي ميڊيڪل ڪاليجن وانگر ڳريون فيون وصول ڪري رهيون آهن، هر ڪاليج ۾ ڪجهه سيٽون وڪرو ڪيون ٿيون وڃن. ميڊيڪل جي تعليم جو اهڙو سرشتو نه رڳو شرمناڪ آهي پر پيشي تي هڪ بدنما داغ آهي.

پي ايم ڊي سيءَ جي ڪم ۾ مڪمل شفافيت هئڻ گهرجي. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته ميڊيڪل جي تعليم کي سمجهڻ لاءِ هڪ سگهارو ڪميشن جوڙيو وڃي، جيڪو اهو جانچڻ جي ڪوشش ڪري ته انهيءَ پيشي کي ڇا ٿي ويو آهي ۽ اسين ڪهڙي پاسي پيا وڃون؟ ڪميشن انهيءَ سوال تي ويچاري ته ڇا اسان کي ميڊيڪل يونيورسٽين جي ضرورت آهي؟ ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته سموري سرشتي کي شفاف بڻايو وڃي، هرڪو ڪم قابليت جي بنياد تي ٿئي

۽ انجي خاطري ڪئي وڃي ته هر ڪنهن جو پڇاڙو ٺهي. جيڪڏهن سرشتي کي بچائڻو آهي ته انڪانسواءِ ڪو ٻيو چارو ناهي ۽ جيترو جلد انتي عمل ٿيندو چڱو رهندو.

## اتائيت جي لعنت

ملڪ ۾ ميڊيڪل ڪاليجن جي صورتحال جي حوالي سان اهو چوڻ غلط نه ٿيندو ته اسانجا ميڊيڪل ڪاليج ايم بي بي ايس واري ڊگري رکندڙ شاندار "اتائي ڊاڪٽر" پئدا ڪري رهيا آهن. ان سان گڏوگڏ اها به حقيقت آهي ته پاڪستان جي ڳوٺن ۾ انيڪ اتائي معالج موجود آهن جيڪي جادوئي دوائن جو واپار تا ڪن ۽ لڳ ڀڳ سمورن مرضن جو "شرطيا علاج" ڪرڻ جا ماهر آهن. تمام گهڻا عنصر اهڙين حالتن لاءِ ذميوار آهن. 1990 کان اڳ لڳ ڀڳ 33 سيڪڙو ميڊيڪل ڪاليجن جو سيٽون ڇوڪرين لاءِ مخصوص هيون جڏهن ته باقي 67 سيڪڙو ڇوڪرن لاءِ. تن ڏينهن ۾ ڪورٽ جي هڪ فيصلي موجب مخصوص سيٽن وارو سرشتو ختم ڪيو ويو ۽ داخلائون مڪمل طور تي قابليت جي بنياد تي ملڻ لڳيون. رڳو ميرٽ جو هئڻ ۽ صنفي مت ڀيد نه ڪرڻ تمام سٺي ڳالهه آهي ۽ اسانجي معاشري ۾ هڪ ترقي پسند قدم پڻ پر ان سان گڏوگڏ ملڪي حالتن کي پڻ آڏو رکڻ ضروري آهي. اهو ڏسڻ ضروري آهي ته صحت جهڙن مسئلن ۾ جڏهن فيصلا ڪيا وڃن ته انجا ڏور رس نتيجا ڪهڙا ايندا. اها حقيقت آهي ته ڇوڪرين جو هڪ وڏو تعداد ميڊيڪل ڪاليج ۾ تعليم دوران ئي ڪو مناسب سنگ ملڻ تي تعليم اڌ ۾ ڇڏي تو ڏئي. اها به حقيقت آهي ته ڊاڪٽر بڻجڻ کانپوءِ به ڪيتريون ئي ڇوڪريون ميڊيڪل جي پيشي کي ڇڏيو ٿيون ڏين. اهو به ڏٺو ويو آهي ته ليڊي ڊاڪٽرن جو

وڏو تعداد عورتاڻي مرضن جي شعبي جو رخ ئو ڪري ۽ منجهانئن اڪثر جي خواهش هوندي آهي تہ هو شهر ۾ ڪم ڪن ڇاڪاڻ جو سندن مڙس شهرن ۾ ئا رهن.

ڪجهہ سال اڳ مون هڪ ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا جي فهرست ڏٺي جنهن موجب ڪاليج ۾ 322 ڇوڪرين ۽ 28 ڇوڪرن کي داخلا ملي. فقط فاطمہ جناح ميڊيڪل ڪاليج ۽ نوابشاهہ ميڊيڪل ڪاليج جي صورتحال مختلف آهي جتي سئو سيڪڙو ڇوڪرين کي داخلا ملي ٿي. ملڪ جي ڳوٺاڻن علائقن ۾ ڪم لاءِ ميسر ڊاڪٽرن جو تعداد تمام ٿورڙو آهي، مٿان وري ڪين ملندڙ پگهار گهٽ ۽ سهولتون اٹلپ. اهڙي صورتحال ۾ ڪوبہ ڳوٺاڻي علائن ۾ وڃي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. ملڪ ۾ پوسٽ گريجوئيشن جو مناسب ۽ منظم پروگرام نہ هئڻ ۽ پرڏيهہ ۾ ڊاڪٽرن جي ضرورت سبب ڪيترائي اڪثر ملڪ مان هليا ٿا وڃن. سرڪاري اسپتالن ۾ علاج معالجي جو سرشتو مناسب ناهي ۽ خانگي اسپتالن ۾ ماهر ڊاڪٽرن جي فيءَ ايڏي ڳري آهي جو غريب ماڻهو اُتي وڃڻ جو سوچي بہ نٿو سگهي. اهڙين حالتن ۾ مريضن وٽ انڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو نٿو رهي تہ هو علاج معالجي لاءِ اتائي ڊاڪٽرن ۽ درگاهن جو رخ ڪن جيڪي سستا آهن ۽ هر وقت مريض لاءِ موجود پڻ. هڪ ڪاٿي موجب هن وقت ملڪ ۾ ڇهن لکن کان وڌيڪ اتائي ڊاڪٽر موجود آهن جيڪي املهہ انساني جانين سان کيڏي رهيا آهن، اهو سڀ ڪجهہ ڏينهن ڏٺي جو ٿي رهيو آهي ۽ ان معاملي ۾ ڪوبہ ڪجهہ ڪرڻ کان قاصر آهي. غريبن وٽ انڪانسواءِ ڪو چارو ناهي تہ هو موت جي انهن سوداگرن جو رخ ڪن ۽ علاج معالجي جي دقيانوسي طريقن هٿان موت جو کاڄ بڻجن. انهن اتائي ڊاڪٽرن ۾ اسانجي ميڊيڪل ڪاليجن مان فارغ ٿيل مستند ڊاڪٽر پڻ شامل آهن.

مرڪزي، صوبائي ۽ بلدياتي حڪومتن کي پاڪستان ۾ صحت جو هڪ اهڙو سرشتو جوڙڻ گهرجي جنهن جو لاڀ غريب آباديءَ کي رسي. پاڪستان جي شهرين کي حق حاصل آهي ته کين عزت سان علاج معالجي جون سهولتون مهيا ڪيون وڃن.هن وقت حالت اِها آهي جو مناسب سرشتو نه هئڻ ڪري اتائين وٽ مريضن جو هجوم آهي جيڪي هيپاٽائٽس ۽ ايڊز کان وٺي ڪئنسر جو شرطيا علاج ڳا ڪن. منجهائن ڪي آپريشن به ڪن ٿا جنهن جي نتيجي ۾ عوام بيجا موت جو ڪاچ ٿو بڻجي. 1950 واري ڏهاڪي دوران اتائي عام طور تي جنسي مرضن جا ماهر هوندا هئا يا مردانگي ڪمزوريءَ جو علاج ڪندا هئا پر ملڪ ۾ صحت جي خراب ٿيندڙ سرشتي جي ٿورن سان کين اهو فائدو ٿيو آهي جو هاڻ هر قسم جي مرضن جو علاج ڪرڻ جا دعويدار آهن.

اتائين جي مسئلي سان گڏ هڪ ٻيو مسئلو جعلي دوائن جو آهي. پاڪستان واسي پنهنجي آمدنيءَ جو هڪ وڏو حصو دوائن تي خرچ ٿا ڪن ۽ اها انتهائي افسوس جي ڳالهه آهي ته پنجاهه سيڪڙو کان وڌيڪ دوائون نقلي هونديون آهن. پي ايم اي طرفان ان ڏس ۾ لاڳيتو پتوڙ ٿيندي پئي رهي آهي پر حاڪمن جي ڪن تي جُون به نٿي سُري ڇاڪاڻ جو اهو سندن مسئلو ناهي. اهو عوام جو مسئلو آهي ۽ جهالت جي شڪار عوام کي اندازوئي ناهي ته جن ماڻهن کي ووٽ ڏئي هو حاڪم ٿا بڻائين انهن سندن صحت ۽ تعليم جا مسئلا حل نه ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو آهي.

## پوليو جو عذاب ۽ حفاظي ٽُڪن جو سرشتو

جهڙي ريت اتائين خلاف قانون هوندي به انجو انت نه آيو آهي ساڳي ريت ملڪ ۾ بيمارين جي خاتمي لاءِ ٽُڪا هڻڻ وارو سرشتو پڻ

بي يقينيءَ واري صورتحال جو شڪار آهي. ورهين جي محنت باوجود هن وقت صورتحال اها آهي جو ملڪ اجان تائين پوليو کان مڪمل نجات حاصل ڪري نہ سگهيو آهي. حڪومت هر هر اعلان ڪندي ٿي رهي تہ سگهوئي پوليو جو انت ايندو پر عالمي صحت تنظيم، يونيسيف ۽ ٻين سماجي ادارن جي لاڳيتو ڪوشش جي باوجود پوليو جي لعنت ختم ٿي نہ سگهي آهي. پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن طرفان حڪومت کي انيڪ ڀيرا آگاهہ ڪيو ويو آهي تہ پوليو جي خاتمي واري مهم ۾ ايتري گهڻي بدعنواني آهي جو پوليو کان نجات حاصل ڪرڻ ۾ اجان ڪيئي سال لڳي ويندا. ملڪ ۾ جتي آباديءَ جو 45 سيڪڙو ٻارن تي ٻڌل آهي، رڳو ڪراچيءَ ۾ ويهہ لک ٻار بنيادي سهولتن کان محروم زندگي گهاري رهيا آهن. عالمي صحت تنظيم پي ايم اي جي سهڪار سان هڪ تفصيلي سروي ڪرايو تہ جيئن پتو لڳي سگهي تہ پوليو کان بچاءُ واري مهم ڪهڙن ڪارڻن سبب ناڪام ٿي رهي آهي. سروي مڪمل ٿيڻ جي باوجود اجان تائين انجا نتيجا سامهون نہ آندا ويا آهن.

هن وقت صورتحال اها آهي تہ پوليو وڳهي پاڪستان جو ڪنڌ سڄي دنيا آڏو لڄ وچان جهڪيل آهي. ظاهري طور تي ڪا تبديلي ايندي نظر نٿي اچي، اجائين لڳي پيو تہ اسين پوئتي پيا وڃون. ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ پوليو کان بچاءُ واري مهم جي نتيجي ۾ انيڪ ٻار انهيءَ بيماريءَ کان محفوظ ٿيا آهن. 2005 ۾ پوليو جا فقط 28 مريض سامهون آيا پر انکانپوءِ انهي تعداد ۾ اضافو ٿيندو پيو اچي. هاڻ انڪشاف ٿيو آهي تہ ويڪسين کي محفوظ رکڻ واري سرشتي ۾ خرابي آهي ۽ اڪثر ٽيمون ميمبر ٻارن کي ڀڙا ڀيارڻ ڪانسوائي رپورٽ ڏئي ڇڏينديون آهن تہ ويڪسينيشن ڪئي وئي. ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ صحت کاتو جانچي تہ اها مهم ڪهڙن مسئلن جو شڪار آهي. جيڪڏهن هاڻ مهم سگهاري ۽ مثبت انداز ۾ نہ هلائي

وئي ته نه ڇاڻ ڪيستائين اسانجا ٻار پوليو جا شڪار ٿيندا رهندا.
2012ع ۾ ڀارت کي پوليو کان آجو ملڪ قرار ڏنو ويو پر
پاڪستان ۾ انجا ڪي به آثار نظر نٿا اچن جن سان اندازو ٿي سگهي
ته اسين به پنهنجي ملڪ کي اهڙن باوقار ملڪن ۾ شمار ڪرائي
سگهون. ويڪسين سان لاڳاپيل هڪ ٻيو مسئلو پڻ آهي. اهو مسئلو
ڪتي جي ڏاڙهڻ ڪانپوءِ لڳندڙ ريبزويڪسين جو آهي. اُسريل ملڪن
۾ انجو خاتمو ٿي چڪو آهي ۽ ڪنهن مريض جي ڪتي جي ڏاڙهڻ /
چڪ پائڻ سان زندگيءَ جو خاتمو نٿو ٿئي. اسانجي ملڪ ۾ ان ڏس ۾
ڪيترائي مسئلا آهن. ڪتي جي ڏاڙهڻ ڪانپوءِ جڏهن اهو مرض لڳندو
آهي ته ويڪسين نه ملندي آهي، جيڪڏهن ملي وئي ته انتهائي
مهانگي هوندي آهي ۽ ايئن به ٿيو آهي جو ويڪسين ۾ نقص ڪري
انجو ڪو اثر نه ٿيو هجي. انهيءَ نااهلي ۽ انجي نتيجي ۾ ٿيندڙ
مرتين لاءِ وفاقي، صوبائي ۽ مقامي حڪومتون ذميوار آهن.

ويڪسين جي اثرائتي نه هئڻ جو سبب اِهو آهي ته ويڪسين
تيار ڪندڙ ادارن ۾ ويڪسين تيار ڪرڻ جو ڪو مناسب انتظام ٿيل
ناهي. اڪثر چوڏهن خوراڪون به اڻ لاياٿيون ثابت ٿينديون آهن. هڪ
سبب شايد انجي لڳائڻ واري طريقي جو نقص به ٿي سگهي ٿو. رڍ
جي دماغ مان ٺهندڙ ويڪسين (SBV) سڀ کان سستي آهي پر ان سان
سور گهٽو ٿيندو آهي ۽ شايد اها گهٽي اثرائتي به نه هوندي آهي.
پاڪستان جي مختلف اسپتالن ۾ عام طور تي اهائي ويڪسين
مريضن کي هنئي ويندي آهي. انجو استعمال ختم ٿيڻ گهرجي. انجي
بدران ريبزاميون گلوبيولن استعمال ڪرڻ گهرجي. اها ڪنهن حد
تائين مهانگي ته آهي پر اها زندگي ٿي بچائي. رقمن جي ڪوٽ جو
بهانو ڪري غريب ماڻهن کي ڪتي جي ڏاڙهڻ سان موت جو ڪاج
ٻڌڻ ڏيڻ ڪنهن به ريت مناسب ڳالهه ناهي.

ڪٽي جي ڏاڙهيل مريض جو جيڪڏهن تڪڙو علاج نہ ڪيو
ويو تہ هو مري پوندو. پاڪستان ۾ هر سال لڳ ڀڳ ٻہ لک ماڻهن
کي ڪتا ڏاڙهيندا آهن. هڪ ڪاٽي موجب انهن مان ڪيترائي انسان
مناسب ويڪسين نہ ملڻ سبب موت جو ڪاج ٿا بڻجن. ڪيڏي افسوس
جي ڳالهہ آهي جو 1885 ۾ لوئي پاسچر هتان فرانس ۾ علاج جي
انهيءَ طريقي دريافت ڪرڻ ۽ گهڻي ڀاڱي ملڪن ۾ ان مرض مان
نجات حاصل ڪرڻ جي باوجود پاڪستان ۾ ان وگهي ۾ ماڻهو مري
رهيا آهن. لوئي پاسچر جو رڳو اهو تورو ناهي پر هُن اهو بہ ڳولهي
لڌو تہ جيوڙا انفيڪشن جا ذميوار آهن ۽ انفيڪشن خلاف اثرائتا اُپاءَ
وٺي جيوڙن کان نجات ماڻي سگهجي ٿي. پاڪستان ۾ هزارين ماڻهو
رڳو انڪري موت جو ڪاج ٿا بڻجن جو اسانجي اسپتالن ۾ جيوڙن
خلاف ويڙهہ جي ڪا مناسب رٿا بندي ناهي. ڊاڪٽر شميم صلاح
الدين، ڊاڪٽر شهلا باقي، ڊاڪٽر عفيا ظفر ۽ ڊاڪٽر الطاف جهڙا فرد
انفيڪشن خلاف سجاڳي واري مهم هلائيندا رهن ٿا پر حقيقت اها
آهي جو صحت کاتي جي ڀنيرائي کانسواءِ اهو ممڪن نٿو ٿي سگهي
تہ ان ڏس ۾ ڪا جوڳي ڪاميابي حاصل ٿئي ۽ اها بہ حقيقت آهي تہ
حڪومت ۽ صحت جي هن ڪم ۾ اها دلچسپي ناهي جيڪا هئڻ
گهرجي.

## رضاڪاراڻي ڪم جو جذبو

عام طور تي ڊاڪٽر تنقيد جو نشانو بڻبا آهن تہ هو پنهنجي
مريضن کان تمام گهڻي فيءَ ٿا وصول ڪن ۽ ان ڏس ۾ غريبن کي بہ
بخش نٿا ڪن. اهو هڪ مسلسل بحث آهي جيڪو ڊاڪٽرن ۽ عام
ماڻهن وچ ۾ هلندو ٿو رهي پر اچرج جوڳي ڳالهہ اها آهي تہ عام
ماڻهو ۽ حڪومتون انهن انيڪ ڊاڪٽرن کي ساراهہ جوڳو نٿا ليکين

جيڪي انتهائي خراب حالتن ۾ رضاڪاراڻو ڪم ڪندا ٿا رهن ڪين
ان ڳالهه جي بہ پرواهه ناهي هوندي تہ ڪيترا ماڻهو سندن خدمتن جو
اعتراف ٿا ڪن. ڪجهه سال اڳ پاڪستان جي اترين علائقن ۾ آيل
زلزلي ۽ لڳ ڀڳ سڄي ملڪ ۾ ٻوڏ وگهي ٿيل بربادي ۽ دوران
پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن جي سمورين شاخن جهڙي ريت ڪم
ڪيو انجو مثال ملڻ محال آهي. پاڪستاني فوج ڪانپوءِ جنهن وٽ بي
حساب وسيلا آهن پي ايم اي پنهنجا ذريعا استعمال ڪندي خراب
ترين حالتن ۾ ٻين ادارن سان گڏجي زوردار فلاحي ڪم ڪيا. پي ايم
اي انهن علائقن ۾ هنگامي طبي امداد ڪانسواءِ ٻيا اهڙا ڪم پڻ ڪيا
جن جو مقصد ماڻهن جي واهر ڪرڻ هو. ڪپڙن، پاڻي، خوراڪ، مڇر
دانين کان وٺي مقامي طور تي گهر اڏڻ تائين جا انتظام ڪيا ويا. اها
ڳالهه فخر جوڳي آهي تہ سڄي پاڪستان ۾ پي ايم اي جي مختلف
شاخن انهن ڪاروائين ۾ تن من ۽ ڌن سان حصو ورتو. ان قسم جا
ڪم کهل وچان نہ پر سماجي فرض سمجهي ڪرڻ گهرجن جو جڏهن
بہ عوام تي ڪا ڏکيائي اچي تہ پڙهيل ڳڙهيل آبادي ۽ کي اڳتي اچڻ
گهرجي. اهي صلاحيتون پاڻ مرادو پيدا نہ ٿينديون آهن پر ان لاءِ اهڙو
تعليمي سرشتو گهربل هوندو آهي جيڪو ننڍپڻ کان ئي ٻارن ۾ اها
صفت پيدا ڪري. اُسريل ملڪن ۾ ٻارن کي شروعات کان ئي اهڙن
ڪمن سان لڳايو ويندو آهي. معاشري ۾ منهنجي ذاتي دلچسپي ۽ جو
سبب شايد اِهو آهي تہ منهنجي ذهني واڌ ويجهه ۾ اڙدو ادب جو
انتهائي اهم ڪردار رهيو آهي. گهر ۾ امان ۽ پيا جي ڪري پڙهڻ جو
رجحان پيدا ٿيو ۽ چاند ۽ شاهين سان گڏجي ڪتاب پڙهڻ ۽ هڪٻئي
کي ڪهاڻيون ٻڌائڻ جي چوس پيدا ٿي. اسڪول ۽ ڪاليج ۾ سلامي
۽ جاويد اختر جهڙا انيڪ دوست هئا جنکي ڪتاب پڙهڻ جو شوق هو
۽ هڪٻئي سان ڪتابن جي ڏيتي ليتي ڪندا هئاسين. يونيورسٽي

ڪاليج گالوي جي لائبريءَ ۾ موقعو مليم تہ انجي وڊيو سيڪشن
۾ موجود فلمون ڏسان جن ۾ خاص طور تي آئرلينڊ جي تاريخ،
امريڪي گهرو لڙائي، ويٽنامي جنگ ۽ ارتقا جي موضوعن تي فلمن
منهنجي ذهن تي وڏو اثر وڌو. يونيورسٽي ڪاليج گالوي جي لائبريري
جو مون تي وڏو تورو آهي جتي پڙهڻ لکڻ سان منهنجي سوچ ۾
سائنسي انداز ۾ سوچڻ جي شروعات ٿي. انڪانسواءِ ميراٿن ۾
شرڪت، آئرلينڊ ۾ سائيڪلنگ، مختلف قسمن جي راڳ روپ جي
محفلن ۾ وڃڻ، ناٽڪ منڊليءَ ۾ سرگرم ٿيڻ، گهوڙي سواريءَ ۾
حصو وٺڻ ۽ ان قسم جي ٻين انيڪ سرگرمين ۾ شامل ٿيڻ سان
منهنجو دماغ کليو. اهڙو لبرل آرٽ انسان ڪي اندران ساڙي سندس
دماغ کي وسيع ۽ منجهس سهپ جو مادو پيدا ڪندي ڪيس ان لائق تو
بڻائي تہ هو ڪوهہ ۽ لوٽي جو ڏيڏر ٿيڻ کان بچي سگهي. انتهائي
افسوس اٿم جو اسان وٽ ميڊيڪل جي شاگردن کي لبرل آرٽس،
تاريخ ۽ فلسفي جهڙا اهم مضمون نٿا پڙهايا وڃن. انجي ڪري اهو
ٿيو آهي جو اسانجا شاگرد فقط ڊاڪٽر ٿا بڻجن پر انسان نٿا بڻجن
سندن دماغن ۾ رڳو اهو هوندو آهي تہ ڏوڪڙ ڪيئن ڪمائجن ۽ هو
پئسا ٺاهڻ واري مشين ۾ تبديل ٿي ويندا آهن. عجيب ڳالهہ اها آهي تہ
اهي نام نهاد پڙهيل ڳڙهيل ڊاڪٽر صاحب لوڪ پنهنجي زندگيءَ جي
رهنمائي انهن مولوين کان حاصل ڪندا آهن جيڪي ٺپ اڻپڙهيل
هوندا آهن يا وري سندن عام تعليم ايڏي خراب هوندي آهي جو سائن
عام سماجي معاملن تي بہ ڳالهائڻ محال هوندو آهي.

هڪ اهڙي تعليمي نظام مان جيڪو مڪمل طور تي تباهہ ٿي
چڪو آهي، اها اُميد لڳائڻ تہ اُهو ان قسم جي ماهرن تي ڌيان ڌريندو
شايد منهنجي خام خيالي آهي. منهنجا ڀاڳ ڀلا هئا جو غربت هوندي
بہ اهڙي ڪٽنب ۾ ڄائس جتي تعليم ۽ سڄاڳيءَ جو مان مٿاهون هو

اسانجي غريب مٽن مائٽن جي گھرن ۾ ڪتاب جي عزت ڪئي ويندي هئي ۽ عام طور تي هر قسم جا ڪتاب احترام سان سنڀاليا ويندا هئا. منهنجا ان ۾ ڀاڱ چڱا هئا جو منهنجو واسطو اهڙن دوستن سان پيو جنڪي سماجيات سان دلچسپي هئي، جنڪي ادب، آرٽ، ناٽڪ ۽ ٻين فنن سان لڳاءُ هو ۽ وڌيڪ ڀاڱ ڀلا چئبا جو پاڪستان کان ٻاهر مونکي اهڙن ماڻهن سان گڏجي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو جيڪي ڪليل ذهنن جا مالڪ هئا ۽ منجهائن ڪيترائي أسرندڙ ملڪن ۾ رضاڪاراڻو ڪم ڪري موٽيا هئا، جنجي انسانيت سان پيار منهنجون اکيون کوليون ۽ ذهن روشن ڪيو. پنهنجي اهڙن ڀاڳن تي فخر ٿو ڪريان. بابا أتندي ويهندي چوندو رهندو هو تہ ماستري ۽ ڊاڪٽري ٻہ اهڙا پيشا آهن جن ۾ تمام گھڻو ڪم رضاڪاراڻي طور تي ڪرڻو ٿو پوي، ان ڳالھ جو فڪر ڪرڻ ڪانسواءِ تہ ان مان مالي لاڀ ٿيندو يا نہ. ماڻهو أستادن ۽ ڊاڪٽرن جي عزت انڪري ٿا ڪن جو کين پتو آهي تہ هو تمام گھڻو ڪم ڪنهن لوڀ لالچ ڪانسواءِ ٿا ڪن ۽ اهائي ڳالهہ اسان پنهنجي اکين سان امان ۽ بابا ۾ ڏٺي. أسريل ملڪن ۾ اسڪول، ڪاليج،يونيورسٽي ۽ پيشوراڻي شعبن ۾ داخلا وقت انهيءَ ڳالھ کي وڏي اهميت ڏني ويندي آهي تہ أميدوار پنهنجو ڪيترو وقت رضاڪاراڻي سرگرمين ۾ سيڙايو آهي، اسانجي تعليمي ادارن ۾ ان ڳالھ کي ڪا خاص اهميت نٿي ڏني وڃي. بابا جي مسلسل تقريرن جي ڪري ۽ پنهنجي اکين سان اهو ڏسي تہ بابا جا شاگرد سندس ڪيترو احترام ٿا ڪن ۽ امان جا مريض امان کي ڪهڙو درجو ٿا ڏين، اسان سمورن ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ رضاڪاراڻي ڪم جو جذبو موجود آهي.

پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن ۾ گھڻي ڀاڱي رضاڪاراڻي طور تي ڪم ڪندا آهن سواءِ انهن ڪجهہ ماڻهن جي جيڪي هر

اداري کي پنهنجي مقصد لاءِ استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.
پي ايم اي جي رضاڪار ڊاڪٽرن بابت جيترو سوچيان ٿو مونکي
خوشي بہ ٿئي ٿي تہ فخر پڻ، جو مونکي هيترن سٺن ماڻهن سان گڏ
ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. ان ڳالهہ جي سرهائي اٿم تہ مونکان اڳ بہ
پي ايم اي جا ميمبر ساڳي ريت جذبي سان ڪم ڪري رهيا هئا ۽
مون بہ اهڙن ئي اڌمن سان پي ايم اي جي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ
شروع ڪيو.

سيلاب ۽ زلزلي دوران پي ايم اي جي رضاڪاراڻي خدمتن جو
اعتراف ڪيو ويو. انهن سرگرمين دوران مونکي شدت سان احساس
ٿيو تہ اهي آفتون ڪيترن ئي غريبن لاءِ رحمت بڻجي آيون آهن جو
ڪين پهريون ڀيرو ٻاهرين دنيا ڏسڻ جو موقعو مليو ۽ اسان جهڙن
انيڪ رضاڪارن کي پڻ ادراڪ ٿيو تہ اسانجا ماڻهو ڪيتري قدر
غريب، مفلس ۽ لاچار آهن. پاڪستان جي ڏورانهن علائقن ۾ رهندڙن
زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڊاڪٽرن، نرسن ۽ صحت ڪارڪنن جي
شڪل ڏٺي. هيءُ اُهي غريب ماڻهو هئا جن ڪڏهن بہ ڪنهن صحت
مرڪز جي شڪل نہ ڏٺي هئي ۽ ڪين اهو پتو ئي نہ هو تہ ڪو
روزمره جي بيمارين جو علاج بہ ممڪن آهي.

اسان اهڙا ٻار ڏٺا جن کي ڪڏهن بہ ڪي حفاظتي ٽڪا نہ لڳا
هئا، اُتي اهڙيون ڳوٺاڻيون هيون جن جون جانيون انڪري بچي ويون
جو ٻوڏ ۽ زلزلي سبب اُتي ڊاڪٽر يا صحت ڪارڪن موجود هئا
جڏهن تہ عام حالتن ۾ سندن سار سنڀال لهڻ لاءِ ڪوبہ موجود نہ
هوندو آهي. انيڪ ماڻهو اهڙا هئا جنجي زندگيءَ ۾ بيماريون هڪ
عام ڳالهہ هئي ۽ سندن علاج معالجو انڪري ئي ٿي سگهيو جو ٻوڏ
يا زلزلي جي رحمت وٽن ڊاڪٽر يا صحت ڪارڪن پهچايا هئا. ٻوڏ ۽
زلزلي اسانجي صحت سرشتي کي مڪمل طور تي اگهاڙو ڪري

ڇڏيو. ان موقعي تي ثابت ٿي ويو ته اصل ۾ اسانجي ملڪ جي وڏي آبادي لاءِ صحت جون سهولتون موجود ئي ناهن. پي ايم اي جي هڪ سروي موجب اهو اندازو ٿيو ته سنڌ ۽ پنجاب جي ڳوٺن ۾ رهندڙ گهٽي ياڳي عورتن ۾ فولاد جي کوٽ آهي ۽ هو تندرست ناهن. اهو به پتو لڳو ته ملڪ ۾ ڪٽنبي رٿا بنديءَ وارو پروگرام ڳوٺاڻي علائقن ۾ مڪمل طور تي ناڪام ٿي چڪو آهي. اها ڳالهه عمومي مشاهدي ۾ آئي ته ڳوٺاڻي علائقن ۾ پندرهن ڪان ارڙهن ورهين جون لڳ ڀڳ سموريون ڇوڪريون ڳوهاريون هيون. ڪٽنب ۾ اٺن ڪان وڌيڪ ٻار هئڻ هڪ عام ڳالهه آهي.

اهو ڏسي من ڦسيو پوي ته ملڪ جي اڪثريتي آبادي بنيادي سهولتن ڪان محروم آهي. ماڻهن کي انهن بنيادي نعمتن جو پتو ئي ناهي ۽ هو پٿر جي دور واري زندگي گهاري رهيا آهن. سندن زندگيءَ ۾ نه تعليم آهي نه صحت ۽ نه ئي وري ڪين انساني حقن جو پتو آهي. هو ان ملڪ جا شهري آهن جيڪو ائٽمي طاقت آهي جيڪا هندستان کي انيڪ ڀيرا تباهه ۽ برباد ڪرڻ جي سگهه ٿي رکي ۽ جنهن جي شهرن ۾ يونيورسٽيون ڪنيين وانگر ڦٽي رهيون آهن.

## عورتن جي صورتحال

پاڪستان ۾ عورتن جي صورتحال انتهائي ابتر آهي. شايد پاڪستان دنيا جي انهن ڪجهه ملڪن مان هڪ آهي جتان جون عورتون مردن جي پيٺ ۾ انتهائي ناخوشگوار حالتون ڀوڳي رهيون آهن. سوسائٽي آف آبسٽيٽريشن اينڊ گائنوڪولوجسٽ جي صدر طور مون رڳو عورتن جي صحت جي مسئلن کي ئي پنهنجو مقصد نه بڻايو پر عورتن جي انهن مسئلن ڏانهن پڻ ڌيان ڏريو جن جو تعلق

سندن انساني حقن ۽ بااختيار بڻجن سان هو. اسان عورتن جي لڄالٽ، گهرن ۾ ٿيندڙ تشدد، ڪٽنبي پاتين هٿان ٿيندڙ جنسي ڏاڍاين ۽غيرت جي نالي تي ٿيندڙ قتل جهڙن مسئلن تي ڏيان ڏريو ۽ ڪوشش ڪئي ته حاڪمن ۽ رٿا بندي ڪندڙن کي سهمت بڻايون ته هو انهن مسئلن جو مستقل بنيادن تي حل ڪڍن. اسانجو موقف اهو آهي ته عورتون آبادي ۽ جو پنجاهه سيڪڙو آهن تنهنڪري پنجاهه سيڪڙو وسيلن تي سندن حق آهي، بنيادي طورتي انهيءَ دليل ۾ تمام گهڻو وزن آهي پر حقيقي دنيا ۾ انجي ڪا اهميت ناهي. سچ ته اِهو آهي ته اسانجو سمورو وهنوار عورتن خلاف ڪم ٿو ڪري. انڪري ضروري آهي ته اسين عورتن لاءِ هڪ جيترن حقن جي گهر ڪريون. عوام ۽ رٿابندي ڪندڙن کي سهمت بڻايون ته سندن انهن حقن جي خاطري ڪرائي وڃي. اسانجو ملڪ عورتن کي هڪجهڙو شهري مڃڻ تائين ترقي نٿو ڪري سگهي.

ملڪ جي مرداڻي تسلط واري سرشتي ۾ عورتن جي حيثيت غلامن واري آهي. اهڙن ڪٽنبن ۾ جتي جسماني تشدد نٿو ڪيو وڃي، اُتي زباني ۽ نفسياتي طريقن سان عورتن کي سندن ڪمتر هئڻ جو احساس ٿو ڏياريو وڃي. وقت اچي ويو آهي جو اسريل ملڪن وانگر اسين عورتن کي سندن سمورا حق موٽائي ڏيون. سندن خلاف هر قسم جي تشدد جو انت آندو وڃي. ٻارن کي سندن حق ڏيون ۽ ملڪ ۾ رهندڙ اقليتن جا حق پڻ تسليم ڪريون. اهڙا مطالبا ڪندي ايئن ٿو لڳي ته جڻ سپنن جي ڳالهه پئي ڪئي وڃي پر سوال اِهو آهي ته جيڪڏهن سپنا نه ڏٺا ويندا ته دنيا ۽ زندگي بي مقصد ۽ بي رنگ ٿي ويندي ۽ اهڙي دنيا ۾ رهڻ جو ڪو جواز ناهي. ايئن ئي جيڪڏهن

سپنا ڏنا وڃن ۽ انهن جي ساپيان لاءِ جدوجهد نہ ڪئي وڃي تہ انجو بہ ڪو فائدو ناهي. سپنا ضرور ڏسڻ گهرجن ۽ انهن جي ساپيان لاءِ جدوجهد بہ ڪرڻ گهرجي پوءِ پل اها جدوجهد آهستي هجي ۽ انجي ساپيان ڏور. اهوئي سبق بابا سڄي ڄمار پڙهائيندو رهيو. اهو ئي ڪجهہ سيکاريندي هُن پنهنجي سموري حياتي گذاري. بابا جو پٽ هئڻ واري پنهنجي ڀاڳ تي جيترو فخر ڪريان سو گهٽ ٿيندو. سندس زندگيءَ جو جادو اهوئي هو جو هو رڳو سپنا نہ ڏسندو هو پر اهي پئدا ڪندو هو. پوءِ سمورا سپنا حقيقت جو روپ ڌاري نرت ڪرڻ لڳندا هئا ۽ نرت ڪندي مادي صورت اختيار ڪندا هئا. بابا اهڙوئي جادوگر هو، هڪ اهڙو هدايتڪار جنهن منهنجي ماءُ ڪانوني منهنجي ڀائرن، ڀيڻن ۽ پنهنجي انيڪ شاگردن جي سپنن جي هدايتڪاريءَ وارو فرض اهڙي شاندار نموني نڀايو جو اُهي سمورا سپنا سچ جي تجليءَ وانگر حقيقت بڻجي ويا.

ان ڳالهہ کان ڪو بہ انڪار نٿو ڪري سگهي تہ پاڪستان کي مرد ڊاڪٽرن جي وڏيڪ ضرورت آهي جيڪي ملڪ جي ٻھراڻي علائقن ۾ وڃي مريضن جو علاج معالجو ڪري سگهن چاڪاڻ جو ڳوٺاڻن علائقن ۾ وڃي لیڊي ڊاڪٽر ڳوٺاڻن علائقن ۾ وڃي في الوقت تہ اهو ممڪن ناهي جو ليڊي ڊاڪٽر ڳوٺاڻن علائقن ۾ وڃي ڪم ڪن. ان ڏس ۾ ڪنهن بہ قسم جا دليل بيڪار ٿيندا چاڪاڻ جو هڪ ڳوٺاڻي علائقن ۾ عورتون محفوظ ناهن. ملڪ کي صحت جو هڪ اهڙو سرشتو گهربل آهي جنهن ۾ بنيادي صحت سهولتون نرسن، مڊوائفن ۽ صحت ڪارڪنن ذريعي فراهم ٿين ۽ اهڙي سرشتي جي سار سنڀال ڊاڪٽرن جي ذميواري هجي. ظاهري طور تي اها هڪ سڌي سادي ڳالهہ آهي پر ان سرشتي کي جوڙڻ ۽ انتي عمل ڪرائڻ

انتهائي ڏکيو آهي ڇاڪاڻ جو سرڪاري ۽ خانگي شعبي ۾ اهڙا ماڻهو موجود آهن جيڪي شديد مخالفت ڪن ٿا ڇو ته سمجهن ٿا ته ان قسم جي سرشتي مان نقصان رسندو. نه رڳو اهو سپنو ڏسڻ گهرجي پر انجي ساپيان لاءِ پتوڙڻ پڻ گهرجي. اجان به وقت آهي جو اسين پنهنجون ترجيحون درست ڪريون، اسانکي صحت جي انتهائي مهانگي ۽ قيمتي ٽيڪنالوجيءَ جي ضرورت ناهي. ڇا اهو پاڳلپڻو ناهي ته اسين ائٽم بم ته ناهي ٿا ونون پر ملڪ مان پوليو جو انت نٿا آڻيون. ملڪ ۾ عورتون مڪين ۽ مڇرن وانگر پيون مرن. ٻار رستن تي پني رهيا آهن. اسڪول وڃڻ بدران هو ٻارهن ٻارهن ڪلاڪ غير انساني ماحول ۾ پورهيو ٿا ڪن. ڇوڪريون ٻالڪپڻ ۾ ئي طوائف ٿيون بڻجن. ڪروڙين انسانن کي فقط هڪ ويلو ماني ٿي نصيب ٿئي، جيڪڏهن انسانن کي بنيادي ضورتون ميسر نه هونديون ته پوءِ حالتون ڪيئن تبديل ٿينديون.

چڱي ڳالهه اها آهي ته اجان به حالتون مڪمل طور تي قابو کان ٻاهر نه ٿيون آهن، جيڪڏهن حاڪم سياسي طور تي راضي ٿين ته ڪيترن ئي مسئلن کي منهن ڏئي سگهجي ٿو. ان ڳالهه سان سڀئي سهمت آهن ته صحت ۽ تعليم عوام جا بنيادي حق آهن ۽ اهي جلد غريبن تائين رسڻ گهرجن. ان ڳالهه تي راءِ ۾ فرق ٿي سگهي ٿو ته انجو طريقيڪار ڇا هوندو پر انجي اطلاق تي ڪنهن به قسم جي اسهمتيءَ جو سوال ئي پئدا نه ٿيڻ گهرجي. ان ڪان مٿيرو ٿيندي ته ملڪ ۾ ڪنهن جي حڪومت آهي (ڇاڪاڻ جو حڪومت ڪهڙي به هجي، انجو بنيادي فرض ته اهوئي آهي ته اُها عوام جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪري، اسانکي انهيءَ مقصد لاءِ پتوڙڻ گهرجي ڇاڪاڻ جو مستقبل ۾ ڪا اهڙي حڪومت به اچي سگهي ٿي جيڪا اسانجي

جوڙيل ايجنڊا تي ڪم ڪري. پي ايم اي ميراڻن ڪانوِلي فنون لطيفہ تائين، ڪوهي ڳوٺ اسپتال کان صحت جي سياست تائين منهنجي دلچسپي، ادي سراج جي وڏڪاريءَ ۾ دلچسپي ۽ اها سڌ تہ سڄي ملڪ کي ڇهچ سائو ڪجي، جو مقصد انکانسواءِ ڪجهہ بہ ناهي تہ انهن سمورن طريقن سان تبديلي آڻجي. جيڪڏهن تبديلي نہ آڻي سگهياسين تہ ڪا ڳالهہ ناهي، گهٽ ۾ گهٽ ماڻهن تائين اها ڳالهہ تہ رسائي ويندا سين تہ تبديلي آڻي سگهجي ٿي.

ان موقعي تي ٻن بنيادي حقيقتن جو اعتراف ڪرڻ چاهيان ٿو جنهن ڪري اهو ممڪن ٿي سگهيو جو پنهنجي پسند جي سرگرمين کي وقت ڏئي سگهيو آهيان. پهرين ڳالهہ تہ اها آهي جو منهنجي زندگيءَ ۾ پيا، ادي ٽيپو ۽ سراج جي موجودگيءَ تمام گهٽيون سولايون پيدا ڪيون آهن. هو گهريلو معاملن جو خيال رکندا رهيا، جن ڏانهن مون ڪڏهن بہ ڌيان نہ ڏريو، انجو مطلب اهو ناهي تہ ڪو آءٌ گهرجي معاملن کان بنهہ لاپرواهہ هئس پر اهو ضرور هو تہ مونتي ڪا خاص ذميواري نہ هئي. پيا نوجوانيءَ ۾ ئي گذاري ويو جنهن ڪانپوءِ ادو ٽيپو ۽ سراج سمورين حالتن جو مقابلو ڪندا رهيا. ٻيهر اهو جونڊس تہ اهو نہ هو جو مونکي مسئلن جو ادراڪ نہ هو پر مونتي انهن قسم جو دٻاءُ نہ هو جيڪو عام طور تي وچولي طبقي ۾ مون جهڙن ماڻهن تي هوندو آهي. اها هڪ اهڙي حقيقت آهي جنهن جو اعتراف نہ ڪرڻ ۽ انتي ٿورائتو نہ هئڻ منهنجي لاءِ ناممڪن آهي. پيا، ادي ٽيپو ۽ سراج جو جيترو بہ ٿورائتو رهان، گهٽ ٿيندو.

ٻي اهم ڳالهہ اها هئي تہ بابا کي منهنجي زندگيءَ جي سائيائي ڪرلهن ۾ چڱو موچارو وقت لڳو جنهن ڪري بہ ٻين سرگرمين تي ڌيان ڏيڻ جو وجهہ ملي ويم.

## 12. موڪلائي جو پل

1990 وارو ڏهاڪو ڪراچيءَ جي تاريخ جو بدترين ڏهاڪو هو. شهر ۾ روزانو تشدد جا ڪيترائي واقعا پيش اچي رهيا هئا. ڪيترن ئي علائقن ۾ ڪرفيو ٿي لاڳو ڪيو ويو. شهر مفلوج ٿي ويو هو. جنرل ضيا جهاز ڦاٽڻ وگهي مارجي چڪو هو پر سندس طرفان ڏڪار جي سياست جا ڇنيل ٻج هاڻ وڏي وڻ ٿي چڪا هئا ۽ قوم انجو لاپارو ڀري رهي هئي. سندس سياست جو بنياد ڏڪار تي هو. مذهبي ڏڪار، نسلي ڏڪار ۽ ٻوليوار ڏڪار معاشري کي مٿي کان هيٺ تائين ٿوهيءَ وانگر پوري چڙهيو هو. ملير جون حالتون پڻ خراب ٿي ويون، ملير ۾ اڙدو ڳالهائيندڙ سان گڏوگڏ اوسي پاسي وارن ڳوٺن ۾ سنڌين ۽ بلوچن جو هڪ وڏو تعدد ٽانيڪو هو. انهن آبادين ۾ ملير نالي ماتر ٿي هئي ۽ سڄاڳيءَ سان ڪنهن جو واسطو ٿي نه هو. جهالت اهڙي بيماري آهي جنهن جو ڪو به علاج ناهي.

اسين اجهان تائين ملير ۾ ٽانڪو هئاسين، 1960 ۾ ملير ۾ رهڻ وقت ڪنهن به نه سوچيو هو ته ڪو اهڙو وقت به ايندو جڏهن اسين ملير ڇڏي ڪنهن ٻئي پاسي لڏينداسين. عطيه اسپتال ڇگي رت علي رهي هئي ۽ بابا جو گهڻو ٽئو وقت پنهنجي پٽنا ميڊيڪل اسٽور تي گذري رهيو هو. ادي ٽيپو ۽ سراج ڪيترائي ڀيرا بابا کي چيو ته ملير ڇڏي ڪنهن ٻئي پاسي هلي رهجي پر بابا سدائين انڪان انڪاري ڪري ڇڏيندو هو. ملير ۾ سندس پنهنجي هڪ جيوت هئي، ماڻهو کيس آزاد صاحب يا ماسٽر صاحب چئي مخاطب ڪندا هئا نه ڪي ٽيپو صاحب ۽ سراج صاحب جي والد طور. اها انفراديت پڪ سان هُن لاءِ اهم رهي هوندي بابا سان هر ڪو هر ڳالهه ڪري نه سگهندو هو

جيتوٽيڪ سندس طبعيت انتهائي دوستاڻي هئي پر عام طور تي سندس ڳالهه ئي حتمي ليکي ويندي هئي. رڳو ادو ٽيپو ڪجهه معاملن تي ساڻس ڳالهه ٻولهه ڪري وٺندو هو نه ته بابا عام طور تي پنهنجي ڪجهه بنيادي اصولن تي ڪنهن جي به راءِ نه ٻڌندو هو.

ادي ٽيپو جي هڪ خاص ڳالهه اها به هئي ته هو بابا جو ڊاڪٽر پڻ هو. بابا رڳو هن سان ئي پنهنجي بيمارين بابت ڳالهه ٻولهه ڪندو هو ۽ سندس ذريعي ئي علاج معالجي لاءِ ڪيڏانهن ايندو ويندو هو. هڪ لحاظ کان اها عجيب ڳالهه هئي ڇاڪاڻ جو جڏهن ادي ٽيپو اينسٿيسيا وارو شعبو اختيار ڪيو هو ته بابا ڪا خاص خوشي ظاهر نه ڪئي هئي جو سندس نظر ۾ ڊاڪٽر فقط فزيشن هئا يا سرجن ۽ اينسٿيسيا وغيره ڪو خاص شعبو نه هو، هو ته هڪ لحاظ کان سرجن جا ٻالڪ ئي هئا. ساڳي ريت جڏهن ادي سراج پيٿالوجيءَ وارو شعبو چونڊيو ته اهو به سندس خيال ۾ ڊاڪٽري نه هو. هُن ته اِهو به چيو هو ته "اهو به ڪو شعبو آهي، تون سڄي زندگي پيشاب، ڪاڪوس ۽ ڪانگهارا چڪاسيندين" اسين سيئي اُڏي مهل ٺهڪ ڏئي کليا هئا سين ۽ هاڻي به اهي ڳالهيون ياد ڪندي مرڪي پوندا آهيون پر هن اهو سڀ ڪجهه انتهائي سنجيدگيءَ سان چيو هو. سندس خيال هو ته سندس ٻار زندگيءَ جي هر مرحلي تي بنيادي ڪردار ادا ڪن. سندس سمجهه ڀڃاندڙ ٽيپو سلطان ۽ سراج الدوله پاڻ ئي اُهو بنيادي ڪردار ادا ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو، انجو افسوس ڪيس اوستائين رهيو جيستائين اهو پروڙي نه ورتائين ته هنن ٻنهي پنهنجي شعبن ۾ وڏي ناماچاري ماڻي آهي ۽ اسٽيج تي سندس ڪردار ڪيترن ئي ڊاڪٽرن کان گهڻو ڀلو آهي. شايد اهو ئي سبب هجي جو هُن ادي ٽيپو کي رضا خوشي سان پنهنجي ذاتي معالج واري حيثيت ڏني هئي.

هو پنهنجي آزادي ۽ خودمختياريءَ کي انتهائي اهميت ڏيندو

هو، اهو ئي سبب هو جو هُن مليـر ڇڏڻ نٿي چاهيو جتي سندس پنهنجي دنيا آباد هئي. هڪ ڏينهن اسين سيئي ڇت تي ويٺا هئاسين جو ٻاهر ڪرفيو هو ۽ بابا پنهنجا ميڊيڪل اسٽور تي پنهنجون سرگرميون ڪرڻ کان قاصر هو، اوچتو هيٺ گهٽيءَ ۾ گوليون هلڻ لڳيون ۽ ڪنهن پستول مان نڪتل گولي ٿي ڇت تي اچي ڪري. فائرنگ ڪيتري دير تائين هلندي رهي، اسين سيئي ان تي ڳالهائيندا رهياسين ته ڇا قومي شاهراهه تي رهڻ مناسب آهي جتي اهڙا وقعا ٿيندا رهندا. انهيءَ ڳالهه ٻولهه دوران بابا خاموش رهيو. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ هڪ اهڙي ئي واقعي ۾ جڏهن ٻاهر گوليون پئي هليون، ڪجهه ماڻهو اسپتال جي ليبارٽريءَ ۾ داخل ٿيا ۽ بندوق جي زور تي ادي سراج کي اغوا ڪري پاڻ سان وٺي ويا ته جيئن سندن هڪ زخمي ساٿيءَ جو علاج ٿي سگهي.

ادي سراج کي ڪين سمجهائڻ ۾ چڱي موچاري دير لڳي ته پيٿالوجسٽ هئڻ ڪري هو سندس ڪابه مدد نٿو ڪري سگهي ۽ ڪين زخمي کي تڪڙو اسپتال پهڙو ڪرڻ گهرجي. هو سندس ڳالهه سان سهمت ته نه ٿيا پر ڪجهه ڪلاڪن ۾ ادي سراج کي ڇڏي ڏنائون. ايندڙ ڏينهن جي اخبارن ۾ انهيءَ زخميءَ جي تصوير شائع ٿي هئي جيڪو علاج نه ٿيڻ سبب مري ويو هو. اُهي ڪجهه ڪلاڪ ادي سراج ۽ اسان سيني لاءِ وڏي غذاب وارا هئا. سندس ڪا خبر چار نه هئي ۽ ان ڏس ۾ اسين ڪجهه ڪري به نه پئي سگهياسين. اسان سمورن جي ذهنن ۾ عجيب و غريب ويچار پئي آيا. انهيءَ واقعي ڪانپوءِ تڪڙو ئي بابا فيصلو ڪيو ته اسانکي ڪنهن محفوظ رهائشي علائقي ۾ منتقل ٿيڻ گهرجي. هن محسوس ڪيو ته قومي شاراهه تي سندس ٻارن ۽ انهن جي ٻارن جون حياتون محفوظ ناهن، ڪوبه ،ڪنهن به مهل اسپتال ۾ گهڙي ڪجهه به ڪري سگهيو ٿي. ڪيس پتو هو ته اهو

قدم کڻڻ سان سنڌس پنهنجي آزاديءَ ۾ فرق پوندو پر هو عملي ماڻهو هو. ڪيس پنهنجي آزاديءَ کان وڌيڪ پنهنجي ٻارن جي حياتين جو فڪر هو. هُن پنهنجي سڄي زندگي اهڙي طرح گذاري هئي. هو پنهنجي لاءِ گهٽ پر ٻين لاءِ وڌيڪ جيئندو هو. بابا جي اهڙي فيصلي ڪانپوءِ اهو ممڪن ٿي سگهيو ته اسين ملير مان لڏي وڃو.

جيستائين اسين ملير ۾ هئاسين بابا عام طور تي پنهنجي سمورن ڏوهٽن پوٽنءِ مٽن مائٽن ۽ دوستن جي ٻارن جي تعليم ۾ دلچسپي وٺندو هو. اها سنڌس وٽنڌڙ دلچسپي هئي جو هو ٻارن کي پنهنجي ڪنهن پراڻي شاگرد ڏانهن وٺي وڃي. ڪائنس ٽيوشن ڏياريندو هو ۽ امتحان ۾ سٺيون مارڪون اچڻ تي سرهو ٿيندو هو. پر ڊفينس سوسائٽي منتقل ٿيڻ ڪانپوءِ اهو سلسلو آهستي آهستي ختم ٿي ويو. ٿوري عرصي تائين ته هو مليرايندو ويندو رهيو پر اڳتي هلي اُن ۾ به گهٽتائي اچي وئي. ڏٺو وڃي ته نئين گهر کان ملير جو فاصلو ڪو گهڻو نه هو ۽ اچڻ وڃڻ ۾ ڪو خاص وقت نه لڳندو هو پر بابا انهيءَ فاصلي کي محسوس تمام گهڻو ڪندو هو. اهو به ٿيندو هو جو جيڪڏهن ڪو ساڻس ملڻ لاءِ اچڻ جي ڪوشش ڪندو هو ته انکي به ناريندي چوندو هو ته ايترو پري اچڻ جي تڪليف ڪرڻ بدران فون تي ئي حال احوال ڪري. آهستي آهستي هو گهر تي ئي رهڻ لڳو. سواءِ انهن ايڪڙ ٻيڪڙ موقعن جي جڏهن ادي سراج سان گڏجي ڪٽنب جي ڪنهن ڪاج ۾ ويندو هو. هو نراس ته هو پر ڪل پوڳ ۾ چوندو هو ته ڊفينس هڪ لحاظ کان سونو پنجرو آهي. ڊفينس ۾ هو پابنديءَ سان پسار ڪندو هو، اخبار پڙهندو ۽ بي بي سي ريڊيو تان اردو، انگريزي ۽ هندي پروگرام ٻڌندو هو. ساڻس جيڪو به ملڻ ايندو هو يا هو پاڻ ڪيڏانهن ويندو هو ته سدائين تعليم ۽ انجي اهميت تي پيو ڳالهائيندو هو. اڃان تائين هو سڀني کي صلاح ڏيندو هو ته ميڊيڪل جي تعليم حاصل ڪري ڊاڪٽر بڻجڻ گهرجي، خاص طور تي غريب ۽

وچولي طبقي جي ٻارن کي انهيءَ پيشي ڪانسواءِ ٻئي ڪيڏانهن نه وڃڻ گهرجي. هو سدائين شاهين جو مثال ڏيندو هو ته تعليم جي ڪري شاهين پنهنجي هڪ پٽ جي ٻالڪپڻي ۾ ئي جانچي لڌو هو ته کيس به ڊسليڪسيا آهي اهو معلوم ٿيندي ئي هُن پاڪستان موٽڻ جو فيصلو ڪيو ۽ هتي هڪ اهڙي اُستاد جو پتو ڪيائين جيڪو ڊسليڪسيا جي متاثر ٻارن کي ڳري فيءَ تي پڙهائيندو هو. بابا جو چوڻ هوندو هو ته جيڪڏهن شاهين پڙهيل ڳڙهيل نه هجي ها ته اهو ڪڏهن به ٽي نه سگهي ها ۽ علاج جو ته سوچي به نه سگهجي ها. تعليم ئي شاهين کي ان لائق بڻايو جو هوءَ پنهنجي پٽ جي ڪمزوري جي جانچ سان گڏوگڏ سندس علاج به ڪرائي سگهي. سندس انهيءَ ڳالهه ۾ وزن هو.

هونئن ته بابا جي صحت بلڪل ٺيڪ هئي سواءِ انجي جو سندس بلڊ پريشر گهٽ ٿي ويندو هو جنهن لاءِ هو پابنديءَ سان ڊاڪٽر عبدالحق وٽ ويندو هو. گلوڪوما سبب کيس اکين ۾ پڻ تڪليف هئي جنهن لاءِ هو ڊاڪٽر ادريس ايڊيءَ ڏانهن ويندو هو. اصل ۾ ادريس ايڊي کيس تمام گهڻو پسند هو ۽ ڪوشش ڪندو هو ته وڌ کان وڌ ادريس سان ڪچهري ڪري. هو ادريس جي پشيوارانه ورتاءُ کان انتهائي متاثر هو ۽ گهر ۾ پنهنجي ڏوهٽن ۽ پوٽن کي چوندو رهندو هو ته هر ڊاڪٽر کي ادريس جهڙو هئڻ گهرجي جيڪو مريضن سان انتهائي نوڙت ۽ عاجزيءَ سان ٿو ملي. سندن پوري ڳالهه ٻڌي ۽ جنهن کي مريض سان ڳالهائڻ وقت ڪڏهن به جلدي نه هوندي آهي. بابا ادريس جي زندگي ۽ سندس ڪاميابين کان انتهائي متاثر هو ادريس سندس ڳالهه ٻولهه جي جيئرن ڪردارن مان هڪ هو ۽ سندس ڪاميابين کي هو تعليم جو حاصل ليکيندو هو. حقيقت پڻ اها ئي هئي.

ادريس جو والد سندس ننڍپڻ ۾ ئي گذاري ويو. ادريس جي ماءُ جيڪا پاڻ ننڍي ڄمار واري پر باهمت عورت هئي تنهن زندگيءَ جي انهيءَ للڪار کي قبول ڪيو ۽ پنهنجي ٻارن جي زندگي ۽ تعليم لاءِ اهڙي پتوڙ جي شروعات ڪئي جنهن جو مثال ورلي ئي ملندو. هن گهرن ۾ ڦيري ڏئي ڪپڙا وڪيا، انتهائي غربت ۾ رهندي به پنهنجي ٻارن جي تعليم ۾ ڪنهن قسم جي گهٽتائي ٿيڻ نه ڏنائين. هن ڪڏهن به نه چاهيو ته ڪٽنب جي ٻين ڀاتين کان ڪا امداد وٺي زندگيءَ جو آسائشون خريد ڪري. هوءَ انتهائي خود دار، محنتي ۽ جفاڪش خاتون هئي جنهن پنهنجي ٻارن جي تعليم لاءِ سخت محنت جو رستو اختيار ڪيو. انگلستان ۾ پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ ادريس ايڏي وڏيڪ هڪ ڏينهن به اتي نه ترسيو چاڪاڻ جو ڪيس احساس هو ته ڪيس ڪراچيءَ ۾ پنهنجي ماءُ سان گڏ هئڻ گهرجي. ادريس کي به انهن سمورن مسئلن ۽ حالتن سان مڪا ميل ٽيٽو پيو جيڪي اسانجي ملڪ ۾ ايماندار، پڙهيل ڳڙهيل ۽ اهل ماڻهن جي ڀاڳ ۾ لکيل آهن، جن جا نه سياسي رابطا هوندا آهن ۽ نه ئي ڪا سفارش وغيره. اعليٰ ترين سند ۽ اڪين جي بهترين مرڪز ۾ تربيت جي باوجود صحت سرشتي جي عملدارن ادريس جي تقرري انهيءَ اُميد سان حيدرآباد ۾ ڪئي ته هو اُتي نوڪري ڪندو ئي نه ۽ هو سندس جاءِ ڪي ڪنهن جعلي ماڻهو کي مقرر ڪندا. سندن اُميدن جي ابتڙ ادريس روزانو ڪراچيءَ کان حيدرآباد وڃي ڪم ڪيو نيٺ مجبور ٿي سندس بدلي ڪراچي ڪئي وئي جتي ادريس آهستي آهستي پنهنجي حيثيت مڃرائي ۽ پنهنجي والده جي آخري پساهن تائين سندس سيوا ڪندو رهيو.

بابا جتي ادريس جي پشيوارانه اهليت جو قدر ڪندو هو، اُتي سندس انساني قدرن جو به مداح هو. ڪيس اها ڳالهه انتهائي پسند آئي

پئي ته انگلستان ۾ ڪم ختم ٿيڻ کانپوءِ هو اُتي هڪ ڏينهن به
رڪ نه ترسيو ۽ پنهنجي ماءُ سان گڏ هڪ ننڍڙي گهر ۾ رهڻ لاءِ
موٽي آيو. سندس انهيءَ ڳالهه کي پڻ ساراهيندو هو ته ادريس جڏهن
سنڌ حڪومت جي صحت کاتي هٿان تنگ هو ته ڪيس وڏي پگهار تي
سعودي عرب پئي گهرايو ويو پر ضرورت هئڻ جي باوجود هو اهو
فيصلو ڪيو ته خراب حالتن ۾ به هو پنهنجي ماءُ سان گڏ رهندو نه
ڪي ڏوڪڙن جي لالچ ۾ سعودي عرب ويندو. بابا ۽ امان به 1960
واري ڏهاڪي ۾ جڏهن سندن تقرر سعودي عرب ۾ ٿيو هو، اوڏانهن
وڃڻ کان انڪار ڪيو هو. سندن خيال هو ته جيڪڏهن هو سعودي
عرب ويا ته سندن ٻارن جي پڙهائي رولڙي ۾ پئجي ويندي، ادريس
جي گهر وارن رخسانا پڻ پنهنجي مڙس وانگر منهنجي ڪلاس پيچي
آهي. سندس به ادريس جي زندگيءَ ۾ اهم ڪردار آهي. هڪ پاسي ته
هن ادريس جي والده جي سيوا ڪئي ته ٻئي پاسي پئسن ڏوڪڙن کي
ڪا اهميت نه ڏنائين جنهن ڪري زندگي جهنم بڻجي ٿي وڃي.
رخسانا ۽ ادريس جا ٽي ٻار آهن، هڪ وقت هو جو اهي ٽئي ٻار
ميڊيڪل جا شاگرد هئا پر ذيشان ميڊيڪل ڪاليج ۾ هڪ سال گذرڻ
کانپوءِ قانون پڙهڻ لڳو ۽ هاڻ هڪ لائق بيرسٽر آهي جڏهن ته سندن
ٻئي ڌيئرون ڊاڪٽر بڻجي اعليٰ تعليم پرائي رهيون آهن، بابا کي
ادريس ۽ رخسانا طرفان پنهنجي ٻارن جي تعليم تي ڌيان ڏيڻ وارو
عمل به انتهائي پسند آيو. هو ادريس جي ايترو ويجهو هو جو جڏهن
ادريس جو بائي پاس آپريشن ٿيو ۽ آپريشن کانپوءِ سنجيدگيءَ جو
شڪار بڻجي مستقل طور تي ڇاتيءَ ۾ رسو ۽ سوڄ جي شڪايت
ڪرڻ لڳو ته ڪنهن کي به سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ڪيس ڪهڙي
تڪليف آهي، سموري ڇڪاس جا نتيجا مثبت پئي آيا پر سندس پيڙا
وڌندي پئي وئي، اهو به ليکيو پئي ويو ته ادريس جي پيرا ڪنهن

ذهني بيماريءَ جو نتيجو آهي. هر طرح جي ڪوشش ۽ علاج معالجي
جي ناڪام ٿيڻ تي بابا هڪ ڏينهن سندس گهر پهچي ويو ۽ چيائينس
ته هو جيڪڏهن سندس چٽر نه اڏائي ته هڪ صلاح ڏئي جنهن تي عمل
ڪري ۽ ان بابت ڪنهن کي به ٻڌائڻ جي ڪا ضرورت ناهي (اسانکي
ان ڳالهه جو پتو ڪيترن ئي سالن کانپوءِ پيو)، ادريس رضامندي ظاهر
ڪئي ته بابا کيس منوڙي ۾ هڪ درگاهه تي ڪنهن بزرگ وٽ وٺي
ويو. بعد ۾ پتو پيو ته هُن ادريس لاءِ ڪنهن سان ڳالهايو هو جنهن
صلاح ڏني هئي ته ادريس تي ڪو عمل ڪيو ويو آهي ۽ ڪجهه ماڻهو
سندس سونهن ۽ قابليت کان سڙن ٿا. جنهن جو ٽوڙ اهو آهي ته هو
پنهجي هوش حواس ۾ هڪيرو سمنڊ لتاڙي ڪراچي اچي، ادريس
انهي سموري عمل ۾ ساڻس گڏ هو چاڪاڻ جو هو ان ڳالهه جو
انتهائي احترام ڪري رهيو هو ته اهو سڀ ڪجهه سندس ڀلي لاءِ پيو
ڪيو وڃي، هو بابا جي انهيءَ جذبي تي سندس ٿورائتو هو. بابا جي
لغت ۾ ناممڪن جو لفظ نه هو. هو جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه کي نيڪ
سمجهندو هو ته پوءِ ان لاءِ سڀ ڪجهه ڪرڻ واسطي تيار ٿي ويندو
هو. اهوئي سندس طريقيڪار هو.

ڪجهه ڏينهن کانپوءِ ادريس علاج واسطي انگلينڊ هليو ويو،
جتي اسان جو دوست نظام داماني بيڪٽريا لوجسٽ هو. هُن ادريس
جي مسئلي جي تشخيص ڪئي ۽ هڪ خاص قسم جي بيڪٽريا
خلاف هڪ خاص اينٽي بايوٽڪ سان ڪيترن ئي ڏينهن تائين سندس
علاج ڪندو رهيو جنهن کانپوءِ سندس ڇاتيءَ جو سور ۽ سوچ ۾
گهٽتائي آئي. اها خبر بابا لاءِ انتهائي سرهائي ڀري هئي. هو ادريس
کان ايترو ته متاثر هو جو اڪثر چوندو هو ته ڪاش سندس پوٽن ۽
ڏوهٽن مان به ڪو اڪين جوڙاڪٽر بڻجي ۽ منجهس به ادريس واريون
خوبيون هجن، هاڻ بابا موجود ناهي پر جيڪڏهن زندگي کيس مهلت

ٿي ها ته ڪيس اهو ڏسي پڪ سان سرهائي ٿئي ها ته شاهين جي هڪ ڀيڻ اکين جي بيمارين ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪري رهي آهي ۽ آمريڪا جي مشهور جان هاپڪنس اسپتال ۾ تربيت پرائي پئي.

ساڳي ريت بابا ڊاڪٽر عبدالحق وٽ ويندو ته پنهنجو بلڊ پريشر چڪاس ڪرائڻ لاءِ هو پر انجو هڪ سبب اهو به هو ته هو سٺي ڊاڪٽر هئڻ سان گڏوگڏ هڪ سٺو انسان پڻ هو. هُن وٽ ملڪي يا غير ملڪي ڪا اعليٰ ڊگري نه هئي پر پنهنجي محنت سان هو پنهنجي ڪم جو ماهر بڻجي ويو هو. ڪيس نه دولت ڪمائڻ جي هٻڇ هئي ۽ نه وري اڄڪلهه جي ڊاڪٽرن جيان غرور. بابا جي نظر ۾ هو هڪ اهڙو ڊاڪٽر هو جهڙو ڊاڪٽرن کي هئڻ گهربو هو. سٺي ڊاڪٽر لاءِ ضروري ناهي ته کو وٽس اعليٰ ڊگري هجي ڇاڪاڻ جو ڪيترائي ڊاڪٽر اعليٰ ڊگريون رکندي به انتهائي بد تر ڊاڪٽر آهن.

8 فيبروري 2004، آچر جو ڏينهن هو جڏهن منجهند جو ٽين وڳي آءُ اسپتال کان گهر پهتس ته هو ليٽيل هو ۽ آءُ سندس اڏو ويهي رهيس. سندس طبعيت خراب هئي ۽ موسم جي تبديليءَ سبب کيس زڪام ٿي پيو هو. انهيءَ ڏينهن شائع ٿيل ارد شيئر ڪائوسجيءَ واري ڪالم جو ذڪر ڪندي چيائين ته پارسي عام طور تي چڱا ڪم ڪندا رهندا آهن ۽ گڏوگڏ پنهنجو پاڻ کي سياست کان پريرو رکندا آهن پر اردشيرڪائو سجي جنهن دليريءَ سان لکي ٿو سا سندس برادريءَ ۾ ورلي ئي نظرٿي اچي. آءُ اتيئي ويهي آچر ڏينهن جون مختلف اخبارون پڙهندو رهيس ۽ پنجين وڳي چيومانس ته پسار ڪري ٿو اچان. لڳ ڀڳ ساڍي ڇهين وڳي واپس آيس. اجان تائين وقت جي حساب سان ڊوڙندو هئس، فاصلن جي مونکي پرواهه نه هئي. هيٺ اچي پائرن ۽ ڀينرن سان گڏ ويهي رهيس جيڪي عام طور موڪل واري ڏينهن گڏ ٿيندا هئا. شاهين بابا لاءِ ڪجهه ميوو ڪٽي آئي جيئن

تہ هو چانهہ وغيره بلڪل نہ پيئندو هو تنهنڪري شاهين ڪوشش ڪري بابا کي ميوو وغيره کارائيندي هئي، شاهين بابا کي جاڳائڻ لاءِ ڪيس سڏ ڪيو ۽ آهستي سان سندس جسم کي ڇهيو تہ ڪيس احساس ٿيو تہ سڀڪجهہ ٺيڪ ناهي. هُن هڪدم ادي ٽيپو کي سڏ ڪيو. ادو ٽيپو ۽ سراج پرسان ئي هئا پر بابا کي ڪنهن طبي امداد جي ضرورت نہ رهي هئي، هو خاموشيءَ سان موڪلائي ويو هو. اهڙي ئي طريقي سان جنهن جو اظهار هو سڄي زندگي ڪندي پئي آيو، نہ ڪو شور شرابو نہ ڪو هنگامو ۽ ڪا دانهن ڪوڪ. تقريباً سمورن ٻارن جي موجودگيءَ ۾ هو خاموشيءَ سان ڪنهن ٻي منزل جو راهي ٿيو. هن زندگيءَ ۾ هر اُها شيءِ ماڻي جنهن جي سڌ ڪيائين ۽ انکي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد جو رستو اختيار ڪيائين ۽ هاڻ سندس خاموشيءَ سان موڪلائڻ واري خواهش بہ پوري ٿي وئي هئي. هو پنهنجي زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين جسماني طور تي ڪنهن بيماريءَ جو شڪار نہ ٿيو. ايئن ٿو لڳي تہ ڄڻ پنهنجي زندگيءَ جو اهو آخري منظرنامو هُن پاڻ ئي لکيو هو ۽ پاڻ ئي انجي هدائتڪاري ڪندي پنهنجائي مڪالما ادا ڪندي هليو ويو.

شام ٿيڻ لڳي هئي، آءُ تڙ تڪڙ ۾ اخبارن جي آفيسن ڏانهن ويس تہ جيئن سندس گذاري وڃڻ ۽ تدفين جي خبر شائع ٿي سگهي. وات مان ئي طيبا کي فون ڪري بابا جي گذاري وڃڻ جي ڄاڻ ڏنم. سڄو رستو آءُ پنهنجي ۽ بابا جي زندگين تي ويچاريندو رهيس تہ ڪهڙي ريت هُن منهنجي زندگيءَ جي مختلف حصن کي پنهنجي هدائتڪاريءَ سان بدلائي ڇڏيو. منهنجي ذهن تي انهن ڪيترن ئي ماڻهن جا نالا ۽ چهرا تري آيا جن جي زندگين ۾ بابا جي ڪري ذڪر جوڳيون تبديليون آيون. ڪجهہ سال اڳ ادي ٽيپو ۽ سراج هڪ وڏي محفل ڪرائي هئي جنهن جو مقصد بابا ۽ امان جي زندگيءَ ۾ ئي

سندن ٿورو مجڻ هو ۽ انهن سمورين ماڻهن کي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ هو جيڪي امان ۽ بابا جي زندگين ۾ آيا هئا. پي ايم اي هائوس ۾ ٿيل انهيءَ ڪاڄ ۾ ڪيترائي ماڻهو شريڪ ٿيا، دوست يار، مٽ مائٽ، بابا جا شاگرد ۽ اُهي جن بابا سان گڏ ڪم ڪيو هو. ڪيترن ئي اسٽيج تي اچي بابا متعلق پنهنجا ويچار ونڊيا. ڪنهن چيو ته بابا امان جي ڪلاس پيچين جو به دوست بڻجي ويندو هو جهڙوڪ ڊاڪٽر مختار مغني، ساجد حميد، مايا، زينت ۽ علي سان بابا جا انتهائي بهترين ناتا رهيا. ادي سراج بابا ۽ امان جي تصويرن تي ٻڌل هڪ شاندار سلائيڊ شو ڏيکاريو ۽ آخر ۾ بابا سرٻاٽي انداز ۾ هڪ مختصر تقرير پڙهي ڪئي.

انهيءَ تقريب ۾ ڊاڪٽر عارف پنو به هئي جيڪا سويراج اسپتال جي ڊاڪٽرياڻي هئي، سندس مڙس به ساڻس گڏ هو. ڪجهه سالن کانپوءِ هُن انهيءَ تقريب بابت هڪ ڳالهه مونسان سلي هئي. ٿيو اهو جو مونکي جاڻ ملي ته ڊاڪٽر عارفا جو مڙس گذاري ويو آهي ۽ عذرخواهيءَ لاءِ وٽس لنگهي ويس ته اهو ڏسي مونکي اطمينان ٿيو ته ڏک ۽ پيڙا جي باوجود ڊاڪٽر عارفا انتهائي همت واري ۽ پر اعتماد هئي. انجي ڪجهه عرصي ڪانپوءِ هُن مونکي پنهنجي ڏيءُ جي وهان جي نينڊ ڏني، پوءِ فون به ڪيائين ته آءُ ضرور سندس ڪاڄ ۾ شريڪ ٿيان، سو واعدو ڪيومانس ته هر صورت ۾ شريڪ ٿيندس. ڪاڄ واري ڏنهن ڪنهن ايمرجنسيءَ ۾ اهڙو ڦاٿس جو ڳالهه ئي وسري ويم. رات جو دير سان ڊاڪٽر عارفا مونکي فون ڪري ٻڌايو ته هوءَ ۽ سندس ٻار منهنجو انتظار پيا ڪن. آءُ سڀ ڪجهه ڇڏي انتهائي لڄي احساس سان مينهن واچوڙو ڪندو سندس گهر پهتس. مونکي اهو سمجهه ۾ نه پئي آيو ته مونکي ايتري اهميت ڇو پئي ڏني وڃي. ان رات نون گهوٽ، ڪنوار ۽ ٻين مٽن مائٽن آڏو مونکي ٻڌايائين ته پي

ايم اي هائوس واري تقريب سندس زندگي بدلائي ڇڏي هئي، ڪاش هوءَ اهو سڀ ڪجهه بابا کي ٻڌائي سگهي ها. هُن ٻڌايو ته سندس مڙس به انهيءَ تقريب ۾ موجودهو ۽ مختلف ماڻهن جون ڳالهيون غور سان ٻڌندو رهيو، ڪيس پتو لڳو ته بابا کهڙي ريت ٻارن جي سار سنڀال لهي امان کي موقعو ڏنو ته هوءَ پنهنجي پڙهائي مڪمل ڪري. ان ڏينهن کانپوءِ هُن گهر جي مڪمل ذميواري سنڀالي ۽ عارفا کي پنهنجي پڙهائي جو شوق پورو ڪرڻ ۾ مدد ڪئي ۽ هُن پوسٽ گريجوئيشن ڪري ورتي پر سگهوئي هو گذاري ويو. پوسٽ گريجوئيشن ڪري هوءَ مختلف اسپتالن ۾ ڪنسلٽنٽ تي ڪم ڪرڻ لڳي ۽ پنهنجي ٻارن کي اُها تعليم ڏياري سگهي جنهن جي هنن ٻنهي زال مڙسن کي خواهش هئي. جيڪڏهن هوءَ پڙهيل ڳڙهيل نه هجي ها ته سندس ٻار پنهنجي پيءُ کانسواءِ تعليم حاصل ڪري نه سگهن ها. پنل اکين سان هن چيو ته جيڪڏهن ان ڏينهن سندس مڙس جي بابا سان ملاقات نه ٿئي ها ته هو اڄ اُتي نه پهچي ها جتي پهتل آهي، نه وٽس تعليم هجي ها ۽ نه ئي مڙس جي گذاري وڃڻ کانپوءِ هوءَ ان لائق هجي ها جو پنهنجي ٻارن کي اعلي تعليم ڏياري سگهي ها. ان قسم جا ڪيترائي واقعا منهنجي ذهن تي تري آيا هئا.

گهر واپس موٽيس ته ماڻهن جا هشام هئا. مٽ مائٽ، دوست يار ۽ سندس شاگرد، جنڪي سندس گذاري وڃڻ جي خبر ملي وئي هئي. منجهائن ڪن کان اسين واقف هئاسين جڏهن ته ڪي اهڙا به هئا جنڪي اسين نه سڃاڻندا هئاسين ۽ نه وري ڪڏهن ڪو ڪين ڏٺو هئوسين. اُهي ماڻهو جن جي بابا ڪا مدد ڪئي هئي، اُهي جيڪي جيئي رهيا هئا ته ماستر صاحب سندن زندگي بدلائي ڇڏي، اهڙا به ماڻهو هئا جيڪي ڪڏهن بابا سان نه مليا هئا پر سندن والدين لاءِ بابا ڪجهه ڪيو هو.

ايندڙ ڏينهن جنازي تي پڻ ساڳيو حال هو. جنازي جي پڄاڻي تي جلوس ۾ هڪ هندو بزرگ مهاديوادي ٽيپو کان اجازت گهري ته ڇا اهو ممڪن ٿيندو ته هو قبرستان اندر وڃي بابا جي قبر کي ڇهي واپس موٽي اچي. اهڙي عقيدت هر ڪنهن کي ناهي ملندي

اهو سلسلو ڪيترن ئي ڏينهن تائين جاري رهيو. بابا ڪو ساهوڪار ماڻهو نه هو، هُن ڪنهن جي اهڙي مالي مدد نه ڪئي هوندي جو ان مان ڪاروبار ڪري سندس زندگيءَ ۾ انقلاب اچي ويو هجي. بابا ته هڪ سماجي ماڻهو هو، جيڪو تعليم جي واڌ ويجهه لاءِ سدائين تيار رهندو هو، ٻارن جي فيءَ ڀيارڻ، خراب تعليمي سرشتي ۾ هنن سان ٽيوشن جو انتظام ڪرڻ سندس ڪم هو. هو ماڻهن کي نرس، مڊ وائف، هيلٿ وزيٽر، ڪواليفائيڊ مڪينڪ، پلمبر، ڊاڪٽر، انجنيئر بڻجڻ يا پي ايڇ ڊي ڪرڻ جون صلاحون ڏيندو هو. اسانکي دين محمد درگاهيءَ جو پتو هو، شبير ڪوڪر جي ڄاڻ هئي پر اهو اندازو نه هو ته ڪو اهڙا انيڪ درگاهي ۽ شبير آهن جن جي تعليمي زندگيءَ ۾ بابا جو ڪردار رهيو آهي. هو سڀئي هڪ اهڙي ماڻهو جو سوڳ ڪرڻ آيا هئا جنهن جو رضاڪارڻو ڪم به هڪ رومان بڻجي ويو هو. انهيءَ رضاڪار ۽ رومان جو انت اچي ويو هو، هو سڀئي ان رضاڪار ۽ رومانوي ڪردار جي پڄاڻيءَ واري ڏيک تي آيا هئا. انهيءَ احساس ڪانسواءِ ته اهو ڪيڏو نه شاندار هو، هڪ اهڙي معمولي ماڻهو جو جنهن هر قسم جي مخالفتن، خراب ترين حالتن، سماجي، معاشي، ذهني پنجوڙن جي پرواهه ڪرڻ ڪانسواءِ پنهنجي لاءِ هڪ نئون جهان تخليق ڪيو، پنهنجي ٻارن لاءِ ۽ انيڪ ٻارن لاءِ جنهن جي تعليم واري نشن ماڻهن جي دنيا بدلائي ڇڏي، اهو ماڻهو اڄ موڪلائي ويو. اهو رضاڪار رُسي ويو، رومان لڙهي ويو هو.

# زندگيءَ جو هڪ پڇتاءُ

هو ماڻهن لاءِ ڪجهه به رهيو هجي پر گهر ۾ اسان سمورن پائرن ۽ ڀينرن لاءِ بابو هو ۽ امان جي لاءِ انتهائي خاص. هنن ٻنهي ٻاهٺ سال زندگيءَ جو سفر گڏجي ڪيو، جيڪا عام طور تي پاڪستان واسين جي سراسري ڄمار آهي. امان رڳو ٻاهٺ سال هن سان گڏ نه گذاريا پر اهي ٻاويهه هزار ڇهه سئو ٽيهه ڏينهن هئا، اهي پنج لک ٽيتاليهه هزار هڪ سئو ويهه ڪلاڪ هئا، لڪين منٽ ۽ ڪروڙين پل هئا جيڪي ساڻس گڏ گذاريائين. اهو موت امان جي لاءِ تمام وڏو حادثو هو، هڪ انتهائي وڏو نقصان جنهن ڪيس شدت سان متاثر ڪيو. بابا سدائين هڪ خاموش موت جو دعاڳو رهيو پر امان لاءِ اهو انتهائي وڏو هاڃو هو. تمام تورڙن ماڻهن امان ۽ بابا کي هڪٻئي سان بحث مباحثو ڪندي ڏٺو هوندو، سندن تعلق ۾ گڏيل احترام چٽو پٽو نظر ايندو هو. هڪ خاص قسم جو اعتماد ۽ هڪٻئي جون ڳالهيون سمجهڻ جو انداز هوندو هو.

بابا جي ڪاغذن مان مونکي سندس به فائل مليا آهن جن ۾ اهي خط آهن جيڪي هو مختلف ماڻهن کي لکندو رهيو هو. هڪ فائل ۾ امان جا اهي سمورا خط آهن جيڪي هوءَ سلهٽ ۾ رهڻ دوران بابا کي لکندي رهي هئي. خطن ۾ امان هر هر بابا کي تاڪيد ڪئي آهي ته هو پنهنجي صحت جو خيال رکي ۽ گهڻي محنت نه ڪري. هوءَ ان ڳالهه تي پريشان ٿي رهي ته ڪراچيءَ ۾ پنهنجي سر ماني تو پچائي. انهن خطن مان اندازو ٿئي ٿو ته سندن مالي حالتون ڪيتريون خراب هيون. امان ننڍين ننڍين خرچن جو حساب ڪتاب بابا کي اماڻيو آهي. انهن خطن ۾ امان هر هر پنهنجي تعليم، ٻارن جي تعليم ۽ مٽن مائٽن جي

تعليم بابت پڻ لکيو آهي. اهي ذاتي خط آهن ۽ انهن خطن مان اندازو
ٿئي ٿو ته هوءَ پنهنجي مڙس بابت ڪيترو فڪر مند هئي. هوءَ سندس
هر ڳالهه ۽ فيصلي تي عمل ڪندي هئي. بابا جو گذاري وڃڻ امان لاءِ
نوري صدمو هو. بابا سندس مڙس، سندس رول ماڊل، سندس اُستاد ۽
سندس سرپرست هو جيڪو هن لاءِ سدائين موجود هوندو هو.

هوءَ شروعاتي صدمي مان ته نڪري آئي پر مٿس اُداسي ڇانيل
رهي. اسين سڀئي گڏجي ويهي، مختلف قسمن جون ساڻس ڳالهيون
ڪري کيس مصروف ۽ خوش رکڻ جي ڪوشش ڪندا رهياسين. هوءَ
مرڪندي ته هئي پر سندس مُرڪ جي جوت اُجهامي چڪي هئي. هُن
سڄي حياتي پيار ونڊيو، ٻين جو مصيبتون، پيڙائون ۽ پريشانيون
پنهنجي ذمي کڻڻ جي ڪوشش ڪئي ته جيئن سندن بار هلڪو ٿئي ۽
هر ڪنهن جو اهڙي ريت خيال رکيو جڻ ته هو سندس پنهنجا هجن،
سون پنهنجي اکين مان کيس ڏاڏا جي سيوا ڪندي ڏٺو. هُن پنهنجي
نانيءَ ۽ ماءُ جي زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين سار سنڀال لڌي.
سندس ڀاءُ سيد مشير احمد جڏهن فالج جو شڪار ٿيو ته زندگيءَ جي
ان مرحلي تي هو امان جي نظرداريءَ ۾ رهيو، سندس گهر واري
اڪيلي گذاري وئي هئي جنهن کانپوءِ سندن ٻارن لاءِ امان جي من ۾
ايتري ئي پنهنجائپ هئي جيتري اسانجي لاءِ هئي. سندن سڀ کان
ننڍي ڌيءُ زائرا امان جي سڀ کان ننڍي ڌيءُ بڻجي وئي. بابا جي
صلاح تي زائرا به اُهو سڀ ڪجهه ڪيو جيڪو سندس باقي ڀينرن
ڪيو هو. پهرين ايم بي بي ايس، پوءِ امان سان گڏ اسپتال ۾ ڪم ۽
پوءِ ڪائني ۾ پوسٽ گريجوئيشن. کيس شروعات کان ئي پتو هو ته
هلڪي ڦلڪي ڊپلوما تي امان راضي نه ٿيندي ۽ کيس فيلوشپ
ڪرڻي ئي پوندي. امان سندس وهانءُ پڻ هڪ ڊاڪٽر (سيف الرحمان)
سان ڪرايو ۽ هُن لاءِ مطمئن ٿي وئي ته پنهنجو فرض پورو ڪيائين.

امان ۽ بابا هر ڪنهن کي اهڙو ماحول مهيا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جنهن ۾ سندس مقصد پورو ٿي سگهي. منهنجي ماسي نصرت جي ڌيءُ ۽ نزهت جميل جي نندي ڀيڻ بابا جي صلاح تي عمل ڪري ڊاڪٽر بڻجي ويون. منهنجو ڪلاس ڀيچي جميل اختر بابا جي صلاح تي انجنيئرنگ ڇڏي ٻيهر امتحان ڏئي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخل ٿيو ۽ ڊاڪٽر بڻجي ويو.

تعليم ۾ گڏيل دلچسپيءَ ڪانسواءِ امان ۽ بابا جون ڌار ڌار دلچسپيون هيون. بابا پاڻ ته پابنديءَ سان نماز پڙهندو هو پر مذهبي فرض جي ادائيگيءَ لاءِ ٻين کي مجبور نه ڪندو هو. امان به روزو نماز ڪندي هئي ۽ اُميد رکندي هئي ته ٻيا به اِهو ڪجهه ڪن. بابا جا فيصلا حتمي هوندا هئا. امان ٻين کي اختيار ڏيندي هئي ته هو جيڪي وڻين سو ڪن. بابا دوستاڻي ماحول ۾ مذاق ڪندي به ڪجهه مامرن ۾ ناقابل قبول حد تائين فيصلي ڪُن هو، امان هر فيصلي تي هر وقت ڳالهه ٻولهه لاءِ تيار هوندي هئي. زندگيءَ جي انهيءَ مرحلي تي اسين سيئي سندس من ريجهائڻ لاءِ ڪيس ڳالهه ٻولهه ۾ شامل ڪندا هئاسين، هوءَ ظاهري طور تي خوش نظر اچڻ جي ڪوشش ڪندي هئي پر اسان سيني کي پتو هو ته هوءَ پنهنجي من اندر ۾ اڪيلي آهي ۽ پُري چُڪي آهي.

امان ۽ بابا غير معمولي زال مڙس هئا ۽ هڪٻئي لاءِ ڪجهه به ڪرڻ لاءِ تيار. سندن وچ ۾ ڳالهه ٻولهه ۽ تعلق جو طريقيڪار معمولي هو، شايد ٽيلي پيٿيءَ جو ڪو قسم هو. پنهنجي ٻارن جي ڏس ۾ سندن خيالن ۾ ضروري ناهي ته ڪو سدائين هڪجهڙائپ هجي. ڪيترن ئي معاملن ۾ سندن راءِ بنهه ڌار ڌار هئي پر اسانجي سامهون هو سدائين هڪ آواز ٿي ڳالهائيندا هئا. اهو رڳو اسان سان نه هو پر انهن سان به هو جيڪي ڪجهه سالن لاءِ اسانجي گهر اچي ٽڪندا هئا.

چاند اڪثر چوندي آهي تہ بحث مباحثي دوران هڪ وقت اهڙو تي آيو جڏهن امان جون اڪيون ڳالهائينديون هيون تہ هاڻ بحث جي ڪا گنجائش ناهي. پنهنجي پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ امان ۽ بابا جون طبعيتون هڪٻئي کان ڌار هيون، اڄڪلهہ جي اصطلاح ۾ بابا "پارٽي مين" هو. ڪيس ماڻهن کي گڏ ڪرڻ ۽ ساڻن ڪچهري ڪرڻ سٺو لڳندو هو. امان پنهنجيءَ ۾ رهڻ جي ڪوشش ڪندي هئي پر گڏوگڏ هوءَ بابا جي مهمانن جي، پوءِ پل هو هڪ وقت جو ويلو ڪائڻ آيو هجي يا مهينن تائين رهڻ لاءِ، دل جان سان خاطر تواضع ڪندي هئي. منجهن رڳو هڪ معاملي تي بحث ٿيندو هو، بابا ڪنهن بہ وقت ڪيترن ئي ماڻهن سوڌو گهر ايندو هو، سندس خيال هوندو هو تہ گهر ۾ جيڪي ڪجهہ هوندو سو گڏجي سڏجي ڪائي وٺبو. اندو آمليت نهي ويندو، أهوئي گنج ٿيندو جڏهن تہ امان جو چوڻ هوندو هو تہ جيڪڏهن ڪيس اڳوات اطلاع هجي ها تہ مهمانن جي ڪاڌي پيتي لاءِ ڪجهہ تيار ڪري وٺي ها.

بابا سڄي حياتي نہ بدليو ۽ امان سڄي زندگي سٺي مهمانداريءَ جي ڪوشش ڪندي رهي، شايد سندس زندگيءَ جو فقط اهو حصو هو جنهن ۾ هُن بابا جي راءِ کي ڪا اهميت نہ ڏني. بابا ۽ امان گڏجي حج بہ ڪيو، عمرو بہ ڪيو. بابا جي پيٽ ۾ امان کي مذهبي ڪتابن سان وڌيڪ دلچسپي هئي. ٻئي سادي زندگيءَ جا قائل هئا، ٻئي سادا ۽ اڇي رنگ جا ڪپڙا پهريندا هئا ۽ جنهن سادگيءَ سان زندگي گهاريندا هئا، تنهن جو اندازو بہ نٿو لڳائي سگهجي.

امان سڄي حياتي ٻين جو خيال رکندي گذاري. جڏهن هوءَ مالي طور تي مستحڪم ٿي تہ انتهائي خاموشيءَ سان ضرورت مندن جي امداد ڪندي هئي پر اها انتهائي ڳجهي هوندي هئي ۽ انجو اظهار ڪڏهن بہ نہ ٿيندو هو. جڏهن ڪم ڪرڻ ڇڏيائين تہ پنهنجو پاڻ کي

پين سرگرمين ۾ مصروف ڪيائين. سندس هڪ شوق سوئيٽر اڻڻ هو، شايد ڪٽنب جي هر ڀاتي، سندس هر ڏوهٽي ۽ پوٽي سندس اُڻيل سوئيٽر پهريا هوندا. آئرليند جي سخت ٿڌ ۾ ٿلهن ڪوٽن اندر جيستائين سندس هٿن سان اُڻيل سوئيٽر نه پهريندو هئس ٿڌ ختم ٿيڻ جو احساس ئي نه ٿيندو هئم. سندس هٿن جي گرمي سدائين محسوس ڪندو هئس. اهڙن ڪيترن ئي ماڻهن ڪي سڄاڻان جيڪي سندس اُڻيل سوئيٽرن کي خزاني وانگر سنڀالي ٿا رکن.

بابا جي وڇوڙي ڪانپوءِ امان جي صحت تيزي سان خراب ٿي آهي. سندس اوچتي لاڏاڻي اسان سڀني کي گهري صدمي جو شڪار ڪيو هو پر بابا جي لاڏاڻي ڪانپوءِ امان جي صحت جهڙي ريت خراب ٿي آهي، اُن اسان سمورن کي پيڙا جو شڪار ڪري ڇڏيو آهي، کيس ڪابه جسماني بيماري ناهي نه ئي کيس بلڊ پريشر جو مرض آهي نه ئي مٺن پيشابن جي بيماري. هوءَ آهستي آهستي سڀ ڪجهه وساري پئي، الزاهيمر بيماريءَ کيس آهستي آهستي پنهنجي پٽن، ڌيئرن، پوٽن، پوٽين، ڏوهٽن ۽ ڏوهٽين کان گهڻو ڏور ڪري ڇڏيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن کيس سڀ ڪجهه ياد اچي ويندو آهي ۽ پوءِ کيس ڪجهه به ياد نه رهندو آهي. هوءَ آهستي آهستي سڀني جا چهرا وساريندي پئي وڃي. اها بيماري وڌندي پئي وڃي، ان بيماريءَ جي بس هڪڙي ڳالهه چڱي آهي ته ان ۾ پيڙا يا سور نٿو ٿئي، رڳو انسان ڏک سور وساريو ڇڏي. پر سندس ويسر اسان سڀني کي رت جو ڳوڙها ٿي روئاڙي. سندس وجود ماڻهن لاءِ اهم ترين آهي، سندس وجود اسان سڀني لاءِ ڪيترو اهم آهي انجو اندازو فقط اُهوئي ڪري سگهي ٿو جنهن پنهنجي ماءُ وڃائي هجي. ڊاڪٽر ياسمين راشد پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئشن جي صدر هئي، جنهن سان گڏجي مون مائرن جون حياتيون بچائڻ لاءِ انيڪ مهمون هلايون آهن. هڪ

پيرو ٻڌائڻ لڳي ته سندس ماءُ جيڪا پاڪستان جي سڀ کان بهترين ميڊيڪل ڪاليج مان پڙهي ڊاڪٽر ٿي هئي، سائنس گڏ جڏهن ٻه ڪنهن ڪلينڪل گڏجاڻي ۾ وڃڻ ٿيندو هئس ته سندس ماءُ ڪيس سوال ڪرڻ لاءِ چوندي هئي جڏهن ته پاڻ خاموش رهندي هئي. هڪيري هُن پنهنجي ماءُ کان پڇيو ته هُن سڀ کان سٺي ميڊيڪل ڪاليج مان پڙهيو جڏهن ته هوءَ (ياسمين) خراب ميڊيڪل ڪاليج جي شاگرديائي رهي آهي پر هوءَ سوال ڪرڻ لاءِ ڪيس ئي ٿي چوي، جڏهن ته سندس تعليم بهتر آهي. ڊاڪٽر ياسمين موجب انتي سندس ماءُ وراڻيو ته منجهس اعتماد جي کوٽ آهي ۽ اُتي ٻيهي ڳالهائڻ مهل سندس پير ڏڪندا آهن جڏهن ته هُن (ياسمين) ۾ اعتماد آهي ۽ ڪنهن ڊپ ڊاءُ کانسواءِ ڳالهائي سگهي ٿي. انجو سبب اهو آهي ته سندس ماءُ آهي جڏهن ته هوءَ ماءُ بنان هئي. اها حقيقت آهي، اسين سيئي جيڪي ڪجھ آهيون پنهنجي مائرن جي ڪري ئي آهيون. اڄ جيڪڏهن ماڻهو پنهنجي زندگين ۾ ايماندار آهن ۽ پنهنجي پيشي ۾ مخلص آهن، عام زندگيءَ ۾ ڪا بدتميزي نٿا ڪن ته انجو سبب مائرن کان پرايل تربيت ئي آهي.

اسان سيني جو سڀ کان وڏو پڇتاءُ اِهو آهي ته هڪ ڏکهي جدوجهد ڪانپوءِ هوءَ انهن سمورن سپنن جي ساپيان نه ٿي ڏسي سگهي ۽ نه ئي محسوس ڪري ٿي سگهي، جيڪي هُن بابا سان گڏجي ڏٺا هئا. هُنن ٻنهي چاهيو ٿي ته اسين سمورا ڀائر ۽ ڀينرون سماجي ڪم ڪريون، ماڻهن جي سيوا ڪريون، سٺا ڊاڪٽر بڻجون جنڪي واقعي انسانيت جو فڪر هجي ۽ اسين سيئي اهو ڪجھ ڪرڻ لاءِ پتوڙي رهيا آهيون، پر هاڻ بابا رهيو ناهي جنهن کي فخر وچان ٻڌايون ته ڏس! تنهنجي چوڻ تي اسان ڇا ڇا ڪيو آهي. امان هاڻ سمجهي نه ٿي سگهي ته ڇا ڪجھ ٿي رهيو آهي. اسين چاهيون ٿا ته

هر هر سنڌن ٿورا مڃيون جو هنن اسانکي ڏوکڙ ناهڻ واري مشين بڻجڻ نه ڏنو. هنن اسانکي طب جي شعبي جو اهو رخ ڏيکاريو جيڪو جرڪندڙ آهي. اسين چاهيون ٿا ته ڪين اهي چڱيون ڳالهيون هدايون جيڪي اسانجي زندگين ۾ ٿي رهيون آهن. ڪين هدايون ته سنڌن عطيه اسپتال ۾ اهڙو ڪو ڪم نه پيو ٿئي جنهن تي ڪين ڪڏهن ڪا پشيماني ٿئي. اسان مان ڪو به ڪڏهن به ڪنهن غير اخلاقي ميڊيڪل پريڪٽس ۾ شامل نه رهيو آهي ۽ نه ئي ڪنهن سان ناانصافي ڪئي اٿون ۽ نه ئي وري ناانصافي ڪندڙن جو ساٿ ڏنو اٿئون. اسين چاهيون ٿا ته ڪوهي ڳوٺ اسپتال ۾ ٿيندڙ اسانجي هر سرگرميءَ ۾ هو شامل رهن ۽ پروڙين ته علائقي واسي ڪهڙي ريت احترام سان سنڌن ذڪر ٿا ڪن ۽ سنڌن ڪري سنڌن ٻارن جي به عزت ٿا ڪن. ڪين هدايون ته ان علائقي ۾ انيڪ زرخاتون آهن جيڪي هنن لاءِ من ۾ پنهنجائپ جا اُدمائيون رکن. هو پاڻ مشاهدو ڪن ته ڪوهي ڳوٺ اسپتال ۽ انجا تعليمي ادارا ڪهڙي ريت ترقي ڪري رهيا آهن. ڪين هدايون ته ڪوهي ڳوٺ ۾ تعليمي سرگرميون ٿي رهيون آهن، جتي ڇوڪريون سند يافتا ٿي معاشري ۾ عزت سان ڪم ڪار ڪري رهيون آهن. ڪوهي ڳوٺ اسپتال ۾ مريضن جو علاج معالجو بلڪل مفت ٿي رهيو آهي. اسين اهو سڀ ڪجهه چوڻ ٿا چاهيون ۽ چئي به سگهون ٿا پر افسوس اهو آهي ته جسماني طور تي ته هوءَ اسان سان گڏ آهي پر ذهني طور تي هاڻ هوءَ ڪجهه به سمجهڻ کان قاصر آهي. هوءَ اسانجي سرهائي، ڪاميابي، پنهنجي سپنن جي ساڀيان، پنهنجي جدوجهد جا ثمر ۽ پنهنجي زال مڙس جي ڪوشش جو نتيجو ڏسڻ جوڳي ناهي. اهو پڇتاءُ اسان سمورن لاءِ انتهائي وڏو پڇتاءُ بڻيل آهي.

اها هڪ عجيب ڳالهه آهي ته انهيءَ حالت ۾ به هوءَ ڪيترن ئي ماڻهن جي دلين ۾ اُتساهه ٿي پيدا ڪري. ڪوهي ڳوٺ مان مدوائفري

۽ ٽيوٽر تربيتي ڪورس مڪمل ڪندڙ شاگرديائيون پنهنجي گهرن ڏانهن روانو ٿيڻ کان اڳ سائنس ملڻ اينديون آهن. سندس ڪهاڻي پڙهڻ کان پوءِ سائنس ملي سمورين شاگرديائين جي من ۾ جيڪي ديپ جلندا آهن، ڄاڻان ٿو ته انجي جوت ڏور تائين ويندي ۽ سچي ڳالهه اها آهي ته هيءَ ڪهاڻي پڙهائڻ ۽ شائع ڪرڻ جو مقصد به اهو ئي آهي ته ماڻهو سمجهن ۽ ڄاڻن ته غربت ڪڏهن به ڪنهن جو به رستو روڪي نٿي سگهي. جيڪر من ۾ ويساهه هجي ته حالتون بدلائي سگهجن ٿيون. جدوجهد ۽ تعليم پاڻ بدلائي سگهن ٿا ۽ زندگين ۾ انقلاب اچي سگهي ٿو. تعليم کان وڏي ڪا قوت ناهي ۽ اهوئي ازلي ۽ ابدي سچ آهي.

ان سان گڏوگڏ اهو به چوڻ چاهيان ٿو ته ڪو به ان پيڙا جو ڪاٿو نٿو لڳائي سگهي جيڪا ان وقت من ۾ اُٿندي آهي جڏهن هوءَ اسانکي اڻڪن نيڻن سان ڏسندي آهي. اُهي نيڻ جيڪي زندگيءَ سان پرپور هوندا هئا، جيڪي ڪجهه چوڻ کانسواءِ اسانکي ڏڙڪو ڏيندا هئا ۽ اسين خاموش ٿي ويندا هئاسين. انهن نيڻن ۾ هاڻ اُها جوت ناهي رهي. گول چهري تي جرڪندڙ به ديپ اُجهامي چڪا آهن. سندس ويڪري پيشانيءَ تي جيڪا تجلي هئي سا الزاهيمر ڦري ورتي آهي. في الحال علاج معالجي جون موجود جديد سهولتون سندس درمان ڪرڻ کان قاصر آهن. وقت گذرڻ سان گڏ سندس ذهني حالت اجائين وڌيڪ متاثر ٿيندي. اها هڪ عجيب پيڙا آهي. اسانجي ملڪ جي سماجي حالت به ڪجهه اهڙي ئي قسم جي آهي. ڇا اسانجو معاشرو پڻ الزاهيمر جو شڪار آهي جو اهو وساري ويٺو آهي ته اسانکي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ڇا اسين سيئي ڪليل اکين ۽ وساريندڙ ذهنن سان سڀ ڪجهه ڏسندا رهون ۽ ڪجهه به نه ڪريون؟

## پچاڙڪا اکر

1990 جي ٿوري اهميت اها آهي ته ان سال بابا پنهنجي ٽين ڌيءَ گولهي لڌي. هوءَ رسول باندي ۽ سيد سميع احمد جي ڌيءَ طيبه فاطمه هئي. بابا جو پراڻو واقف سيد سميع احمد پاڪستان ريلوي ۾ مڪينيڪل انجنيئر هو ۽ هاڻ ريٽائر ٿي ڪراچيءَ ۾ ٽانيڪو هو. مون پنهنجي طرفان ڪوشش ڪئي ته منهنجي شادي روائتي شادين کان مختلف هجي. جيتوڻيڪ بابا وانگر ڊيڍ روپئي ۾ ته نه پر سادگيءَ سان ٿيڻ ۾ ڪو حرج ناهي. پنهنجو وهانءُ ته سادگيءَ سان ڪرائڻ ۾ سوپارو ٿي ويس پر اندازو نه هئم ته اسانجو معاشرو اجان تائين ان لاءِ تيار ناهي ته سادگيءَ کي صفت طور اختيار ڪجي ۽ فضول خرچيءَ کان پاسو ڪجي. بعد ۾ پتو پيم ته طيبه ۽ سندس پورو ڪٽنب سادگيءَ سان وهانءُ ڪرڻ واري انهي اصول تي خوش نه هو ۽ پنهنجي انهيءَ عمل سان ڪيترن ئي ماڻهن کي ناراض ڪري ڇڏيو هئم.

منهنجو نڪاح صدر جي خضرا مسجد ۾ عصر واري نماز کانپوءِ ٿيو، جتي منهنجا دوست يار گڏ ٿي ويا هئا. اُتان اسين ڄڃ جي صورت ۾ هڪ هال پهتاسين جتي هڪ سهڻي ڪنوار ته موجود هئي پر وقت جي پابندي ڪرڻ تي ڪاوڙيل.

طيبه جو ڏاڏو ۽ نانو ٻئي ڊاڪٽر هئا ۽ هُن پنهنجي مرضيءَ سان ڊاڪٽر بڻجڻ جو فيصلو ڪيو هو. بهاولپور ميڊيڪل ڪاليج مان ايم بي بي ايس ڪرڻ کانپوءِ ڪراچيءَ مان بنيادي تربيت مڪمل ڪئي هئائين. شاديءَ کان هڪدم پوءِ امان جو خيال هو ته طيبه سندس ڪم سنڀالي وٺندي ڇاڪاڻ جو هوءِ آهستي آهستي پنهنجو ڪم گهٽائي

رهي هئي، پر طيبہ جي من ۾ ايم بي بي ايس کان اڳتي بہ ڪجھ
ڪرڻ جا پور هئا. سندس ذهن ۾ اها بہ ڳالھ هئي تہ پاڪستان جي
مقامي ڊگري ۽ ڊپلوما جي ڪا خاص اهميت ناهي ۽ جيڪي ڪجھ
ڪرڻ چاهي ٿي سو پرڏيھ مان ڪري. ڪجھ صلاحن ڪانپوءِ طيبہ
فيصلو ڪيو تہ هوءَ امريڪا وڃي ڪجھ سالن ۾ تعليم ۽ تربيت
مڪمل ڪري ۽ ان عرصي ۾ آءٌ ڪوشش ڪندس تہ امريڪا اچي
رهي سگهان. هوءَ ڊينور، ڪولوراڊو ۾ پنهنجي ڀاءُ سيد ذڪي حسن
[illegible] اسهي جيڪو اُتي ڪيترن ئي سالن کان ذهني مرضن جو ماهر
ٿي ڪجھ مهينن کان پوءِ هوءَ اٽلانٽا ۾ پنهنجي ٻئي ڀاءُ سيد مهدي
حسن ڏانهن منتقل ٿي. اٽلانٽا ۾ ئي مشهور ايمري يونيورسٽي آهي،
اُتي هُن امريڪي امتحانن جي تياري ڪئي ۽ پنهنجي اڻٿڪ ڀرپور
ڪوشش ۾ ئي سمورا امتحان پاس ڪري ورتائين. امتحانن ڪانپوءِ
طيبہ کي پنهنجي پسند جي نوڪري وچيٽا ڪنساس ۾ ملي. اهو
عرصو هُن لاءِ انتهائي ڏکيو هو، جنهن دوران هُن پاڪستان ۾ پنهنجي
ٻارن ۽ پيئرن کان پري ٿي گهاريو. هڪ تہ اڪيلائپ ۽ ٻيو ڪم جو
بار، امريڪا ۾ تربيت جي ڏينهن ۾ ڪم انتهائي ڏکيو هوندو آهي.
اڪثر طيبہ جو فون ايندو هو تہ هوءَ سڀ ڪجھ ڇڏي موٽي اچڻ ٿي
چاهي پر ڳالھ ٻولھ ڪانپوءِ سندس حوصلا بحال ٿي ويندا هئا. يقيني
طور تي منجهس همت جي ڪا کوٽ نہ هئي پر ڪم ۽ وقت سان
مهاڏو اٽڪائڻ ڪو سولو ڪم ناهي. طيبہ اهو ڏکيو وقت انتهائي
بهادريءَ سان گذاريو. آءٌ پاڻ پاڪستان ۾ نئون هئس ۽ مرد طور
[illegible] مرضن جو ماهر ٿي ڪم ڪرڻ ڪو سولو ڪم نہ هو.
[illegible] بہ موڪلون ڪري سگهندو هئس امريڪا وڃي طيبہ سان
وقت گذارڻ جي ڪوشش ڪندو هئس. انهيءَ سموري صورتحال کان
ٻار خوش نہ هو. هُن ڪڏهن چيو تہ نہ پر پنهنجي سياءُ سان اهو

ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ضرور ٿي ڪيائين ته طيبه پاڪستان اچي هتي ٿي اعليٰ تعليم پرائي.

گذاري وڃڻ کان ڪجهه مهينا اڳ هڪ آچر جي منجهند جو جڏهن آءٌ بابا سان گڏ ويٺو هئس ته اوچتو هُن مونکان پڇيو هو ته ڇا آءٌ خوش آهيان پنهنجي ڪم ۽ زندگيءَ مان جيترو خوش ٿي پئي سگهيس سو ته بهرحال هئس پر بابا پڇي رهيو هو ته ڇا آءٌ پنهنجي شادي شده زندگيءَ مان مطمئن آهيان. هُن ڏانهن نهاريم ته سندس چهري جي تاثرن مان اندازو ٿي رهيو هو ته ڄڻ هو ڪا ڳالهه شدت سان چوڻ پيو چاهي. پوءِ آهستي سان چيائين ته منهنجي شادي سندس مرضيءَ سان ٿي هئي ۽ جيڪڏهن انهيءَ شاديءَ ۾ ڪا گڙٻڙ آهي ته هو ان لاءِ ذميوار آهي. چوڻ لڳو ته ان ڏس ۾ هو پنهنجي ذميواري قبولي ٿو ۽ جيڪڏهن ٿي سگهي ته آءٌ کيس معاف ڪري ڇڏيان. پيءَ جو پنهنجي پٽ کان معافي گهرڻ اسانجي معاشري جي روائت ناهي. پر بابا اسانجي معاشري جو ماڻهو نه هو. يقيني طور تي هو ان بابت سوچيندو رهيو هوندو، ڪيس پور ايندو هوندو ته هُن جيئن چاهيو ٿي سو نه ٿيو ۽ انڪري معذرت ٿي ڪيائين. ماءُ پيءُ جي طئي ڪيل شادين ۾ جيڪڏهن ڪا گڙٻڙ ٿي پوندي آهي ته انجي ذميواري ماءُ پيءُ پنهنجي ڪلهن تي کڻڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. بابا کي خاطري ڪرايم ته آءٌ خوش آهيان ۽ منهنجي ذهن ۾ ڪڏهن به اها ڳالهه نه آئي آهي ته ڪو هُن غلط فيصلو ڪيو آهي. اسان ٻنهي جي اها خواهش هئي ته طيبه اڳتي پڙهي ۽ هوءَ پڙهي رهي آهي. بابا جي نيڻن ۾ سڪون ايندي پروڙيم، سندس چهري تي اطمينان ڏسي مونکي سرهائي ٿي. هو اهڙوئي ماڻهو هو جيڪو پنهنجي ڪلهن تي ڪنهن قسم جو بار ڪٿي نه هلڻ چاهيندو هو، سندس پرسڪون چهرو منهنجي نظرن آڏو ترندو ٿو رهي

طيبہ جا سمورا پائر ءِ پينرون، سواءِ سيد رضي حسن جي، امريڪا هليا ويا هئا جڏهن تہ سندس ماءُ پيءُ ڪراچيءَ جي گلشن قبال واري علائقي ۾ ٽانيڪو هئا جن سان اڪثر ملندو رهندو هئس. طيبہ جي پيءُ سيد سميع احمد سان منهنجا انتهائي پلا تعلقات هئا ۽ منهنجو خيال آهي تہ آءُ بہ ڪيس پسند هئس. اڳتي هلي مٿس فالج جو حملو ٿيو تہ سيني گڏجي فيصلو ڪيو تہ ڪيس بہ امريڪا هليو وڃڻ گهرجي تہ جيئن سندس علاج معالجو ۽ سار سنڀال ٿي سگهي. طيبہ جو ڀاءُ سيد مهدي حسن امريڪا مان آيو ۽ ويزا وغيره جا ماملا حل ٿيڻ ڪانپوءِ ڪيس ۽ احمد کي پاڻ سان گڏ امريڪا وٺي ويو، احمد ڪراچيءَ ۾ طيبہ جي پيءُ جي ٿهل ٽڪور ڪندو هو. امريڪا ۾ علاج معالجي سان منهنجو سهرو ڪافي حد تائين نيڪ ٿي ويو ۽ زندگيءَ جا ڪجھ مهينا پنهنجي ٻارن سان انتهائي سرها گذاريائين. امريڪا ۾ ئي مٿس فالج جو ٻيو حملو ٿيو جيڪو هُن لاءِ موتمار ثابت ٿيو.

احمد جنهن کي پاڪستان واپس اچڻو هو، سو اوچتو گهران غائب ٿي ويو ۽ ڪنهن کي بہ سمجھ ۾ نہ آيو تہ هو ڪٿي آهي. ڪجھ مهينن ڪانپوءِ پتو لڳو تہ هو شايد شڪاگو ۾ آهي. جنهن جي ڪجھ مهينن ڪانپوءِ خبر آئي تہ ڪنهن احمد کي گولي هڻي ماري وڌو آهي ۽ سندس دوستن سندس لاش پاڪستان اُماڻيو آهي. اڃان تائين پتو نہ لڳي سگهيو آهي تہ هو گهران ڇو ڀڳو ۽ پوءِ ڪيس قتل ڪنهن ڪيو. بابا سدائين چوندو هو تہ امريڪا عجيب ماڳ آهي جتي ماڻهو بہ وڃڻ ڪانپوءِ عجيب ٿا ٿيو وڃن.

طيبا جي پيءُ جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ سندس ماءُ جي طبيعت اڪثر خراب رهڻ لڳي ۽ هڪ وقت اهڙو بہ آيو جو هوءِ فقط وهيل چيئر ذريعي ئي چرپر ڪرڻ لڳي. امريڪا ۾ پيءُ جي وفات ۽ ماءُ جي بيماري طيبہ کي انتهائي پريشان ڪري رکيو. هوءِ ڪيترائي ڀيرا

پاڪستان آئي پر پاڪستان جي حالتن ڪيس اجائين وڏيڪ پريشان ڪري وڌو، طيبه کي ان ڳالهه جو ڏک رهيو ته پاڪستان ۾ قابليت جو ڪو مان ناهي. هُن جنهن ماحول ۾ تربيت حاصل ڪئي آهي ان ۾ قابليت کي نيوڙڻ جو تصور به نٿو ڪري سگهجي. پاڪستان ۾ قابل ۽ ايماندار شخص کي ختم ڪيو ٿو وڃي. هوءَ اڃان به ڪڏهن ڪڏهن پر اُميد ٿي ويندي آهي ته شايد پاڪستان ۾ ڪو انصاف ٿئي ۽ لاقانونيت جو انت اچي ۽ هوءَ موٽي اچي پر مونکي اهو ٿيندي نظر نٿو اچي. پاڪستان ۾ اسانجو سمورو ڪٽنب طيبه جي ڪاميابين تي خوش آهي. هوءَ ٻارن جي هڪ سٺي ڊاڪٽر آهي ۽ هُن گهٽ کان گهٽ وقت ۾ رڳو پنهنجي قابليت جي آڌار تي اُهي سمورا امتحان پاس ڪري ورتا آهن جيڪي پاس ڪرڻ چاهيائين ٿي.

پنهنجي پيشيوراڻي سرگرمين، پاڪستان جي ڳوٺاڻن علائقن ۾ سرجري ۽ ميڊيڪل ڪئمپن ۽ ميڊيڪل جي تعليم ۽ تربيت ڪانسواءِ انگريزي اخبارن ۾ پاڪستان جي صحت سرشتي ۾ مسئلن بابت لکڻ سان گڏوگڏ اڙدو ۾ ڪهاڻيون پڻ لکندو آهيان جيڪي منهنجي مريضن ۽ اوسي پاسي رهندڙن بابت هونديون آهن، انهن غريب عورتن جون ڪهاڻيون جيڪي زندگيءَ هٿان هارائي وينديون آهن. انهن عورتن جا داستان جنکي تاراج ڪيو ويندو آهي. انهن ٻارن جون ڪهاڻيون جيڪي اسڪولن جي آسيس کان محروم ٿي ڪارن ڏنڏن ۾ زندگي ٽا گهارين. اِهي انهن مائرن جون ڪهاڻيون آهن جيڪي پور جوانيءَ ۾ ويم دوران اجل جو ڪاج ٿيون بڻجن يا ڪين فسٽيولا جهڙي ڪا بيماري تي لڳي. اهي ان ائٽمي ملڪ جي ماڻهن جون ڪهاڻيون آهن جن وٽ ائٽم بم ته آهي پر زندگيءَ جي بنيادي سهولتون جي اُٿهوند پڻ. سرڪاري نوڪري ڇڏي ڏني اٿم ۽ هاڻ اُميد

ٿو ڪريان تہ مونکي وڏيڪ وقت ملندو ۽ شايد اُهو وقت بهتر طريقي سان استعمال بہ ڪري سگهان.

ادو ٽيپو پاڪستان نيوي تحت هلندڙ يونيورسٽي ۾ ميڊيڪل ڪاليج جي سربراهہ طور ڪم ڪري رهيو آهي. ڀاڄائي طلعت عطيہ اسپتال ۾ ٻارن جي ڊاڪٽر آهي. ڀاڄائي ياسمين عطيہ اسپتال ۾ پيٿالوجيءَ جي ليبارٽري منظم انداز ۾ هلائي رهي آهي. ادو سراج پيٿالوجيءَ سان گڏوگڏ ايمبرائيو لوجيءَ ۾ بہ دلچسپي وٺڻ لڳو آهي ۽ ان ڏس ۾ اضافي تربيت پڻ حاصل ڪئي اٿائين ۽ سنڌ انسٽيٽيوٽ آف ري پروڊڪٽو ميڊيسن ۾ شاهين جي مدد ڪري رهيوآهي. اهو ادارو شاهين قائم ڪيو آهي جيڪو ڪراچيءَ ۾ سنڊيپٽي جي شڪار پرٽيل جوڙن جي علاج جو چوٿون ادارو آهي. اهو ادارو عطيہ اپستال ۾ قائم آهي جتي شاهين ڪم سان گڏوگڏ ڊاڪٽرن جي تربيت پڻ ڪري رهي آهي ۽ ادو سراج عادت موجب ايمبرائيولوجيءَ جي ٽيڪنيشنز کي بہ عملي تربيت ڏئي رهيو آهي، شاهين پنهنجي سمورين مصروفيتن جي باوجود نائل ۽ انوراجي بہ پالنا ڪري رهي آهي. شاهين وانگر غوثيہ بہ فاطمہ ۽ عائشہ کي پنهنجو ڪيو آهي ۽ هو سيئي تازو ئي آئرلينڊ کان موٽي پاڪستان آيا آهن. چاند عطيہ اسپتال ۾ پئي ڪم ڪري.

عفيہ ۽ صفيہ بابت وڌيڪ لکڻ ضروري آهي. عفيہ پاڪستان اچي سرڪاري ادارن ۾ ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر سگهوئي سمجهي وئي تہ شايد سرڪاري ادارن ۾ اُهو ڪجهہ نہ ڪري سگهندي جيڪو ڪيس ڪرڻ گهرجي. جنهن ڪانپوءِ هڪ جديد غير سرڪاري يونيورسٽي اسپتال ۾ پروفيسر طور ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين ۽ پنهنجي ڪم مان انتهائي مطمئن آهي. عفيہ کي پروفيسر بڻجڻ ۾ ڪا خاص ڏکيائي پيش نہ آئي ڇاڪاڻ جو جتي معيار فقط قابليت

هجي اُتي سندس مقابلو ڪرڻ ڏکيو آهي. سندس پيٽ ۾ صفيہ سرڪاري اداري ۾ ڪم ڪري رهي آهي. پنهنجي قابليت، اڻٿڪ محنت ۽ ضرورت کان وڌيڪ سندون هوندي بہ سندس رستو فقط انڪري ٿوروڪيو وڃي جو هوءَ ڪنهن مخصوص ماڻهو جي پيڻ آهي. سرڪاري ادارن ۾ قابليت جو ڪو قدر ناهي، ترقيءَ واسطي مٽي مائٽي، سفارش يا خوشامد ضروري آهي. اسان سيني لاءِ اها ڳالهہ فخر جي آهي تہ قابليت ۽ محنت ۾ تمام ٿورڙا ماڻهو ئي صفيہ جو مقابلو ڪري سگهن ٿا. صفيہ جي مڙس سرور جميل صديقيءَ جو بہ رستو روڪڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. هُن سرڪاري نوڪري ڇڏي ڏني تہ هڪ مشهور غير سرڪاري يونيورسٽي اسپتال ڪيس هڪدم پاڻ ڏانهن ڇڪيو جتي هو پنهنجي ڪم ۽ مريضن مان انتهائي خوش آهي پر سرڪاري اسپتال ۾ جن مريضن جو هو مسيحا هو تن جو نقصان ٿي ويو. فيصلا ڪندڙ ڪوتاهہ نظر گهٽ عقل ڄامڙن لاءِ ان ڳالهہ جي ڪا اهميت ناهي.

ان موقعي تي ادي سراج جو ذڪر ضروري ٿيندو، جنهن مان اندازو ٿي سگهندو تہ اسانجو سرشتو ڪيترو ناقص، بيهودو ۽ بيڪار آهي، منهنجو مطلب فقط صحت سرشتو ئي نہ پر ملڪ ۾ لاڳو هر قسم جي سرشتي جو اِهوئي حال آهي. ڊائو ميڊيڪل ڪاليج جيڪا هاڻ ڊائو يونيورسٽي آف هيلٿ سائنسز بڻجي چڪي آهي، ڪراچي يونيورسٽيءَ سان لاڳاپيل هئي ۽ اسانکي ڊگري ڪراچي يونيورسٽي جاري ڪندي هئي. ادي سراج ڪيترائي ڀيرا اخبارن ۾ پڙهيو تہ ڪراچي يونيورسٽي شديد مالي گهوٽالي جو شڪار آهي تہ سوچيائين تہ ان ڏس ۾ ڪجهہ ڪرڻ گهرجي. هُن ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڊگري حاصل ڪيل پنهنجن دوستن سان گڏجي هڪ رٿا تيار ڪئي. ادو سراج وڏڪاريءَ جو شوق ٿو رکي ۽ جڏهن کان پاڪستان آيو آهي

هر سال گهٽ ۾ گهٽ 365 وڻ ضرور پوکيندو آهي. هو بابا جي انهيءَ نصيحت تي عمل ٿو ڪري ته سدائين کو ڦلدار يا ڇانوري پريو وڻ پوکيو، جو ماڻهن کي ڪم اچن. ادي سراج پنهنجي تحقيق مان پرايو ته گدامري ۾ ساجنا جا وڻ پوکيا وڃن جيڪي ڦلدار به آهن ته ڇانورو به ڏين ٿا ۽ انهن تي خرچ پڪو به گهٽو نٿو اچي. ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اوسي پاسي وڏي شاهي زمين خالي پيل آهي سو ادي سراج پنهنجي دوستن جي مدد سان ڪاٿو لڳايو ته ان مان يونيورسٽيءَ کي وڏي آمدني ٿي پوندي جيڪڏهن اُها کين پنهنجي زمين تي وڻ پوکڻ ڏئي. يونيورسٽيءَ کي کو خرچ پکو نه ڪرڻو پوندو جيکو سمورو ادي سراج ۽ سندن دوستن ٿي ڪيو جڏهن ته انجي ملڪيت ۽ آمدني يونيورسٽيءَ جي هجي ها. ادو سراج يونيورسٽي جي ڪيترن ئي عملدارن سان انيڪ ڀيرا مليو جن سندن رٿا کي ساراهيو ته سهي پر ابترو اينگهاياٺون جو ڪيس اندازو ٿي ويو ته يونيورسٽي انتظاميه ان ڏس ۾ ڪجهه به ڪرڻ نٿي چاهي ۽ نه وري ڪنهن کي ڪجهه ڪرڻ ڏيندي. اسانجي ادارن جو سڀ کان وڏو هاڃو اهوئي آهي، انهن جا سربراهه ادارن کي پنهنجي ذاتي مفادن لاءِ استعمال ٿا ڪن ۽ ادي سراج جهڙن ماڻهن جا من ڦسايو ڇڏين جيڪي حالتن ۾ تبديليءَ لاءِ ڪا مدد ڪري پيا سگهن.

اسين سڀئي پنهنجي والدين جا انتهائي ٿورائتا آهيون جن اسانجي ذهن ۾ ذاتيات وارو ٻوٽ اُسرڻ نه ڏنو. هُنن سدائين اها تربيت ڏني ته پنهنجي ذات ڪان مٿيرو ٿي ڏسڻ گهرجي. ڪوتاهه عقلي ۽ تنگ نظريءَ جو ڪو فائدو ناهي، سدائين وسعتن ۾ سوچڻ گهرجي ۽ ڏور تائين ڏسڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. قابليت، ايمانداري ۽ محنت جي بنياد تي سمورا ڪم ڪرڻ گهرجن. انهن ئي بنيادي اصولن تحت اسين ڪوهي ڳوٺ ۾ ڪم ڪرڻ جي ڪوشش پيا ڪريون ۽

مستقبل ۾ به انهن ئي بنيادن تي ڪم ٿيندو. اسان امان جي عطيي اسپتال کي هڪ ٽرسٽ جو روپ ڏنو آهي جنهن جي آمدنيءَ جو سمورو نفعو ڪوهي ڳوٺ جي اسپتال هلائڻ ۾ خرچ ٿئي ٿو ۽ ڪٽنب جي ڪنهن به فرد جو ان نفعي ۾ ڪو حصو ناهي. اسين سڀئي سمجهون ٿا ته اهو بابا جي انهيءَ رومان جو تسلسل آهي جيڪو سڄي زندگي سندس پيڇي رهيو. 1980 واري ڏهاڪي تائين اسانجي معاشري ۾ به ڪاٻي ۽ ساڄي ڌر واري سياست جي نالي تي هڪ طرح جي رومانوي جدوجهد هلندڙ هئي، ماڻهن کي اُميد هئي ته هو پنهنجي جدوجهد سان دنيا بدلائيندا پر وقت گذرڻ تي اهو رومان ختم ٿي ويو ۽ سپنا پورا ٿي ويا. اڄ جا اڪثر نوجوان ٻين جون زندگيون تبديل ڪرڻ لاءِ ڪنهن به قسم جي جدوجهد ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. سندن پتوڙ رڳو پنهنجي زندگي بدلائڻ لاءِ ئي محدود آهي، سندن خيال سندن نظريا بنهه مختلف قسم جا آهن. ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان ته نوجوان ٻين جا مذهب، خيال ۽ عقيدا بدلائڻ لاءِ جيڪا سگهه استعمال ڪري رهيا آهن سي جيڪڏهن اجتماعي حالتون بدلائڻ تي خرچ ڪن ته جيڪر ملڪي حالتون انتهائي مختلف ٿي وڃن. اسين اهوئي ٿا چاهيون ته اهڙا مثال قائم ڪجن جيڪي نوجوانن لاءِ سونهان ثابت ٿين. اسانکي پتو ناهي ته مستقبل ۾ ڪوهي ڳوٺ اسپتال جو ڇا ٿيندو ۽ انجي ترقيءَ جو ڪهڙو معيار هوندو پر ايترو ضرور پتو اٿئون ته ڪوهي ڳوٺ اسپتال ۾ ڇا نه هوندو، جهڙوڪ هتي ڊاڪٽر ڪمائڻ لاءِ ميڊيڪل ڪاليج نه کولي ويندي. اسانوٽ زميني سهولتون آهن، ڪٽنب ۽ دوستن کي گڏائي تعليمي فيڪلٽي موجود آهي ۽ اڪثر دوست احباب چوندا رهندا آهن ته هڪ ميڊيڪل ڪاليج کوليون پر اسانجي وراڻي اهائي هوندي آهي ته فقط ڊاڪٽر ڪمائڻ لاءِ ميڊيڪل ڪاليج ڪڏهن به نه کوليندا سين. اسين لاشن جا

سوداگر ناهيون. ميڊيڪل ڪاليج جو ڌنڌو انتهائي نفعي پريو آهي ۽
ڪو مناسب ۽ جديد ميڊيڪل ڪاليج جيڪو شاگردن سان انصاف
ڪري سو خانگي شعبيءَ ۾ هلي نٿو سگهي ۽ اسين ڪنهن اهڙي ڌنڌي
۾ شامل ٿيڻ نٿا چاهيون جنهن جي بنياد دولاب تي هجي. ڊاڪٽر اهو
ڪيئن ٿا ڪري سگهن؟ انهيءَ ڪوشش ۾ رڌل آهيون ته ڪوهي ڳوٺ
اسپتال ۾ انهن ماڻهن جي تربيت جو انتظام ڪريون جنجي ملڪ کي
ضرورت آهي جهڙوڪ نرسون، مڊوائف ۽ پيراميڊيڪس.

اسين هڪ اهڙو پروگرام هلائي رهيا آهيون جنهن تحت
مڊوائفري پڙهائيندڙ استاد تيار ٿين. هتان جي اسپتال سگهوئي ٽي
سئو بسترن تي ٻڌل هوندي جتي مريضن جو مفت علاج معالجو ڪيو
ويندو. اهوئي اسانجي ماءُ جو سپنو هو ۽ اهائي اسانجي پيءُ جي
خواهش ۽ اُميد اٿئون ته هڪ ڏينهن اهو سپنو ۽ خواهش ضرور پورا
ٿيندا.

اهو ٻه چاهيان ٿو ته ان موقعي تي پنهنجي انهن پينرن جو خاص
طور تي ذڪر ڪريان جن جي موجودگي منهنجي زندگيءَ ۾ هڪ
ختم نه ٿيندڙ خزاني وانگر آهي. آءُ پائرن ۾ سڀ کان ننڍو آهيان پر
پنهنجي سمورين پينرن کان وڏو آهيان. پنهنجي پينرن سان گهاريل
ننڍپڻ وارا ڏينهن منهنجي حياتيءَ جا وساري نه سگهجندڙ پل آهن.
پتو اٿم ته سندن من ۾ منهنجي، منهنجي زال ۽ ڌيءُ لاءِ اڻ ميو پيار
آهي جيڪو سمنڊ جيان وشال آهي. هُنن سان گڏ هڪ ڀرپور زندگي
گذاري اٿم ۽ اُميد ٿو ڪريان ته هُنن ٻه مون سان گڏ جيڪو وقت
گذاريو آهي سو هنن لاءِ بار نه رهيو هوندو. ثورا چاند، شاهين، عفيه،
صفيه، غوثيا ۽ زائراه جا ۽ منهنجي زندگيءَ ۾ اوهان سڀني جي وجود
جا

ان سان گڏوگڏ پنهنجي پاٽيجن، پاٽيجين، پائيٽن، پائيٽين جو

پڻ ٿورائتو آهيان، سندن زالن ۽ مڙسن جا به ٿورا، جن بابت في الحال ڪجهه به نه لکيو اٿم. جهڙي ريت هُنن پنهنجي ڏاڏي ۽ ڏاڏيءَ، ناني ۽ نانيءَ جي سپنن جي ساڀيان ۾ پنهنجي والدين جو هٿ ونڊرايو آهي تنهن منهنجي من ۾ هنن لاءِ قدر اجائين وڌائي ڇڏيو آهي. ڪجهه سال اڳ منهنجي زندگيءَ جي ساٿياڻي طيبه فاطمه آپريشن ٿيٽر ۾ هران اينسيٿيسٽ جو اوسيئڙو ڪري رهي هئي جيڪو ايپيڊيورل اينسيٿيسيا لڳائڻ وارو هو ته جيئن سيزرين سيڪشن ذريعي منهنجي ڌيءَ ڄمي. طيبه اُن وقت مونکان پڇيو هو ته ”ڇا اِهو ممڪن ٿيندو ته آءٌ پنهنجي ڌيءَ جو نالو عطيه رکان“.

مون وراڻيو هو ته ”ضرور! امان ڪان وڌيڪ ته ان تي آءٌ خوش ٿيندس پر هن وقت تون ان بابت ڇو پئي سوچين؟“.

”انڪري جو آءٌ چاهيان ٿي ته منهنجي ڌيءَ به منهنجي سس جيان پڙهيل ڳڙهيل ۽ بهادر هجي ۽ منجهس هُن وانگر ئي ماڻهن جا ڀاڳ بدلائيندڙ طاقت هجي“.

منهنجون اکيون پرجي آيون هيون. امان جي اُها تصوير جنهن ۾ هوءَ زار يا عطيه شاه کي پاڪرن ۾ پئي پري، ۾ سندس نيڻن ۾ زاريا عطيه لاءِ اُهو سمورو پيار آهي جيڪو آءٌ ۽ منهنجي ڌيءَ ڪڏهن به وساري نه سگهنداسين.

بابا تاريخ جي ڪتابن مان نالا چونڊي پنهنجي ٻارن تي رکيا، طيبه کي تاريخ پڙهڻ جي ضرورت پيش نه آئي جو امان جو مثال گهر اندرئي موجود هو ۽ هُن اسانجي ڌيءَ جو نالو مٽس رکيو. اهي بابا جا سپنا هئا جن کي امان ساڀيان ڏني ۽ انهن سپنن جي ساڀيان واسطي امان ۽ بابا جا جيترا ٿورا مڃيان سي گهٽ ٿيندا.

## نوٽس

### باب پھريون

1. ويائو: هڪ ننڍڙو ڳوٺ جتي ميرپوجا انگريز فوجين کان پڇي نڪتو هو. سندس ڪٽنب جا ڀاتي سندس ڦاسيءَ ڪانپوءِ مختلف ڳوٺن ۽ وسندين ۾ لڪندا رهيا. مير پوجا جي ڪٽنب جا ڪجهه ڀاتي ويائو ڪانپوءِ ديسنا ۾ اچي ٽانيڪو ٿيا.
2. ٽيپو سلطان: ميسور جو حاڪم هو ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي حاڪميت قبولڻ کان انڪار ڪيائين ۽ انگريزن سان ڦيٽ ڪاڏائين. ڪيس پنهنجي وزير مير صادق جي غداريءَ سبب شڪست ڪائڻي پئي.
3. سراج الدوله: بنگال جو حاڪم هو جنهن انگريز تسلط خلاف جنگ ڪئي ۽ پنهنجي وزير مير جعفر جي غداريءَ سبب هارائي ويو.
4. ميرٺ : آزاديءَ واري جنگ جي شروعات منگل پانڊي ميرٺ شهر مان ڪئي. منگل پانڊي کي بغاوت جي ڏوهه ۾ ڦاسي ڏني وئي.
5. بهادر شاهه ظفر: آخري مغل حاڪم جنهن وٽ فوج ته هئي پر انگريزن سان وڙهڻ جي همت نه هئي. بهادر شاهه ظفر انگريزن سان لڙائي ۽ شاهي ڪٽنب جي اميرن ۽ سردارن جي سازشن سبب پنهنجي حڪومت وڃائي ويٺو.
6. جگديش پور جو ڪنور سنگهه: ڪنور سنگهه ۽ سندس ڀاءُ انگريزن خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو پر پنهنجي ئي ماڻهن جي سازشن ۽ غدارين سبب جنگ هارائي ويا. سازشن ۽

غدارن کي انگريزن نوازيو ۽ مقامي اقتدار تي قبضو ڪيائون. افسوس اِهو آهي تہ آزاديءَ کانپوءِ بہ عوام انهن ئي غدارن کي حڪمرانيءَ جو حق ڏنو.

7. سيد سلمان ندوي: ديسنا ڳوٺ سان تعلق رکندڙ هڪ عالم، جيڪو علاما شبلي نعمانيءَ جو شاگرد هو. نعمانيءَ جي گذاري وڃڻ کانپوءِ ندويءَ سندس ڪتاب سيرت النبي مڪمل ڪيو.

8. ديسنا لائبرري : ديسنا جي رهواسين پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ لائبرري قائم ڪئي هئي جيڪا آزاديءَ کانپوءِ پٽنا شهر جي خدا بخش لائبرري جي حوالي ڪئي وئي. اڄ بہ خدابخش لائبرريءَ ۾ ديسنا لائبرريءَ جو هڪ ڌار حصو آهي. اها لائبرري هندستان جي تعليم واري پهرين وزير ابو الڪلام آزاد ذريعي خدابخش لائبرريءَ ۾ ضم ٿي هئي.

9. خدا بخش لائبرري : پٽنا جي انهيءَ لائبرريءَ ۾ تعليمي ڪتابن جو ذخيرو ۽ هٿ سان لکيل انيڪ مسودا موجود آهن.

10. سيد ابو طاهر : ابو ظفر آزاد جو والد جيڪو ورهاڱي کانپوءِ پارت ۾ ئي رهيو. هڪ حادثي ۾ ڏڏ جي هڏي ٽٽڻ کانپوءِ هو لنگر ٽوليءَ ۾ موجود پنهنجو گهر ڇڏي پاڪستان آيو ۽ آخري پل تائين پٽنا وڃڻ جي خواهش ڪندو رهيو. هو ڪراچيءَ ۾ گذاري ويو.

11. راجندر پرشاد : هندستان جو پهريون صدر جيڪو سيد ابو طاهر جو گهاٽو دوست هو. سندس پٽ سيد ابو ظفر جي دوستن مان هڪ ۽ ڪانگريس ۾ انتهائي سرگرم هو.

12. انڊيگو جي پوک: سڄي هندستان ۾ نون حاڪمن انڊيگو (نيل) جي پوکيءَ جي نالي تي هڪ جنگ جي شروعات ڪئي جو ڪين اولهہ ۾ ڪپڙي جي صنعت لاءِ انڊيگو جي شديد ضرورت هئي.

## باب پيون

1. پرونندو اينگلوسنسڪرت اسڪول: ابو طاهر جي زندگيءَ ۾ انهيءَ اسڪول جي وڏي اهميت رهي جتان پنهنجي تعليم جي شروعات ڪيائين جتي سندس سمورا ٻار پڙهيا. ان ريت اهو اسڪول ڪٽنب ۾ هڪ تاريخي حيثيت رکي ٿو.
2. سنجيده خاتون : ابو طاهر جي پهرين ڏيءُ جنهن جي شادي سيد فضل رب سان ٿي جيڪو سمستي پور جي هڪ ڪاليج جو پروفيسر هو. کين ٻارهن ٻار ٿيا، انيس الرب، توصيف الرب، نزهت صبح، طلعت شير، مسرت جميل، فيض الرب، صولت آفتاب، رفعت اختر، اعجاز الرب، عفت حسين، عطرت حيدر ۽ وسيف الرب. هيءُ ڪٽنب هندستان کان پاڪستان نہ آيو. پنهنجي مڙس جي گذاري وڃڻ کانپوءِ سنجيده خاتون پنهنجن پٽن ۽ ڌيئرن وٽ پاڪستان هلي آئي.
3. ڪنيز فاطمہ : ابو طاهر جي ٽين زال جيڪا انتهائي وضعدار ۽ مهذب خاتون هئي. کيس سنگيت سان لڳاءُ هو ۽ هوءَ پاڻ بہ پيانو وڄائيندي هئي. کيس گهريلو ڪمن ڪارين ۾ وڏي دلچسپي هئي. سلائي ڪڙهائي ۽ پرت وغيره جي ماهر هئي. بدقسمتيءَ سان نوجواني ۾ ئي سلهہ جو شڪار ٿي موت جو ڪاج بڻي. سندس پيئرن ۽ پائرن سندس ٻارن جي زندگيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.
4. سيد ابوذر محمد رئيس : ڪنيز فاطمہ جو سڀ کان وڏو پٽ، جنهن جو وهانءُ رقيا خاتون سان ٿيو. سندن ٽي ٻار ٿيا، سيد وقار رئيس جيڪو ڪينيڊا ۾ ٽانيڪو آهي، فرخ رئيس جيڪو

امريڪا ۾ ٿو رهي جڏهن ته ڌيءُ زيبا جاويد ڪراچيءَ ۾ ٿي رهي.

5. سيد ابو البر محمد رضوي : هڪ سائنسدان جيڪو انيڪ صلاحيتن جو مالڪ ۽ اڄڪلهه امريڪا ۾ مختلف سرگرمين ۾ مصروف آهي. جانورن جي چڱڀلائي ۽ سماجيءَ ترقي ۾ سائنس جو ڪردار سندس زندگيءَ جا اهم ڪم آهن. پنهنجي مقصدن جي حصول لاءِ هو مستقل طور تي فعال رهي ٿو.

6. سيد ابو طالب محمد طاهر : سندس وهاڻ نشاط فاطمه سان ٿيو جيڪا ڪنيز فاطمه جي وڏي ڀاءُ جي ڌيءُ آهي. سندس ٻار سيد تنوير، سيد توقير ۽ مهوش طالب امريڪا ۾ ٽانيڪو آهن. سيد ابو طالب گهڻ رخي شخصيت جو مالڪ آهي، هو سنگيت، ناٽڪ، اداڪاري، سماجي ۽ ادبي سرگرمين ۾ فعال آهي. پنهنجي سرگرمين لاءِ ڪراچي، ڪوئيٽ ۽ امريڪي شهر ڊلاس ايندو ويندو رهندو آهي.

7. خورشيد جمال فاطمه : پنهنجي انجنيئر مڙس سيد ابو الڪلام سان گڏ بهار جي شهر جمشيد پور ۾ ٽانيڪو رهي. اڄڪلهه امريڪي علائقي لانگ آءِ ليند ۾ پنهنجي ٻارن سان گڏ رهي ٿي. سندس پٽ رياض، سيد نياز ۽ سيد اياز امريڪا ۾ ڪامياب زندگي گذاري رهيا آهن. سمورا ڀائر ۽ سندن ٻار اُتان جي سماجي سرگرمين ۾ مستقل طور تي سرگرم رهن ٿا. سيد فياض اڃان تائين جمشيد پور ۾ ئي آهي ۽ امريڪا وڃڻ جي ڪا خواهش نٿو رکي. سندس ڌيءُ فرزانا طلحه جنهنکي پيار وچان بيبي سڏيو ويندو هو، ننڍي ڄمار ۾ ئي ليوڪيميا وگهي گذاري وئي. فرزانا جا ٻار پنهنجي پيءُ وٽ شارجه ۾ رهن ٿا.

8. سباش چندر بوس : هندستان جي آزاديءَ واري ويڙهه جو سورمو

جيڪو انگريزن خلاف ويڙهه دوران جاپان ايندي هڪ هوائي حادثي ۾ پر اسرار طور تي گذاري ويو.

9. بيبي صادقه خاتون : منهنجي ناني، جنهن جو وهانءُ سيد علي نذير سان ٿيو، سندس ٻارن ۾ عطيه ظفر، نصرت رڪن الدين، تسنيم قادري ۽ سيد مبشر احمد شامل هئا.

10. نصرت رڪن الدين : سندس وهانءُ سيد رڪن الدين سان ٿيو ۽ ڇهه ٻار حميد النسا، سيد رضي الدين، سيد فريد الدين، سيد ضيا الدين، ترنم جبين ۽ سيد غياث الدين ڄڻيائين. انهيءَ ڪٽنب جا ياتي پاڪستان ۽ امريڪا ۾ ٽانيڪو آهن.

11. تسنيم قادري: سندس وهانءُ سيدابوالخير قادريءَ سان ٿيو. ڪيس چارٻار سيده پروين، سيد عرفان قادري، سيد ريحان قادري ۽ سيده عصمت زرين آهن جيڪي پاڪستان ۾ ئي ٽانيڪو آهن. سيد عرفان قادري ڪوهي ڳوٺ اسپتال جو فعال ڪارڪن آهي.

12. سيد مشير احمد : سندس وهانءُ آسيه خاتون سان ٿيو. ڪين ست ٻار ٿيا، ناز مستور، سيد منير احمد، ثوبيه خورشيد، فائزا ناز، تابنده ناز، سيد شبير احمد ۽ زائره بتول سيف، هو سيئي ڪراچيءَ ۾ ئي ٽانيڪو آهن.

13. ابو ظفر ۽ هندومت : بابا پنهنجي جوانيءَ ۾ ڪانگريس ۾ تمام گهڻو سرگرم هو، مٿس ڪيترائي ڀيرا الزام لڳو ته هو هندو ٿي ويو آهي. جڏهن پٽنا ميونسپل ڪارپوريشن جو وائس چيئرمين هو ته هُن جي خلاف مسلمانن جي هڪ اخبار ۾ خبر ڇپي وئي ته سندس زال مذهبي طور تي سرسوتيءَ جي ٻوٽي کي ريج تي ڏئي ۽ اهو سڄو ڪٽنب هندو ٿي ويو آهي. واضع رهي ته هندومت ۾ مذهب تبديل ڪري شامل نٿو ٿي سگهجي. زرد صحافت انجوئي نالو آهي.

14. عبدالباري : پٽنا جو هڪ مشهور سياستدان ۽ پروفيسر جنهن جو تعلق ڪانگريس سان هو. هو بابا جو سياسي اُستاد ٻه هو. پروفيسر باريءَ جي قتل ڪانپوءِ بابا سياسي سرگرمين سان ناتو ٽوڙي ڇڏيو. سندس ڪاغذن مان ڪي اهڙا خط ٻه مليا آهن جن جو تعلق پروفيسر باريءَ جي ڪٽنب سان آهي جنهن مان ظاهر ٿو ٿئي ته پاڪستان اچڻ ڪانپوءِ ٻه هُن پروفيسر باريءَ جي ڪٽنب سان پنهنجو ناتو برقرار رکيو ۽ مستقل لکپڙهه ڪندو رهيو.

## باب ٽيون

1. چاڪيواڙو : لياريءَ جو هڪ علائقو جتان بابا جهڳيءَ مان پاڪستان ۾ پنهنجي زندگيءَ جي شروعات ڪئي. ٿورڙي عرصي ڪانپوءِ هو بهار ڪالونيءَ جي هڪ گهر ۾ منتقل ٿيو.
2. بولٽن مارڪيٽ : ڪراچيءَ جي هڪ پراڻي مارڪيٽ، ڪجهه سال اڳ بلڊنگ مافيا سان تعلق رکندڙن انهيءَ تاريخي عمارت کي ساڙي ڇڏيو. بعد ۾ ساڳي زمين تي هڪ بي ڍنگي مارڪيٽ قائم ڪئي وئي.
3. سيد حسين عالم : غازي اسڪول جي شروعاتي ڏينهن کان بابا سان گڏ ڪم ڪندڙ. هُن اسڪول جي ترقيءَ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو، گڏوگڏ هڪ ايماندار ۽ فرض شناس آفيسر طور ڪي ڊي اي ۾ ٻه ڪم ڪندو رهيو.
4. فياض احمد چنگو : هندستان جي شهر الله آباد سان تعلق رکندڙ. هو شروعاتي ڏينهن کان بابا سان گڏ ڪم ڪندو رهيو ۽ غازي اسڪول جي ننڍين وڏن مسئلن جي حل ۾ هٿ ونڊائيندو رهيو.

غازي اسڪول جي شاگردن جي ساڻس دوستي ٿي ويندي هئي. هٽ جي ڇهن آڱرين سبب کيس ڇنگو سڏيو ويندو هو. هو ننڍي ڄمار ۾ ئي گذاري ويو.

5. حبيب جالب : مشهور انقلابي شاعر، جنهن پنهنجي نوجوانيءَ جو ڪجهه حصو ڪراچيءَ ۾ گذاريو. ان دوران هو غازي اسڪول ۾ پڻ رهندو رهيو.

6. الطاف آزاد : کاٻي ڌر سان تعلق رکندڙ انقلابي جيڪو جوانيءَ ۾ شاگردن ۽ مزدورن جي سياست سان لاڳاپيل رهيو ۽ هڪ ٽريفڪ حادثي ۾ گذاري ويو.

## باب چوٿون

1. ماستر ثقلين : سرڪاري اسڪول ۾ انگريزيءَ جو هڪ لائق اُستاد جيڪو دلچسپي رکندڙ شاگردن کي پنهنجي گهر ۾ پڙهائيندو هو. امان انگريزي جي بنيادي تعليم کانئس ئي پرائي.

2. سعيد الحق عاشق دسنوي : هڪ صحافي جيڪو ڍاڪا ۾ ڪم ڪندو رهيو. سندس ايمانداريءَ کيس مشهور بڻايو جنهن سبب کيس احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو هو.

3. علي اصغر : پاڪستان انٽرنيشنل ايئر لائنز مان ريٽائر ٿيڻ کانپوءِ نيويارڪ ۾ ٽانيڪو آهي ۽ اُتي رهندڙ پاڪستان ۽ هندستان واسين جي سماجي سرگرمين ۾ متحرڪ آهي.

4. مختار چاچا : سلهٽ کانپوءِ مختار چاچو انگلينڊ هليو ويو ۽ اُتيئي جنرل پريڪٽشنر طور ڪم ڪندو رهيو.

5. سيد جمال حسن رضوي : سندس تعلق هڪ زميندار گهراڻي سان هو، بابا جو گهرو سنگتي هو ۽ ٻنهي جو هڪٻئي تي

اعتماد هو. سيد جمال انتهائي دريا دل شخصيت جو مالڪ هو
ڪئنسر وگهي ننڍي ڄمار ۾ ئي گذاري ويو.

6. قسيم الدين فيروزي: هاڻ ورجينيا امريڪا ۾ ٽانيڪو آهي. هو صوفي ازم ۾ گهري دلچسپي رکندي پنهنجو گهڻو ٽئو وقت لکڻ پڙهڻ ۾ ئي گذاري.

7. شوڪت: جهان آرا ۽ مولانا اظهار جي ڌيءُ هئي. جهان آرا جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ مولانا اظهار پنهنجي ڪٽنب کي ڇڏي اوير پاڪستان هليو ويو ۽ پنهنجي ڪٽنب سان ڪا ڏيتي ليتي نہ رکيائين.

8. صبيع محسن : ڪيترن ئي ڪتابن جو ليکڪ جيڪو مستقل بنيادن تي سماجي موضوعن تي اخبارن ۾ لکندو ٿو رهي. ريڊيو پاڪستان مان ريٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ ڪراچيءَ ۾ ٽانيڪو آهي. سندس سمورا ٻار اعليٰ تعليم پرايل آهن.

9. انيس الرب: سنجيده خاتون جو سڀ کان وڏو پٽ جيڪو بينڪ مان ريٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ ڪراچيءَ ۾ ٽانيڪو آهي ۽ پنهنجي ٻارن سان ملڻ واسطي امريڪا ايندو ويندو رهندو آهي.

10. مقيت نانو : نانيءَ جو وڏو ڀاءُ جنهن پنهنجي زندگي چٽا گانگ ۾ گذاري. اوير پاڪستان جي بنگلاديش بڻجڻ ڪانپوءِ هو ڪراچي اچي ويو ۽ اسان وٽ رهندي پنهنجي باقي زندگي گذاريائين، سڄي حياتي سماجي سرگرمين ۾ متحرڪ رهيو.

## باب پنجون

1. زيبا جاويد : هوءَ ڪراچيءَ ۾ رهندي پنهنجي مڙس جاويد جي واپاري معاملن ۾ سندس هٿ ٺي ونڊائي. گهريلو ڪمن ڪارين

سان گڏوگڏ مختلف سماجي ڪمن ۾ پڻ حصو ٺي وٺي. زيبا ۽ جاويد جا ٻه ٻار آهن، ارسلا هارورڊ يونيورسٽيءَ مان پنهنجي تعليم مڪمل ڪري ڪراچي موٽي آئي آهي ۽ مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ لکندي ٿي رهي. دامق جاويد نيويارڪ ۾ رهندي هڪ اشاعتي اداري سان لاڳاپيل آهي.

2. مخزن ادب لائبرري: هيءَ لائبرري سيد سلطان ظفر ۽ سندس دوستن بهار ڪالونيءَ ۾ قائم ڪئي هئي ۽ تڏهونڪن نوجوانن ۾ انتهائي مقبول هئي پر 1970 واري ڏهاڪي ۾ اها لائبرري بند ڪئي وئي. پيا انهيءَ لائبرريءَ جي بند ٿيڻ تي انتهائي ڏکارو هو.

3. اين جي وي اسڪول : نارائڻ ناٿ جگن داس وڏيالا اسڪول، هڪ هندو ڪٽنب ڪراچيءَ جي ٻارن لاءِ اڻ ورهايل هندستان ۾ قائم ڪيو. اهو اسڪول اها ڳالهه ٿو ڄاڻائي ته ڪراچيءَ جي هندو برادري ڪهڙي ريت شهر جي ٻارن جي تعليمي سرگرمين ۾ حصو وٺندي هئي. ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته ڪراچيءَ جي طاقتور بلڊنگ مافيا ان عمارت تي قبضو ڪرڻ ٿي چاهي.

4. ٿيوسو فيڪل هال لائبرري: هيءَ لائبرري اڄان تائين موجود آهي جنهن مان انيڪ ماڻهو لاڀ پرائين ٿا.

5. توصيف الرب: سنجيده خاتون جو ٻيو نمبر پٽ جنهن سلهٽ ميڊيڪل ڪاليج مان تعليم حاصل ڪئي. پاڪستان اچي هريپور هزارا جي فون واري ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو رهيو جتان سعودي عرب هليو ويو جتان واپس ڪراچي موٽي گلشن اقبال واري علائقي ۾ هڪ ڪامياب فيملي فزيشن طور ڪم ڪري رهيو آهي.

6. وسيع حيدر: هڪ ڪليل ذهن وارو ڊاڪٽر جنهن زندگيءَ جو

گهڻي ڀاڱي حصو ليبيا ۾ گذاريو، جتان واپسيءَ تي لاهور ۾ ٽانيڪو ٿيو.

7. آڪٽين: انهن ائن دوستن هڪ ٻئي سان تعلق اڃان تائين برقرار رکيو آهي. جميل اختر بابا جي صلاح تي بايولاجيءَ جو امتحان ڏئي ميڊيڪل ۾ داخل ٿيو ۽ هاڻ امريڪا ۾ ٿو رهي. انور جمال سعودي عرب ۾ ڪامياب انجنيئر واري زندگي گذارڻ ڪانپوءِ هاڻ امريڪي شهر هيوسٽن ۾ ٽانيڪوآهي. جاويد اختر پاڪستان اٽامڪ انرجي ڪميشن جي هڪ اهم عهدي تي فائز آهي ۽ پاڪستان ليزر ٽيڪنالوجيءَ ۾ بنيادي اهميت واري ڪم ۾ مصروف آهي. عبدالسلام سلامي، اعجاز الرحيم، جاويد، مختيار احمد ۽ جلال الدين ڪراچيءَ ۾ ٽانيڪو آهن.

8. الله بخش شاهين بلوچ: شاگرد سياست جو سرگرم ڪارڪن جيڪو اڳتي هلي پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جو جانثار بڻيو. بابا سان سندس خاص تعلق هو ۽ امان ۽ بابا جي پنهنجي سڀني ماءُ پيءُ جهڙي عزت ڪندو هو. سندس جيل ۾ هئڻ دوران بابا پابنديءَ سان سندس ملاقات لاءِ ويندو هو. بابا جي ڪاغذن مان الله بخش شاهين جا جيل مان لکيل تمام گهڻا خط مليا آهن. الله بخش اڃان تائين به سماجي سرگرمين ۾ مصروف آهي.

9. پاڪ سوئيڊش ٽيڪنيڪل سينٽر: هڪ شاندار ادارو جيڪو سوئيڊن حڪومت جي سهڪار سان قائم ڪيو ويو. ان اداري جا هزارين تعليم پرايل ڏيهه ۽ پرڏيهه ۾ ڪم ڪار ڪري رهيا آهن. بدقسمتيءَ سان پاڪستان جي ٻين ادارن وانگر هيءُ ادارو به وقت گذرڻ سان بدانتظاميءَ جو شڪار ٿي پنهنجو ڪارج وڃائي ويٺو آهي.

## باب ڇهون

1. ميمڻ ڳوٺ: ملير جو هڪ پراڻو ڳوٺ جنهن جو نالو پراڻن لوڪ گيتن ۾ علائقي جي ٻين ڳوٺن ڄام ڳوٺ، ٿاڻو، درساڻو ڇنو، ملا عيسيٰ ڳوٺ وغيره سان گڏ ٿو اچي. علائقي واسي هڏڏوڪي ۽ خوش مزاج آهن ۽ عام طور تي پنهنجيءَ ۾ مست ٿا رهن. اهو سمورو علائقو ڪراچيءَ جي ساوڪ ڀري حدن جو حصو هو پر هاڻ انهن علائقن تي بہ ڪراچيءَ جي بلڊنگ مافيا قبضو ڄمائڻ شروع ڪيو آهي. حڪومت جي بيپرواهيءَ سبب تمام گهڻا صنعتي ادارا قانونن جي ڀڃڪڙي ڪندي علائقي جي فطري سونهن تيزيءَ سان ڦِٽائي رهيا آهن.

2. برگيڊيئر ڪليم صديقي: بابا جي ڪاغذن مان ياجائي طلعت جي والد برگيڊيئر ڪليم صديقيءَ جو هڪ خط مليو آهي جنهن ۾ هُن ڪنهن قسم جي مدد جي ڏس ۾ بابا کي ورندي ڏني آهي. اهو خط ياجائي طلعت جي اسانجي ڪٽنب ۾ اچڻ کان اڳ جو آهي. ڊاڪٽر ڪليم صديقي ايماندار ۽ مهربان ڊاڪٽر هئڻ سان گڏوگڏ ٻين جي ڪم ايندڙ انسان هو. هو ننڍي ڄمار ۾ گذاري ويو. ياجائي طلعت ڪانسواءِ سندس باقي سمورا ٻار امريڪا ۽ ڪينيڊا ۾ ٿانيڪو آهن. سندس پٽ آفتاب صديقي ايمنسٽي انٽرنيشنل پاڪستان ۾ ڪم ڪندو رهيو ۽ اڄڪلهہ ڊلاس امريڪا ۾ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جو سرگرم ڪارڪن آهي. هو ڪوهي ڳوٺ اسپتال جي مقصدن جو حمائتي هئڻ سان گڏوگڏ مقامي سماجي ۽ سياسي سرگرمين ۾ مصروف ٿو رهي.

3. منظر ڀائي: بابا سان سندس گهاٽا ناتا هئا، بابا ڪٽنبي معاملن ۾ مٿس تمام گهڻو اعتبار ڪندو هو. منظر ڀائي ۽ ياجائي شبانہ

لنڊن ۾ پنهنجي گهر جا دروازا اسان سيني لاءِ سدائين کليل ٿا رکن.

4. امداد علي شاهه: غازي اسڪول جو شاگرد ۽ 1970 وارين عام چونڊن ۾ لياريءَ مان صوبائي اسيمبليءَ جو چونڊيل ميمبر. هو سدائين اسڪول اچي بابا سان انتهائي پاٻوهه سان ملندو هو. ننڍي ڄمار ۾ ئي گذاري ويو.

5. اشاعت القرآن اسڪول: ملير ۾ قائم اسڪول جيڪو علائقي جي ٻارن ۾ تعليم لاءِ قائم ڪيو ويو هو. پيپلز پارٽي حڪومت دوران قومي ملڪيت ۾ آيو. بابا جي ان اسڪول ۾ بدلي ٿي.

6. الله داد لوني: ڊاڪٽر ٻڌجڻ ڪانپوءِ ٻه الله داد ساڳي ريت ڪتابن جو اڃايل ڪندو ٿو رهي، جيئن ڪاليج جي ڏينهن ۾ ڪندو هو. فلسفو، سماجي ماهرا ۽ سائنس سندس پسنديده مضمون آهن، جن بابت نه رڳو پڙهندو آهي پر انهن جو پرچار پڻ ڪندو آهي. لوني ڳوٺ ۾ بلوچستان جون سڀ کان وڌيڪ پڙهيل ڳڙهيل عورتون رهن ٿيون. هُن پنهنجي ٻارن کي بهترين تعليم ڏياري آهي، سندس وڏو پٽ مزدڪ LUMS مان تعليم پرائڻ ڪانپوءِ برڪلي يونيورسٽي ڪيليفورنيا ۾ فل برائٽ اسڪالرشپ تي تعليم حاصل ڪري رهيو آهي.

7. ڊائو جا دوست: ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ ڪجهه اهڙا ٻه دوست ٻڌيا يا واقف ٿيا جن ڪنهن نه ڪنهن ريت زندگيءَ جي مختلف مرحلن تي سماجي ۽ علمي شعبن ۾ مدد ڪئي آهي. منجهائن ڪيترائي مختلف هنڌن ماڳن تي ڪارنامن جو سبب ٻڌجي رهيا آهن پر بدقسمتيءَ سان ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ هنن لاءِ ڪا جاءِ ناهي ڇاڪاڻ جو اُتي اڄ تائين ساڳيو وهنوار هلندڙ آهي جنهن ۾ قابليت ڪا اهميت نٿي رکي.

8. ڊائو ۾ پرڏيهي شاگرد: پرڏيهه ۾ پاڪستان جي مختلف صوبن مان شاگردن جو هڪ وڏو انگ ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهڻ ايندو هو. ڪاليج جوقومي ۽ بين الاقوامي ماحول هاڻ ختم ٿي چڪو آهي. ڪراچيءَ جي حالتن ۽ ميڊيڪل تعليم جي بدحاليءَ سبب هاڻ پرڏيهي شاگرد اتي ۾ لوڻ برابر ئي رهيا آهن.
9. يوسف امام: بابا ڪان تمام گهڻو جونيئر هوندي به بابا سندس سياسي زندگي ۽ سماجي سوچ ڪان متاثر هو. هو ان ڳالهه کي تمام گهڻي اهميت ڏيندو هو ته انتهائي خراب حالتن ۾ به يوسف امام پنهنجي ٻارن جي تعليم تي ڪنهن به قسم جو ڪو ناهه نه ڪيو. هو اجڪلهه دبئيءَ، انگلينڊ ۽ امريڪا ۾ پنهنجي ٻارن سان وقت ٿو گذاري.
10. ڊاڪٽر ميبل مامسانڪي: هڪ ذهين آبسٽيٽريشن ۽ سرجن، جنهن ڪان مون پنهنجي انگلينڊ جي واپسيءَ تي حمل ۽ ويم دوران چير پيل ڪُک جي رفوگري سکي. آئرلينڊ ۽ انگلينڊ ۾ پنهنجي تربيت دوران مون انجو هڪ به مريض نه ڏٺو.
11. وال چاڪنگ: ڀتين تي حڪومت خلاف نعرا لکڻ هڪ عام سياسي عمل آهي جيڪو اجان تائين هلندڙ آهي. پاڪستان مان نڪرڻ ڪان به راتيون اڳ آءَ ۽ منهنجا به دوست ڀتين تي نعرا لکندي جنرل ضيا جي پوليس هٿان گرفتار ٿيڻ ڪان بچي نڪتا هئاسين.

## باب ستون

1. پانگا ويڙهه: افريڪا ۾ ڪهاڙيءَ جهڙو هڪ هٿيار جيڪو جهيڙن جهڳڙن ۾ استعمال ٿئي ٿو ۽ انتهائي گهرا گهاوَ ٿو ڏئي.
2. پيٽنل آف بلڊ: ان قسم جا ڪتاب نيروبي ۾ عام جام ملن ۽

پڙهيا وڃن ٿا. نيروبي يونيورسٽي جا اُستاد سياسي طور تي انتهائي متحرڪ هئا ۽ اُتي تعليمي سرگرمين سان گڏوگڏ ٻيون سرگرميون پڻ مستقل ٿينديون رهنديون هيون.

3. ڪينيا جون اخبارون: ڊيلي نيشن ۽ اسٽينڊرڊ جوڳاٽيٽو نيروبيءَ جي سٺين اخبارن ۾ ٿئي ٿو. ڊيلي نيشن آغا خان جي ملڪيت آهي.

4. ڊاڪٽر لوفلر: ڪيتري ئي عرصي تائين ڪينيا جي مختلف اسپتالن ۾ فلائنگ ڊاڪٽر طور ڪم ڪندو رهيو پر هڪ حادثي ۾ زخمي ٿيڻ ڪانپوءِ سندس سرگرميون محدود ٿي ويون آهن.

5. اقبال ملڪ: خيبر ميڊيڪل ڪاليج مان پڙهيل، جيڪو اڄان تائين آغا خان اسپتال نيروبيءَ ۾ ڪم ڪري رهيو آهي.

6. ڊاڪٽر ڪي ايس ڪيهر: هو نيروبيءَ ۾ رهيو ۽ تازوئي گذاري ويو آهي.

## باب اٺون

1. امير الحق: منجهس زبردست سماجي خوبيون آهن ۽ هو دوست ٺاهڻ جو ماهر آهي. هڪ بهترين سرجن ۽ زبردست انتظامي قابليت رکندڙ امير الحق انگلينڊ ۾ ٽانيڪو آهي.

2. پليب : انگلينڊ جو اُهو امتحان جيڪو هر ڊاڪٽر کي اُتي ڪم ڪرڻ کان اڳ پاس ڪرڻو پوندو آهي.

3. اسڪي فنگٽن: گالوي جو شراب خانو جيڪو ڊاڪٽرن، ميڊيڪل جي شاگردن، نرسن ۽ مڊ وائفن ۾ تمام گهڻو مقبول آهي. آئرش رهڻي ڪهڻي ۾ شراب خانن کي وڏي اهميت حاصل آهي جتي

ماڻهو هڪٻئي سان اچي گڏبا آهن. گالوي جي ٻين مشهور شراب خانن ۾ لوائن ٽاور، ناڪٽسن، هول ان دي وال ۽ دي ڪرين شامل آهن. دي ڪرين ۾ مشهور آئرش گانا ٻڌايا ويندا آهن.

4. افضل ڪنا: هو آئرليند ڪان امريڪا ۽ اُتان پاڪستان اچي سعودي عرب هليو ويو آهي جتي هو ۽ سندس اينسٽيٽسٽ زال ڪم ڪري رهيا آهن.

5. يونيورسٽي ڪاليج گالوي: هڪ اهڙو ادارو جنهن هر قسم جي شاگردن کي پنهنجي پاڪرن ۾ پريو آهي. هتان جو ماحول تعليمي آهي جنهن ۾ صبح ڪان رات دير تائين تعليمي سرگرميون جاري ٿيون رهن. صدر ريگن جي اچڻ مهل هتان جي شاگردن زبردست احتجاجي مظاهرا ڪيا.

6. ڊاڪٽر ايم جي ٽي فتز جيرالڊ: منهنجي وينتيءَ تي پاڪستان اچي اناٽوميءَ تي ليڪچر ڏنائين. هو اڄڪلهه گالوي ۾ ريٽائرمينٽ واري زندگي گذاري رهيو آهي.

7. ڊاڪٽر ايچ سي بريڊن: هو گالوي ۾ ئي مريضن جي سيوا ڪري رهيو آهي.

8. محمد طاهر: طاهر جي وڏي ڌيءُ پي ايچ ڊي ڪئي آهي، جڏهن ته حليمه ۽ صوفيه يونيورسٽيءَ ۾ پڙهي رهيون آهن. سندس پٽ اعليٰ تعليم پرائڻ سان گڏوگڏ باڪسنگ پڻ ڪري رهيو آهي.

9. لائن ٽاور: گالوي جو سڀ ڪان پراڻو شراب خانو، جنهن جي تاريخي اهميت آهي.

10. روزينا: هوءَ طاهر سان گڏ پاڪستان آئي ته جيئن پنجاب ۾ جانورن جو فارم ٺاهين پر خراب ملڪي حالتن سبب ٻنهي، کي واپس موٽڻو پيو.

11. سي جي ڪار: ريٽائر ٽيڻ ڪانپوءِ گالوي ۾ ئي پيو رهي. منهنجي نينڊ تي پاڪستان آيو هو ۽ هتان جي تعليمي سرگرمين ۾ حصو ورتائين. اجان تائين سماجي سرگرمين ۾ متحرڪ آهي.
12. رچل پيٽن: هڪ عظيم ڊاڪٽر جيڪا مريضن جي علاج معالجي ۾ اخلاقي پاسن تي خاص ڌيان ڌري ٿي. رچل ٻه منهنجي نينڊ تي ڪراچي آئي ۽ تربيت وٺندڙ گائناڪولوجسٽن سان تعليمي گڏجاڻي ڪيائين.
13. فرانسڪس: سينٽ فرانس جا پوئلڳ جنهن جي تعليم جانورن ۽ ماحول جي تحفظ تي زور ٿي ڀري.
14. ولي رانن: اجان تائين ميراٿن ڊوڙندو ٿو رهي ۽ بي ليسنس ۾ ئي ٽانيڪو آهي.
15. مائيڪل اوڊائو ۽ آئرس گرين: مائيڪل آئرلينڊ جي او بس ۽ گائني انسٽيٽوٽ جو سربراهه آهي. هو هڪ بهترين ڊاڪٽر هئڻ سان گڏوگڏ شاندار انسان پڻ آهي جنهن سدائين مريضن جي مفاد کي ترجيح ڏني. آئرس گرين ريٽائرمنٽ ڪانپوءِ آئرلينڊ ۾ ئي ٽانيڪو آهي.

## باب نائون

1. اورنگي ٽائون: دنيا جي سڀ کان وڏي ڪچي آبادي، جتي اڄ ٻه بنيادي سهولتون مڪمل طور تي موجود ناهن. ڏوهه، تشدد ۽ قرلٽ جون وارداتون عام جام آهن. شهري سهولتن جي اڻهوند سبب هتي بيمارين جو ديرو آهي جڏهن ته رهواسي ڏڪير جو شڪار آهن.
2. ليڊي ڊفرن اسپتال: انگريزن انهيءَ نالي سان ڪراچي، حيدرآباد ۽ ڪوئيٽا ۾ اسپتالون ٺهرايون جيڪي اڄ ڀه مريضن جي سيوا ڪري رهيون آهن.

3. ٽرنٽي ڪاليج، ڊبلن: اڄ به انجو ڳاڻيٽو يورپ جي بهترين ادارن ۾ ٿئي ٿو جتي جون تعليمي سرگرميون انتهائي ناماچاريءَ واريون آهن.
4. ڊاڪٽر روبي فيض: پنهنجي مڙس فيض سان گڏ پشاور ۾ ٿانيڪوءَ فسٽيولاجي مريضن جي علاج معالجي ۾ مصروف آهي.
5. راڻي شارلٽ اسپتال: هِي سئو سال اڳ ويم دوران رت وهڻ سبب گذاري ويل راڻي شارلٽ جي ياد ۾ قائم ڪيل اسپتال جيڪا شاندار تعليمي ادارو پڻ آهي.
6. پيٽرسن گهراڻو: ميري پيٽرسن هڪ ٻاجهاري خاتون هئي، ان ڪٽنب جا ڀاتي آئرلينڊ جي مختلف هنڌن ماڳن تي ٿانيڪو آهن.
7. ڊاڪٽر مائيڪل ڪونن: ٻارن جو بهترين ڊاڪٽر جيڪو انگلينڊ ۾ ٿانيڪو آهي.
8. ڊاڪٽر سرور زبيري: هڪ بهترين ڊاڪٽر جنهن پنهنجي سموري حياتي طب جي پيشي، تعليم ۽ تحقيق ۾ گذاري. هن JPMA جو ادارو تشڪيل ڏنو، جتي ڊاڪٽر فاطمه جواد، ڊاڪٽر انور نقوي ۽ ڊاڪٽر هما قريشيءَ ساڻس گڏجي اهلهه خدمتون سرانجام ڏنيون. هوءَ وقت کان اڳ گذاري وئي. ڊاڪٽر زبيريءَ جهڙا ڊاڪٽر ورلي ئي ڄمندا آهن.

## باب ڏهون

1. ڊاڪٽر صادقا جعفري: هُن پنهنجي سموري حياتي حمل ۽ ويم دوران عورتن جي موت جي روڪٿام لاءِ پتوڙ ۾ گذاري آهي. ڊاڪٽر صادقا جي سڀ کان وڏيڪ ڀلي ڳالهه اها آهي ته هوءَ ڪڏهن به نراس نه ٿيندي آهي ۽ سدائين مدد ڪرڻ واسطي تيار هوندي آهي، اهائي سندس خاص خوبي آهي.

2. نيروبيءَ جو وهرا گهرائو: سماجي سرگرمين ۾ فعال ۽ دوستن جو دوست. نيروبيءَ جي سماجي جيوت ۾ ان گهراڻي جو اهم ڪردار آهي.
3. وامق يوسف ۽ آصف ماسٽر: ڪاليج ۾ ڪين قتل ڪرڻ لاءِ مٿن حملو ڪيو ويو. پر ٻئي بچي ويا. پاڪستان جي شاگردن ۾ تشدد جي سياست ملڪ کي کوکلو ڪري ڇڏيو. هاڻ هو ٻئي امريڪا ۾ ٽانيڪو آهن.
4. نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا ساٿي: NSF ۾ انيڪ دوست ٿيا جهڙوڪ عنائت وفا، راجا اظهر، راجا حسين اختر، سوار خان، منصور رضا، حسن الياس وغيره.
5. ڊاڪٽر اديب رضوي: سندس سرواڻيءَ ۾ هڪ اهڙو ادارو (SIUT) جوڙيو ويو آهي جنهن جو مثال ملڻ محال آهي، جتي سمورن مريضن جو مفت علاج ٿئي ٿو.
6. ريجنلڊ ۽ ڪيٿرين هيملن: منهنجا پاڳ پلا هئا جو انهن ٻنهي ڊاڪٽرن سان ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو ۽ مونکي گهڻو ڪجھ سيکارڻ جي ڪوشش ڪيائون.
7. سوڀراج ويم اسپتال: ڪشن ديوي سوڀراج ويم اسپتال ڪراچيءَ جي پراڻين اسپتالن مان هڪ جيڪا هڪ هندو ڪٽنب قائم ڪئي. ان اسپتال ۾ ڪم ڪندي منهنجو واسطو ڊاڪٽر روبيءَ جهڙن ڊاڪٽرن سان ٿيو جنهن پنهنجي مڙس ڊاڪٽر انور سان گڏجي ڪراچيءَ ۾ سيريبرل پالسي جي شڪار ٻارن لاءِ هڪ بهترين ادارو قائم ڪيو آهي. مون وٽ تربيت لاءِ ايندڙ شاگرديائين کي سدائين ان اداري ڏانهن اماڻيندو هئس ته جيئن هو پروڙين ته ڊاڪٽرن جي لاپرواهيءَ سبب ڪٽنبن سان ڪهڙي ويڌن ٿئي ٿي. ڊاڪٽر روبي هاڻ امريڪا هلي وئي آهي.

8. سعيد صديقي ۽ لطيف چوڌري: هنن ٻنهي جو مثال ثابت ٿو ڪري تہ چڱا ماڻهو جتي بہ هوندا پنهنجي عمل ذريعي جوڳيون تبديليون آڻي سگهن ٿا جن سان معاشري ۾ مثبت اثر ٿا پون. سنڌ حڪومت جي هنن ٻنهي عملدارن عورتن جي علاج معالجي جي ڏس ۾ منهنجي ڀرپور مدد ڪئي.

## باب يارهون

1. ڪوهي ڳوٺ: ملير جو هڪ ننڍڙو ڳوٺ، جتان جا رهواسي اڄ بہ ايڪويهين صديءَ جي نعمتن کان محروم آهن.
2. ڪوهي ڳوٺ اسپتال: ان اسپتال ۾ مريضن جو مفت علاج ڪيو ٿو وڃي ۽ ٿيندو رهندو. اها اسپتال آهستي آهستي وڌي رهي آهي ۽ سگهوئي هڪ اهڙو مرڪز بڻجي ويندي جتي مريضن جو بهترين علاج معالجو انساني قدرن سان ڪيو ويندو. انهن ماڻهن جو ذڪر ڪرڻ ٿو چاهيان جنجي مدد سان اها اسپتال هلي رهي آهي، گوهر تاج نقوي ۽ سندس دوست، شڪيلا خاتون ۽ سندس ٻار، سيد حسن باقر، رابعا غيور، حميد پراچا ۽ سندس دوست، نگهت شاهہ، نصرت شاهہ ۽ سندن دوست، نسيم عزيز شيخاڻي ۽ سندس انيڪ دوست، علي ظهير جعفري، آفتاب صديقي، فاطمہ ۽ سندس ڪٽنب، برگيڊيئر اختر ملڪ، شبير نواز صفوي ۽ ساره صفوي، ڊاڪٽر سجاد صديقي، ڊاڪٽر سرون ڪمار، ڊاڪٽر فاريا احسن ۽ UNFPA جا اُهي ڪارڪن جيڪي پهرين ڏينهن کان اسان سان ڪم ڪري رهيا آهن. ڪجهہ دوستن ۽ ڪٽنبن جي خواهش آهي تہ سندن نالا ظاهر نہ ڪيا

وچن، سنڌن احترام ۾ نالا تہ نہ پيو لکان پر سنڌن ٿورائتو
بهرحال آهيان. انڪانسواءِ اهڙا بہ ماڻهو آهن جيڪي ڪڏهن بہ
ملندا ناهن پر اسانجي واهر ڪندا رهندا آهن، اهڙن گمنام سائين
جا ٿورا. ڪوهي ڳوٺ اسپتال جي نرسن، مڊوائفن،
پيراميڊيڪس، چوڪيدارن ۽ ڊومسٽڪ اسٽاف جا ٿورا، جن
کانسواءِ هيءُ اسپتال هلي نٿي سگهي.

3. ڪيرول لونگ: يونيسيف جي سربراهہ جنهن ڊاڪٽر آصف اسلم ۽ ڊاڪٽر سرير آرا سان گڏجي سنڌ ۾ مڊوائفري اسڪول قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. هوءَ پنهنجي ڪم ۾ ايتري موهہ هئي جو هڪ رات ٻين وڳي سڪيورٽي عملي جي منع ڪرڻ جي باوجود قطر اسپتال اورنگي پهچي وئي تہ جيئن چڪاسي سگهي تہ يونيسيف جو ڏنل سامان استعمال ٿي رهيو آهي يا نہ.
4. آصف اسلم: يونيسيف سنڌ جي پروگرام آفيسر طور هُن سنڌ ۾ عورتن جي صحت جي حوالي سان ڪيترائي پروگرام شروع ڪرايا ۽ ڪوشش ڪيائين تہ مائرن جي موت کي گهٽائي سگهجي. آصف اسلم رعنا سيد جي سرواٽيءَ ۾ عورتن تي تشدد، غيرت جي نالي تي قتل، پوليو، ٻوڙ ٻارن جي جيوت ۾ بهتريءَ لاءِ ڪيترن ئي اُپائن ۾ مثبت ڪردار ادا ڪيو.
5. سرير آرا: پشاور سان تعلق رکندڙ هڪ ليڊي ڊاڪٽر جنهن يونيسيف سنڌ ۾ ڊگهو عرصو ڪم ڪيو. هُن سوڀراج اسپتال ۾ "حياتيءَ جو حق" رٿا جو افتتاح ڪيو ۽ پابنديءَ سان اسپتال ۽ سنڌ جي مختلف علائقن جو دورو ڪندي رهي. فولادي حوصلي واري هن ڊاڪٽرياڻيءَ جو مقصد انسانيت جي سيوا کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي.

6. ايمنسٽي انٽرنيشنل: پاڪستان ۾ ايمنسٽي انٽرنيشنل ذريعي ڪيترن ئي اهڙن ماڻهن سان گڏيس جن ڪنهن نه ڪنهن ريت منهنجي حياتيءَ تي مثبت اثر وڌا. ڊاڪٽر حبيبا حسن ايمنسٽي انٽرنيشنل کي تمام گهڻو وقت ڏنو ۽ عالمي سطح تي پڻ خدمتون سرانجام ڏنائين. ڪوئيٽا جي امجد رشيد ڏينهن رات ايمنسٽيءَ لاءِ ڪم ڪيو ۽ اجان تائين ايمانداريءَ سان انسانيت لاءِ ڪم ۾ رڌل آهي.

7. پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئشن: پي ايم اي ۾ ڪم ڪندي موقعو مليم ته پاڻ کان سينئر ۽ جونيئر ساٿين سان گڏجي ڪم ڪريان ۽ ڪائنڻ سکان. سندن پنهنجائپ جو ٿورائتو آهيان جن منهنجو هٿ پڪڙي مونکي گهڻو ڪجهه سيکاريو. ڊاڪٽر ڪليم بٽ سان گڏ پي ايم اي جون انيڪ ڳالهيون سکيم ۽ اهو پروڙيم ته پاڪستان ۾ صحت جا ڪهڙا مسئلا آهن. ڊاڪٽر ڪاراٿيلا، ڊاڪٽر عزيز، ڊاڪٽر ڪمباٽا، پروفيسر مشتاق، پروفيسر فضل الاهي، ڊاڪٽر ايس ايم معين، ڊاڪٽر ايس اي نقوي، ڊاڪٽر حفيظ احمد، پروفيسر هارون احمد، ڊاڪٽربدر صديقي، ڊاڪٽر سرور، ڊاڪٽر عثمان غني، ڊاڪٽر اشتياق احمد، ڊاڪٽراشتياق پاپا، ڊاڪٽر نواز نقوي، ڊاڪٽر حسيب عالم، ڊاڪٽر عقيلي، ڊاڪٽر صمد شيرا، ڊاڪٽر منظور زبيري، ڊاڪٽر خواجه شريف، ڊاڪٽر نصير بلوچ، ڊاڪٽر عزيز ٽانڪ، ڊاڪٽر سلامت ڪمال، ڊاڪٽر بخش علي، ڊاڪٽر الطاف هاشمي ۽ انيڪ ٻيا جن کي وساري نٿو سگهجي.

8. شوڪت حيات: هڪ عوامي وڪيل جنهن ۾ همت به آهي ته حالتن سان ڦيٽ ڪائڻ جي سگهه پڻ. ان قسم جا وڪيل هاڻ پيدا ٿيڻ بند ٿي ويا آهن.

## باب ٻارهون

1. ڊاڪٽر عبدالحق: هڪ انتهائي ايماندار ڊاڪٽر جيڪو ڪيترن ئي مريضن جو مفت علاج ڪندو رهيو.
2. ڊاڪٽر ياسمين راشد: هوءَ پي ايم اي جي صدر هئي ۽ آءِ سندس سيڪريٽري جنرل، ان دور ۾ اسان گڏجي ڪيترائي ڪم ڪيا. هوءَ انتهائي محنتي ۽ ذهين ڊاڪٽرياڻي آهي جنهن پنهنجي سموري حياتي مريضن جي چڱ ڀلائي لاءِ ڪم ڪيو. ريٽائر ٿيڻ کانپوءِ به هوءَ مستقل طور تي پاڪستان ۾ هڪ بهتر صحت سرشتي لاءِ پتوڙي رهي آهي.

پاڪستان ميڊيڪل ايسوسيئيشن جو بنياد اڳوڻي اوڀر پاڪستان ۾ پيو. بنگلاديش بڻجڻ کانپوءِ پي ايم اي جو هيڊ ڪوارٽر ڪراچي منتقل ٿيو. ڊاڪٽر ياسمين راشد کانسواءِ جن ماڻهن سان مليس تن ۾ ڊاڪٽر نعمت گچڪي، ڊاڪٽر عبدالله گهانگهرو، ڊاڪٽر سعيد المجيد، ڊاڪٽر جان جهان، ڊاڪٽر حسن رضوي، ڊاڪٽر شفيع زهري، ڊاڪٽر نور محمد ميمڻ، ڊاڪٽر حميد ڪاڪڙ، ڊاڪٽر اظهار چوڌري، ڊاڪٽر اشرف نظامي، ڊاڪٽر طارق نيازي، ڊاڪٽر تنوير، ڊاڪٽر جميل رحمان، ڊاڪٽر مظهر قيوم، ڊاڪٽر اڪرام تنيو، ڊاڪٽر بدر جوڻيجو، ڊاڪٽر راڻي، ڊاڪٽر مظهر خان، ڊاڪٽر نذير شاهه، ڊاڪٽر اڪبر علي، ڊاڪٽر پير منظور، ڊاڪٽر نثار شاهه ۽ ڊاڪٽر ملاح جو پڻ ٿورائتو آهيان. جن ماڻهن جا نالا لکي نه سگهيو آهيان تن کي وينتي آهي ته منهنجي انهيءَ ڪوتاهيءَ کي درگذر ڪن. پي ايم اي سان لاڳاپيل انيڪن فردن جهڙوڪ رضوانا، زينب، محمد رحيم، اشتياق، طارق نثار، عامر پيٽر، سليم ڪوڪر، آصف، عامر ۽ سفارش خان مونسان هر قسم جو سهڪار ڪيو.

ضميما

## بابا سائين

فيبروريءَ جي اُنهيءَ شام، اسان سيني جي موجودگيءَ ۾ هو ايئن خاموشيءَ سان هليو ويو جو ڪنهن کي سندس وڃڻ جو شڪ بہ نہ ٿيو، پنهنجن ڪمن ذريعي ٻين کي اچرج ۾ وجهڻ سندس عادت هئي، سو پنهنجي حياتيءَ جو ڪتاب سدائين لاءِ بند ڪرڻ مهل بہ هن پنهنجي اها عادت نہ وساري. پنهنجي بيماريءَوارن ڏينهن ۾ نہ چاڻ ڪيترائي ڀيرا چئي چڪو هو تہ بس هاڻ وڃڻ وارو آهيان، اڄوڪي رات مونتي ڳري آهي يا اڄوڪو ڏينهن ڏکيو. پر جڏهن وڃڻ جو وقت آيو تہ اڪيون ٻوٽي ستو ۽ خاموشي سان هليو ويو. نہ ڪنهن کي سڏ ڪيائين نہ ئي ڪنهن پيڙا جو اظهار. مک تي گهنج بہ نہ آيس ۽ مطمئن چهري سان آخرت جي ڊگهي سفر جو راهي ٿيو.

بابا جي سدائين اها سڌ پئي رهي تہ جڏهن آخري وقت اچيس تہ سمورا ٻار سندس اوسي پاسي هجن، ان ڏينهن اسين سيئي سندس اوسي پاسي هئاسين پر ڪنهن ڪان بہ نہ موڪلايائين. اکيون کولي ڏنائين بہ نہ. جڏهن سندس اولاد مان ڪو بہ ٿي ٿي ڇتا ڏورانهين سفر تي هوندا هئا تہ سندن خيريت سان واپسيءَ لاءِ اونو رهندو هئس ۽ پوءِ جڏهن ڪو سفر تان موٽندو هو تہ ڪجھ خيرات ڪندو هو ۽ اُن ڏينهن جڏهن سيئي گهر موجود هئا، بابا ماني ڪاڌي، ڪجھ دير تائين شير شاهہ سان ڪچهري ڪيائين. سندس هنڌ بسترو سدائين لائونج ۾ هوندو هو جو سيني جي وچ ۾ رهڻ کيس پسند هو، ڪچهريءَ دوران هو بستري تي ليٽيو، شير شاهہ چادر اوڍائي بابا قبلي ڏانهن پاسو ورايو ۽ اکيون پوريائين. اسين سيئي مطمئن هئاسين تہ سندس ٿڪ

لهي چڪو آهي ۽ ماني به سولي کائڻ لڳو آهي. اوچتو ڏنم ته بابا کي ننڊ ۾ پگهر تمام گهڻو پيو اچي، چادر هٽائي سڏ ڪيومانس ته وراڻي نه ڏنائين، ڌونڌارڻ تي به ورندي نه آئي. نبض بلڪل ٺيڪ هئي، ساهه جي رفتار به ٺيڪ هئس ۽ چهرو پرسڪون. من ۾ آيم ته چوانس ته بابا هاڻ ناٽڪ نه ڪر ۽ ٻڌاءِ ته ڪا تڪليف ڪو ايذاءُ آهي؟ وڏي ادي بلڊ پريشر چڪاسيو جيڪو ٿورو گهٽ هو، هُن ڊرپ لڳائي، سُئي ٽنبجڻ جي پيڙاتي به سندس مک تي ڪا ڦيٽ نه آئي. ڏهن پندرهن منٽن اندر پروفيسر صلاح الدين اچي ويو. هُن نبض تي هٿ رکيو ۽ عين ان وقت سندس نبض هلندي هلندي بيهي رهي جڏهن ڪيس ٻڌائي رهي هئس ته ليبارٽري چڪاس جون رپورٽون اڄ ئي آيون آهن ۽ سموريون ٺيڪ آهن، اُن مهل ڊاڪٽر صلاح الدين چيو ته نبض انتهائي آهستي ٿي رهي آهي. وڏو ادو انجيڪشن تيار ڪرڻ لڳو ته ڊاڪٽر صلاح الدين چيو ڪارڊڪ اريسٽ ..... ريسپيريٽري اريسٽ ..... ۽ پوءِ انا لِلِ هه و انا عليه راجعون. اسين سيئي اکيون ڦاڙي، هٿ پکيڙي ڏسندي ئي رهجي وياسين ۽ بابا سيني کي اچرج ۾ وجهي هليو ويو، اهو ڪيئن پئي ٿي سگهيو ته هو جيڪو ٿورڙي تڪليف تي چتاءُ ڏيندو هو ته هاڻ وڃان پيو ۽ وصيت لکڻ جي موڊ ۾ اچي ويندو هو، ڪجهه چوڻ آکڻ کانسواءِ اوچتو موڪلائي وڃي. زندگيءَ ۾ هُن سدائين اها دعا گهري ته وڃڻو ته آهي پر ڪنهن پيڙا کانسواءِ هليو وڃان. هو موت کان ڪڏهن به نه ڊنو پر موت پل واري پيڙا کان ڊڄندو هو. الله وٽ سندس دعا اگهامجي وئي.

ٻين کي اچرج ۾ وجهندڙ بابا پنهنجي جوانيءَ ۾ ڏاڏا کي سخت اچرج ۽ صدمي جو شڪار ڪيو هو جڏهن پنهنجي ڳوٺ دسنا (بهار) جي مسجد ۾ افطاريءَ مهل وڏن ۽ ننڍن ماڻهن لاءِ هڪ ئي دسترخوان وڇايو هئائين. ڳوٺ جي روائت اها هئي ته شريفن ۽ زميندارن ۽

”ننڍن ماڻهن“ جا دسترخوان ڏار لڳندا هئا. اُن ڏينهن سمورا شريف روزو چوڙڻ ڪانسواءِ ئي پنهنجي گهرن ڏانهن موٽي ويا هئا.

بابا سڄي ڄمار جيڪي ڪجهه ڪندو رهيو سو ڪنهن عام ماڻهو جو ڪم نه هو. ايڏا وڏا سپنا ته ماڻهو ڏسندائي ناهن. بابا نه رڳو وڏا سپنا ڏسندو رهيو پر انهن جي ساپيان به ڳولهيائين، ان ڪان به وڌيڪ اهو ته هو ٻين لاءِ به سپنا ڏسندو هو ۽ انهن کي سچوڪري ڏيکاريندو هو. اُها کهڙي سگهه هئي، اهو کهڙو اثر هو،اُها کهڙي چقمق هئي جيڪا سندن وجود مان نڪري سامهون واري جي دماغ ۾ پيهجي ويندي هئي، سندس سوچ بدلجي ويندي هئي ۽ سندس نراسائي ۽ نٻل پڻو همت ۽ حوصلي جو روپ اختيار ڪندا هئا. اُهو ماڻهو هڪ نئين حوصلي ۽ اُتساهه سان ڪَرَ موڙيندو هو ۽ پنهنجي دنيا بدلائي ڇڏيندو هو.

بابا چوندو هو ته جيڪڏهن هڪ سئو ڏاڪا چڙهڻ جو سوچبو ته گهٽ ۾ گهٽ ستر يا اسي ڏاڪا ته چڙهي وڃبا، پر جيڪڏهن رڳو ستر يا اسي ڏاڪن جو سوچبو ته ٽيهه چاليهه ڏاڪا ئي چڙهي سگهبا. انڪري سدائين وڏو سوچجي ۽ ان لاءِ محنت ڪندو رهجي.

بابا هزارين ڀيرا اسان سيني کي هيءُ نظم لکيو ۽ ٻڌايو هوندو.

اُٺهه باندهه ڪمر ڪيا ڊرتا هي
پهر ديکهه خدا ڪيا ڪرتا هي
جو همت کي جولاني هي
تو پتهر ڀهي پهر پاني هي
ڪر ڊال جودل مين ٺاني هي
اُٺهه باندهه ڪمر ڪيا ڊرتا هي
پهر ديکهه خدا ڪيا ڪرتا هي

جڏهن اڪ ڪوليم ته گهر ۾ هڪ ڪاري رنگ جو ٽيليفون ڏٺو هئم جنهن جي ڊهي تي بابا چٽن اکرن ۾ لکرايو هو.

ڪيا خاڪ وه جينا هي جو اپني هي ليي هو
خود مٽ کي ڪسي اور ڪو مٽني سي بچالي

خبر ناهي ته اهو ڪنهن جو شعر آهي، پر اهو شعر ننڍپڻ کان ئي اسانجي دماغن ۾ اهڙو اُڪريل آهي جو اڃان تائين پٺ نٿو ڇڏي. بابا جي تربيت ڪجهه اهڙي طرح جي هئي ۽ اهوئي زندگي گذارڻ جو سندس انداز هو.

تيمور لنگ ۽ ماڪوڙيءَ واري ڪهاڻي جيترا ڀيرا اسان ٻڌي آهي اوترو شايد ئي دنيا جي ڪنهن ٻار ٻڌي هوندي ۽ منهنجي ناليءَ جو ته بابا ڀرپور فائدو ورتو. ننڍپڻ کان ”شاهين“ بابت اقبال جا شعر ذهن ۾ اهڙا ويهاريائين جو پوءِ مونکي جبلن جي چوٽين جي سختيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به چڱو نه لڳو. اڌام جا اُڌما ختم ئي نه ٿيا، نيون للڪارون قبولڻ زندگيءَ جو مشغلو بڻجي ويو.

پنهنجي ٻارن کي بهادر ۽ حق خاطر وڙهي جان گهوريندڙ بادشاهن جا نالا ڏيئي منجهن به ساڳيون خوبيون پيدا ڪيائين. سندس چوڻ هو ته ايمانداريءَ سان محنت ۽ پتوڙ ڪندا رهو، ڪاميابي ملي ٿي يا نه، انجو فڪر نه ڪريو، سچائي ۽ جدوجهد جي واٽ نه ڇڏيو.

موٽ ۽ معاوضي کان بي نياز ٿي بابا انيڪ ماڻهن سان اهڙو چڱو ورتاءُ ڪيو جو سندن زندگيون بدلجي ويون.

اسانجي ننڍپڻ ۾ جڏهن بابا ٻن پهرن جو گهر موٽندو هو ته قميص جي مٿين ڪيسي جا ٻٽڻ کوليندي اڪ ٽيٽ ۾ اسان ٻارن ڏانهن نهاريندي ۽ مرڪندي قميص لاهيندو هو. ڪيسي مان ٺڪ ٺڪ ڪندي سڪا ڪرندا هئا ته اسين سيئي ڊوڙي وڃي اهي ميڙيندا هئاسين پر

ڪا مجال جو طاقتور کي وڏيڪ ملن ۽ ڪمزور کي گهٽ. ڦر لٽ جو سمورو مال گڏ ڪري سيني ۾ هڪجيترو ورهايو ويندو هو. تنگيءَ جي ڏينهن ۾ بہ هن اسان سيني جي پڙهائي سان گڏوگڏ تفريح جو خيال رکڻ ڪڏهن بہ نہ وساريو، ڪڏهن گانڌي گارڊن، ڪڏهن ڪلفٽن جو ڪنارو تہ ڪڏهن ڪا سينيما ۾ فلم، اجمير يا لاهور جو سفر ۽ جي ٻيو ڪجهہ بہ ناهي تہ ملير ۾ ئي ريلوي پٽڙين جي هُن پار ڪليل ميدانن ۾ شام جو ڊوڙون ڊڪون هڻڻ، گهر جي اڱڻ ۾ اسان سمورين ڀينرن سان بيڊمنٽن، ڪيرم بورڊ ۽ لوڊو کيڏڻ. ريڊيو پاڪستان جي اسٽوڊيو نمبر 9 جا ناٽڪ ٻڌڻ، پنهنجي ڏيئرن کي سائيڪل هلائڻ سيکارڻ ۽ هر هر ڪرڻ ۽ ڌڪ لڳڻ جي باوجود ٻيهر ڪوشش ڪرڻ جي همت ڏيارڻ. جڏهن موٽر ڪار ڊرائيونگ سيکارڻ جو وارو آيو ۽ اسان ڊرائيونگ سيٽ تي ويهڻ شروع ڪيو تہ بابا جو اسٽينڊنگ آرڊر آيو تہ جيڪڏهن ڪٿي ڪو ايڪسيڊنٽ ٿي پوي تہ هڪدم هيٺ لهي وڃجو ۽ سيني کي اهو ٻڌائجو تہ گاڏي بابا پئي هلائي تہ جيئن ٿاڻي يا ڪورٽ جو معاملو اچي تہ اسين بچي وڃون ۽ هو انڪي منهن ڏئي.

ٻارن جي معمولي اهنج تي بہ پريشان ٿيڻ ۽ انکي ختم ڪرڻ بابا جي فطرت هئي. سوچيان ٿي تہ هن دنيا ڪان نڪري ٻي دنيا ۾ پهچي بابا ڇا ڪندو هوندو؟ جيڪڏهن فرشتا هن لاءِ نرم بسترو آڻيندا تہ ڪين چوندو ڪاٺ جو تختو آڻي ڏيو، ڪيس ريشمي ڪپڙا پيش ڪيا ويندا تہ چوندو ڪاٽن جي اڇي قميص ۽ پاجامو گهرجي. نرم جوتا ڏيندس تہ چوندو باٽا جي دڪان تان اسفنج جي چپل آڻي ڏيوم. هو قسمين قسمين ميوا آڻيندا تہ چوندواڙي بيوقوفو! مونکي ڊٻل روٽي، سادو ٻوڙ ۽ کير گهرجي. اسانکي اڄ ڏينهن تائين پتو ئي نہ لڳي سگهيو تہ بابا جو وڻندڙ يا اڻ وڻندڙ کاڌو ڪهڙو آهي؟ ٿورو کائيندو هو ۽ سڀ ڪجهہ کائيندو هو. کاڌو ٿڌو آهي، گرم آهي، لوڻ گهٽ

آهي، وڏيڪ آهي، اسان ڪائنس ڪاڏي متعلق ڪڏهن به ڪا شڪائت نه ٻڌي. بس جيڪي آهي سو ٺيڪ آهي.

هن دنياوي زندگيءَ ۾ بابا کي تعليم جو شوق هو تنهن آڌار تي سوچيان ٿي ته هُن دنيا ۾ بابا سمورن حورن ۽ فرشتن کي پڙهڻ پڙهڻ تي لڳائي ڇڏيو هوندو ۽ سندن فيءَ به پنهنجي ڪيسي مان ڀريندو هوندو. شايد اُتي فيءَ نه به ورتي ويندي هجي. ڪا حور بابا جي قميص جو ٽٽل بٽڻ ٽانڪڻ لاءِ ايندي ته ڪيس چڙهيندي چوندو ته پنهنجو سبق ياد ڪر ۽ پنهنجي سُئي ڌاڳي واري دٻلي ڪڍي پاڻ ئي بٽڻ ٽانڪڻ شروع ڪري ڏيندو هوندو ۽ هوءَ ويچاري هڪ ڪنڊ ۾ ويهي ڊاڪٽريءَ جا ڪتاب پڙهي رهي هوندي.

اچي ! ٻيهر فون جي گهنٽي وڳي. صبح کان مستقل وڄي رهي آهي، ”هيلو“

”هيلو جي! آءٌ الله وسايو پيو ڳالهايان، ڇا اهو سچ آهي ته ماستر صاحب گذاري ويو“، ڀوهيل آواز ۾ پڇاڻو ٿيو.

”جي ها! ڪالهه اوچتو هارٽ اٽيڪ ٿيو هو، مون اوهانکي نه سڃاتو“،

”جي باجي! اوهان مونکي نه سڃاڻو پر ماستر صاحب جا مونتي ٿورا آهن. اڄ سندس ڪري انجنيئر ٿي چڱي نوڪريءَ تي لڳل آهيان، جيڪڏهن هو مونکي حوصلو ڏياري ۽ منهنجي فيءَ ڀري مونکي نه پڙهائي ها ته جيڪر اڄ ڪجهه به نه هجان ها. هو منهنجي پيءُ جهڙو هو“، ۽ الله وسايوا وچنگارون ڏيئي روئڻ لڳو.

”بس ادا صبر ڪر ۽ دعا ڪر، هو اسان سڀني جو پيءُ هو“.

اهڙا ڪيترائي فون پيا اچن، شام لعل جو، جوزف مسيح جو، ايوب خان جو، سليم نواز جو، نجما بيبيءَ جو ۽ صالحه بيگم جو. بابا! هيءُ سڀ ڪير آهن؟ اوهان ڪنهن ڪنهن لاءِ ڇا ڇا ڪيو آهي؟

امان تائين اسان سڀني کي اچرج ۾ پيو وجهين. دنيا جي هر ڪُنڊ ڪُڙڇ مان فون پيا اچن، امريڪا مان ننڍي چاچي جو فون آيو ته چاليهه سال اڳ جڏهن هو امريڪا ۾ زندگيءَ کان بيزار ٿي نراسائي جي ڏٻڻ ۾ ڦاٿل هو ته بابا جي رڳو هڪ خط ئي ڪيس ايترو حوصلو ڏنو جو بعد ۾ هو ڪٿان ڪان ڪٿي پهچي ويو.

جڏهن منهنجي پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ وڏو گهوٽالو آيو ۽ ونداهيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪي نظر ئي نه پئي آيو ته توهانجي قدآور سگهاري شخصيت ئي هئي جنهن مونکي همت ڏياري ۽ ڪٿان ڪان ڪٿي پهچايو. اوهان چوندا رهندا هئا ته زندگي روئڻ لاءِ ناهي، روڄ ٻڪي ڪان ڪيس سخت چڙ هئي. چيائين ته بس ڳاٽ اوچو ڪر ۽ پنهنجي پيرن تي بيهه، شينهڻ ٿي پنهنجي حق لاءِ ۽ پنهنجي ٻارن لاءِ ايمانداري ۽ اورچائپ سان محنت ڪندي رهه، واٽون پاڻ مرادو کلي پونديون ۽ بلڪل ائين ئي ٿيو. واٽون کلنديون ويون ۽ اهڙي ريت هموار ٿيون جو پتو ئي نه لڳو.

بابا سدائين آئيندي جو سوچيندو هو ته پنج سال پوءِ ڇا ٿيندو؟ ڏهن سالن ڪانپوءِ ڇا ٿيندو؟ هينئر ڪان ئي اُنجي تياري ڪجي. جڏهن هندستان ڪان لڏپلاڻ ڪري پاڪستان آيو ته سٺيءَ جون ٻوريون سامان ۾ ٻڌي آيو ته فٽ پاٽ تي جهڳي ناهڻ ۾ ڪم اينديون. پوءِ پاڪستان اچڻ جي شروعاتي سالن ۾ ئي امان جي پڙهائي شروع ڪرايائين جو هر ڪنهن کي پنهنجي پيرن تي بيهڻ گهرجي، سياڻي جو ڪو پتو ناهي ته ڇا ٿئي.

بابا ۽ امان جي جوڙي به شاندار هئي، هڪٻئي جي سگهه، هڪٻئي جي مڪمل حمائت ۽ هنن ٻنهي گڏجي اسان سمورن جي دنيائي بدلائي ڇڏي. امان جو سڀني ٻارن سوڌو پڙهي ڊاڪٽر بڻجڻ ئي هڪ اڻٽيٽي هئي. مٺن مائٽن بابا کي چيو "ظفر ميان! زال کي

ڊاڪٽر پيو ڪرين، ڊاڪٽر بڻجي گاڏي هلائيندي ۽ ٽوڪي چڙهي ڏيندي"، وراڻيائين ته ڪا ڳالهه ناهي، پاڻ ته خوش هوندي، سو اها اٽيٽيوٽ به ٿي پئي، پوءِ پنهنجي سمورن ٻارن کي ڊاڪٽر بنائڻ پڻ هڪ اٽيٽيوٽ آهي. اسين سيئي عام قسم جا شاگرد هئاسين، ڪو خاص قسم جو ذهن ته نه هو پر اسانکي هر وقت همت ڏيارڻ، پڙهائي ۾ هر قسم جون سهولتون پيدا ڪرڻ، هر قسم جي مدد ڏيارڻ، ناڪامي نه قبولڻ ۽ مستقل محنت ڪندو رهڻ، ڀيا خرچ پڪا روڪي ٽيوشن فيءِ جو بندوبست ڪرڻ، اهيئي ڳالهيون هيون جن اسانکي ڊاڪٽر بڻايو ۽ بابا جو سپنو ساڀيان ٿيو. پوءِ وري هڪ ٻيو سپنو ته سمورن ٻارن جا ٻار به ڊاڪٽر بڻجن. سو بابا هيل تائين اهو سپنو به ساڀيان وٺي رهيو آهي ۽ انشاالله ٿيندو رهندو.

بس تعليم جي ئي ته اهميت هئي سندس نظر ۾. پئسي ڏوڪڙن کي ڪڏهن به اهم نه ليکيائين، ڪڏهن به پئسا ڏوڪڙ گڏ نه ڪيائين، ڪمائي ورهائيندو رهيو. چوندو هو ته پئسو انتهائي خراب شئي آهي، انجي پويان نه ڊوڙڻ گهرجي، اهو پاڇيهي اوهانجي پويان ايندو ۽ ايترو ئي اچڻ گهرجي جيتري جي ضرورت هجي. حد ته اها آهي جو حج ڪرڻ ويو ته ڪعبي ۾ دعا گهريائين ته منهنجي اولاد کي بس ايترو پئسو ڏوڪڙ ڏجان جيڪو جائز ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ ڪافي هجي ۽ انکان وڌيڪ ڪين پئسو ڏوڪڙ نه ڏجان. الله وٽ سندس اها دعا اگهامجي وئي. پوءِ به چوندو رهيو ته جيڪڏهن خوش رهڻو اٿو ته پنهنجي ضرورتن کي گهٽ کان گهٽ ڪريو ۽ پنهنجي خواهشن جا غلام نه بڻجو. هاڻ هر ڪو ته اهو نٿو سمجهي ۽ مڃي سگهي ته هُن پنهنجي شاديءَ تي ادائي رپين جون ڪارڪون ورهائي ڪم ٽپايو، نه ڪو ڪاڙو پيتو نه ڪو سونو زيور، نه ڏاج، نه ڄڃ نه وليمو.

الله ڪيس جيترو ڏنو ان ۾ ئي خوش رهيو ۽ سدائين پين سان ونڊيندو رهيو. اسانکي پنهنجي ننڍپڻ جو ڪو اهڙو ڏينهن ياد ناهي جو گهر تي اسين رڳو پاڻ ۾ پائر ۽ پينرون هجون، سدائين ٻہ ٽي ٻار پين جاءِ هوندا هئا جيڪي گڏ پڙهندا هئا ۽ ڪتابن کان وٺي ڪمري تائين هر شيءِ ۾ هڪ جيترا حصيدار پڻ.

بابا! اوهين اِها اُميد چو ٿا لڳايو تہ پيا بہ اهڙائي هوندا. اوهين تہ گاڏي بيهاري سڄي شهر ۾ پيرين پنڌ هلي پنهنجا ڪم ڪندا هئا، هاڻ ڪو اِهو چو ڪري؟ اوهان تہ سمورن چوڪيدارن، ڊرائيورن ۽ مالين جي ٻارن ڪي تعليم سان لڳايو ۽ سندن فيءَ بہ ڏيندا رهيا تہ پوءِ هر ڪو پنهنجا پئسا ڏوڪڙ اهڙي ڪمن تي چو ضائع ڪري. تنهن کان بهتر ناهي تہ ڪو حج يا عمرو ڪري وٺي.

بابا! مذهبي تہ تون ڪڏهن هئين ئي نہ. نماز چڏيئي تہ نہ پر ڪڏهن سڄي بہ نہ پڙهيئي. بس تڙ تڪڙ ۾ چار سجدا ڏنئي. ٻڪرائي عيد تي قرباني بہ ڪڏهن نہ ڪيئي، ڪيس عبادت سان ڪو گهڻو لڳاءُ نہ هو، چوندورهندو هو

درد دل ڪي واسطي پيدا ڪيا انسان ڪو
ورنہ اطاعت ڪي لي ڪچھ ڪم نہ تهي ڪرو بيان

پر ڪيس رسول سان عشق هو، ڪاري ڪمليءَ واري جي قوالي ٻڌندي مون ڪيس روئندي بہ ڏٺو هو. رسول جي شان ۾ گستاخي برداشت نہ ڪري سگهندو هو. ميلاد، درود ۽ سلام جو اهتمام ڪندو هو.الله کان ڊڄندو ضرور هو ۽ ڊائريڪٽ ڳالھ ٻولھ بدران اجمير واري يا داتا دربار واري کان سفارش لڳرائيندو هو.

بابا سائين وهان، پرٽي، جنم ڏينهن ۽ پين ڪاڄن جو سخت مخالف هو. قسمين قسمين جي ڪپڙن لٽن، زيورن ۽ گهر ۾ عيش

وارين شين جي کهڙي ضرورت. ڪنهن کي پتو آهي ته سامان رکندڙ سياڻي هوندو به يا نه.

سامان سو برس کا هي کل کي خبر نهين
جانا ضرور هي، عذر کي مجال نهين
مزا تو يه هه که منزل نه راسته معلوم

هو اڪثر اهو مصرعو پڙهندو هو ته ”نه منزل نه راسته معلوم“ ۽ پوءِ ڪيتري سڪون سان سفر تي راهي ٿيو. ڪيڏي شان سان ليٽيو هو. لڳو ٿي ته ڄڻ ڪو بادشاهه سلامت پنهنجا سمورا ڪم ڪار لاهي مڪمل اطمينان سان ستل هجي.

جڏهن ڪنهن جنازي کان واپس ايندو هو ته چوندو هو ته جڏهن آءُ وڃان ته ڪو روج پٽڪو نه ڪجو، همت کان ڪم ونجو. اها ڳالهه سندس عادت پٽاندڙ هئي ته هر قسم جي حالتن لاءِ ذهني طور تي تيار رهجي.

هونئن به اُتي سندس پيا (سلطان ظفر) سان ملاقات ٿي هوندي جنهن جو گذاري وڃڻ هُن لاءِ انتهائي وڏو صدمو هو. ڪيس سندس سمورا پراڻا دوست مليا هوندا. انديا پاڪستان جي سياست تي بحث مباحثا ٿيا هوندا ۽ هُن امريڪا تي چوهه چنديا هوندا.

بابا! اسين سيئي پڻ واري واري سان پنهنجي وقت تي اوهان وٽ اچي ويندا سين، پر پليز! اهو متان چوين ته هاڻ هتي هڪ ميڊيڪل ڪاليج کوليو ۽ سمورن فرشتن ۽ حورن کي ڊاڪٽر بڻايو.

شاهين ظفر

## شينهن جي آکاٽي

ڏاڏو سدائين ڪنهن نہ ڪنهن شينهن جي آکاٽي ضرور ٻڌائيندو هو. بهادر شينهن جيڪو جهنگ ۾ حاڪميت ڪندو هو، يا اهڙو شينهن جيڪو ڪنهن وسنديءَ مان ٻارن ۽ وڏن کي شڪار ڪري وڃي يا وري اهڙي ڪنهن شينهن جي جنهن کي ڪنهن سورهيہ شخص ماري انساني آباديءَ کي بچائي ورتو هجي. عام طور تي اهو سورهيہ شخص ننڍي چمار جو ٻہ هوندو هو تہ غريب پڻ.

هو اڪثر ٻارن کي گاڏي ۾ ويهاري ملير جي ڳوٺن ڏانهن وٺي ٽڻ ۾ نڪري پوندو هو ۽ ان دوران چوندو هو تہ "سنيالجو! متان شينهن نہ اچي نڪري"، اهڙي ئي هڪ سانجهيءَ ٽاٽي جڏهن هو اسان سمورن ٻارن کي جامعہ مليہ کان اڳتي ڪچي پيچري تي گهمائيندي بيٺو تہ مونکي وٽن جي وچ ۾ هڪ وڏو جانور بيٺل نظر آيو. ڊپ وگهي گهٻرائجي ويس ۽ ڏاڏا جي ٻڌايل قصن جو آدم خور شينهن من تي تري آيو.

زور سان دانهن ڪيم "ڏاڏا بچائي، شينهن آيو آهي"

اُهو شينهن نہ پر هڪ وڏو ڪتو هو جيڪو منهنجي دانهن ٻڌي ڀڄي نڪتو، پر اهو واقعو، اُهو شينهن ۽ "ڏاڏا بچائي" ڪڏهن بہ وساري نہ سگهيو آهيان. ڏٺو وڃي تہ ڏاڏو تہ مونکي بچائيندو تي رهيو. اسڪولي پڙهائي دوران، مئٽرڪ جي امتحان مهل، انٽر سائنس جي پهرين امتحان ۾ ۽ ٻارهين ڪلاس جي آخري امتحان وقت .... هو تعليمي سرگرمين ۾ ۽ امتحانن ۾ منهنجي، فرجاد ۽ گهر جي ٻين ٻارن جي سدائين مدد ڪندو هو. ڪڏهن نوٽس آڻي ڏيندو هو، ڪڏهن

پريڪٽيڪل جي مشق ڪرڻ لاءِ وٺي ويندو هو. سدائين تاڪيد ڪندو هو ته وقت سر پهچو ۽ پڙهائي مهل ٻيو ڪجهه به نه ڪريو. اسان ٻارن جي پڙهائي ۾ ذاتي دلچسپي وٺندو هو ۽ فيصلو ڪندو هو ته اسانکي ٽيوشن ڪير پڙهائيندو. اڪثر جڏهن آءُ، فرجاد يا ٻيا ٻار ٽيوشن پڙهڻ ويندا هئاسين ته اسان سان گڏ هلندو هو، استاد سان ملندو هو ۽ اهو به ٻڌائيندو هو جو پنهنجي ڪنهن شاگرد وٽ وٺي وجي، ڪيس چوندو هو ته ”فلاڻو مضمون پڙهائينس، ان ۾ ڪجهه ڪمزور آهي“، پوءِ هو اڪثر ٻاهر گاڏيءَ ۾ ئي ويٺو رهندو هو، جيستائين اسانجي پڙهائي پوري نه ٿئي ۽ چاتل ڪمزوري ختم نه ٿئي.

اڄ سندس وڃڻ ڪانپوءِ احساس ٿو ٿئي ته تعليم ۾ سندس دلچسپي ڪيتري اهم هئي. ڪيترو ضروري هو ته ڪهڙن مضمونن ۾ پڙهجي ته جيئن سٺيون مارڪون اچن ۽ ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ٿي سگهي.

هر ٽورڙن ڏينهن ڪانپوءِ ڏسندو هئس ته ڪونه ڪو وٽس ويٺو هوندو هو ۽ پنهنجي ٻارن جي امتحانن ۽ ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلائن لاءِ صلاح مشورو پيو ڪندو هو. هو نه رڳو صلاح ڏيندو هو پر اهو به ٻڌائيندو هو ته سندس علائقي ۾ ڪهڙو استاد آهي جيڪو فلاڻي فلاڻي مضمون ۾ ٽيوشن ٿو پڙهائي. سندس خيال هو ته اڄڪلهه جي اسڪولن ۾ ٻارن کي گهٽ ٿو پڙهايو وڃي، مٿان ڏيان نٿو ڏنو وڃي ۽ ٻار گهرن ۾ ٽي ويءَ تي تمام گهڻو وقت ٿا زيان ڪن.

جڏهن منهنجي داخلا ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي ته گهر ۾ سڀئي خوش هئا پر ڏاڏا جو سرهائي سان ٻهڪندڙ چهرو ۽ جرڪندڙ نيڻ سڀ ڪان وڌيڪ واضع هئا. ڪيس سڀ ڪان وڌيڪ خوشي ٿي هئي. آءُ اهو ڪڏهن به وساري نٿو سگهان، ساڳي ريت جڏهن ڊاڪٽر ٿيس ته اُن وقت به سندس مُک هو جيڪو ٻهڪي رهيو هو. سرهائي جڻ ته

سندس سرير کي پنهنجي پاڪرن ۾ پڪڙي ڇڏيو هو، ڪيس منهنجي ڊاڪٽر ٻڄڻ جي مونکان وڌيڪ خوشي هئي.

شينهن جي ڪهاڻي ختم ٿي چڪي آهي. بهادر شينهن جي ٻه ٻ آدم خور شينهن جي ٻه پر ڪڏهن ڪڏهن من ڪندو اٿم ته ڪاش پوئتي مڙي ڏسان ۽ زور سان دانهن ڪريان "ڏاڏا بچائي" پر هاڻ ڏاڏا ناهي رهيو. دنيا ۾ ڪوبه سدائين نه رهندو آهي، پر سندس ڳالهيون، سندس تعليم تي اعتماد، سندس ويساهه ته تعليم زندگي بدلائي ڇڏيندي آهي، منهنجي پُٽ ٿيون وٺن. منهنجي خواهش آهي ته اِهو پيڇو سدائين جاري رهي.

سيد اڪمل سلطان

# منهنجو ڏاڏو

جڏهن پتو لڳم ته ڏاڏا جي زندگيءَ تي ڪجھ لکيو پيو وڃي ته من ۾ اڌ من جي هڪ جوالا مُکي ڦاٽي پئي. هڪ تحرڪ پيدا ٿيو ته آءٌ به ڪجھ لکان. ڏاڏو منهنجي زندگيءَ ۾ انتهائي اهم شخص هو، پر انهيءَ اهم ماڻهو متعلق جيڪي ڪجھ من ۾ هئم سو اکرن جي روپ ۾ ڪاغذ تي لاهڻ منهنجي لاءِ ڪو سولو ڪم نه هو. هر ماڻهو اهم ٿي ٿو، هر اُهو ماڻهو اهم هوندو آهي جيڪو اسانجي زندگين ۾ شامل هجي ٿو ۽ پنهنجو هڪ نقش ڇڏي ٿو وڃي. انهن انيڪ ماڻهن مان رڳو ڏاڏا تي ئي ڇو لکان؟ اُدمن جي جوالا مُکيءَ سان گڏ اهو سوال پڻ منهنجي من ۾ پنهنجي پوري شدت سان اُٿيو هو، انجو سبب شايد اهو هو ته هو پنهنجي پوري شخصيت ۽ وجود سان ٻين جي زندگين ۾ روشني وکيري ڇڏيندو هو. ايستائين جو سندس شخصيت جي سخت گيريءَ جو شڪار ٻڌجندڙ پڻ سندس زندگيءَ جي روشن پهلوئن کي ساراهڻ کانسواءِ رهي نه سگهندا هئا.

سندس ڳالهين ۽ زندگيءَ جي ڪجھ موهيندڙ لمحن جي ساروڻين منهنجي ذهن کي فتح ڪري ورتو هو. بي اختيار ٿي سندس بابت لکڻ ويهي رهيس. اُن ماڻهو بابت جنهن جون ڳالهيون ڪندي ماڻهن جون زبانون نٿيون سُڪن. جيڪي اڃان تائين سندس ڳالهيون مڪمل طور تي بيان نه ڪري سگهيا آهن.

آءٌ عطيا اسپتال ۾ ننڍي وڏي تي آهيان، جنهن جو نالو منهنجي ڏاڏيءَ پويان رکيو ويو، سو نه ماڙ انهيءَ گهر ۾ جيڪو اسپتال جي مٿين ماڙ تي، ٽين ماڙ انهيءَ گهر جي پهرين ماڙ هئي جتي هڪ لائونج هو، سيني جو باورچي خانو، سيني جي ڪاڏي پيتي واري جاءِ،

ڏاڏو وينل يا ليٽيل هوندو هو، انهيءَ صندل جي اوسي پاسي صوفا، ڪرسيون ۽ موڙها پيل هوندا هئا. اسانجون اڪثر شامون اتيئي ڏاڏا ۽ ڏاڏيءَ سان ڪچهريءَ ۾ گذرنديون هيون. ڏاڏو عام طور تي لُنگي پهريندو هو يا وڏن پائنچن وارو پاجامو. سياري ۾ سندس مٿي تي گرم ڪپڙي جي ٽوپي هوندي هئي. گهر کان ٻاهر نڪرڻ مهل هو گلي ۾ ڳاڙهي رنگ جو مفلر ويڙهيندو ۽ پيرن ۾ جوراب چاڙهيندو هو. ٿڌ هجي يا گرمي پيرن جي چپل نه بدلائيندو هو. سندس خيال هو ته چپل آرام لاءِ پهرڻ گهرجي نه ڪئي ڏيکاءُ لاءِ، انڪري چپل سادي ئي هئڻ گهرجي. اهو سندس اوڍڻ ۽ رهڻ جو فسلفو هو. وٽس قميص ۽ پاجامي وارا ڪجهه جوڙا هئا جن مان هڪ جوڙو سدائين صاف سٿرو تيار رکندو هو. سندس بستري سان لڳو لڳ ۽ انجي هيٺان مختلف ڪاغذن، فائلن ۽ خطن وغيره جو ڍڳ رکيل هوندو هو، اهوئي سندس ڪُل سرمايو هو.

هيٺ ڏاڏو هڪ ننڍڙي ميڊيڪل اسٽور تي ويهندو هو جتي سندس دوست يار اچي ساڻس ملندا ۽ ڪچهري ڪندا هئا. جيڪڏهن وٽس ڪٽمٺڙن يا چاڪليٽ جي ڪا سوکڙي ايندي هئي ته اسان ٻارن آڏو کولي، هڪ پاڻ چکي باقي اسان ٻارن ۾ ورهائيندو هو. اڪثر ائين به ٿيو جو بچي پيل چاڪليٽ ۽ ڪٽمٺڙا احتياط سان رکي ڇڏيندو هو ۽ پوءِ واقفن يا مٽن مائٽن جي ٻارن ۾ ورهائيندو هو. اِهو هو منهنجو ڏاڏو جنهن انتهائي غربت جي باوجود پنهنجي سڄي ڪٽنب کي تعليم جي زيور سان مالا مال ڪيو، جنهن سبب هو سيئي غربت جي پنجوڙ مان آزاد ٿيا. انهيءَ غربت کان آزاديءَ جو نتيجو هو جو ڄمار جي آخري حصي ۾ سندس ٻار سندس پيرن ۾ چنڊ ۽ ستارن، سون ۽ چانديءَ جا ڍڳ لڳائي پئي سگهيا پر ڏاڏا کي انهن سيني شين سان ڪا دلچسپي نه هئي.

زندگيءَ جي سادگيءَ وارو فلسفو هڪ سولي جملي ۾ سندس وزيٽنگ ڪارڊ جي پوئين پاسي لکيل هو ته ”خوشي حاصل ڪرڻ ٿا چاهيو ته پنهنجي ضرورتن کي گهٽ کان گهٽ رکو ۽ خواهشن جا غلام نه بڻجو“.

انجو مطلب اهو هو ته ڪٽنب جو سربراهه صبح سويري سڀ کان اڳ جاڳندو هو، کير گرم ڪندو هو ۽ ڊبل روٽي کير ۾ ٻوڙي کائيندو هو. جڏهن گهر جا ڀيا ڀاتي ننڊ مان جاڳندا هئا ته ڏاڏو پنهنجي مخصوص پيچرن تان پسار ڪري موٽي اچي اُن ڏينهن جون اڙدو ۽ انگريزي اخبارون پڙهي چڪو هوندو هو. اخبارن جي خاص خبرن تي پينسل سان نشان به هڻي ڇڏيندو هو جيڪي سندس خيال ۾ هر ڪنهن کي پڙهڻ گهرجن. هو خاموشيءَ سان پنهنجو ڪم ڪندو هو، بنا ڪنهن جي مدد جي ۽ بنا ڪنهن گوڙ گهمسان جي. سادگي سندس رڳ رڳ ۾ وسيل هئي. اهو هو منهنجو ڏاڏو جنهن پنهنجي سڄي زندگي انتهائي سادگيءَ سان گذاري.

جنهن وقت آءُ ايم بي بي ايس جي آخري سال ۾ هئس ته بابا ۽ سندس ڀائرن ۽ ڀينرن گڏجي پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي مان ۾ هڪ ڪاڄ گهرايو ته جيئن سندن زندگيءَ ۾ ئي سندن دوستن يارن، مٽن مائٽن آڏو سندن ٿورا مڃجن. مونکي به اهو موقعو ڏنو ويو ته ڪجهه ڳالهايان. مون اُتي چيو هو ته پنهنجي وڏن جي پيروي رڳو انڪري نه ڪرڻ گهرجي ته اها پيروي صحيح پيروي آهي ۽ انجو ڪو مقصد آهي، جڏهن ان قسم جي پيروي ڪئي ويندي آهي ته اها بامعني ٿي ويندي آهي. ڏاڏا جو ڪمال اهو هو ته هو پيرويءَ کي بامعني بڻائي ڇڏيندو هو.

ڏاڏو پنهنجي سوچ ۽ نظرين ۾ فولاد وانگر پڪو هو. سندس سوچ هئي ته سندس سمورا ٻارڙا ڪٽر ٽين،ڪوبه لڏ پلاڻ نه ڪري ۽

ڏيهه موٽي پنهنجي ماڻهن جي سيوا ڪن. ڪيس وچولي طبقي جي ٻارن جو آمريڪا وڃڻ انتهائي ناپسند هو. ڪيس مادي شين پويان ڊوڙڻ چڱو نه لڳندو هو. ڇوڪرين جي نيل پالش هڻڻ تي ٻچان ايندي هئس. سندس خيال هو ته شاديون والدين جي مرضيءَ سان ٿيڻ گهرجن. ڏاڏو پنهنجي سوچ تي پير ڪپائي بيهڻ وارو شخص هو ۽ انجي پرواهه نه هئس ته جن بابت اهي اصول آهن سي پاڻ ان بابت ڇا ٿا سوچين. سندس اهي نظريا ۽ سوچون ساڻس گڏ اُسريا هئا، انڪري انهن جي ونس وڏي اهميت هئي.

ڏاڏا جو حقيقي مشن سندس اها سوچ نه هئي پر سندس زندگيءَ جو اصل مشن غربت جو انت هو ۽ سندس خيال هو ته هر ڪنهن کي غربت خلاف ويڙهه ڪرڻ گهرجي. هو شدت سان انهيءَ اعتقاد جو مخالف هو ته انسان پنهنجي ڀاڳ سان ڄمندو آهي ۽ پنهنجون حالتون بدلائي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ جو اهو سڀ ڪجهه خدا طرفان طئي ڪيل آهي. سندس ويساهه هو ته هر شخص کي اهو حق حاصل آهي ته هو تعليم حاصل ڪري پوءِ ڀل سندس معاشي حالتون ڪهڙيون به هجن، سندس تعلق ڪهڙي به طبقي سان هجي، سندس ذات ۽ نسل ڪهڙي به هجي هو ڀل چمار جي ڪنهن به حصي ۾ هجي. رڳو تعليم ئي اُهو واحد دڳ آهي جنهن تي هلي ڪو شخص نه رڳو پاڻ غربت مان نجات ماڻي سگهي ٿو پر پنهنجي ڪٽنب کي پڻ خوشحال بڻائي سگهي ٿو.

عورتن جي تعليم بابت به سندس مخصوص نظريا هئا. سندس خيال هو ته ڇوڪرين کي پنهنجي شاديءَ کان اڳ ۽ پوءِ تعليم پرائڻ گهرجي، ڪين نوڪري ڪندي ڪجهه ڪمائڻ گهرجي. سندس سوچ هئي ته ان ريت عورتن ۾ خود اعتمادي پئدا ٿيندي ۽ هو پنهنجي زندگيءَ جا فيصلا پنهنجي سر ڪري سگهنديون. اهڙي ڇوڪري ۽ نوڪرياڻي زال ۾ فرق تو ٿئي جيڪا سدائين پنهنجي مڙس جي

پاڇولي ۾ ٿي رهي ۽ جنهن جي پنهنجي ڪا شخصيت نٿي رهي. اها سوچ وٽس تڏهن هئي جڏهن عورتن پنهنجي حقن ۽ آزاديءَ بابت سوچڻ ئي مس شروع ڪيو هو.

سندس سوچ رڳو سوچ نه هئي پر هن انهيءَ سوچ کي پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ لاڳو پڻ ڪيو. ڪٽنب ۽ متن مائٽن ۾ اهڙيون انيڪ ڇوڪريون آهن جن جي تعليم لاءِ هن پتوڙيو ۽ انهن لاءِ ذاتي ڪوششون پڻ ڪندو رهيو.

هو گهر جي نوڪرن، چوڪيدارن ۽ اسپتال جي نوڪرياڻين جي ٻارن جون داخلائون ڪرائيندو هو، سندن فيون ڀريندو هو، پوءِ ڪين اطلاع ڪندو هو ته هاڻ رڳو تياري ڪرڻي آهي، امتحان ڏيڻو آهي ۽ پاس ٿيڻو آهي. اِهو هو سندس طريقو جيڪو انتهائي سگهارو هوندو هو.

اسانجو معاشرو منفي سوچن کي هٿي ٿو ڏئي، هر هر زندگيءَ جي ناڪامين تي لڄي ٿو ڪري ۽ غلطين تي لچارو ٿو ڪري. انهيءَ معاشري ۾ هو ان نظرئي تي ويساهه رکندو هو ته هر ڪو سيکه ڪري سگهي ٿو. اسڪول جي فيءَ، ٽيوشن جي فيءَ، امتحان جي فيءَ ايستائين جو اسڪول جي بس جي فيءَ به ڀياري هو پڙهندڙ ۽ پڙهائيندڙ ڪٽنبن جي انهيءَ ٻڌتر جو خاتمو آڻي ڇڏيندو هو ته اڳتي ڪو وسيلو ناهي. سندن واحد ڪم رڳو پڙهڻ هوندو هو. سندس جادو اهو هو ته هو فرد خاص طور تي عورتن جي من ۾ اهو ويساهه پئدا ڪري ڇڏيندو هو ۽ سندن پنهنجو پاڻ تي اعتماد وڌي ويندو هو جنهن جي نتيجي ۾ هو پنهنجي مڙسن، پنهنجي والدين، پنهنجي ٻارن، پنهنجي ڪٽنب ۽ پنهنجي ماحول جي پنجوڙ مان نڪري ڪو فيصلو ڪرڻ لائق ٿي وينديون هيون. هو چاهيندو هو ته عورتون پنهنجي زندگيءَ جو انتظام پاڻ سنڀالين.

جيڪڏهن ڪو سندس سامهون اهو چوندو هو تہ "اهو ڪرڻ منهنجي لاءِ ممڪن ناهي" تہ سندس چهرو تپي ڳاڙهو ٿي ويندو هو ۽ ڪاوڙ سندس چهري تي واضع ٿي ويندي هئي "پڙهي نٿي سگهان، شاديءَ ڪانپوءِ پڙهنديس، چمار وڏي وئي اٿم، انتهائي غريب آهيان، ٻار گهڻا اٿم، مونتي وڏيون ذميواريون آهن، عبادت ڪان ئي وقت وقت نٿو بچي، ڏڏ آهيان"، جهڙين ڳالهين کي ڪا اهميت نہ ڏيندو هو. اهڙي تقرير ڪندو هو جو ٻڌندڙ جي من ۾ اُتساه پئدا ٿي ويندو هو. هو سامهون واري جي من ۾ اهڙي انقلابي لهر اُڀاري ڇڏيندو هو جو هوءَ سڀ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندي هئي. هو ڪين اهڙي ريت سوچڻ تي مجبور ڪري ڇڏيندو هو جو پنهنجو پاڻ تي افسوس ڪرڻ بدران ڪنهن نئين واٽ، ڪنهن نئين منزل جي ڳولا شروع ڪري ڏبي. سندس ڳالهين ۾ حوصلو هو، حالتن جو تجزيو هوندو هو ۽ انهن حالتن سان مهاڏو اٽڪائڻ جا مختلف طريقا هوندا هئا جيڪي ڄاڻي انهن جي اثر ۾ اچڻ لازمي هو. سندس ڦوڪيل جادو پنهنجو اثر هر صورت ۾ ڏيکاريندو هو.

منهنجي نظر ۾ ڏاڏا جو ڪارنامو اهو ناهي تہ هُن پنهنجي ٻارن کي ڊاڪٽر بڻايو يا ڪٽنب جي ڪجهہ ڇوڪرين کي پڙهيل ڳڙهيل بڻايو، سندس اصل ڪمال اِهو آهي تہ هو هر شخص جي سطح تي وڃي ڪيس ان ڳالهہ تي قائل ڪري ڇڏيندو هو تہ اهو ممڪن آهي ۽ هو اِهو ڪري سگهي ٿو، ڪيس ڪرڻو پوندو، هو ڪندو. ويساهہ پئدا ڪرڻ ئي سندس اصل ڪمال هو.

انڪان بہ وڌيڪ اهم اهو آهي تہ هو هر ان شخص لاءِ هڪ قسم جو سرپرست ٿي ويندو هو جيڪو پنهنجي حالتن ۽ مسئلن بابت ساڻس ڳالهہ ٻولهہ ڪندو هو. اهڙن نوجوانن کي هو صلاح، مدد ۽ هنگامي حالتن ۾ هر طرح جي سهولت فراهم ڪندو هو. سندس ڌيان

جو مرڪز نوجوان هئا، سندس خيال هو تہ نوجوانيءَ ۾ ئي شين بابت فيصلو ڪري انهن کي حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ ان لاءِ هو هر وقت مدد لاءِ تيار رهندو هو. عورتن جي ڪاميابي ۽ ناڪاميءَ جو ڪٽنب جي اڪائي تي وڏو اثر ٿو پوي. هو اها حقيقت چڱي ريت سمجهندو هو، انڪري جن چوڪرين ۽ عورتن جي تعليم تي سندس ڌيان هوندو هو تن کي ڪنهن نہ ڪنهن بهاني ڪا نہ ڪا نصيحت ڪندو رهندو هو. ڪين ٻڌائيندو رهندو هو تہ سندن حيثيت اُن وقت ئي ٿيندي جڏهن هو ڪجهہ ماڻينديون ۽ ڪجهہ حاصل ڪرڻ جو مطلب اهوئي آهي تہ هو تعليم حاصل ڪن ۽ مٿاهين ترين مقام تائين پهچن. سندس مثبت انداز جيڪا خود اعتمادي پئدا ڪندو هو تنهن جو مثال ملڻ محال آهي.

سندس اهائي خوبي هئي جيڪا مونکي پهنجي سحر ۾ جڪڙي ڇڏيندي هئي، جنهن خود منهنجي زندگيءَ ۾ منهنجي واٽ جو تعين ڪرڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي. اهو سڪيم تہ جڏهن حالتون خراب هجن ۽ ڪجهہ بہ مثبت نظر نہ ايندو هجي تہ هو روشنيءَ جيان جرڪڻ لڳندو آهي ۽ اهو احساس پئدا ٿيندو آهي تہ معاشري ۾ تبديلي آڻي سگهجي ٿي. هو هڪ عام ماڻهو هو، پنهنجي چڱاين ۽ خرابين سان گڏ، پر سندس جادوئي طريقو انسانن جي جيون ۾ ڏيئي ڪان ڏيئو ٻارڻ وارو نہ ختم ٿيندڙ سفر شروع ڪري ڏيندو هو.

ٿي سگهي ٿو تہ اهو سڀ ڪجهہ جانبداريءَ سان لکي رهي هجان ڇاڪاڻ جو هو منهنجو ڏاڏو هو ۽ ساڻس پيار تي ڪيم، پر اُهي انيڪ ماڻهو جيڪي سندس گذاري وڃڻ تي اسانجي گهر لنگهي آيا ۽ مهينن تائين ايندا رهيا، تن جي تہ ساڻس ڪا مائٽي نہ هئي پر هُن سندن زندگين کي بدلائي ڇڏيو هو. سندن نيڻن ۾ ڳوڙها هئا ڇاڪاڻ جو هو محسوس ڪري رهيا هئا تہ سندس ڪو ويجهو مائٽ، سرپرست يا پيءُ

گذاري ويو آهي. آءُ جانبدار آهيان مونکي هئڻ به گهرجي. سندس کوٽ اڄان به محسوس ٿي ڪريان ۽ چاهيان ٿي ته ڪاش هو اسانجي وچ ۾ هجي ها، هو جيڪو منهنجي ويجهو هو، منهنجو ڏاڏو هو.

اِهو لکڻ ڪانپوءِ سوچيندي رهيس. ڏاڏا جي ہين ڏوهٽين، پوٽن ۽ پوٽين انکي پڙهيو ۽ پنهنجي پنهجي ويچارن جو اظهار ڪيو ته آءُ ٻيهر وينيس ۽ هيءُ سڀ ڪجھ منهنجو قلم پاڻمرادو لکندو ويو.

ڏاڏا جي هڪ خاص ڳالھ ٻي به هئي، اُها هيءَ ته هو ڪنهن نه ڪنهن طرح سان طاقت استعمال ڪندو هو ته جيئن پنهنجي ڳالھ مڃرائي سگهجي. هو جسماني طاقت بدران جذباتي طاقت استعمال ڪندو هو. وهان جي معاملي ۾، زندگيءَ جي پيشي جي چونڊ لاءِ ايستائين جو ڪهڙي ڪوچنگ سينٽر ۾ وڃي ميڊيڪل ڪاليج جي داخلا واري امتحان جي تياري ڪرڻي آهي، هو پنهنجي سوچيل سمجهيل فيصلي تي عمل لاءِ انهيءَ يقين سان ڪم ڪندو هو ته اڄان هيءُ ننڍڙا آهن، جڏهن وڏا ٿيندا ته صحيح فيصلي تي سندس ٿورائتا رهندا. هو چوندو هو ٻارن کي ته مٺاڻ جو گرھ ڏيڻ گهرجي پر نظر شينهن واري رکڻ گهرجي. اهو به سچ آهي ته مٺاڻ جي گرھ لاءِ هو هر قسم جي قرباني ڏيڻ لاءِ به تيار رهندو هو.

ڪجھ ماڻهو اهو سوال اُٿاري سگهن ٿا ته سون جي انهيءَ زنجير جو ڪهڙو لاڀ جنهن جو وزن ڪٽي نه سگهي جيڪو شايد مفلوج ۽ ڪمزور پڻ ڪري ڇڏي، ڇا اهو ضروري آهي ته ان طرح سان پنهنجو مقصد حاصل ڪيو وڃي.

منهنجو پنهنجو خيال آهي ته جذباتي طاقت استعمال ڪرڻ گهرجي، انجي اهميت آهي. ماڻهن جنجي نگاھ بلند آهي، جيڪي ڏور تائين ڏسي سگهن ٿا، کي مقصد ماڻڻ لاءِ اهڙي طاقت ضرور استعمال ڪرڻ گهرجي جنهن سان ہين جا ڀاڳ بدلجي وڃن. ماءُ پيءُ جي

رهنمائي هڪ حد تائين ضروري ٿئي ٿي ۽ ان واسطي هر طريقو صحيح ۽ مناسب آهي.

ڏاڏا جو ڪمال اهو ناهي ته هُن پنهنجي سمورن ٻارن کي ڊاڪٽر بڻايو، سندس ڪمال اهو آهي ته جڏهن پنهنجي سياسي ماحول کان ڌار ٿيو، جڏهن ننڍي ڄمار ۾ سندس وهاڻ ڪرايو ويو ته پنهنجي پوئين زندگيءَ تي ماتم نه ڪندو رهيو پر بدليل زندگيءَ کي هڪ نئون رخ ڏيندي پنهنجي لاءِ هڪ واٽ جو تعين ڪيائين. شايد معاشري ۾ هڪ سياستدان طور وڌيڪ ڪارائتو ثابت ٿئي ها پر شايد اهو به سندس ٻاڳن ۾ هو ته ڪيس اهڙي واٽ تي هلڻو هو جنهن جي ڪڏهن به خواهش نه ڪئي هئائين.

قرآن پاڪ ۾ لکيل آهي ته زمين تي جبل ميخن جيان ٺوڪيا ويا آهن. جاگرافيءَ جا ماهر ٻڌائين ٿا چون ته جبل زمين تي ايئن بيٺل آهن جو انهن جو پاڙون انهن جي اوچائي کان به ٽي ڀيرا وڌيڪ گهريون آهن، اِهو ئي سبب آهي جو اِهي مضبوطيءَ سان بيٺل آهن، انهن جي اوچي ڳاٽ سان بيٺل هئڻ جو سبب انهن جي اوچائي نه پر گهرائي آهي.

منهنجي خيال ۾ جيترو گهرائي ۾ وڃبو اوتري ئي ڪاميابي ملندي، پوءِ ڀل اِهو ڪو فرد هجي يا ڪو ڪٽنب. ڏيکاءُ ڏيندڙ ڪاميابي حقيقي ڪاميابي نه هوندي آهي، ڪاميابي اُها هوندي آهي جنهن جون پاڙون گهرائي تائين هونديون آهن جيڪي پاتال ۾ پيهجي ويل هونديون آهن.

شايد ڏاڏا جي ڪاميابي ميڊيڪل اسڪول ڇڏي سياست ۾ شامل ٿيڻ هو جنهن ۾ هُن انتهائي غربت سان زندگي گهاري. ڪيس نراسائي ملي، ڪيس ڏک مليا ۽ سندس ڪاميابي سندس زال ۽ ٻارن جي ڪاميابيءَ جي صورت ۾ سامهون آئي. اِها ڪاميابي انهيءَ ڪري

پلئہ پئي جو هن نين واٽن تي هلڻ جو ڏکيو فيصلو ڪيو هو. اهائي اُها اهم ڳالھ آهي جيڪا ڪنهن کي بہ وسارڻ نہ گهرجي.

ڪاش اسين ڏاڏا جي ڪاميابين جو جشن سندس سامهون ملهايون ها تہ ڪهڙي ريت هُن موجود حالتن (Status quo) کي للڪاريو ۽ هر قسم جي حالتن سان ٽڪرايو. هُن عورتن بابت رائج خيالن کان بغاوت ڪئي، سندن ذميوارين متعلق لاڳو قانونن کي ذرا پرزا ڪري ڇڏيائين ۽ سندن تعليمي سرگرمين کي همٿايائين.

ڪاش هو پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجي ٻارن جي ٻارن کي ڇئي ڏٺي ها تہ ها ڪيس ان ڳالھ جي خوشي آهي، انتهائي خوشي تہ سمورا ٻار ڊاڪٽر بڻجي ويا آهن ۽ اُهو سڀ ڪجھ حاصل ڪيو جنهنجي ڏاڏا سڌ ڪئي هئي ۽ هاڻ سندس ٻارن جي ٻارن جو وارو آهي تہ هو فيصلو ڪن ۽ ٻيهر ساڳيو جوکم کڻن جيڪو هُن کنيو هو ۽ انهن نون ميدانن ۾ پنهنجو ڀاڳ آزمائين جيڪي جديد دنيا جي پيداوار آهن.

طاقت جو استعمال اوڏي مهل ضروري آهي جڏهن نظرن آڏو اِهو اچي رهيو هجي تہ طاقت جي استعمال کانسواءِ شايد ناڪامي پلئہ پوندي پر طاقت جو استعمال اوڏي مهل غير ضروري آهي جڏهن اهڙو ڪو امڪان نہ هجي. ان وقت ان ڳالھ جي اجازت ڏيڻ گهرجي تہ ڪنهن جا ڇا مرضي آهي؟ مرضيءَ جو مڃڻ اهڙي ريت ضروري آهي جيئن ٻئي جو. اهو حق تہ مرضي نہ مڃجي. ڪاش ڏاڏو جيئرو هجي ها ۽ هاڻوڪين حالتن ۾ هو منهنجي انهن ڳالهين کي اهميت ڏئي ها ۽ پنهنجي جرڪندڙ نيڻن، مرڪندڙ چپن ۽ ٻهڪندڙ مُک سان اُها ورندي ڏئي ها جيڪا منهنجي من ۾ آهي. پڪ اٿم تہ سندس جواب شايد منهنجي من ۾ آهي.

صبا سراج سيد

## پيارو نانو

اسلام عليڪم ۽ هٿ اچڻ تي اوهان سڀني جا ٿورا!

اِهو چوندي شروعات ڪرڻ ٿو چاهيان ته ها آءٌ به ڊاڪٽر آهيان، ۽ ڏينهن اڳ مونکي اطلاع مليو ته امريڪا جي هارورڊ يونيورسٽي واشنگٽن ۾ پنجن سالن واري سرجريءَ جي تربيتي پروگرام لاءِ چونڊيو ويو آهيان. منهنجي ڪزن سحر سيد ۽ سندس مڙس شاد کي به شڪاگو ۾ پيٿالوجي ۽ ميڊيسن جي تربيتي پروگرام ۾ داخلا ملي آهي.

ڪجهه ماڻهو سمجهندا ته اهو اسانجي محنت جو ثمر آهي پر هن موقعي تي اوهانکي ٻڌائيندو هلان ته اها ڪاميابي اسانجي نانا ڪانسواءِ ممڪن ئي نه هئي. اوهين جڏهن هيءُ ڪتاب پڙهندا ته اندازو ٿيندو ته آءٌ هي سڀ ڪجهه ڇو پيو چوان. اهو نانا جي ڏنل تربيت ۽ مستقل رهنمائي جو نتيجو هو جنهن منهنجي ۽ ڪٽنب جي ٻين ٻارن جي زندگيءَ کي هڪ خاص روپ ڏنو.

ٿي سگهي ٿو ته اوهين اهو سمجهو ته اها انصاف جي ڳالهه آهي ته اڄوڪي ڪاڄ جو ڏينهن اهوئي آهي جڏهن پاڪستان انڊين ڪرڪيٽ ٽيم جو حشر نشر پيو ڪري ته شايد اوهانجو اهو خيال غلط نه ٿيندو.

نانا ڪرڪيٽ جو شديد مخالف هو، هو اڪثر چوندو هو ته "اها اهڙي راند آهي جنهن ۾ تمام گهڻا ماڻهن جو تمام گهڻو وقت ٿو ضايع ٿئي". تڏهن مونکي سندس ڳالهه سمجهه ۾ نه ايندي هئي ۽ سدائين لڪ ڇپ ۾ ڪرڪيٽ ميچ ڏسي وٺندو هئس.

نانا اسانکي وقت جي اهميت بابت سدائين فڪرمند رکيو. هُن

سمجهايو تہ بچت ڪيتري ضروري آهي. ياد اٿم تہ ننڍپڻ ۾ ڪيترائي ڀيرا سمجهايو هئائين جڏهن آءُ پنکو کليل ڇڏي فون تي ڪنهن سان ڳالهائيندو هوس ته هو ڪچهري ڪرڻ لڳندو هئس. هو چوندو هو "فون تي وقت ضائع ٿيو ۽ پنکو بيڪار ۾ بجلي پيئندو رهيو" سدائين سمجهايائين تہ "محنت ذريعي ئي عزت ڪمائبي آهي".

مونکي ياد آهي تہ وٽس وٽامن جون گوريون هونديون هيون جيڪي ٻارن ۾ ورهائيندو رهندو هو. اسين سمورا ٻار انهيءَ گوريءَ کي نم نم سي سڏيندا هئا سين تہ جيئن اُن ڏينهن جي نم نم سي ملي وڃي جيڪي سدائين اسڪول جو ڪم پورو ڪرڻ يا ڪنهن جي مدد ڪرڻ تي ئي ملنديون هيون.

هُن سدائين اهوئي سيکاريو تہ ٻين جي مدد ڪجي ۽ ڪين ڪامياب ٿيڻ ۾ سندن مدد ڪجي. زندگيءَ جو مقصد اهوئي هئڻ گهرجي. هيءُ ڪتاب پڙهي اوهانکي اندازو ٿيندو تہ اهو اهم مقصد سندس زندگيءَ جو اهم ترين ڪم هو. آءُ ۽ منهنجا ڪزنز اڪثر اهوئي ڪري رهيا هوندا آهيون. اها ڳالهہ سمجهڻ ڪانسواءِ تہ نانا جي ڪري اهو گڻ اسانجي زندگيءَ جو هڪ حصو بڻجي ويو آهي، شايد اهو اسانکي وراثت ۾ مليو آهي.

هن ڪتاب ۾ اوهان پڙهندا تہ هو ڪهڙي ريت سنگ ڪرائي شاديون ڪرائيندو هو. مون بہ پنهنجي زندگيءَ ۾ ان طرح جا ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر اهو اعتراف ڪرڻ ۾ ڪا هٻڪ نہ اٿم تہ ان ۾ مڪمل طور تي ناڪام رهيو آهيان. منهنجو خيال آهي تہ مون سبق چڱي ريت ياد نہ ڪيوآهي.

سندس سارونٽين ۾ هڪ اهم ساروٽي اها آهي تہ آءُ ڪيس اکين جي ماهر ڊاڪٽر ادريس ايڊيءَ جي ڪلينڪ وٺي ويندو هئس جاڪاڻ جو ڪيس گلوڪوماٽي پيو هو. اهو سوچي انتهائي پيڙا ٿيندي هئي تہ

جيڪو شخص سڄي زندگي پڙهندو رهيو سو هاڻ آهستي آهستي پڙهڻ کان محروم پئي ٿيو.

چڱي ريت ياد اٿم ته تاج ڪامپليڪس جي دروازي جي دربان کان وٺي لفٽ آپريٽر ۽ آفيس سيڪريٽري ۽ ٻئي عملي تائين هرڪو هُن لاءِ اُٿي بيهندو هو. سندس ڪمال اهو هو ته جنهن وٽ ڪجھ پل ترسندو هو ساڻس سندس ٻارن جي تعليم بابت ڪانه ڪا همٿائيندڙ ڳالھ ڪندو هو جنهن سان مخاطب جو چهرو ٻهڪي پوندو هو. عزت ڪمائڻ جو اهو طريقو سکڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهيان.

اندر ڪلينڪ ۾ ڊاڪٽر ادريس ايڊيءَ جهڙي ريت نانا کي تپاسيندو هو ۽ جهڙي ريت ٻين مريضن سان ڳالهائيندو هو سو منهنجي زندگيءَ جي خوشگوار ترين تجربن مان هڪ آهي. ڊاڪٽر ادريس ايڊي نانا جي نظر ۾ دنيا جو بهترين ڊاڪٽر هو، نانا سان رکيل سندس پشيوارانو ورتاءُ ئي دنيا جي هر ڊاڪٽر جو هر مريض سان هئڻ گهرجي. نانا کي ڊاڪٽر ادريس ايڊيءَ وٽ وٺي وڃڻ سان مريض ۽ ڊاڪٽر جي تعلق جي حوالي سان جيڪي ڪجھ سکيو اٿم سو سڄي زندگي ياد رکڻ جي ڪوشش ڪندس. ڊاڪٽر ادريس جي ڪلينڪ تي ئي احساس ٿيم ته اکين جي نظر ڪيتري اهم آهي ۽ ڊاڪٽر ڪنهن اهڙي مريض جي زندگيءَ ۾ ڪيتري اهميت رکي ٿو جيڪو آهستي آهستي پنهنجي اکين جي جوت وڃائي رهيو هجي. انتهائي سرهائي جي ڳالھ آهي جو منهنجي شادي روما سان ٿي آهي جيڪا جان هاپڪنس اسپتال ۾ اکين جي ماهر بڻجي رهي آهي. نانا جيئرو هجي ها ته اکين جي ان ڊاڪٽرياڻي جي ڪاميابيءَ تي انتهائي خوش ٿئي ها. اهو چوڻ ۾ ڪا هٻڪ نٿو محسوس ڪريان ته جيتوڻيڪ اوستائين هو پنهنجي اکين جي جوت گهٽي ڀاڳي وڃائي چڪو هو پر سندس نگاھ انتهائي بلند هئي ۽ سندس نگاھ جي اها

بلندي ئي هئي جنهن جي احساس اسانجي اندر ۾ فخر پري ڇڏيو آهي.

هڪ ٻي ڳالهه جيڪا ڪائنس سڪيم سا اها هئي ته پنهنجي ملڪ جي سيوا ڪريو ۽ پنهنجي ڪٽنب ڪي جوڙي رکو. جهنگ ۾ مورنچيو، ڪنهن ڏٺو. هو اڪثر اهي لفظ اسان سمورن ٻارن آڏو ورجائيندو رهندو هو ۽ اهوئي ڪجھ گهر ۾ ڏٺم ته منهنجا سمورا ماما ۽ سموريون ماسيون ۽ ٻيا مٽ مائٽ ڪهڙي ريت هڪٻئي جي ڪم اچڻ ۾ نٽا هٻڪن. اهائي سندس تعليم هئي.

اوهين جڏهن هيءُ ڪتاب پڙهندا ته لڳندو ته ڇڻ نانا ۽ ناني هڪٻئي جي گهٽو ويجهو نه هئا جڏهن آءُ ننڍو هوندو هئس ته ڪڏهن ڪڏهن مونکي ٻه ايئن ئي محسوس ٿيندو هو پر سگهوئي اندازو ٿي ويم ته ايئن نه هو، منجهن هڪ خاص قسم جو تعلق هو جيڪو هڪ ٻئي ڪي خوشي رکڻ ۾ اهم ڪردار نڀائيندو رهيو. هنن ٻنهي جي ناتن جي نوعيت ۽ گهرائي ڪي سمجهڻ سولو پر بيان ڪرڻ ڏکيو آهي. ياد اٿم ته نانا جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ ناني وڪري وئي هئي. هنجون هاريندي چوندي هئي ته ”هُن سمجهيوٽي ۽ دعا گهرندي هئي ته هوءِ پهرين گذاري وڃي ته جيئن دنيا ۾ اڪيلو نه رهڻو پوي“. ائن ٻارن ۽ انهن جي ٻارن جي وچ ۾ اها ڪهڙي اڪيلائپ هئي، سا سمجهڻ انتهائي ڏکيو آهي.

پر جڏهن پنهنجي ۽ نانا وچ ۾ ناتن يا ٻين سان سندس ناتن تي نظر ٿو وجهان ته نانيءَ جي ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويندي اٿم، نانيءَ سڄي حياتي سائس گڏ گذاري، هو سندس سگهه هو ۽ ناني هُن لاءِ سڀ ڪجهه هئي.

سندس جنازو ڏسي احساس ٿيم ته مونکي سندس بابت ڪجهه به پتو ناهي، ايڏي وڏي تعداد ۾ ماڻهو نه ڄاڻ ڪٿان اچي گڏ ٿيا هئا.

چوويهن ڪلاڪن اندر سندس شاگرد ۽ اهڙا ماڻهو جيڪي اسان نٿي سڃاڻا، سندس ماتم ڪرڻ ۽ پنهنجي زيان جو اظهار ڪرڻ اچي پهتا هئا. اِهو ڏسي ۽ سمجهي اچرج جو شڪار پئي ٿيس ته منجهائن ڪيترائي رڳو اهو ٻڌائي رهيا هئا ته ماستر صاحب ڪهڙي ريت سندن ۽ سندن ٻارن جي زندگي بدلائي ڇڏي. منهنجو نانو ايڏو وڏو ماڻهو هو سو مون نه ڪڏهن سوچيو هو نه ئي سمجهيو هو.

ان موقعي تي ادراڪ ٿيم ته ساڳئي گهر ۾ رهندي سندس اوسي پاسي گهاريندي به ڪڏهن به پتو نه لڳم ته هُن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڇا ڪجهه ڪيو آهي. هاڻ اهو منهنجي زندگيءَ جو هڪ وڏو پڇتاءُ آهي ته ڪاش نانا سان ڪجهه وڌيڪ وقت گذاريان ها. سندس زندگيءَ جي آخري ڏهن سالن جو مشاهدو ڪيو اٿم، ڪاش انجو وڌيڪ موقعو مليم ها، سندس ڳالهيون ٻڌان ها، سندس تجربن مان لاڀ پرايان ها، سندس صلاحون غور سان ٻڌان ها ۽ سندس زندگيءَ جي لڪيل پاسن کي ڦلهوريان ها. انجو لاڀ مونکي ئي پلئه پوي ها.

اِهو ئي خاص سبب آهي جو هيءُ ڪتاب مونکي تمام گهڻو وڻيو آهي. ماما شير شاهه ۽ حمير اشتياق کي واڌايون ٿو ڏيان ته هنن ايترو ڪجهه، ايتري پلي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڪهاڻي به آهي، سبق به آهي ته ڏاهپ به. اهو همٿائي ۽ اُتساهي ٿو، من کي گرمائي ٿو ۽ زندگيءَ ۾ طاقت جي انجيڪشن هڻڻ جي صلاحيت پڻ رکي ٿو. اها هڪ اهڙي ڪهاڻي آهي جيڪا ٻڌائي ٿي ته ڪهڙي ريت هڪ ماڻهو سوين ماڻهن جي زندگيءَ کي تبديل ڪري سگهي ٿو. اهو سڀ ڪجهه رڳو پنهنجي ذات لاءِ نٿو ڪري پر هڪ اهڙي دنيا ٿو اڏي جتي ماڻهن جون زندگيون تبديل ٿينديون رهنديون.

آءٌ پاڻ پنهنجي زندگي جي هڪ نئين مرحلي ۾ داخل پيو ٿيان، انهيءَ اميد ۽ خواهش سان ته آءٌ به ڪنهن چڱي تبديليءَ جو محرڪ

ٻچان، جيڪا دنيا ۾ ڪا تبديلي آڻي، جيڪا ٻين ماڻهن جي ڪنهن ڪم اچي. چاهيندس ته ورهين پوءِ جڏهن منهنجا پوٽا ۽ ڏوهٽا مونکان سوال ڪن ته ڇا اوهين اِهو محسوس ڪريو ٿا ته اوهان هڪ ڀرپور زندگي گذاري، اوهان اهڙو ڪجهه ڪيو آهي جنهن جو ذڪر ڪري سگهو؟ ڇا اوهان ڪو پيرن جو نشان ڇڏيو آهي جنهن جي پيروي ڪجي ته اُميد اٿم ته ڪين ورندي ڏئي سگهندس ته "بيوقوفو! مون به ڪجهه ڪيو آهي. اوهانکي پتو ناهي ته آءُ ڪنهن جو ڏوهٽو آهيان".

پڪ اٿم ته هيءُ ڪتاب اوهانکي ضرور پسند ايندو.

سيد نبيل ظفر

* نبيل ظفر شاهين ظفر جو پٽ آهي، جنهن هيءُ مضمون هن ڪتاب جي رونمائي مهل پڙهيو هو

هيءَ ڪتاب حوصلي ۽ عزم جي هڪ غير معمولي ڪهاڻي آهي، پر انڪان بہ وڌيڪ اهو هڪ انسان جي انهيءَ سپني جو داستان آهي جنهن کي پڪ هئي تہ ناممڪن کي ممڪن بڻائي سگهجي ٿو. ابو ظفر آزاد ۽ سندس زندگيءَ جي شريڪ عطيا ظفر جي جيون جو حقيقي داستان، جن نہ رڳو پنهنجي ۽ پنهنجي اٺن ٻارن جي حياتي بدلائي ڇڏي پر هر اُن شخص جي زندگيءَ ۾ انقلاب آڻي وڌو جيڪو سندن ويجهو آيو. اهو سڀ ڪجهہ تعليم ذريعي ئي ممڪن ٿيو. اهو غريبن جي اُن سگهہ جو انوکو ۽ غير معمولي داستان آهي، جنهن ذريعي هو پنهنجي ڀاڳ پاڻ جوڙين ٿا.

ظفر آزاد جو گهراڻو پاڪستان ۾ طب جي پيشي جو سرموڙ آهي. هن ڪٽنب ۾ چاليهہ ڄڻا اعليٰ سنديافتہ ڊاڪٽر آهن ۽ ڪيترائي وڌيڪ ڊاڪٽر بڻجڻ جا مرحلا طئي ڪري رهيا آهن. طب واري شعبي جي ايترن ماهرن جي موجودگي سبب ڪتاب ۾ ملڪ جي صحت واري شعبي جي انتظامي سياست جو ويجهڙائي کان ڳوڙهو جائزو ۽ ظاهري طور تي حل نہ ٿي سگهندڙ مسئلن جا عملي حل رڻ اٽڪر آهي. ظفر آزاد ۽ عطيہ ظفر جي بصيرت ۽ حوصلي مان لاڀ ۽ جذبو پرائيندڙ ڪٽنب کي پڪ آهي تہ تعليم ناممڪن کي ممڪن ۾ بدلايو ڇڏي. تعليم هڪ اهڙو اوزار آهي جنهن ذريعي هر ويڙهہ کٽي سگهجي ٿي. غريب ماڻهو تعليم جو رستو اختيار ڪري نہ رڳو اهو تہ پنهنجو ڀاڳ بدلائي سگهن ٿا پر پنهنجي معاشري کي پڻ بدلائي سگهن ٿا.

# ALL WORLD DESNA CONFERENCE

TO BE HELD IN FEB–MARCH 1991 AT DESNA (BIHAR INDIA)

# کل عالمی دیسنہ کانفرنس

جو فروری / مارچ ۱۹۹۱ء میں دیسنہ بہار ہندوستان میں منعقد ہوگی

دیسنوی صاحبان و دیسنوی بیگمات!

اللہ آپ سب لوگوں کو دین و دنیا دونوں جگہ خوش رکھے اور اپنے نئے وطن کی آپ لوگ خدمت کرتے رہیں / کرتی رہیں!!

ہمارا خیال ہو رہا ہے کہ فروری / مارچ ۱۹۹۱ء میں جبکہ موسم بہت اچھا ہوگا، دنیا میں ہر جگہ کے بسنے والے / والی دیسنویوں کو دیسنہ بہار ہندوستان میں جو ہم لوگوں کا وطن عزیز تھا، جمع کریں اور کچھ دنوں کے لئے ۱۹۴۷ء سے پہلے کا ماحول پیدا کریں اور ایک کل عالمی کانفرنس منعقد کریں۔ دیسنہ میں ۷ یا ۱۰ دنوں تک سب کا قیام رہے۔ بہت سے دیسنوی صاحبان و بیگمات دیسنہ نہیں جاتے / جاتیں کہ وہاں انکا اب کوئی نہیں ہے۔ دیسنہ میں ان کا قیام و طعام کہاں ہوگا؟ وغیرہ وغیرہ تو میں اس سلسلہ میں انتظام کر رہا ہوں کہ:۔

۱۔ جن لوگوں کے قیام، کھانے، پینے کا دیسنہ میں انتظام نہیں ہے وہ کل عالمی دیسنہ کانفرنس ALL WORLD DESNA CONFERENCE کے ڈیلیگیٹ اور مہمان ہونگے۔ ان کو، ان کے بچوں کو کوئی تکلیف نہ ہوگی۔ صبح کا ناشتہ، دن کا کھانا، شام کی چائے اور رات کا کھانا ۱۹۴۷ء سے پہلے کی طرح پیش کیا جائیگا۔ چیزیں تو ہر طرح کی ہونگی مگر پلپول، لال ساگ، کھساری کا ساگ، ہنڈھے کا گوشت، پیٹھا، گلگولہ، بری، پاپڑ، اول و آم کا اچار، برابر کی چٹنی، کھٹا بھات، رسیاؤ، کھیر موہن، وغیرہ غرضیکہ وہاں کی خاص چیزیں فرمائش کرنے پر پیش کرنیکی کوشش کی جائیگی۔

۲۔ ۱۹۴۷ء سے پہلے کی طرح امام باڑے کے ہال میں شاندار میلاد النبی ؐ منعقد ہوگی، جلسے ہونگے، بیت بازی ہوگی، مشاعرہ ہوگا، ندی میں کبڈی ہوگی، پوکھر پر بیٹھک ہوگی، فٹ بال کرکٹ وغیرہ کے کھیل ہونگے، پتنگ بازی ہوگی اور دوسرے کھیل بھی کانفرنس میں شریک لوگوں کی رائے سے ہونگے۔

۳۔ اگر شرکاء کانفرنس چاہینگے تو بچوں کا ختنہ، بچیوں کے کن چھیدن، عقیقہ، بسم اللہ، نکاح اور شادیاں تک سادگی سے انجام دے سکتے ہیں۔

۴۔ کانفرنس میں شریک اور دوسرے لوگوں کی صحت اچھی رکھنے اور ایمرجنسی کیلئے ایک میڈیکل یونٹ ہوگا۔

۵۔ پوری کانفرنس کی ویڈیو فلم بنے گی جنکی بعد میں کاپیاں بناکر خواہشمند حضرات کو دی جائینگی۔ اس سلسلہ میں ضروری عرض ہے کہ جن جن حضرات کے پاس ویڈیو کیمرے ہیں وہ بتائیں کہ کیا وہ دیسنہ عالمی کانفرنس کی فلم بنانے کیلئے اپنے کیمرے وغیرہ لا سکتے ہیں؟ خاص کر کیا ہندوستان کے دیسنوی انتظام کر سکتے ہیں؟ اتنا بڑا، عظیم اور شاندار و مشکل کام انجام دینے کیلئے سب کی مدد اور وہ بھی اپنی مدد آپ Self Help کے اصول پر ضروری ہے۔

دن اور تاریخ طے ہو جائیگی تو ہم آپ لوگوں کو پروفیسر قوی دیسنوی جو بھوپال بھارت میں پروفیسر ہیں اور دیسنہ آتے جاتے رہتے ہیں وہ اچھا جذبہ رکھتے ہیں۔ یہ دیسنہ سے بہت محبت کرتے ہیں اور اس دیسنہ کے عاشق ہیں۔ ان کی کوشش ہوگی کہ کانفرنس کامیاب ہو اور شرکت کرنیوالوں کو آرام ہو پروفیسر قوی دیسنوی کا پتہ اور انکا بینک اکاونٹ نمبر ہم بھیجینگے تو آپ بتائی ہوئی رقم بذریعہ بینک یا جیسے آپ مناسب سمجھیں گے یا بھیجینگی انکے پاس بھیج دینگے / دینگی۔ یہ رقم آپ ہی لوگوں کے طعام قیام وغیرہ پر خرچ ہوگی یعنی ۱۰ دنوں کے خرچ کیلئے یہ رقم مناسب ہوگی۔ آخر میں آپ لوگوں سے عرض ہے کہ اولین فرصت میں یہ خط پاتے ہی اپنی رائے اور مشورہ سے آگاہ کریں ابھی وقت تو ہے مگر ہندوستان پاکستان خطوط ۱۵ دنوں میں آتے ہیں اسکا خیال رہے۔ بہت سے حضرات کو بہت پہلے خبر کی ضرورت ہوگی تاکہ وہ اپنے اپنے محکموں سے ضروری کاروائی کر کے پاسپورٹ ویزا ہندوستان جانے کا بنوالیں۔ اسی لئے سب کو ہر کاروائی فوری کرنی ہے۔

گزشتہ ماہ ہم انگلینڈ، اسکاٹ لینڈ، ویلس اور آئرلینڈ گئے۔ عزیزی سراج گیلانی سلمہٗ و دوسرے دیسنوی صاحبان سے ملاقات ہوئی۔ سب اس کل عالمی دیسنہ کانفرنس میں شریک ہونگے۔ انشاء اللہ

ناچیز دعاگو

ظفر آزاد

الحاج سید ابوظفر آزاد ایم. اے. بی. ٹی

کنوینر

پہلی کل عالمی دیسنہ کانفرنس

ظاہرستان۔ علیہ اسپتال،

۲۸ ملیر ٹاؤن شپ کالا بورڈ۔ کراچی ۳۷ (پاکستان)

فون:۔ 402207، 406726، 406757، 406758

نوٹ:۔

۱۔ اگر آپ اس کانفرنس میں شرکت کر رہے ہیں تو براہ کرم مطلع کریں کہ کتنے فرد اس میں شریک ہونگے۔

۲۔ جن کو یہ نامہ کانفرنس ملے وہ دوسرے اہل دیسنہ کو بھی مطلع کریں۔ تقریباً ایک ہزار اہل دیسنہ کو مطلع کر رہا ہوں۔

لنڊن ۾ ترسڻ دوران بابا پنهنجي انيڪ دوستن سان مليو ۽ ورلڊ ديسنا ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو فيصلو ڪيائين، جنهن جو پاڻ ڪنوينر ٿيو. بابا جي پاڪستان موٽي اچڻ سبب اها ڪانفرنس نه ٿي سگهي.

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

اے مرے آزاد میرے دوست مخلص السّلام
السلام و صد سلام والسلام و صد سلام

چند مکتوبات آئے پڑھ کے دل خوش ہو گیا
آپ کے حسنِ عمل کو پڑھ کے اس میں کھو گیا

دو رسالے، چار صد دس روپے مجھ کو ملے
جو امین الدین صاحب نے دئے مجھکو ملے

اہلیہ کو اور سبھی بچوں کو کہہ دیجیے سلام
خط کی صورت آج حاضر ہو گیا اصغر امام

اک زمانے سے تمنا ہے ملوں آزاد سے
حالِ دل سننا، سنانا کچھ دلِ ناشاد سے

کیا کہوں کس حال میں کیسے گذر جاتا ہے دن
رات ڈھل جاتی آخر اور آجاتا ہے دن

عزم و استقلال سے دنیائے دل آباد ہے
تیری تصویرِ خیالی سے مرا دل شاد ہے

ناسا عد لاکھ ہوں حالات میں خائف نہیں
میرے فکر و فن سے دنیا نہیں واقف نہیں

"ڈائجسٹ ادبی" پڑھا تھر ڈورلڈ کو بھی شوق ہو
آنکھ نے تصویر کی تصویر کھینچی ذوق سے

ڈاکٹر ہاں، ڈاکٹر ہاں ڈاکٹر سب ڈاکٹر
تہنیت ہم سب کی جانب سے مبارک ہو ظفر

وہ تری سعیٔ مسلسل وہ ترا جہد و عمل
حق تعالیٰ نے تجھے بخشا تری محنت کا پھل

حق کی خاطر دہر میں باطل سے تو لڑتا رہا
راستے بدلے تو ہر مشکل سے تو لڑتا رہا

حق تجھے بخشے ترقی اور حیاتِ جاوداں
حق تعالیٰ دو جہاں میں تجھ کو رکھے شادماں

کر رہا ہوں اب میں اپنی داستاں کی ابتدا
سن بیالیس (1942) میں ہوا میں آپ سے بالکل جدا

مختلف وارنٹ تھے برٹش حکومت تھی حریف
ظلم تھا انگریز کا اور میں بچارا اک ضعیف

مجھ پہ دو انگریز کے بھی قتل کا الزام تھا
ملک پر اپنے فدا ہونے کا یہ انعام تھا

صبحدم مسجد سے نکلا اور پولس نے دھر لیا
مجھ پہ ملزم کی طرح اُن سب نے قبضہ کر لیا

سن بیالیس کی صبح تھی اور تھی ۲۷ اگست سے
بعد اسیری تھانہ میں بیٹھا تھا میں خاموش دست

دس بجے سب لے گئے تھانہ سے مجھکو سٹی کورٹ
دو بجے چپکے سے بھاگا میں وہاں سے کھیلے نوٹ

بھاگ کر سیدھا میں پہنچا اس جگہ سے لکھنؤ
بعد آزادی ملک تھا محو شعر و رنگ و بو

اس جگہ پھیلا رہا تھا علم و دانش اور شعور
میرے علم و فضل کی تنویر پہونچی دور دور

تھا ترقی کا ایڈیٹر لکھنؤ میں اس گھڑی
اور تھا قرآن کا ٹیچر لکھنؤ میں اس گھڑی

آپ کے خط کے مطابق آگیا پٹنہ ضرور
کیا پڑی اُفتاد کر خود آپ تھے غائب حضور

بعد آزادی کے پٹنہ لکھنؤ سے آگیا
اور ہر حلقہ میں بس اک میں ہی میں تھا چھا گیا

سنئے بھائی حال میرا آپ تھوڑا غور سے
بعد آزادی کا منظر کیا لکھوں کس طور سے

بعد آزادی "نقیب" اخبار کا میں ہوں مدیر
ملتِ بیضا ہوئی ہے فرقہ بندی کی اسیر

سن اناسی (1979) میں کیرو لونٹ بیس میں داخل ہوا
مجھ پہ چالیس دن غشی تھی جب مرض شامل ہوا

چھ مہینہ بعد کچھ اللہ نے بخشی صحت سے
شکر ہے اس کا کر اپنے فضل سے بخشی صحت

کیا کہوں بے ہوش تھا اک خواب کی دنیا میں تھا
کچھ بزرگوں اور کچھ احباب کی دنیا میں تھا

اب میں اچھا ہوں خدا کا شکر ہے اچھا ہوں میں
حسبِ توفیقِ الٰہی کچھ نہ کچھ لکھتا ہوں میں

فضلِ حق سے پانچ بیٹی ایک بیٹا ہے مجھے
فکر نے پھندے میں اپنے آلپیٹا ہے مجھے

تربیت ان سب کی ہے ہمدم مرے پیشِ نگاہ
تاکہ پڑھ کر علم کی ہو جائیں وہ سب مہر و ماہ

مختصر یہ ہے بہت اچھا ہوں میں جیسا بھی ہوں
بس رضائے حق سے وابستہ ہوں میں جیسا بھی ہوں

تجھ سے ملنے کی تمنا رات دن اس دل میں ہے
میں جو خود طوفان تھا کشتی مری مشکل میں ہے

پھر ملیں گے فلسفی آزاد کو کیجیے سلام
اے ہمارے محترم آزاد تجھ کو صد سلام

اصغر امام فلسفی عظیم آبادی

بابا کي شاعراڻو خراج، سلدس دوست پلئا جي اصغر امام طرفان

PAR AVION

POST CARD

PAKISTAN

KARACHI

AIR

PAKISTAN

A.B. Tahir M.A.B.T.

Head master G.M.B.Q School

Opp. Bihar colony

Karachi (West Pak)

امان جو هڪ پوسٽ ڪارڊ پيا ڏانهن، جنهن ۾ لکيو اٿس ته سلهٽ ايندي هو ٿيو ۽ سراج لاءِ نصابي ڪتاب وٺندو اچي.

286

Date 18/6/78
ڈسٹرکٹ جیل سکھر



بخدمت جناب بابا صاحب
[illegible]

السلام علیکم!

گذارش ہے کہ میں خیریت سے ہوں اور
آپ لوگوں کی خیریت از درگاہ خداوند کریم سے مطلوب
ہوں۔ دیگر احوال یہ ہے کہ کراچی سینٹرل جیل سے ایک لیٹر
آیا تھا جس میں مجھ کو دو دن کی ضمانت ملی ہے۔
اب میں انشاء اللہ جلد رہا ہونے والا ہوں۔ میں جیل میں ڈاکٹر
ہوں لوگ مجھ سے دوائیاں لکھوا کے لے جاتے ہیں ان اور
لوگوں کو فائدہ بھی بہت پہنچتا ہے۔ کراچی سینٹرل جیل میں
آپ نے میرے لیے کچھ دوائی امی کے ساتھ لائے تھے
اگر ہو سکے تو ویسے کچھ دوائی بذریعہ پوسٹ
میرے پتہ پر روانہ کریں مجھے مل جائیں گے۔
سکھر جیل میں میرا بڑا رتبہ ہے۔ لوگ میری
بہت عزت کرتے ہیں۔ ہر وقت ڈاکٹر ڈاکٹر کے
نام پکارتے ہیں۔ دور ملکی حالات کے متعلق
مجھ سے معلومات لیتے ہیں اور مجھ سے
بہت خوش ہیں۔ اور جیل میں ہم نے
بہت سے کام سیکھے ہیں۔



الله بخش شاهين جو جيل مان خط بابا ڏانهن.

جو گھریلو دستکاری کے ہوتے ہیں۔ سندھی ٹوپی، سندھی رلی وغیرہ۔ اور بھی دیگر بہت کام کرتے ہیں۔ یہاں
کا موسم بہت گرم ہے۔ جبکہ شدید گرمی کی وجہ سے
میرے جسم پر گرمی کے دانے نکلے ہیں۔ یہ سب
لیکن ملک اور قوم کے لئے برداشت ہیں۔
اگر ملک اور قوم کے لئے ایک ہزار سال قید
میں رہنا پڑے تو میں بہ خوشی قبول کروں گا۔
میں ایک بات لکھنا بھول گیا کہ۔ سکھر جیل کی سختیوں کی
وجہ سے اور شدید گرمی کی وجہ سے میرا جسم
ہلکا ہو گیا ہے۔ یعنی پانچ پونڈ وزن میرا
کم ہو گیا ہے۔ اللہ بخش شاہین اب ایسا لگ رہا ہے
جیسا کسی پہلوان آدمی کا ایکسرے ہے۔ یعنی میں
بہت پتلا ہو گیا ہوں۔ ان انشاء اللہ دوبارہ جان بن
رہا ہے۔ میرا وزن کم ہونے سے مجھے بہت خوشی
ہوئی ہے۔ باقی سب خیریت ہے۔ گھر کے
تمام افراد کو میری طرف سے سلام اور
دعا۔ اکمل کو میری طرف سے پیار
اب ظلم کے دن ختم ہو رہے ہیں اب انشاء اللہ
عوامی راج دوبارہ ہوگا۔
خدا حافظ
فقط آپکا بیٹا اللہ بخش شاہین

یہ سرٹیفکیٹ رکھ سکتے ہیں لیکن جیل میں نہیں رکھ سکتے ہیں

هي ڪتاب حوصلي ۽ عزم جي هڪ غير معمولي ڪهاڻي آهي، پر اُن کان به وڌيڪ اهو هڪ انسان جي اُتهي، سچي جو داستان آهي جنهن کي پڪ هئي ته ناممڪن کي ممڪن بڻائي سگهجي ٿو. اهو ظفر آزاد ۽ سندس زندگي، جي شريڪ عطيه ظفر جي جيون جو حقيقي داستان، جن نه رڳو پنهنجي ۽ پنهنجي اٺن ٻارن جي حياتي بدلائي ڇڏي پر هر اُن شخص جي زندگي، ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو جيڪو سندن ويجهو آيو. اهو سڀ ڪجهه تعليم ذريعي ئي ممڪن ٿيو. اهو غربت جي اُن سگهه جو انوکو ۽ غير معمولي داستان آهي، جنهن ذريعي هو پنهنجي ڀاڳ پاڻ جوڙين ٿا.

ظفر آزاد جو گهراڻو پاڪستان ۾ طب جي پيشي جو سرموڙ آهي. هن ڪٽنب ۾ چاليهه ڄڻا اعليٰ سنديافته ڊاڪٽر آهن ۽ ڪيترائي وڌيڪ ڊاڪٽر بڻجڻ جا مرحلا طئي ڪري رهيا آهن. طب واري شعبي جي ايترن ماهرن جي موجودگي سبب ڪتاب ۾ ملڪ جي صحت واري شعبي جي انتظامي سياست جو ويجهڙائي کان ڳوڙهو جائزو ۽ ظاهري طور تي حل نه ٿي سگهندڙ مسئلن جا عملي حل رٿيل آهن آهي. ظفر آزاد ۽ عطيه ظفر جي بصيرت ۽ حوصلي مان لاڀ ۽ جذبو پرائيندڙ ڪٽنب کي پڪ آهي ته تعليم ناممڪن کي ممڪن ۾ بدلايو ڇڏي، تعليم هڪ اهڙو اوزار آهي جنهن ذريعي هر ويڙهه کٽي سگهجي ٿي. غريب ماڻهو تعليم جو رستو اختيار ڪري نه رڳو اهو ته پنهنجو ڀاڳ بدلائي سگهن ٿا پر پنهنجي معاشري کي پڻ بدلائي سگهن ٿا




